رسول اکرم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي خوبصورت
زندگيءَ جي مبارڪ احوال تي مشتمل مدني گلدستو

# سيرت مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم

مؤلف: شيخ الحديث حضرت علامه مولانا
عبدالمصطفيٰ اعظمي رَحۡمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيۡه
سنڌي ترجمو: مجلس تراجم

رسولِ اڪرم صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن جي حسين زندگي مبارڪ جي
معلومات تي ٻڌل مدني گلدستو

# سيرتِ مصطفیٰ ﷺ

مؤلف

شيخ الحديث حضرت علامہ عبدالمصطفي رَحْمَۃُ اللہِ تَعَالٰی عَلَیْہ

پيشڪش

مجلس المدينة العلمية (دعوتِ اسلامي)

(شعبہءِ تخريج)


شايع ڪندڙ

مڪتبة المدينة باب المدينہ ڪراچي

كتاب جو نالو: سيرتِ مصطفیٰ ﷺ
مؤلف: شيخ الحديث حضرت علامہ عبدالمصطفي اعظمي رحمۃ اللہ علیہ
پيشكش: شعبہء تخريج (مجلس المدينة العلمية)
اشاعت جو سال: 2016

شايع كندڙ: مكتبة المدينة فيضانِ مدينہ محلہ سوداگران
پراڻي سبزي مندي باب كراچي

## مكتبة المدينة جون شاخون


- كراچي شهيد مسجد،كارادر باب المدينه كراچي فون: 021-32203311
- حيدر آباد ............. فيضانِ مدينه آفندي ٽائون فون: 022-2620122
- ميرپور خاص ..... فيضانِ مدينه العطار ٽائون فون: 023-3514672
- نوابشاهہ ...... چكرا بازار نزد MCB فون: 024-4362145
- سكر .... فيضانِ مدينه بئراج روڊ فون: 071-5619195
- فاروق نگر (لاڙكاڻو) ..... رابعه شاپنگ سينٽر فون: 074-4054191
- عطار آباد (جيكب آباد) .... فيضانِ مدينه فون: 072-2710635
- دادو ................. فيضانِ مدينه ماركيٽ روڊ فون: 025-4611541

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ وَ الصَّلٰوةُ وَ السَّلَامُ عَلٰى سَيِّدِ الْمُرْسَلِيْنَ

اَمَّا بَعْدُ فَاَعُوْذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيْمِ ط بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ط

## ڪتاب پڙهڻ جي دعا

ديني ڪتاب يا اسلامي سبق پڙهڻ کان پهريان هيٺ ڏنل دعا پڙهي ڇڏيو جيڪو ڪجهه پڙهندا ياد رهندو، دعا هيءَ آهي:

اَللّٰهُمَّ افْتَحْ عَلَيْنَا حِكْمَتَكَ وَانْشُرْ عَلَيْنَا رَحْمَتَكَ يَا ذَا الْجَلَالِ وَالْاِكْرَام

ترجمو: اي الله عَزَّوَجَلَّ اسان تي علم ۽ حڪمت جا دروازا کولي ڇڏ ۽ اسان تي پنهنجي رحمت نازل فرماء! اي عظمت ۽ بزرگي وارا.

(مستطرف ج1 ص40 دار الفکربيروت)

نوٽ:اول آخر هڪ هڪ ڀيرو درود شريف پڙهي ڇڏيو

طالب غم مدينہ بقيع و مغفرت

13 شوال المکرم 1436 ھ

رسالي جو نالو: سيرت مصطفيٰ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم

ڇاپو پهريون: محرم الحرام 1437ھ، نومبر 2015ع

تعداد:

ڇاپيندڙ: مڪتبة المدينہ، عالمي مدني مرڪز فيضانِ مدينہ، بابُ المدينہ ڪراچي

مدني التجا: ڪنهن کي بہ هي ڪتاب ڇاپڻ جي اجازت نہ آهي.

ڪتاب خريد ڪندڙ توجهه فرمائن

ڪتاب جي ڇپائي ۾ ڪا وڏي خرابي هجي يا صفحا گهٽ هجن يا بائنڊنگ ۾ اڳتي پوئتي ٿي ويا هجن تہ مڪتبة المدينہ سان رابطو فرمايو.

# فهرست



## باب پهريون



## باب ٻيو

## باب ٽيون



## باب چوٿون

## باب پنجون



## باب ڇهون

## باب ستون:

## باب نائون

## باب ڏهون

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلٰى سَيِّدِ الْمُرْسَلِيْنَ
اَمَّا بَعْدُ فَاَعُوْذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيْمِ ؕ بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ؕ

**"بڻاءِ عاشقِ مصطفيٰ يا الاهي"** جي 18 اکرن جي نسبت سان هن ڪتاب کي پڙهڻ جون "18 نيتون"

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم: "سني نيت ماڻهوءَ کي جنت ۾ داخل ڪندي آهي." (الجامع الڪبير ص 557، الحديث 9326، دارالکتب العلميہ بيروت)

## ٻہ مدني گل:

(1) بغير سني نيت جي ڪنهن بہ نيڪ عمل جو ثواب ناهي ملندو.

(2) جيتريون سنيون نيتون وڌيڪ اوترو ثواب بہ وڌيڪ.

(1) هر بار حمد و (2) صلواة (3) تعوذ ۽ (4) تسميہ سان شروعات ڪندس. (5) الله عَزَّوَجَلَّ جي رضا خاطر هن ڪتاب جو شروع کان آخر تائين مطالعو ڪندس. (6) وس آهر باوُضو ۽ (7) قبلي طرف منهن ڪري پڙهندس.(8) قرآني آيتن ۽ (9) احاديثِ مبارڪ جي زيارت ڪندس.(10) جتي جتي الله جو نالو ايندو اُتي عَزَّوَجَلَّ ۽ (11) جتي "سرڪار" جو نالو مبارڪ ايندو اتي صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم پڙهندس. (12) پنهنجي خريد ڪيل ڪتاب تي "يادداشت" واري صفحي تي ضروري ڳالهيون لکندس.(13) (پنهنجي ذاتي نسخي تي ضرورت تحت اندر لائين ڪندس.(14) ڪتاب مڪمل پڙهڻ جي لاءِ علمِ دين حاصل ڪرڻ جي نيت سان روزانو گهٽ ۾ گهٽ چار صفحا پڙهي علمِ دين حاصل ڪرڻ جي ثواب جو حقدار بڻجندس. (15) ٻين کي هي

ڪتاب پڙهڻ جي ترغيب ڏياريندس. (16) هن حديث پاڪ ”تَهَادُوا تَحَابُو“ هڪٻئي کي تحفا ڏيو توهان ۾ محبت وڌندي.

(مؤطا امام مالڪ ج 2 ص 407 رقم 1731 دارلمعرفة بيروت)

تي عمل جي نيت سان (هڪ يا حسبِ توفيق تعداد ۾) هي ڪتاب خريد ڪري ٻين کي تحفو ڏيندس. (17) هن ڪتاب جي مطالعي جو ايصالِ ثواب سڄي امت کي ڪندس. (18) ڪتابت وغيره ۾ شرعي غلطي ڏٺي تہ اداري کي لکت ۾ مطلع ڪندس.

(ناشرين ۽ مصنف وغيره کي زباني غلطيون ٻڌائڻ خاص فائديمند ناهي هوندو).

**سٺين سٺين نيتن جي باري ۾ رهنمائي حاصل ڪرڻ جي لاءِ اميرِ اهلسنت دامت برڪاتهم العاليه جن جو سنتن ڀريو بيان ”نيت جو ڦل“ ۽ نيتن جي متعلق سندن جو مرتب ڪيل ڪارڊ ۽ پمفليٽ مڪتبة المدينه جي ڪنهن به شاخ تان خريد فرمايو.**

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلٰى سَيِّدِ الْمُرْسَلِيْنَ
اَمَّا بَعْدُ فَاَعُوْذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيْمِ ط بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ط

# المدينة العلميه

پاران: شيخِ طريقت، اميرِ اهلسنت، بانيءِ دعوتِ اسلامي، حضرت علامہ مولانا ابو بلال **محمد الياس عطار** قادري رضوي ضيائي دَامَتْ بَرَكَاتُهُمُ الْعَالِيَة

الحمدللّٰه علیٰ احسانهٖ وبفضل رسولهٖ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تبليغ قرآن و سنت جي عالمگير غير سياسي تحريڪ "دعوتِ اسلامي" نيڪيءَ جي دعوت، سنتن کي زنده ڪرڻ ۽ اشاعتِ علمِ شريعت کي سڄي دنيا ۾ عام ڪرڻ جو پڪو ارادو رکي ٿي. انهن سڀني ڪمن کي خوبصورتيءَ سان سر انجام ڏيڻ لاءِ ڪيترين ئي مجلسن جو قيام عمل ۾ آندو ويو آهي جن مان المدينة العلميه بہ هڪ آهي، جيڪا دعوتِ اسلامي جي علماء ۽ مفتيانِ ڪرام ڪثرهم الله تعالیٰ تي ٻڌل آهي، جنهن خالص علمي، تحقيقي ۽ اشاعتي ڪم جو بار کنيو آهي.ان جا هيٺيان ڇهہ شعبا آهن.

(1) شعبہ ڪتب اعليٰ حضرت رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيْه
(2) شعبهءِ درسي ڪتب
(3) شعبہ اصلاحي ڪتب
(4) شعبهءِ تراجم ڪتب
(5) شعبهءِ تفتيش ڪتب
(6) شعبهءِ تخريج

”المدينة العلميہ“ جي پهرين ترجيح سرڪارِ اعليٰ حضرت، امامِ اهلِسنت، عظيم البرڪت، عظيم المرتبت، پروانۂ شمع رسالت، مجددِ دين و ملت، حاميءِ سنت، ماحيءِ بدعت، عالمِ شريعت، پيرِ طريقت، باعثِ خيروبرڪت، حضرت علامہ مولانا الحاج الحافظ القاري الشاهہ امام احمد رضا خان عَلَيْهِ رَحْمَةُ الرَّحْمٰن جن جي بيش بها تصنيفن کي دورِ حاضر جي گهُرجن مطابق وس آهر آسان انداز ۾ پيش ڪرڻ آهي. سيئي اسلامي ڀائر ۽ اسلامي ڀينرون هن علمي، تحقيقي ۽ اشاعتي مدني ڪم ۾ هر ممڪن تعاون فرمائن ۽ مجلس جي طرفان شايع ٿيندڙ ڪتابن جو پاڻ بہ مطالعو ڪن ۽ ٻين کي بہ ان جي ترغيب ڏيارين.

الله عَزَّوَجَلَّ دعوتِ اسلامي جي مڙني مجلسن، سميت”المدينة العلميہ“ کي ڏينهن ٻارهين رات ٻارهين ترقي عطا فرمائي ۽ اسان جي هر عملِ خير کي اخلاص جي زيور سان مالامال ڪري ٻنهي جهانن جي ڀلائيءَ جو سبب بڻائي. اسانکي گنبدِ خضرا جي سائي ۾ شهادت، جنت البقيع ۾ مدفن ۽ جنت الفردوس ۾ جڳهہ نصيب فرمائي.

اٰمِين بِجَاهِ النَّبِيِّ الْاَمِين صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم

رمضان المبارڪ ١٤٢٥ ھ

# پيشِ لفظ

اَلْحَمْدُ لِلّٰہِ رَبِّ الْعٰلَمِیْنَ وَالصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلٰی سَیِّدِ الْمُرْسَلِیْنَ
اَمَّا بَعْدُ فَاَعُوْذُ بِاللّٰہِ مِنَ الشَّیْطٰنِ الرَّجِیْمِ ؕ بِسْمِ اللّٰہِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِیْمِ ؕ

الله عَزَّوَجَلَّ پنهنجي ٻانهن جي هدايت ۽رهنمائيءَ جي لاءِ وقت بوقت پنهنجن نبين سڳورن کي موڪليندو رهيو ۽ سڀني کان آخر ۾ ان پنهنجي حبيب صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن کي مبعوث فرمايو، جيڪي عرب و عجم ۾ بي مثل ۽ اصل و نسل، حسب و نسب ۾ سڀ کان اعليٰ ۽ پاڪباز آهن، عقل و فراست ۾ فزون تر، علم و بصيرت ۾ سڀ کان برتر، يقينِ محڪم ۽ پختي ارادي ۾ سڀ کان مضبوط، رحم و ڪرم ۾ سڀني کان وڌيڪ رحيم ۽ شفيق آهن. الله عزوجل انهن جي جسم کي صاف ۽ نقص ۽ عيب کان پاڪ رکيو، اهڙي حڪمت ۽ دانائيءَ سان کين نوازيو جنهن انڌين اکين، غافل دلين ۽ ٻوڙن ڪَنن کي کولي ڇڏيو. مطلب ته پاڻ ڪريم صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن کي اهڙي فضيلت، حسن ۽ مرتبي سان نوازيو جنهن کي بيان ڪرڻ ممڪن ناهي. انهن ۾ ڪجھ وصفَ اهڙا آهن جن جي تصريح الله عَزَّوَجَلَّ پنهنجي ڪلام قرآن مجيد فرقانِ حميد ۾فرمائي ڇڏي ته کين پنهنجي مخلوق ۾ علي وجهه الڪمال جاهه و جلال سان ظاهر فرمايو ۽ حسنِ جميل، اخلاقِ حميده، مناصبِ ڪريمه ۽ فضائلِ حميده سان ممتاز فرمايو. سندن جي اعليٰ مرتبي جي باري ۾ ماڻهن کي خبردار ڪيو ۽ انهن کي سندن جي اخلاق ۽ ادب جي تعليم ڏني ۽ پاڻ ذالڪ فضل الله يوتيه من يشاءُ والله ذوالفضل العظيم

جي اطاعت ۽ پيروي جو حڪم ڏنو، ارشاد فرمايائين:

لَقَدْ كَانَ لَكُمْ فِيْ رَسُوْلِ اللّٰهِ اُسْوَةٌ حَسَنَةٌ (پ ٢١ ، الاحزاب ٢١)

ترجمو ڪنزالايمان: بيشڪ توهان جي لاءِ رسول الله جي پيروي بهتر آهي.

صدرالافاضل سيد محمد نعيم الدين مراد آبادي رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَيْه هن آيت مبارڪ جي تحت فرمائن ٿا: انهن جي سهڻي نموني پيروي ڪريو، دينِ الاهي جي مدد ڪريو ۽ رسول ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو ساٿ نہ ڇڏيو ۽ رسول ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي سنتن تي عمل ڪريو اهو بهتر آهي. (خزائن العرفان)

حضرت عبدالله بن عمرو رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ کان مروي آهي، رسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن فرمايو: توهان مان ڪو بہ ايسيتائين ڪامل مومن نہ ٿو ٿي سگهي جيسيتائين ان جي هر خواهش منهنجي آندل جي تابع نہ ٿي وڃي.

(مشڪاة المصابيح، ڪتاب الايمان، باب الاعتصام ... الخ، ج1، ص54، الحديث: 167)

هڪ بي حديث ۾ آهي: جنهن منهنجي سنت سان محبت ڪئي ان مون سان محبت ڪئي ۽ جنهن مون سان محبت ڪئي اهو جنت ۾ مون سان گڏ هوندو.

(مشڪاة المصابيح، ڪتاب الايمان، باب الاعتصام ... الخ، ج1، ص55، الحديث: 175)

هنن حديثن مان واضع ٿيو تہ پاڪ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي سنتن جي پيروي ڪرڻ، ايمان جي ڪامل هجڻ ۽ جنت ۾ سندن جو قرب حاصل ڪرڻ جو ذريعو آهي ۽ هر مسلمان جي هي

خواهش هوندي تہ هو انهن نعمتن سان سرفراز ٿئي، تنهنڪري ان ڪي گهرجي تہ پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي اقوال، افعال، حالات ۽ سيرتِ طيبہ جو بغور مطالعو ڪري پنهنجي زندگي پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي اطاعت ۽ سنتن جي پيروي ڪندي گذاري.

سيرتِ طيبہ تي هر دور جي عالمن پنهنجي پنهنجي ذوق ۽ ماحول جي ضرورتن جي مطابق ڪم ڪيو، مگر هي اهو اڻ ڪٿ سمنڊ آهي جنهن ۾ هر ڪنهن کي حال آهر غوطا خوري باوجود پنهنجي عجز جو اعتراف ڪرڻو پيو. اڄ تائين هي مبارڪ سلسلو جاري آهي عربي کان علاوه اردو ۾ بہ ان موضوع تي ڪيترائي ڪتاب لکجي چڪا آهن. زيرِ نظر ڪتاب "سيرتِ مصطفيٰ" رسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي پاڪيزه زندگيءَ جي جيتوڻيڪ هڪ جهلڪ پيش ڪري رهيو آهي مگر هن ۾ پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي زندگيءَ جي مختلف پاسن کي نهايت خوبصورتيءَ سان جامع انداز ۾ بيان ڪيو ويو آهي. جنهن جو مطالعو هر مسلمان لاءِ نهايت مفيد آهي.

دعوتِ اسلامي جي مجلس "المدينة العلميه" هن گلدستي کي جديد دور جي تقاضائن کي سامهون رکندي پيش ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪري رهي آهي. جنهن ۾ مدني علماء ڪرام دام فيوضهم هينيان ڪم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

- ڪتاب جي نئين سِر ڪمپوزنگ، جنهن ۾ بيهڪ جي نشانين جو خيال رکڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي.

- ❖ احتياط سان مڪرر پروف ريڊنگ جيئن غلطين جو امڪان گهٽ رهي.
- ❖ ٻين نسخن سان پيٽ ۽ حوالن جي وس آهر تخريج.
- ❖ عربي عبارات ۽ آياتِ قرآنيہ جي متن جي تطبيق ۽ تصحيح
- ❖ آخر ۾ مآخذ و مراجع جي فهرست مصنفين ۽ مؤلفين جا نالا، انهن جو سنِ وفات ڇاپي سان گڏ ذڪر ڪيو ويو آهي.

هن ڪتاب کي وس آهر خوبصورت انداز سان پيش ڪرڻ ۾ علماء ڪرام جيڪا ڪوشش ڪئي اها الله عزوجل قبول فرمائي، انهن کي بهترين جزا ڏي ۽ سندن جي علم و عمل ۾ برڪتون عطا فرمائي، پڻ دعوتِ اسلامي جي مجلس "المدينة العلميه" ۽ ٻين مجلسن کي ڏينهن ٻارهين رات ٻارهين ترقي عطا فرمائي.

اٰمِين بِجَاهِ النَّبِيِّ الْاَمِين صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم

**شعبہ تخريج مجلس "المدينة العلمية"**

(دعوتِ اسلامي)

بسم اللّٰه الرحمن الرحيم

الحمد للّٰه نحمده و نستعينه و نستغفره و
نؤمن به ونتوكل عليه ونعوذ بالله من
شرور انفسنا و من سيأات اعمالنا من يهد
اللّٰه فلا مضل له و من يضلله فلا ہادی له
ونشهد ان لاۤ الٰه الا اللّٰه وحده لا شريک له
و نشهد ان سيدنا ومولانا محمدا عبده و
رسوله۔ اللهم صل على سيدنا و مولانا محمد
وعلٰی اٰله وصحبه اجمعين ابد الآبدين
برحمتک يا ارحم الراحمين۔

بسم اللّٰہ الرحمن الرحیم

# شرفِ انتساب

حضور شهنشاهه ڪونين صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن جي بارگاهہِ عظمت ۾ هڪ ناڪاره امتي جو

نذرانۂ عقيدت

يا رسول اللّٰہ! ہہ درگاهت پناهہ آور دهہ ام
همچو ڪاهہِ عاجزم، ڪوهہِ گناهہ آور دهہ ام

خاڪ بوسِ نعلين رسول اللّٰہ ﷺ
عبدالمصطفيٰ اعظمي عفي عنہ

## عرضِ مُولف

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ
نَحْمَدُهٗ وَنُصَلِّي عَلٰى رَسُوْلِهِ الْكَرِيْمِ

الحمدللّٰه! خداوند قدوس جل جلاله جو بي انتها شڪر آهي جو منهنجي هڪ تمام پراڻي ۽ تمام وڏي دلي تمنا پوري ٿي وئي جو باوجود تمام گهڻين رڪاوٽن جي حضورِ اقدس شهنشاهِ دو عالَم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي سيرتِ اقدس جي اهم موضوع تي هي چند سٽون لکڻ جي سعادت نصيب ٿي وئي.

فالحمد للّٰه علی احسانه.

هي ڪتاب جيتوڻيڪ پنهنجي موضوع جي لحاظ کان مختصر آهي، مگر بحمدهٖ تعاليٰ سيرتِ نبويہ جي ضروري پهلوئن تي ڪنهن حد تائين هڪ جامع ڪتاب آهي، جنهن کي مان سيرت جي باغ جي رنگين گلن جو هڪ مقدس ۽ حسين گلدستو بڻائي "سيرتِ مصطفيٰ" جي نالي سان پيش ڪرڻ جي روحاني خوشي حاصل ڪري رهيو آهيان.

### مختصر ڇو؟

پهرين خيال هيو تہ سيرتِ مقدسہ جي سيني موضوعن تي ڪيترن ئي جلدن تي مشتمل هڪ تفصيلي ڪتاب لکان مگر ڪجھ سببن جي ڪري مونکي ان خيال تان لهڻو پئجي ويو.

**پهريون:** اهو تہ مونکان اڳ هردور ۾ هر زبان ۾ هزارين خوشنصيبن کي حضور رحمتِ عالَم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي سيرتِ مقدسہ تي ڪتاب لکڻ جي سعادت حاصل ٿي آهي ۽ انشاءَ الله تعاليٰ قيامت تائين هزارين لکين مسلمان اها سعادت ماڻيندا رهندا. ڪيترائي خوشقسمت مصنف هزارن صفحن تي مشتمل ڪيترن ئي جلدن ۾ وڏا وڏا ڪتاب لکي ڪري پنهنجي جهانن جي پالڻهار جي بارگاهه مان خوشنصيبي سان مالامال ٿي ويا ۽ ان ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ انهن بزرگانِ دين رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْهِم جن پنهنجن انهن وڏن ڪتابن ۾ سيرتِ طيبہ تمام اهم عنوانن تي ڪافي تفصيل بيان ڪيا آهن، مگر انهن مان ڪو بہ اها دعويٰ نٿو ڪري سگهي تہ اسان شهنشاهِ ڪونين صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي سيرت پاڪ جي سيني موضوعن کي مڪمل ڪري ان جي تمام پهلوئن کي پنهنجي قلم ۾ قيد ڪيو آهي، ڇو تہ سيرتِ نبويہ اهو اڻ ڪٽ سمنڊ آهي جنهن کي پار ڪرڻ وڏن وڏن اهلِ علم جي لاءِ ايئن ئي مشڪل آهي جيئن آسمان جي چنڊ ۽ ستارن کي ٽوڙي ڪري پنهنجي جهوليءَ ۾ رکي ڇڏڻ.

هاڻي جيئن تہ جيڪو ڪم علم و عمل جي انهن سر بلند جبلن کان نہ ٿي سگهيو اهو ڀلا مون جهڙي ناڪاره انسان کان مڪمل ٿيڻ جو ڪيئن تو تصورڪري سگهجي؟ تنهڪري مون پنهنجي ڀلائي ان ۾ سمجهي تہ چند سٽون سيرتِ نبويہ جي

موضوع تي لکي مصنفن جي فهرست ۾ پنهنجو نالو لکرايان ۽ انهن بزرگن جي قدمن ۾ جڳهه حاصل ڪرڻ جي سعادت ماڻيان.

**ٻيو:** اهو ته انسان مصروفيتن جي هن دور ۾ جڏهن مسلمانن کي پنهنجي ضرورياتِ زندگي کان بلڪل ئي فرصت ڪانهي ۽ علمي تحقيق کان انهن جي همت لاچار ۽ دلچسپي ختم ٿي چڪي آهي ۽ ذهن ۽ حافظي جي قوت به ڪنهن حد تائين سست ۽ڪمزور ٿي چڪي آهي ته اڄڪلهه جي مسلمانن کان اها اميد فضول نظر آئي ته اهي طويل، مفصل ۽ موٽن موٽن ڪتابن کي پڙهي انهن جي متن کي پنهنجي دل ۽ دماغ ۾ محفوظ رکي سگهندا. تنهنڪري اهڙي حال ۽ ماحول جو خيال رکندي مون اهو مناسب سمجهيو ته سيرتِ نبويه جي موضوع تي هڪ اهڙو مختصر ۽ جامع ڪتاب لکجي جنهن کي مسلمان طبقو فرصت جي چند لمحن ۾ پڙهي وٺي ۽ ان کي پنهنجي ذهن ۾ محفوظ ڪري سگهي.

**ٽيون:** اهو ته منهنجي نظر ۾ هن موضوع تي هڪ مڪمل ۽ تفصيلي ڪتاب لکڻ ته آسان ڪم آهي مگر ان جي اشاعت جو انتظام ڪرڻ غريب علماءَ لاءِ ايترو ئي مشڪل آهي جيترو هماليه جي چوٽين کي سَر ڪرڻ، چو ته مسلمانانِ اهلِسنت جو مالدار طبقو اڃاين ۽ فضول ڳالهين ۾ ته پيسو خرچ ڪرڻ کي ايترو آسان سمجهي ٿو جيترو نڪ تان مکِ اُڏائڻ، مگر ڪنهن ديني ڪتاب جي اشاعت يا خريداري تي پيسو خرچ ڪرڻ اهڙوڏکيو آهي جڻ پنهنجي ڳلَ لاهي اڇلائي ڇڏڻ. هي اها تلخ حقيقت آهي

جنهن جي ڪري بار بار نهيل ڪم به بگڙي چڪا آهن، تنهنڪري انهن تجربن جي آڌار تي مون اهو بهتر سمجهيو ته هڪ اهڙو ڪتاب لڪان جنهن جي طباعت ۽ اشاعت جو سمورو خرچ مان پاڻ برداشت ڪري سگهان ۽ مون ڪي ڪنهن جي اڳيان هٿ نه ٽنگڻو پوي.

## سببِ تاليف

(1) گهڻي عرصي کان هيءَ نيڪ تمنا منهنجي دل ۾ مؤجزن هئي ته مان پنهنجي قلم سان حضور رحمتِ عالم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن حياتِ طيبه ۽ مقدس زندگهيءَ تي ڪو ڪتاب لکي انهن بزرگانِ دين جي لسٽ ۾ شامل ٿي وڃان، جن سيرتِ نبويه جي تصنيف ۽ تاليف ۾ عمريون صرف ڪري اهڙي تجارتِ آخرت ڪئي جنهن جي نفعي ۾ کين ”رضي الله عنهم ورضو عنه“ جهڙي دولتِ دارين جو خزانو ملي ويو. (يعني الله تعاليٰ انهن کان خوش ٿيو ۽ اهي الله تعاليٰ کان خوش ٿيا). وڌيڪ ته منهنجي تصنيفات جي قدردانن به ان ڳالهه جي بار بار پئي تقاضا ڪئي ته توهان سيرت مبارڪ جي مقدس موضوع تي به ڪجهه نه ڪجهه ضرور لکو ۽ انهن مهربانن جو اهو اصرار ايترو ته وڌي ويو مان ان کان انڪار ۽ فرار جي پاڻ ۾ همت نه ساري سگهيس.

وري ”سمند ناز په اک اور تازيانه هوا“ جي مصداق غيرن بار بار اهو طعنو هنيو ته علماء اهلِسنت محبتِ رسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي دعويٰ ته ڪن ٿا مگر اردو زبان ۾ سيرتِ نبويه جي موضوع تي انهن تمام گهٽ لکيو، جڏهن ته ملڪ جي بين

جماعتن ايترو تہ گھڻو لکيو جو اردو ڪتابن جي مارڪيٽ ۾ سيرت جا تمام گھڻا ڪتاب ملي رهيا آهن جيڪي سڀ انهن جي زورِ قلم جي محنت آهن.

هي آهن اهي سبب ۽ محرڪات جن ڪان متاثر ٿي مونکي پنهنجي نااهلي ۽ علمي سرمائي جي ڪمي جي سبب بہ قلم ڪڻڻو پئجي ويو ۽ ڪثير مصروفيتن ۽ فڪرن جي باوجود چند ورقن تي مشتمل هي ڪتاب لکڻو پيو.

هن ڪتاب کي مون حتي الامڪان نظر ۽ دل کي وڻندڙ ۽ جامع هئڻ سان گڏوگڏ مختصر بڻائڻ جي بہ ڪوشش ڪئي آهي. هاڻي هي پڙهندڙن جي راءِ تي ڇڏيل آهي تہ مان پنهنجي ان ڪوشش ۾ ڪامياب بہ ٿيس يا نہ؟

## رڪاوٽون:

پهرين جمادي الآخر ١٣٩٥ ھ جو ڏينهن منهنجي زندگيءَ جي تاريخ ۾ يادگار رهندو جو ان ئي ڏينهن استخارھ ڪرڻ ڪان بعد ان ئي ڏينهن مون هن ڪتاب جي ”بسم الله“ لکي مگر الله عَزَّوَجَلَّ جو شان جو اڃان چند ئي صفحا تحرير ڪيا هئا جو اوچتو اهڙو تہ اچي رياحي سُورَ ورتو جو مان پنهنجي زندگيءَ ڪان مايوس ٿيڻ لڳس ۽ تاندھ ڪان گھر اچي مسلسل هڪ مهينو وجي بستر پيڙو ٿيس. وري رمضان المبارڪ ١٣٩٥ ھ ۾ مرض ۾ ڪجھ ڪمي محسوس ٿي تہ ڪمزوري هوندي روزي جي حالت ۾ ئي ان ڪم کي ٻيهر شروع ڪيم، اَلْحَمْدُلِلّٰه عَزَّوَجَلَّ! ان جي برڪت

سان ڏينهون ڏينهن صحت ۽ طاقت ۾ بهتري ايندي وئي ۽ ڪم هلندو رهيو. پر وري ٣ شوال ١٣٩٥ ھ تي آشوبِ چشم جو عارضو لڳي ويو ۽ ڪم بند ٿي ويو. هڪ مهيني ڪانپوءِ پڙهڻ لکڻ جي لائق ٿيس تہ سياري جا ننڍڙا ڏينهن، ٻن وقتن جو مدرسو، خطن جا جواب، دوستن جون ملاقاتون، انهن مشغلن سبب سڄو ڏينهن قلم ڪٽڻ جي واندڪائي ئي ڪانہ ملندي هئي، مجبوراً سرد راتين ۾ سَوَڙ ويڙهي لکڻو پيو، مٿان وري وڏي مشڪل اها هئي جو ٿانڊھ ۾ ضروري ڪتابن جو ملڻ محال هيو ۽ مدرسي جي مصروفيت جي سبب ملڪ جي ڪنهن لائبريري ۾ پئي وڃي سگهيس مجبوراً انهن ئي چند ڪتابن جي مدد سان جيڪي مون وٽ موجود هيا ڪم هلائڻو پيو جن حوالا جڳهہ جڳهہ تي اوهان ڏسندؤ.

وري صفر ١٣٩٦ ھ جي آخر ۾ هي اندوهناڪ حادثو پيش آيو جو منهنجِي پياري ڌيءُ عارفہ خاتون مرحومہ سرسام جي مرض ۾ مبتلا ٿي وئي ۽ ٢٧ صفر ١٣٩٦ ھ تي وفات ڪري وئي. هن هنياءُ ڏاريندڙ صدمي منهنجي دل ۽ دماغ ڪي لوڏي وڌو، وري ربيع الاول ١٣٩٦ ھ جو جلسن جو اهڙو سلسلو شروع ٿيو جو هڪ ئي مهيني ۾ تقريباً ٻارهن جلسن ۾ تقرير ڪرڻي پئي ۽ سفر جي دوران ان جو موقعو ئي نہ مليو تہ ڪجھ لکي سگهجي غرض روزبروز اڻ وڻندڙ حالتن قدم قدم تي مونکي قلم ڪٽڻ کان روڪيو پوءِ بہ بحمدہٖ تعاليٰ اهڙن طوفانن جي زور ۾ بہ منهنجي عزم ۽ استقامت جي ٻيڙي نہ لُڏي ۽ مان فرصت جي وقت ۾

گهمندي ڦرندي ڪجھ نہ ڪجھ لکندو رهيس. خداوند قدوس عليم ۽ خبير آهي جو اهڙن هوش وڃائيندڙ حالتن ۾ بہ هن ڪتاب جو صرف چوڏهن مهينن ۾ مڪمل ٿي وڃڻ ان کي هن ڪانسواءِ ٻيو ڪجھ نٿو چئي سگهجي تہ

| ذٰلِكَ فَضْلُ اللّٰهِ يُؤْتِيْهِ مَنْ يَّشَآءُ ؕ وَ اللّٰهُ ذُو الْفَضْلِ الْعَظِيْمِ ۝۳ | | ترجمو ڪنزالايمان: يعني هي الله تعاليٰ جو فضل آهي هو جنهن کي چاهيندو آهي پنهنجو فضل عطا ڪندو آهي ۽ الله تعاليٰ تمام گهڻو فضل وارو آهي. |
|---|---|---|

## التجائي گذارش:

جن پريشان ڪندڙ حالتن ۾ هن ڪتاب جي ترتيب ۽ تاليف ٿي اهي اوهان جي اڳيان آهن تنهنڪري پڙهندڙن کي هن ۾ ڪا ڪمي يا خامي نظر اچي تہ مان بيحد شڪر گذار ٿيندس جو اهي منهنجي اصلاح ڪندي مونکي ان کان خبردار ڪن ۽ هن ڪتاب جو مطالعو ڪرڻ ڪانپوءِ مهرباني ڪري هڪ خط لکي ڪري پنهنجي تاثرات کان آگاھ ڪن تہ جيئن آئنده ايڊيشن ۾ انهن خامين کي دُور ڪري سگهجي.

## ٿوراءِ دعا:

آخر ۾ پنهنجي شاگردِ رشيد ۽ عزيزِ سعيد مولوي محمد ظهير عالم صاحب آسي قادري نيپالي سلمہ الله تعاليٰ جو ٿورائتو آهيان جو انهن هن ڪتاب جو املا لکڻ ۽ حوالن کي تلاش ڪرڻ ۾ نهايت اخلاص سان منهنجي مدد فرمائي. اهڙي ئي طرح پنهنجي

ٻئي شاگرد مولوي محمد نعيم الله صاحب فيضي سلمہ الله تعاليٰ جو بہ شڪر گذار آهيان جو اهي منهنجي ٻين تصنيفن وانگر هن ڪتاب جي ڪاپين جي پروف ريڊنگ، طباعت ۽ اشاعت جي سلسلي ۾ مونسان گڏ رهيا. مولا تعا ليٰ هنن ٻنهي عزيزن ٻنهي جهانن جي نعمتن ۽ دين جي دولت سان مالامال فرمائي ۽ منهنجي هن تصنيف کي قبول فرمائي ان کي امتِ مسلمہ جي رُشد و هدايت جو سبب بڻائي ۽ مون گنهگار جي لاءِ آخرت جو ثمر ۽ مغفرت جو ذريعو بڻائي.

آمين بجاه سيد المرسلين صلى اللّٰه تعالىٰ عليه وعلىٰ اٰله الطيبين واصحابه المكرمين وعلىٰ من تبعهم الى يوم الدين برحمته وهو ارحم الراحمين.

عبدالمصطفيٰ اعظمي عفي عنه
پهرين شعبان ١٣٩٦ هـ ٽانڊهه

## مسجد سان محبت جي فضيلت

حضرت ابو سعيد خدري رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو فرمانِ الفت نشان آهي ”جيڪو مسجد سان ”الفت“ محبت رکندو آهي، الله تعاليٰ ان سان محبت رکندو آهي“.

(طبراني اوسط حديث ٢٣٧٩)

حضرت علامہ عبدالرئوف مناوي رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيْه هن جي شرح ۾ لکن ٿا تہ مسجد سان محبت مان مراد، الله عَزَّوَجَلَّ جي رِضا لاءِ ان ۾ اعتڪاف، نماز، ذڪرالله ۽ شرعي مسئلا سکڻ سيکارڻ لاءِ ويهڻ آهي ۽ الله تعاليٰ جو ان ٻانهي سان محبت ڪرڻ اهو آهي تہ الله تعاليٰ ان کي پنهنجي سايہءِ رحمت ۾ جڳهہ عطا فرمائيندو آهي ۽ ان کي پنهنجي حفاظت ۾ داخل فرمائيندو آهي. (فيض القدير ج 6، ص 107)

# مقدمو

سيرتِ نبويہ عَلٰي صاحِبِهَا الصَّلٰوةُ وَالسَّلَام جو موضوع ايترو تہ دلڪش، ايمان افروز ۽ روح پرور آهي جو عاشقانِ رسول جي لاءِ ان چمن جي گل چيني، ايمان واري دل ۽ روح جي لاءِ فرحت ۽ سرور جو اهڙو ”بهشتِ خلد“ آهي جو جنت الفردوس جون هزارين رعنائيون هن جي هڪ هڪ گُل کان رنگ ۽ خوشبو جي خيرات گهرڻ پنهنجي لاءِ فخر سمجهنديون آهن. تنهنڪري ئي انهن حق پرست رباني عالمن جن جي دلين ۾ محبت رسول جا هزارين گُل ٽڙيل رهن ٿا، هن ايمان ۽ نوراني موضوع تي پنهنجي زندگيءَ جي آخري دم تائين لکندي لکندي پنهنجون جانيون قربان ڪري ڇڏيون. تَنهنجي ڪري ئي اڄ دنيا جي هر زبان ۾ سيرتِ نبويہ جي ڪتابن جو ايترو وڏو ذخيرو موجود آهي جو دنياجي ڪنهن وڏي کان وڏي شهنشاهہ جي سوانح جي باري ۾ ان جو لکون بلڪ ڪروڙون حصو بہ وجود ۾ نہ اچي سگهيو.

اهي عاشقانِ رسول جيڪي سيرت نويسي جي بدولت آسمانِ عزت و عظمت ۾ ستارن وانگر چمڪندا ۽ شهرت جي گلشن ۾ مهڪندا رهن ٿا انهن جي فهرست ايتري تہ ڊگهي آهي جو انهن جو شمار اسان وَسَ ۽ وِتَ کان ٻاهر آهي. مثال طور هتي اسان انهن چند مشهور علماءِ سيرت جي مقدس نالن جو ذڪر ڪنداسين جيڪي الله عَزَّوَجَلَّ جي بارگاهہ ۾ ذاڪرِ رسول جي حيثيت سان ايتري قدر مقبول آهن جو جيڪڏهن ذُڪار جي زماني ۾ نمازِ استسقا پڙهي

انهن جي وسيلي سان الله تعاليٰ کان دعا گهرجي ته فوراً ئي رحمت جا ڪَڪَر وسڻ شروع ٿي وڃن ۽ جيڪڏهن محفلن ۾ اهڙين پاڪ وارين هستين جو ذڪر ڪجي ته رحمت جا فرشتا پنهنجن ٻانهن ۽ پَرَن کي ڦهلائي انهن محفلن مٿان شاميانا ٻڌائي ڇڏين.

## ڪجھ مصنفينِ سيرت:

خلفاءِ راشدين بلڪ خليفهءِ عادل حضرت عمر بن عبدالعزيز اموي رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ جي دورِ خلافت کان ڪجھ وقت اڳ جيئن ته حديثن کي لکڻ منع ڪيو ويو هو ته جيئن قرآن ۽ حديث ۾ خلط ملط نه ٿي وڃي، تنهنڪري سيرتِ نبويه تي حضرات صحابه ڪرام رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُم جن جي ڪائي تصنيف وجود ۾ نه اچي سگهي. مگر حضرت عمر بن عبدالعزيز رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ جن جي دورِخلافت ۾ جڏهن حديثن لکڻ جو عام سلسلو شروع ٿي ويو ته دورِ تابعين ۾ محدثين سان گڏوگڏ سيرتِ نبويه جي لکندڙن جو به هڪ طبقو پيدا ٿي پيو.

حضرات صحابه ڪرام رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُم سيرتِ نبويه جي موضوع تي جيتوڻيڪ ڪتاب ته نه لکي سگهيا مگر اهي پنهنجي يادداشت تي زباني طور پنهنجي مجلسن، پنهنجي درسگاهن، پنهنجي خطابن ۾ حديث جي احڪام سان گڏوگڏ سيرت نبويه جي باري ۾ به بيان ڪندا رهندا هئا. تنهنڪري حديثن وانگر سيرت جي روايتن جو سرچشمو به صحابه ڪرام رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُم جون مقدس شخصيتون آهن.

بحرحال دورِ تابعين کان وٺي يارهين صديءَ تائين، ڪجھ نامور محدثين و مصنفينِ سيرت جا نالا ملاحظه فرمايو يارهين صديءَ

كانپوءِ جي مصنفين کي اسان هن لسٽ ۾ ان ڪري شامل نہ ڪيو آ جو اهي دراصل هنن بزرگن جا ئي فيض يافتہ آهن.

1. حضرت عروه بن زبير تابعي (متوفي سن ٩٢ ھ)
2. حضرت عامر بن شراحيل امام شعبي (متوفي سن ١٠۴ ھ)
3. حضرت ابان بن اميرالمؤمنين حضرت عثمان (متوفي ١٠۵ ھ)
4. حضرت وهب بن منبہ يمني (متوفي سن ١١٠ ھ)
5. حضرت عاصم بن عمر بن قتاده (متوفي سن ١٢٠ ھ)
6. حضرت شرجيل بن سعد ( متوفي سن ١٢٣ ھ)
7. حضرت محمد بن شهاب زهري (متوفي سن ١٢۴ ھ)
8. حضرت اسماعيل بن عبدالرحمان سدي (متوفي سن ١٢٧ ھ)
9. حضرت عبدالله بن ابوبڪر بن حزم (متوفي سن ١٣۵ ھ)
10. حضرت موسيٰ بن عقبہ (صاحب المغازي) (متوفي سن ١۴١ ھ)
11. حضرت معمر بن راشد (متوفي سن ١۵٠ ھ)
12. حضرت محمد بن اسحاق (صاحب المغازي) ( متوفي سن ١۵٠ ھ)
13. حضرت زياد بڪائي (متوفي سن ١٨٣ ھ)
14. حضرت محمد بن عمر واقدي (صاحب المغازي) (متوفي سن ٢٠٧ ھ)
15. حضرت محمد بن سعد (صاحب الطبقات) (متوفي سن ٢٣٠ ھ)
16. حضرت ابوعبدالله محمد بن اسماعيل بخاري (صاحب بخاري شريف) (متوفي سن ٢۵٦ ھ)
17. حضرت مسلم بن حجاج قشيري (صاحب مسلم شريف) (متوفي سن ٢٦١ ھ)
18. حضرت ابومحمد بن عبدالله قتيبہ (متوفي سن ٢٦٧ ھ)
19. حضرت ابوداؤد سليمان بن اشعث سجستاني صاحب السنن (متوفي سن ٢٧۵ ھ)
20. حضرت ابو عيسيٰ محمد بن عيسيٰ ترمذي (متوفي سن ٢٧٩ ھ) (مصنف جامع ترمذي)

21. حضرت ابوعبداللہ محمد یزید بن ماجہ قزوینی (متوفی سن ۲۷۳ ھ) (صاحب السنن)
22. حضرت ابوعبدالرحمٰن احمد بن شعیب نسائی (متوفی سن ۳۰۳ ھ) (مصنف سنن نسائی)
23. حضرت محمد بن جریر طبری (صاحب التاریخ) (متوفی سن ۳۱۰ ھ)
24. حضرت حافظ عبدالغنی بن سعید امام النسب ( متوفی سن ۳۳۲ ھ)
25. حضرت ابو نعیم احمد بن عبداللہ (صاحب الحلیہ) (متوفی سن ۴۳۰ ھ)
26. حضرت شیخ الاسلام ابوعمر حافظ ابن عبدالبر (متوفی سن ۴٦۳ ھ)
27. حضرت ابوبکر احمد بن حسین بیہقی ( متوفی سن ۴۵۸ ھ)
28. حضرت علامہ قاضی عیاض (صاحب الشفاء) (متوفی سن ۵۴۴ ھ)
29. حضرت عبدالرحمٰن بن عبداللہ سہیلی (صاحب روض الانف) (متوفی سن ۵۸۱ ھ)
30. حضرت علامہ عبدالرحمٰن ابن الجوزی (صاحب شرف المصطفٰی) (متوفی سن ۵۹۷ ھ)
31. حضرت احمد بن محمد ابوبکر قسطلانی (متوفی سن ۹۲۳ ھ) (صاحب مواہبِ لدنیہ)
32. حضرت امام شرف الدین دمیاطی (متوفی سن ۷۰۵ ھ) (صاحب سیرت دمیاطی)
33. حضرت ابن سیدالناس بصری (متوفی سن ۷۳۴ ھ) (صاحب عیون الاثر)
34. حضرت حافظ علاؤالدین مغلطائی (صاحب الاشارہ الٰی سیرۃ المصطفٰی) (متوفی سن ۷٦۲ ھ)
35. حضرت علامہ ابنِ حجر عسقلانی (متوفی سن ۸۵۲ ھ) (شارح بخاری)
36. حضرت علامہ بدرالدین محمود عینی (متوفی سن ۸۵۵ ھ) (شارح بخاری)

37. حضرت ابوالحسن علي بن عبدالله بن احمد سمهودي (صاحب وفاءُ الوفاء) (متوفي سن ٩١١ هـ)
38. حضرت محمد بن يوسف صالحي (صاحب سيرة الشاميہ) (متوفي سن ٩٤٢ هـ)
39. حضرت علي بن برهان الدين (صاحب سيرة الحلبيہ) (متوفي سن ١٠٤٤ هـ)
40. حضرت شيخ عبدالحق محدث دهلوي (صاحب مدارج النبوة) (متوفي سن ١٠٥٢ هـ)

## سيرت ڇا آهي؟

قدمائي محدثين وفقهاء ”مغازي وسير“ جي عنوان تحت فقط غزوات ۽ ان سان لاڳاپيل معاملات کي بيان ڪندا هئا مگر سيرتِ نبويہ جي مصنفن ان عنوان کي ايتري تہ وسعت ڏني جو حضور صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي ولادت باسعادت کان وفاتِ اقدس تائين جي تمام مراحلِ حيات، سندن جي ذات ۽ صفات، سندن جا ڏينهن راتيون ۽ اهي سيئي شيون جن کي اوهان جي ذات سان واسطو رهيو خواهہ اهي انساني زندگي جا معاملا هجن يا نبوت جا معجزا انهن سيني کي ڪتابِ سيرت جا ئي باب، فصل ۽ مسئلا شمار ڪرڻ لڳا. تڏهن ئي تہ اعلانِ نبوت کان پهريون ۽ بعد جاسيئي واقعا، ڪاشانۂِ نبوت کان جبلِ حرا جي غار تائين، جبلِ حرا جي غار کان جبلِ ثور جي غار تائين، حرمِ ڪعبہ کان طائف جي بازار تائين، مڪي جي چراگاهن کان شام جي تجارت گاهن تائين، ازواجِ مطهرات رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْهُنَّ جي حجرن جي خلوت کان اسلامي غزوات جي جنگي ميدانن تائين سندن جي حياتِ مقدسہ

جي هر هر لمحي ۾ سندن جي سيرتِ مقدسہ جو سچ پنهنجا جلوا لُٽائي رهيو آهي.

اهڙي طرح خلفاءِ راشدين هجن يا ٻيا صحابہ ڪرام، ازواجِ مطهرات هجن يا اوهان جي اولاد مبارڪ، انهن سڀني جي زندگيءَ جي ڪتاب تي سيرتِ نبوت جا نقش نگار، گُلن وانگي ٻهڪندا، موتين وانگي مهڪندا ۽ ستارن وانگي چمڪندا رهن ٿا ۽ اهي سڀ مضمون سيرتِ نبويہ جي ”شجرة الخلد“ (جنتي وڻ) جون ئي شاخون، پن، گُل ۽ ميوا آهن. والله تعالىٰ اعلم.

## ملڪِ عرب:

هي ايشيا کنڊ جي ڏکڻ اولهہ ۾ واقع آهي، جيئن تہ هن ملڪ کي ٽن طرفن کان سمنڊ ۽ چوٿين طرف کان درياءِ فرات جزيره وانگر گهيري رکيو آهي تنهنڪري هن کي ”جزيرة العرب“ بہ چوندا آهن. هن جي اتر ۾ شام ۽ عراق، اولهہ ۾ بحرِ احمر (بحيره قلزم) جيڪو مکي معظم کان اولهہ جي طرف تقريباً ستهتر (77) ڪلوميٽر جي فاصلي تي آهي، ڏکڻ ۾ بحرِ هند ۽ اوڀر ۾ خليجِ عمان ۽خليجِ فارس واقع آهن. هن ملڪ ۾ زراعت جي لائق زمينون گهٽ آهن ۽ هن جو اڪثر حصو جبلن ۽ ريگستاني علائقن تي مشتمل آهي. (تاريخ دول العرب والاسلام جلد 1 ص 4 )

جاگرافي دانن زمينن جي طبعي بناوت جي لحاظ کان هن ملڪ کي انن حصن ۾ ورهايو آهي.

(1) حجاز (2) يمن (3) حضرموت (4) مهره

(5) عمان (6) بحرين (7) نجد (8) احقاف

(تاريخ دول العرب والاسلام جلد 1 ص 3)

## حجاز:

هي ملڪ جي مغربي حصي ۾ بحرِ احمر (بحيره قلزم) جي ڪناري جي پرسان واقع آهي. حجاز سان مليل سمنڊ جي ڪناري ڪي جيڪو هيناهين ۾ واقع آهي ”تهامہ“ يا ”غور“ (هيناهين واري زمين) چوندا آهن ۽ حجاز کان اوپر جي طرف جيڪو ملڪ جو حصو آهي اهو نجد (مٿانهين واري زمين) سڏرائيندو آهي. حجاز جيئن تہ ”تهامہ“ ۽ ”نجد“ جي وچ ۾ واقع ۽ حائل آهي تنهنڪري ملڪ جي هن حصي کي حجاز چوندا آهن. حجاز جا هينيان علائقا اسلام جي تاريخ ۾ تمام گهڻو مشهور آهن. مڪ مڪرمہ، مدينہ منوره، بدر، احد، خيبر، فدڪ، حنين، طائف، تبوڪ، غديرخم وغيره.

حضرت شعيب عَلَيْهِ السَّلَام جو شهر ”مدين“ تبوڪ جي محاذ ۾ بحرِ احمر جي ڪناري تي واقع آهي. مقامِ حجر ۾ جيڪا وادي القرىٰ آهي، اتي اجان تائين عذاب جي سبب قومِ ثمود جي غرق ٿي ويل وسندين جا آثار موجود آهن. ”طائف“ حجاز ۾ سڀ کان وڌيڪ ٿڌو ۽ سرسبز مقام آهي، هتان ميوا ڏاڍا مشهور آهن.

## مڪ مڪرمہ:

حجاز جو هي مشهور شهر اوپر ۾ ”جبل ابو قبيس“ ۽ اولهہ ۾ جبل ”قعيقعان“ ٻن وڏن جبلن جي وچ ۾ واقع آهي ۽ هن جي چئني طرف ننڍيون ننڍيون ٽڪريون ۽ واريا سن ميدانن جو

سلسلو پري پري تائين پکڙيل آهي. هن ئي شهر ۾ حضور شهنشاهِ ڪونين صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي ولادت باسعادت ٿي. هن شهر ۽ ان جي آسپاس هيٺيان مشهور علائقا واقع آهن. ڪعبہ معظمہ، صفامروه، منىٰ، مزدلفہ، عرفات، غارِحرا، غارِثور، جبلِ تنعيم ۽ جعرانہ وغيره.

مڪ مڪرمہ جي بندرگاهہ ۽ هوائي اڏو ”جده“ آهي. جيڪو تقريباً چوونجاهہ ڪلوميٽر يا ڪجهہ وڌيڪ مفاصلي تي بحيره قلزم جي ڪناري تي واقع آهي.

مڪ مڪرمہ ۾ هر سال ذوالحج جي مهيني ۾ سموري دنيا جا مسلمان بحري، هوائي ۽ خشڪيءَ جي رستن ذريعي حج لاءِ ايندا آهن.

## مدينہ منوره:

مڪ مڪرمہ کان ٽي سو ويهہ ڪلوميٽرن جي فاصلي تي مدينہ منوره آهي، جتي مڪي مڪرمہ کان هجرت ڪري حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تشريف ڪٺي آيا ۽ ڏهہ سال اتي قيام فرمائي دين جي تبليغ ڪندا رهيا. هن ئي شهر ۾ سندن مزارِ اقدس موجود آهي جيڪو مسجد نبوي جي اندر گنبدِ خضرا جي نالي سان مشهور آهي. مدينہ منوره کان تقريباً ساڍا چارڪلوميٽر پري ”احد“ جبل واقع آهي، جتي حق ۽ باطل جي مشهور لڙائي جنگِ احد لڙي وئي. ان ئي جبل جي دامن ۾ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي چاچي حضرت حمزه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جن جي مزار مبارڪ واقع آهي جيڪي جنگِ احد ۾ شهيد ٿيا.

مديني منوره کان تقريباً پنج ڪلوميٽر مفاصلي تي مسجد "قبا" آهي، هي ئي اهو مقدس مقام آهي، جتي هجرت کان بعد حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن قيام فرمايو ۽ پنهنجن هٿن مبارڪن سان هن مسجد کي تعمير فرمايو ان کان پوءِ مديني منوره تشريف ڪٺي آيا ۽ مسجد نبوي جي تعمير فرمائي. مديني منوره جي بندرگاهه "ينبع" آهي جيڪا مديني منوره کان هڪ سو سترهن ڪلوميٽرن جي فاصلي تي بحيره قلزم جي ڪناري تي واقع آهي.

## خاتم النبيين ﷺ عرب ۾ ڇو؟

جيڪڏهن اسان عرب کي دنيا جي گولي تي ڏسنداسين ته اهو معلوم ٿيندو ته الله عَزَّوَجَلَّ عرب کي ايشيا، يورپ ۽ آفريقا ٽن کنڊن جي وچ ۾ جڳهه عطا ڪئي آهي. ان مان چڱي طرح اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته جيڪڏهن اسان سموري دنيا جي هدايت واسطي هڪ مرڪز جي چونڊ ڪرڻ چاهيون ته ملڪ عرب ئي ان لاءِ سڀ کان موزون ۽ مناسب مقام آهي. خصوصاً حضور خاتم النبيين صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جن زماني تي نظر ڦيرائينداسين ته اسان اهو چئي سگهون ٿا ته جڏهن آفريقا، يورپ ۽ ايشيا جي ٽن وڏين سلطنتن جو تعلق ملڪ عرب سان هو ته ظاهر آهي ته عرب مان اٿڻ واري آواز کي انهن علائقن ۾ پهچائڻ جا ذريعا به بخوبي موجود هئا. شايد اِها ئي اُها حڪمتِ اِلاهيہ آهي جو الله عَزَّوَجَلَّ حضور خاتم النبيين صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي ملڪ عرب ۾ پيدا فرمايو ۽

انهن کي دنيا جي قومن جي هدايت جو ڪم سپرد فرمايو. (والله تعالىٰ اعلم).

## عرب جي سياسي پوزيشن:

حضور نبي آخرالزمان صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي ولادت باسعادت وقت عرب جي سياسي حالت هيءَ هئي جو ڏکڻ واري علائقي تي سلطنتِ حبشہ جو، اوڀر واري حصي تي سلطنتِ فارس جو ۽ اتريون علائقو سلطنتِ روم جي اوڀر واري شاخ سلطنتِ قسطنطنيہ جي اثر هيٺ هيو. اندروني طرح ملڪ عرب پنهنجيءَ پَر ۾ آزاد هو ليڪن ان تہ قبضو ڪرڻ لاءِ هر ڪا سلطنت ڪوشش ۾ لڳي پئي هئي ۽ اصل ۾ انهن سلطنتن جي پاڻ ۾اختلافن جي ڪري ئي ملڪ عرب آزاديءَ جي نعمت سان سرشار هيو.

## عرب جي اخلاقي حالت:

عرب جي اخلاقي حالت نهايت ئي بگڙيل بلڪ بد کان بدتر هئي، جهالت انهن ۾ بت پرستيءَ جو ٻج وڌو ۽ بت پرستيءَ جي لعنت انهن جي انساني دل ۽ دماغ تي قبضو ڪري ڪين وهمي بڻائي ڇڏيو هو. هو فطرت جي مظهر هر شيءِ مثلاً پٿر، چنڊ، سج، دريا وغيره کي پنهنجو معبود سمجهڻ لڳا ۽ پنهنجي ناهيل مٽي ۽ پٿر جي مورتن جي عبادت ڪرڻ لڳا. عقيدي جي خرابي سان گڏوگڏ انهن جا افعال ۽ اعمال بہ بيحد بگڙي ويا هئا. قتل، ڌاڙا، ڦرون، جوا، شراب نوشي، عورتن کي اغوا ڪرڻ، ڇوڪرين کي جيئري ئي دفن ڪري ڇڏڻ، عياشي، فحش گوئي مطلب تہ ڪهڙو اهو گندو

فعل هيو جيڪو انهن جي عادتن ۾ نہ رهيو هو. ننڍا وڏا سڀ گناهن جا پتلا ۽ پاپ جا جبل بڻجي چڪا هئا.

## حضرت ابراهيم عَلَيْهِ السَّلَام جي اولاد:

باني ءِ ڪعبہ حضرت ابراهيم خليل الله عَلَيْهِ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَام جن جي هڪ فرزند جو نالو مبارڪ حضرت اسماعيل عَلَيْهِ السَّلَام آهي جيڪي حضرت بيبي حاجره جي بطن مبارڪ مان پيدا ٿيا هئا، حضرت ابراهيم عَلَيْهِ السَّلَام انهن کي ۽ انهن جي والده حضرت بيبي حاجره رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهَا کي مڪ مڪرمہ ۾ اچي آباد ڪيو ۽ عرب جي زمين انهن کي عطا فرمائي.

حضرت ابراهيم عَلَيْهِ السَّلَام جي ٻئي فرزند جو نالو مبارڪ حضرت اسحاق عَلَيْهِ السَّلَام آهي جيڪي حضرت بيبي ساره رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهَا جي مبارڪ بطن مان پيدا ٿيا، حضرت ابراهيم عَلَيْهِ السَّلَام انهن کي ملڪ شام عطا فرمايو. حضرت ابراهيم عَلَيْهِ السَّلَام جن جي ٽين گهرواري حضرت قطوره جن جي بطن مان جيڪا اولاد "مدين" وغيره ٿي انهن کي پاڻ يمن جو علائقو عطا فرمايائون.

## اولادِ حضرت اسماعيل:

حضرت اسماعيل عَلَيْهِ السَّلَام جن ٻارنهن پُٽ پيدا ٿيا ۽ انهن جي اولاد ۾ الله عَزَّوَجَلَّ ايتري قدر برڪت عطا فرمائي جو اهي تمام جلد سموري عرب ۾ ڦهلجي ويا، ايتري تائين جو اولهہ ۾ مصر جي ويجهو تائين انهن جون آباديون پهچي ويون، ڏکڻ طرف يمن تائين انهن جا خيما پهچي ويا ۽ اتر ۾ انهن جون وَسَنديون ملڪ

شام تائين پهچي ويون. حضرت اسماعيل عَلَيْهِ السَّلَام جن جو هڪ فرزند جنهن جو نالو ”قيدار“ هو تمام گهڻو مشهور ٿيا، انهن جي اولاد خاص مڪ ۾ ئي آباد رهي، اهي پنهنجي والد صاحب جيان هميشہ ڪعبہ معظمہ جي خدمت ڪندا رهيا جنهن کي دنيا ۾ توحيد سڀ کان پهرين درسگاهہ هجڻ جو شرف حاصل آهي.

انهيءَ ئي قيدار جي اولاد ۾”عدنان“ نالي نهايت اعليٰ ارادن جو مالڪ هڪ شخص پيدا ٿيو، عدنان جي اولاد ۾ چند پيڙهين کانپوءِ ”قصي“ نالي تمام وڏي مان ۽ مرتبي وارو هڪ شخص پيدا ٿيو جن مڪ مڪرمہ ۾ گڏيل حڪومت جي بنياد تي سن 440 ع ۾ هڪ سلطنت قائم ڪئي ۽ هڪ قومي مجلس (پارليامينٽ) ناهي جيڪا ”دارالندوہ“ جي نالي سان مشهور آهي ۽ پنهنجو هڪ قومي جهنڊو ناهيو جنهن کي ”لِواء“ چوندا هئا ۽ هينيان چار عهدا قائم ڪيا جن جي ذميداري چئن قبيلن کي حوالي ڪئي.

(1) رفادة (2) سقلية (3) حجابة (4) قيادة

”قصي“ کانپوءِ انهن جو فرزند ”عبدِ مناف“ انهن جو جانشين ٿيو، تنهن کان بعد انهن جو فرزند ”هاشم“ ۽ ان کانپوءِ انهن جو فرزند ”عبدالمطلب“ هڪ ٻئي پٺيان جانشين ٿيندا رهيا. انهن ئي عبدالمطلب جا فرزند عبدالله آهن، جن جا فرزندِ ارجمند اسان جا حضور رحمة للعالمين صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم آهن. جن جي سيرتِ مقدس لکڻ جو الله عَزَّوَجَلَّ پنهنجي فضل سان اسان کي شرف عطا ڪيو آهي.

## سيرت النبي پڙهڻ جو طريقو:

هن ڪتاب جو مطالعو اوهان ائين نہ ڪيو جيئن عام طور تي ماڻهو ناولن، ڪهاڻين ۽ تاريخي ڪتابن کي لاپرواهيءَ سان پاڪائي، ناپاڪائي جي حالت ۾ پڙهندا رهندا آهن ۽ پڻ پڙهڻ ڪانپوءِ بيدرديءَ سان هِتي هُتي اڇلائي ڇڏيندا آهن، بلڪ توهان اهڙي جذبيءِ عقيدت ۽ والهانہ محبت سان ان ڪتاب جو مطالعو ڪيو تہ هي شهنشاهِ دارين، محبوب رب المشرقين والمغربين جن جي حياتِ طيبہ ۽ انهن جي سيرتِ مقدسہ جو ذڪرِ خير آهي، جيڪو اسانجي ايماني عقيدتن جو مرڪز ۽ اسانجي اسلامي زندگيءَ جو محور آهي. هي محبوبِ خدا صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي انهن قابلِ احترام ادائن جو بيان آهي جنهن جي مٿان ڪائنات جون سموريون عظمتون قربان آهن تنهنڪري هن جيمطالعي وقت اوهان کي ادب و احترام جو پيڪر بڻجي، تعظيم ۽ توقير جي سچي جذبي سان پنهنجي دل ۽ دماغ کي روشن ڪري ان تصور سان هن جي هڪ هڪ سِٽَ کي پڙهڻ گهرجي تہ هن جو هڪ هڪ لفظ منهنجي لاءِ پلاين ۽ برڪتن جو خزانو آهي، جڻ مان حضور رحمة للعالمين صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي مقدس دربار ۾ موجود آهيان ۽ انهن جي پيارين پيارين ادائن کي ڏسي رهيو آهيان ۽ سندن جي فيضِ صحبت جو نُور حاصل ڪري رهيو آهيان. حضرت ابو ابراهيم نجيبي رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيْه ارشاد فرمايو آهي تہ ”هر مومن تي اهو واجب آهي تہ جڏهن هو رحمتِ عالَم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو ذڪر ڪري يا ان جي سامهون ذڪر ڪيو وڃي تہ پُر سڪون ٿي نيازمندي ۽

عاجزيءَ جو اظهار ڪري ۽ پنهنجي دل ۾ سندن جي عظمت، هيبت ۽ جلال جو اهڙو تاثر پيدا ڪري جهڙو انهن جي سامهون حاضر هئڻ جي صورت ۾ سندن جي هيبت ۽ جلال ڪان متاثر ٿئي ها. (شفاء ج 2 ص 32)

حضرت علامہ قاضي عياض رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه فرمايو آهي تہ حضورِ انور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي وفاتِ اقدس ڪان بعد بہ توهان جي هر امتي تي توهان جي تعظيم ۽ توقير ايتري ئي لازم آهي جيتري سندن جي حياتِ مبارڪ ۾ هئي. تڏهن ئي خليفهءِ بغداد ابوجعفر منصور عباسي جڏهن مسجد نبوي ۾ اچي زور زور سان ڳالهائڻ لڳو تہ حضرت امام مالڪ رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه ان کي دڙڪو ڏنو تہ اي اميرالمومنين! هتي بلند آواز ۾ گفتگو نہ ڪريو ڇو تہ الله عَزَّوَجَلَّ قرآن پاڪ ۾ پنهنجي حبيب صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي دربار جو اهو ادب سيڪاريو آهي تہ:

لَا تَرْفَعُوْۤا اَصْوَاتَكُمْ فَوْقَ صَوْتِ النَّبِيِّ (سيپارو 26، الحجرات: 2)

ترجمو ڪنزالايمان: پنهنجو آواز مٿي نہ ڪريو هن نبي (غيب جون خبرون ٻڌائيندڙ) جي آواز ڪان .

”وان حرمتہٖ ميتا ڪحر متہٖ حيا“ ۽ توهان صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي وفاتِ اقدس ڪانپوءِ بہ هر امتيءَ تي توهان جي ايتري ئي تعظيم واجب آهي جيتري توهان جي ظاهري زندگيءَ ۾ هئي، اهو ٻڌي خليفو ڪنبي ويو ۽ نرميءَ سان ڳالهائڻ لڳو.

(شفاء شريف ج 2 ص 32 ۽ 33)

بحرحال سيرتِ مقدسه جي ڪتابن ڪي پڙهڻ وقت ادب ۽ احترام لازمي آهي، بهتر هي آهي ته جڏهن پڙهڻ شروع ڪري ته درود شريف پڙهي شروع ڪري جيسيتائين دل لڳل رهي پڙهندو رهي، جڏهن ٿوري به بيچيني محسوس ٿئي ته پڙهڻ بند ڪري ڇڏي ۽ بي توجهي سان هرگز نه پڙهي.

والله تعالیٰ هو الموفق والمعين وصلى الله تعالیٰ عليه وعلیٰ اٰله وصحبه اجمعين

## ڏندڻ ڏيڻ جي فضيلت

حضرت سيدنا ابو امام رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ کان روايت آهي، نبي مڪرم، نورِمجسم، رسولِ اڪرم، شهنشاهِ بني آدم صَلَّی اللّٰهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو فرمانِ برڪت نشان آهي: ”ڏندڻ وات جي پاڪيزگي ۽ الله عَزَّوَجَلَّ جي خوشنودي جو سبب آهي“

(سنن ابنِ ماجه ص 289، حديث 2495)

# حضور تاجدار صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي مڪي زندگي

محمد وہ کتاب کون کا طغرائے پیشانی
محمد وہ حریم قدس کا شمع شبستانی
مبشر جس کی بعثت کا ظہورِ عیسیٰ مریم
مصدق جس کی عظمت کا لب موسیٰ عمرانی

(علیہم الصلوٰۃ والسلام)

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ
اَللّٰھُمَّ لَکَ الْحَمْدُ سَرْمَدًا صَلِّ عَلٰی حَبِيْبِکَ الْمُصْطَفٰی وَاٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ اَبَدًا
حَسْبِیْ رَبِّیْ جَلَّ اللّٰه　　نُوْرِ مُحَمَّدْ صَلَّی اللّٰه
لَا مَقْصُوْدَ اِلاَّ اللّٰه　　چل ميرے خامه! بِسْمِ اللّٰه

## باب پهريون

# خانداني حالتون

### نسب نامون

حضور اقدس صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو نسب شريف والد ماجد جي طرف کان هي آهي (1) حضرت محمد صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم (2) بن عبداللّٰه (3) بن عبدالمطلب (4) بن هاشم (5) بن عبد مناف (6) بن قصي (7) بن ڪلاب (8) بن مره (9) بن ڪعب (10) بن لوي (11) بن غالب (12) بن فهر (13) بن مالڪ (14) بن نضر (15) بن ڪنانه (16) بن خزيمه (17) بن مدرڪه (18) بن الياس (19) بن مضر (20) بن نزار (21) بن معد (22) بن عدنان[1] (بخاري ج 1، باب مبعث النبي صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم)

۽ والده ماجده جي طرف کان حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو نسبي شجرو هي آهي(1) حضرت محمد صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم (2) بن آمنه (3) بنت وهب (4) بن عبد مناف (5) بن زهره (6) بن ڪلاب (7) بن مره[2] حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي والدين جو نسب نامون ”ڪلاب بن مره“ تي ملي وڃي ٿو ۽ اڳيان هلي ٻئي سلسلا هڪ ٿي ويندا

---

1. صحيح البخاري، ڪتاب مناقب الانصار، باب مبعث النبي ﷺ ج 2، ص 273 )
2. السيرة النبويه لابن هشام، اولاد عبدالمطلب، ص 48

آهن ”عدنان“ تائين پاڻ صَلَّی اللّٰه تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو نسب نامون صحيح سنَدَن سان بِاتفاق مؤرخين(تاريخ لکڻ وارن جي راءِ) ثابت آهي ان کان پوءِ نالن ۾ تمام گهڻو اختلاف آهي ۽ حضورصَلَّی اللّٰه تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جڏهن به پنهنجو نسب نامون بيان ڪندا هئا تہ ”عدنان تائين ئي ذڪر فرمائيندا هئا. (ڪرماني، حوالو حاشيہ بخاري ج 1، ص 543)

پر ان تي سيني مؤرخين جو اتفاق آهي تہ ”عدنان“ حضرت اسمٰعيل عَلَيْهِ السَّلَام جي اولاد مان آهن ۽ حضرت اسمٰعيل عَلَيْهِ السَّلَام حضرت ابراهيم خليل الله عَلَيْهِ الصَّلٰوۃُ وَالسَّلَام جا فرزندِ ارجمند (عزت وارا) آهن.

## خانداني شرافت:

حضور اڪرم صَلَّی اللّٰه تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو خاندان ۽ نسب نجابت ۽ شرافت ۾ دنيا جي تمام خاندانن کان اشرف ۽ اعلٰي آهي ۽ هيءَ اُها حقيقت آهي جنهن کان پاڻ صَلَّی اللّٰه تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جا بدترين دشمن (مڪي جا ڪافر) بہ ڪڏهن اِن جو انڪار نہ ڪري سگهيا. تڏهن ئي تہ حضرت ابو سفيان جڏهن هو ڪفر جي حالت ۾ هئا روم جي بادشاهہ هرقل جي ڀريل دربار ۾ ان حقيقت جو اقرار ڪيو تہ ”هوفينا ذو نسب“ يعني نبي صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ”اعلٰي خاندان“ مان آهن.[3]

(بخاري ج 1 ،ص 4)

جيستوڻيڪ اهي ان وقت پاڻ صَلَّی اللّٰه تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جا بد ترين دشمن هئا ۽ چاهيندا هئا تہ ٿورو بہ ڪو موقعو ملي تہ پاڻ صَلَّی اللّٰه تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم

---

[3] صحيح البخاري، ڪتاب بدء الوحي، باب 6، ج1، ص 10 مفصلاً

جي ذات پاڪ تي ڪو عيب لڳائي روم جي بادشاھ جي نظرن ۾ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو وقار ڪيرائي ڇڏين.

مسلم شريف جي روايت آهي تہ الله تعاليٰ حضرت اسمٰعيل عَلَيْهِ السَّلَام جي اولاد مان ”ڪنانہ“ کي برگزيده (اعليٰ مرتبي وارو) بڻايو ۽ ”ڪنانہ“ مان ”قريش“ کي، ”قريش“ مان ”بني هاشم“ کي، ۽ ”بني هاشم“ مان مون کي چونڊي ورتو.[4] (مشڪوٰة فضائل سيد المرسلين)

بهرحال اها هڪ مسلماني حقيقت آهي تہ

لَهُ النَّسَبُ الْعَالِيْ فَلَيْسَ كَمِثْلِهٖ
حَسِيْبٌ نَسِيْبٌ مُنْعَمٌ مُتَكَرَّم

ترجمو: يعني حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو خاندان ايتري قدر مان ۽ مرتبي وارو آهي جو ڪو بہ حسب ۽ نسب وارو نعمت ۽ بزرگي وارو پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي مثل نہ آهي.

## قريش

حضور اقدس صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي خاندانِ نبوت ۾ سيئي شخص پنهنجي طرح طرح جي خاصيتن جي ڪري وڏا نامور آهن پر ڪجهہ هستيون اهڙيون آهن جيڪي آسمانِ فضل و ڪمال تي چنڊ ۽ تارا بڻجي چمڪيا انهن با ڪمالن مان ”فهر بن مالڪ“ بہ آهن انهن جو لقب ”قريش“ آهي ۽ انهن جي اولاد ”قريشي“ يا ”قريش“ سڏبي آهي.

---

[4] صحيح مسلم

”فهر بن مالڪ“ کي قريش ان ڪري چيو ويندو آهي جو ”قريش“ سمنڊ جي هڪ جانور جو نالو آهي جيڪو تمام طاقتور هوندو آهي ۽ سمنڊ جي جانورن کي کائي ڇڏيندو آهي هي سيني جانورن تي هميشہ غالب رهندو آهي ڪڏهن بہ مغلوب ناهي ٿيندو. جيئن تہ ”فهر بن مالڪ“ پنهنجي شجاعت ۽ طاقت جي ڪري عرب جي تمام قبيلن تي غالب هئا انهيءَ ڪري اهلِ عرب انهن کي قريش جي لقب سان سڏڻ لڳا. تڏهن ئي تہ ان جي باري ۾ ”شمرخ بن عمرو حميري“ جوهي شعر تمام مشهور آهي

وَقُرَيْشٌ هِيَ الَّتِيْ تَسْكُنُ الْبَحْرَ بِهَا سُمِّيَتْ قُرَيْشٌ قُرَيْشًا

ترجمو: يعني ”قريش“ هڪ جانور آهي جيڪو سمنڊ ۾ رهندو آهي. انهيءَ جي نالي تي قريش جي قبيلي جو نالو ”قريش“ رکيو ويو[5]

(زرقاني علي المواهب ج 1 ص 76)

حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي ماءُ پيءُ ٻنهي جو نسب ”فهر بن مالڪ“ سان ملي ٿو تنهنڪري حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ماءُ پيءُ ٻنهي جي طرف کان ”قريشي“ آهن.

## هاشم

حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو پڙ ڏاڏو ”هاشم“ وڏي شان ۽ شوڪت جا مالڪ هو. انهن جو اصلي نالو ”عمرو“ هو. هو تمام گهڻا بهادر، بي حد سخي، ۽ اعليٰ درجي جا مهمان نواز هئا هڪ

---
[5] شرح الزرقاني علي المواهب،المقصد الاول في تشريف الله تعاليٰ ...الخ، ج 1، ص 144

سال عرب ۾ تمام سخت ڏُڪار پيو ۽ ماڻهو ڪَٽي ڪَٽي لاءِ محتاج ٿي ويا ته هي شام ملڪ مان سڪل مانيون خريد ڪري حج جي ڏينهن ۾ مڪي پهتا ۽ مانين کي پوري اُٺ جي گوشت جي رَسُ ۾ڪُتِي (ثُريد) ناهي تمام حاجين کي پيٽ پري کارايو. ان ڏينهن کان ماڻهو انهن کي "هاشم" (مانين کي پورا ڪرڻ وارو) چوڻ لڳا.[6] (مدارج النبوة ج2 ص8)

جيئن ته هي "عبد مناف" جي سيني پُٽن ۾ وڏا ۽ با صلاحيت هئا ان ڪري عبد مناف کان پوءِ ڪعبي جا متولي ۽ سجاده نشين ٿيا تمام حسِين ۽ خوبصورت هئا جڏهن جوان ٿيا ته انهن جي شادي مديني ۾ خزرج قبيلي جي هڪ سردار عمرو جي ڌِيءُ سان ٿي جنهن جو نالو "سلمٰي" هو ۽ انهن جا فرزند "عبدالمطلب" مديني ۾ ئي پيدا ٿيا. جيئن ته هاشم پنجويهن سالن جي عمر ۾ شام ملڪ جي رستي ۾ "غزه" جي مقام تي وفات ڪري ويا ان ڪري عبدالمطلب مديني ۾ ئي پنهنجي ناناڻي گهر پليا پوسِيا، ۽ جڏهن ستن يا اٺن سالن جا ٿي ويا ته مڪي اچي پنهنجي خاندان وارن سان گڏ رهڻ لڳا.

## عبدالمطلب

حضور اقدس صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي ڏاڏي "عبدالمطلب" جو اصلي نالو "شيبه" آهي. هي وڏا نيڪ،عابد ۽ زاهد هئا "غارحرا" ۾ ماني

[6] مدارج النبوت، قسم اول، باب اول،ج2،ص8،وشرح الزرقاني علي الموهب، المقصد الاول تي تشريف الله تعاليٰ ....الخ ج1، ص 138

پاٽي گڏ ڪٽي وڃي ڪيترن ئي ڏينهن تائين لڳاتار خدا عَزَّوَجَلَّ جي عبادت ۾ مصروف رهندا هئا رمضان شريف جي مهيني ۾ اڪثر غار حرا ۾ اعتڪاف ڪندا هئا ۽ خدا عَزَّوَجَلَّ جي ياد ۾ گوشہ نشين رهندا هئا رسول الله صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جو نورِ نبوت انهن جي پيشاني ۾ چمڪندو رهندو هو ۽ انهن جي جسم مان مشڪ جي خوشبو ايندي رهندي هئي اهلِ عرب خاص ڪري قريش ڪي سندن سان وڏي عقيدت هئي. مڪي وارن تي جڏهن ڪا مصيبت ايندي هئي يا ڏڪار پئجي ويندو هو تہ ماڻهو عبدالمطلب کي ساڻ ڪري جبل تي چڙهي ويندا هئا ۽ بارگاهِ خداوندي ۾ انهن کي وسيلو بڻائي دعا گهرندا هئا تہ دعا قبول ٿي ويندي هئي. هي ماڻهن کي ڇوڪرين کي زنده دفن ڪرڻ کان سختي سان منع ڪندا هئا ۽ چورجو هٿ ڪٽي ڇڏيندا هئا. پنهنجي دسترخوان تان پکين کي بہ ڪارائيندا هئا انهيءَ ڪري انهن جو لقب ”مطعم الطير“ (پکين کي کارائڻ وارو) آهي شراب ۽ زنا کي حرام ڄاڻندا هئا ۽ عقيدي جي لحاظ کان ”موحد“ هئا. ”زمزم شريف“ جو کوھ جيڪو بلڪل بند ٿي چڪو هو پاڻ ان کي نئين سر کوٽائي صحيح ڪيو ۽ ماڻهن کي آب زمزم سان سيراب ڪيو. پاڻ بہ ڪعبي جا متولي ۽ سجاده نشين ٿيا. اصحاب فيل جو واقعو سندن جي ئي وقت ۾ پيش آيو. هڪ سو ويهہ سالن جي عمر ۾ سندن وفات ٿي.[7]

(زرقاني علي الموهب ج 1، ص72)

---

[7] شرح الزرقاني علي المواهب، المقصد الاول في تشريف الله تعاليٰ......الخ، ج 1، ص 135 138 مختصراً
والمواهب للدنية مع شرح الزرقاني، المقص الاول في تشريف الله تعاليٰ ...الخ، ج 1، ص 155

## اصحابِ فيل جو واقعو

حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي پيدائش کان صرف پنجونجاهه ڏينهن اڳ يمن جو بادشاهه ”ابرهه“ هاٿين جي فوج وٺي ڪعبي کي ڊاهڻ لاءِ مڪي تي حملي آور ٿيو ان جو سبب هي هو تہ ”ابرهه“ يمن جي گاديءَ واري هنڌ ”صنعاء“ ۾ هڪ تمام شاندار ۽ عاليشان ”گرجا گهر“ ٺهرايو هو ۽ اها ڪوشش ڪرڻ لڳو تہ عرب جا ماڻهو خانہ ڪعبہ کي ڇڏي يمن اچي ان گرجا گهر جو حج ڪن. جڏهن مڪي وارن کي اها خبر پئي تہ ”ڪنانہ“ قبيلي جو هڪ شخص سخت ڪاوڙ ۾ پرجي ويو ۽ يمن وڃي اتي جي گرجا گهر ۾ گندگي ڪري ان کي نجاست سان ليپيٽي ڇڏيو. جڏهن ابرهه اهو واقعو ٻڌو تہ ڪاوڙ ۾ بي قابو ٿي ويو ۽ خانہ ڪعبہ کي ڊاهڻ جي لاءِ هاٿين جي فوج وٺي مڪي تي حملو ڪري ڏنو ۽ ان جي فوج جي اڳين دستي(حصي) مڪي وارن جي تمام انن ۽ ٻين جانورن کي قري ورتو ان ۾ ٻہ سئو يا چار سئو اٺ عبدالمطلب جا بہ هئا[8]. (زرقائي، ج 1، ص 85)

عبدالمطلب کي ان واقعي کان گهڻو ڏک پهتو، تنهنڪري پاڻ ان سلسلي ۾ ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ لاءِ ان جي لشڪر ۾ تشريف وٺي ويا جڏهن ابرهه کي معلوم ٿيو تہ قريشن جا سردار ان سان ملاقات لاءِ آيا آهن تہ ان کين پنهنجي خيمي ۾ گهرايو ۽ جڏهن عبدالمطلب کي ڏٺو تہ هڪ وڏي قد وارو، رعب دار، ۽ نهايت ئي

---

[8] شرح الزرقاني علي المواهب، المقص الاول عام الفيل وقصة ابرهة. ج 1، ص 155 ـ 158 ملتقطاً

حسين و جميل ماڻهو آهي جنهن جي پيشاني تي نبوت جو نور چمڪي رهيو آهي تہ صورت ڏسندي ئي ابرهہ مرعوب ٿي ويو ۽ بي اختيار تخت شاهي تان لهي سندن تعظيم ۽ تڪريم جي لاءِ اُٿي بيهي رهيو ۽ پاڻ سان گڏ ويهاري پڇيو تہ چئو، قريشن جا سردار! هتي توهان جي تشريف آوري جو مقصد ڇا آهي؟ عبدالمطلب جواب ڏنو تہ اسان جا اُٺ ۽ ٻڪريون وغيرہ جيڪي توهان جي لشڪر جا سپاهي ڪاهي آيا آهن توهان انهن سڀني جانورن کي اسان جي حوالي ڪري ڇڏيو. اهو ٻڌي ابرهہ چيو تہ اي سردارِ قريش!مون سمجهيو هو تہ توهان تمام ئي حوصلي مند ۽ شاندار ماڻهو آهيو. پر توهان مون کان اُنن جو سوال ڪري منهنجي نظرن ۾ پنهنجو وقار گهٽ ڪري ڇڏيو. اُٺ ۽ ٻڪريءَ جي حيثيت ئي ڇا آهي؟ آئون تہ توهان جي ڪعبي کي ٽوڙي ۽ ڊاهي برباد ڪرڻ جي لاءِ آيو آهيان، توهان ان باري ۾ ڪابہ ڳالهہ ٻولهہ نہ ڪئي. عبدالمطلب چيو تہ مون کي تہ پنهنجي اٺن سان مطلب آهي ڪعبو منهنجو گهر نہ آهي پر اهو خدا جو گهر آهي. اهو پاڻ پنهنجي گهر کي بچائي وٺندو، مونکي ڪعبي جو ذري برابر بہ فڪر نہ آهي[9]. اهو ٻڌي ابرهہ پنهنجي فرعوني لهجي ۾ چوڻ لڳو تہ اي سردارِ مڪہ!ٻڌي ڇڏ! آئون ڪعبي کي ڊاهي پَٽُ ڪري ڇڏيندس ۽ رُوءِ زمين تان ان جو نالو مِٽائي ڇڏيندس، ڇو تہ مڪي وارن منهنجي گِرجا گهر جي وڏي بي حرمتي ڪئي آهي ان

[9] شرح الزرقاني علي المواهب، المقص الاول، عام الفيل وقصة ابرهة، ج، 1، ص 161 ملفصاً

ڪري آئون ان جو بدلو وٺڻ جي لاءِ ڪعبي کي ڍاهڻ ضروري سمجهان ٿو عبدالمطلب فرمايو تہ پوءِ توهان ڄاڻو ۽ خدا ڄاڻي. آئون توهان کي شفارش ڪرڻ وارو ڪير آهيان؟ ان ڳالهہ ٻولهہ کان پوءِ ابرهہ تمام جانورن کي واپس ڪرڻ جو حڪم ڏنو ۽ عبدالمطلب تمام اُنن ۽ ٻڪرين کي ڪاهي پنهنجي گهر هليو آيو ۽ مڪي وارن کي فرمايائون تہ توهان پنهنجي پنهنجي مال کي ڪاهي مڪي کان ٻاهر نڪري وڃو ۽ جبلن جي چوٽين تي چڙهي غارن ۾ لڪي پناهہ وٺو مڪي وارن کي اهو چئي پوءِ پنهنجي خاندان جي ڪجهہ ماڻهن کي ساڻ وٺي خانہ ڪعبہ ۾ ويو ۽ دروازي کي پڪڙي تمام بي قراري سان ڳوڙها ڳاڙيندي دربارِ باري ۾ هيئن دعا گهرڻ لڳا تہ

لَاهُمَّ اِنَّ الْمَرْءَ يَمْنَعُ رَحْلَهٗ فَامْنَعْ رِحَالَکَ
وَانْصُرْ عَلٰى اٰلِ الصَّلِيْبِ وَعَابِدِيْهِ اَلْيَوْمَ اٰلَکَ

ترجمو: اي الله! بي شڪ هر شخص پنهنجي پنهنجي گهر جي حفاظت ڪندو آهي. تنهنڪري تون بہ پنهنجي گهر جي حفاظت فرماءِ، صليب وارن ۽ صليب جي پڄارين (عيسائين) جي مقابلي ۾ پنهنجي اطاعت ڪرڻ وارن جي مدد فرماءِ.

عبدالمطلب اها دعا گهري ۽ پنهنجي خاندان وارن کي وٺي جبل جي چوٽي تي چڙهي ويا ۽ خدا جي قدرت جو جلوو ڏسڻ لڳا [10].

[10](شرح الزرقاني علي المواهب، المقص الاول عام الفيل وقصة ابرهة، ج 1، ص 157)

ابرهه جڏهن صبح جو ڪعبو ڍاهڻ جي لاءِ پنهنجي لشڪرِ جرار ۽ هاٿين جي قطار سان اڳتي وڌيو ۽ مقام "مغمس" ۾ پُهتو تہ خود ان جو هاٿي جنهن جو نالو "محمود" هو هڪ دم ويهي رهيو. ڪيترو ئي ماريو ويو۽ بار بار هڪليو ويو پر هاٿي نہ اُٿيو[11]. انهي حالت ۾ قهرِ الاهي ابا بيلن جي شڪل ۾ ظاهر ٿيو. ۽ ننڍن ننڍن پکين جي ولرن جا ولر جن جي چُهنبن ۽ پيرن ۾ ٽي ٽي پٿريون هيون سمنڊ جي طرف کان حرمِ ڪعبہ ڏانهن اچڻ لڳا. ابا بيلن جي ان پياري لشڪر ابرهه جي فوج تي اهڙي تہ زورسان پٿر وسائڻ شروع ڪري ڏنا جو ٿوري دير ۾ ئي ابرهه جي لشڪر ۽ ان جي هاٿين جا پُرزا پُرزا ٿي ويا. ابا بيلن جو پٿر وسائڻ خداوندِ قهار ۽ جبار جي قهر ۽ غضب جي اهڙي مارَ هئي جو جڏهن ڪا پٿري ڪنهن هاٿي سوار جي مٿي تي لڳندي هئي تہ اها ان ماڻهو جي بدن کي چيريندي هاٿين جي بدن مان پار ٿي ويندي هئي. ابرهه جي فوج جو هڪ ماڻهو بہ زنده نہ بچيو ۽ سڀ جا سڀ ابرهه ۽ ان جي هاٿين سميت ايئن هلاڪ ۽ برباد ٿي ويا جو انهن جي جسمن جون بوٽيون ٽڪرا ٽڪرا ٿي زمين تي پکڙجي ويون. قرآن مجيد جي "سورة الفيل" ۾ خداوند قدوس ان واقعي جو ذڪر ڪندي ارشاد فرمايو تہ

اَلَمْ تَرَ كَيْفَ فَعَلَ رَبُّكَ بِاَصْحٰبِ

ترجموڪنزالايمان: اي محبوب ڇا توهان نہ ڏٺو تہ تنهنجي رب انهن هاٿين وارن جو ڪهڙو حال

[11](شرح الزرقاني علي المواهب، المقص الاول عام الفيل وقصة ابرهة، ج ص 162 ملفصاً)

الْفِيْلِ ﴿١﴾ اَلَمْ يَجْعَلْ كَيْدَهُمْ فِيْ تَضْلِيْلٍ ﴿٢﴾ وَّاَرْسَلَ عَلَيْهِمْ طَيْرًا اَبَابِيْلَ ﴿٣﴾ تَرْمِيْهِمْ بِحِجَارَةٍ مِّنْ سِجِّيْلٍ ﴿٤﴾ فَجَعَلَهُمْ كَعَصْفٍ مَّاْكُوْلٍ ﴿٥﴾ (پاره 30، آيت: 1-5)

كيو چا انهن جي سازش كي تباهہ نہ فرما ڇڏيائين. ۽ انهن تي ابابيل پکين جون ٽوليون موڪليائين جو انهن کي ڪنڪريٽ جي پٿرين سان ماريائون ٿي پوءِ انهن کي ڪري رکيائين کاڌل لتاڙيل گاهہ وانگر.

جڏهن ابرهہ ۽ ان جي لشڪر جو اهو انجام ٿيو تہ عبدالمطلب جبل تان هيٺ لٿا ۽ خدا جو شڪر ادا ڪيائون. انهن جي اِنهيءَ ڪرامت جو پري پري تائين هُل مچي ويو ۽ تمام اهلِ عرب انهن کي هڪ الله واري جي حيثيت سان قابل احترام سمجهڻ لڳا.[12]

## حضرت عبدالله رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ

هي اسان جي حضورِ رحمتِ عالَم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جا والد ماجد آهن. هي عبدالمطلب جي سيني پُٽن مان سيني کان گهڻو پيءُ جو لاڏلو ۽ پيارو هو ڇوتہ ان جي پيشاني ۾ نور محمدي پنهنجي پوري شان ۽ شوڪت سان چمڪي رهيو هو. ان ڪري حسن ۽ خوبي جا پيڪر، جمالِ صورت ۽ ڪمالِ سيرت جا نمونا، ۽ پاڪدامني ۾ بي مثال هئا. قريش قبيلي جون تمام حسين عورتون انهن جي حسن ۽ جمال تي فريفتہ (عاشق) ۽ انهن سان

[12] شرح الزرقاني علي المواهب، المقص الاول عام الفيل وقضة ابرهةج، 1. ص 164

شادي ڪرڻ جون خواهشمند هيون. پر عبدامطلب انهن جي لاءِ هڪ اهڙي عورت جي تلاش ۾ هئا جيڪا حسن و جمال سان گڏو گڏ حسب نسب، شرافت ۽ پاڪدامني ۾ بہ ممتاز هجي. عجيب اتفاق جو هڪ ڏينهن عبدالله رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ شڪار جي لاءِ جهنگ ۾ تشريف کڻي ويا تہ ملڪ شام جا يهودي ڪجهہ علامتن مان سڃاڻي ويا تہ نبي آخرالزمان جا والد ماجد هي ئي آهن. تنهنڪري انهن يهودين حضرت عبدالله رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ کي قتل ڪرڻ جي تمام گهڻي ڪوشش ڪئي. هن ڀيري بہ يهودين جي هڪ وڏي جماعت هٿياربند ٿي ان نيت سان جهنگ ۾ وئي تہ حضرت عبدالله رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ کي اڪيلائي ۾ دوکي سان قتل ڪيو وڃي پر الله تعالٰي هن ڀيري بہ پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان کين بچائي ورتو عالَمِ غيب مان هڪ اهڙي فوج ظاهر ٿي جيڪا هن دنيا جي ماڻهن سان ڪا بہ مشابهت رکندڙ نہ هئي، ان فوج اچي يهودين کي ماري ڀڄايو ۽ حضرت عبدالله رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ کي حفاظت سان انهن جي گهر تائين پُهچايو. ”وهب بن مناف“ بہ ان ڏينهن جهنگ ۾ هو ۽ ان اِهو سڀ ڪجهہ پنهنجي اکين سان ڏٺو، اِنهيءَ ڪري انهن کي حضرت عبدالله رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ سان تمام گهڻي محبت ۽ عقيدت پيدا ٿي ويئي ۽ گهر اچي اهو پڪو پهہ ڪري ڇڏيو تہ آئون پنهنجي نورِ نظر حضرت آمنہ رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهَا جي شادي حضرت عبدالله رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ سان ئي ڪندس. تنهنڪري پنهنجي دلي آرزو کي پنهنجي ڪجهہ دوستن جي ذريعي ان عبدالمطلب تائين پهچائي ڇڏيو. خدا جو شان جو عبدالمطلب پنهنجي نورِ نظر حضرت

عبدالله رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي لاءِ جهڙي ڪنوار جي تلاش ۾ هئا، اهي سڀ خوبيون حضرت بيبي آمنه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا ۾ موجود هيون عبدالمطلب ان رشتي کي خوشي سان قبول ڪري ورتو. چوويهن سالن جي عمر ۾ حضرت عبدالله رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جو حضرت بيبي آمنه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا سان نڪاح ٿي ويو ۽ نورِمحمدي حضرت عبدالله رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ مان منتقل ٿي حضرت بيبي آمنه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا جي شڪمِ اَطهر (يعني پيٽ مبارڪ) ۾ ظاهر ٿي ويو ۽ جڏهن حمل شريف کي ٻه مهينا پورا ٿي ويا ته عبدالمطلب حضرت عبدالله رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي کتل (کجور) وٺڻ جي لاءِ مديني موڪليو يا تجارت جي لاءِ ملڪ شام روانو ڪيو اتان کان واپس ايندي مديني ۾ پنهنجي والد جي ناناڻن "بنو عدي بن نجار" ۾ هڪ مهينو بيمار رهي پنجويهه سالن جي عمر ۾ وفات ڪري ويا ۽ اتي "دارِنابغه" ۾ دفن ٿيا.[13] (زرقاني علي الموهب ج1،ص 101 ومدارج جلد 2 ص 14)

قافلي وارن جڏهن مڪي ۾ واپس اچي عبدالمطلب کي حضرت عبدالله رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي بيماري جو حال ٻڌايو ته انهن خبر وٺڻ جي لاءِ پنهنجي سڀ کان وڏي پٽ "حارث" کي مديني موڪليو ان جي مديني پهچڻ کان اڳ ۾ ئي حضرت عبدالله رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ وفات ڪري چڪا هئا حارث مڪي واپس اچي جڏهن وفات جي خبر ٻڌائي سڄي گهر ۾ ماتم مچي ويو ۽ بنو هاشم جي هر گهر ۾ ماتم ٿي ويو خود حضرت آمنه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا پنهنجي مرحوم مڙس

---

[13] مدارج النبوت، قسم دوم، باب اول،ج2، ص 12، 14، ملتقطاً

جو اهڙو درد ڀريو مرثيو(وفات تي چيل اهو نظم جنهن ۾ فوتيءَ جون صفتون بيان ڪيل هجن) چيو آهي جنهن کي ٻڌي اڄ به دل درد سان ڀرجي ويندي آهي روايت آهي تہ حضرت عبدالله رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ جي وفات تي فرشتن غمگين ٿي ڪري حسرت سان هي چيو تہ الاهي! عَزَّوَجَلَّ تنهنجو نبي يتيم ٿي ويو. حضرتِ حق فرمايو: ڇا ٿي پيو؟ آئون ان جو حامي ۽ نگهبان آهيان.[14] (مدارج النبوة ج2 ص14)

حضرت عبدالله رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ جي ملڪيت ۾ هڪ ٻانهي"اُمِ ايمن" جنهن جو نالو "برڪ" هو، ڪجهہ اُٺ ۽ ڪجهہ ٻڪريون هيون، اهو سڀ ڪجهہ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي ورثي ۾ مليو"اُمِ ايمن" ننڍپڻ ۾ حضور اقدس صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جوخيال رکندي هئي کارائيندي پياريندي، ڪپڙا پارائيندي ۽ پرورش جون تمام ضرورتون پوريون ڪندي هئي ان ڪري حضور اکرم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم سڄي زندگي "اُمِ اَيمن" جي دل جوئي فرمائيندا رهيا، پنهنجي محبوب ۽ نيپاڄ غلام حضرت زيد بن حارث رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ سان انهن جو نڪاح ڪري ڇڏيو، ۽ انهن جي پيٽ مان حضرت اسامہ رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ پيدا ٿيا.[15] (عام ڪتب سير)

## حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي والدين رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُمَا جو ايمان

حضور اقدس صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جا والدين ڪريمين رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُمَا جي

---

[14] مدارج النبوت، قسم دوم، باب اول، ج2 ص 14

[15] الستيعاب، ڪتاب النساء وڪناهن،باب الباء، ج 4، ص 356، و دلائل النبوة للبيهقي، باب ذڪر رضاع النبي صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم مرضعته......الخ، ج1، ص150

باري ۾ عالمن جو اختلاف آهي تہ ٻئي مومن آهن يا نہ ؟ ڪجھ عالِم انهن ٻنهي کي مؤمن نٽا مڃن ۽ ڪجھ عالِم ان مسئلي ۾ خاموش رهيا ۽ فرمايائون تہ انهن ٻنهي کي مومن يا ڪافر چوڻ کان زبان کي روڪيو وڃي ۽ ان جو علم الله عَزَّوَجَلَّ! جي حوالي ڪرڻ گهرجي پر اهلسنت جا محققين عالِم مثال: امام جلال الدين سيوطي ۽ علامہ ابن حجر هيتمي ۽ امام قرطبي ۽ حافظ الشام ابن ناصر الدين ۽ حافظ شمس الدين دمشقي ۽ قاضي ابو بڪر ابن العربي مالڪي ۽ شيخ عبدالحق محدث دهلوي ۽ صاحب الاڪليل مولانا عبدالحق مهاجر مدني وغيرهم رَحِمَهُمُ اللّٰهُ تَعَالٰی جو اهو ئي عقيدو ۽ قول آهي تہ حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جا ماءُ پيءُ ٻئي يقيناً مؤمن آهن جڏهن تہ ان باري ۾ حضرت عبدالحق محدث دهلوي رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه جو ارشاد آهي تہ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي والدين رَضِىَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُمَا کي مؤمن نہ مڃڻ اهو پهرين جي عالِمن جو مسلڪ آهي پر هينئر جي عالِمن تحقيق سان ان مسئلي کي ثابت ڪيو آهي تہ حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جا والدين رَضِىَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُمَا بلڪ حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جا تمام ابا ۽ ڏاڏا حضرت آدم عَلَيْهِ السَّلَام تائين سڀ جا سڀ مؤمن آهن ۽ انهن حضرات جي ايمان کي ثابت ڪرڻ ۾ هينئر جي عالِمن جا ٽي طريقا آهن.

**پهريون:** هي تہ حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جا والدين ابا ۽ ڏاڏا سڀ حضرت ابراهيم عَلَيْهِ السَّلَام جي دين تي هئا تنهنڪري مؤمن ٿيا. ٻيو: هي تہ اهي تمام حضرات حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي اعلانِ نبوت

ڪان پهريان ئي اهڙي زماني ۾ وفات ڪري ويا جيڪو زمانو "فترت" سڏبو آهي ۽ انهن تائين حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي دعوتِ ايمان پُهتي ئي نہ هئي تنهنڪري هرگز هرگز انهن حضرات کي ڪافر نٿو چئي سگهجي انهنکي مؤمن ئي چيو ويندو **ٻيون**: هي تہ الله تعاليٰ انهن حضرات کي زنده فرمائي انهن جي قبرن مان اتاريو ۽ انهن ڪلمو پڙهي حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي تصديق ڪئي ۽ حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي والدين رَضِىَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُمَا کي زنده ڪرڻ جي حديث بذات خود ضعيف آهي پر ان جون سَنَدون ايتري قدر زياده آهن جو هيءَ حديث "صحيح" ۽ "حسن" جي درجي تي پهچي ويئي آهي.

۽ هي اهو علم آهي جيڪو عالِم متقدمين(پهرين وارن عالمن) تي ظاهر نہ ٿيو هو جنهن کي حق تعاليٰ عالِم متاخرين(بعد وارن عالمن) تي ظاهر فرمايو ۽ الله تعاليٰ جنهن کي چاهيندو آهي پنهنجي فضل ۽ رحمت سان خاص فرمائي ڇڏيندو آهي ۽ شيخ جلال الدين سيوطي رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه ان مسئلي تي ڪجهه رسالا لکيا آهن ۽ ان مسئلي کي دليلن سان ثابت ڪيو آهي ۽ مخالفن جي شڪَن جو جواب ڏنو آهي.[16] (اشعتہ اللمعات جلد اول ص718)

اهڙي طرح خاتمة المفسرين حضرت شيخ اسمٰعيل حقي رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه جو بيان آهي تہ امام قرطبي پنهنجي ڪتاب "تذڪره" ۾ لکيو تہ حضرت عائشہ رَضِىَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا فرمايو تہ حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم

[16] اشعة اللمعات، ڪتاب الجنائز، بابزيارت القبور، الفصل الاول، ج 1 ص 765

جڏهن "حِجَّة الوَداع" ۾ اسان کي گڏ وٺي نکتا ۽ "حجون" جي گهاٽي (ٻن جبلن جي وچ ۾ رستو) وٽان گذريا تہ ڏک ۽ صدمي ۾ روئڻ لڳا ۽ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي روئيندو ڏسي آئون بہ روئڻ لڳيس. پوءِ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم پنهنجي ڏاچيءَ تان لهي پيا ۽ ڪجهہ دير کان پوءِ مون وٽ واپس آيا تہ خوشي خوشي مسڪرائيندي آيا. مون پڇيو تہ يارسول الله صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم توهان تي منهنجا ماءُ پيءُ قربان چا ڳالهہ آهي؟ جو توهان صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ڏک ۽ صدمي ۾ پنهنجي ڏاچيءَ تان هيٺ لٿا ۽ واپس موٽيا تہ خوش ۽ مسڪرائيندي تشريف فرما ٿيا تہ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ارشاد فرمايوتہ آئون پنهنجي والدهہ ماجدهہ جي قبر جي زيارت جي لاءِ ويو هئس ۽ مون الله تعاليٰ کان سوال ڪيو تہ هو ان کي زندهہ ڪري تہ خداوند تعاليٰ ان کي زندهہ فرمائي ڇڏيو ۽ ان ايمان آندو[17] ۽ "الاشباه النظار" ۾ آهي تہ هر اهو شخص جيڪو ڪفر جي حالت ۾ مري ويو هجي ان تي لعنت ڪرڻ جائز آهي سواءِ رسول الله صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي والدين رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُمَا جي. چو تہ ان ڳالهہ جو ثبوت موجود آهي تہ الله تعاليٰ انهن ٻنهي کي زندهہ فرمايو ۽ انهن ٻنهي ايمان آندو[18]

اهو بہ ذڪر ڪيو ويو آهي تہ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم پنهنجي ماءُ پيءُ رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُمَا جي قبرن وٽ رُنا ۽ هڪ سڪل وڻ زمين ۾

---

[17] الاشباه والنظائر، ڪتاب الخطرو الا باحة، ص 248)

[18] روح البيان سورة البقرة تحت الاية:119، ج 1، ص 217

لڳايوء ۽ فرمايو تہ جيڪڏهن هي وڻ سائو ٿي ويو تہ ان ڳالھ جي علامت هوندي تہ انهن ٻنهي جو ايمان آڻڻ ممڪن آهي. جڏهن تہ اهو وڻ سائو ٿي ويو پوءِ حضورصَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن جي دعا جي برڪت سان ٻنهي پنهنجي پنهنجي قبرن مان نڪري اسلام آندو ۽ پوءِ پنهنجي پنهنجي قبرن ۾ تشريف وٺي ويا ۽ انهن ٻنهي جو زندھ ھئڻ ۽ ايمان آڻڻ نہ عقلاً محال آهي ۽ نہ شرعاً چو تہ قرآن شريف مان ثابت آهي تہ بني اسرائيل جي مقتول زندھ ٿي پنهنجي قاتل جو نالو ٻڌايو اهڙي طرح حضرت عيسيٰ عَلَیْہِ السَّلَام جي هٿ مبارڪ سان بہ ڪجھ مڙدا زندھ ٿيا[19]. جڏهن اهي سڀ ڳالهيون ثابت آهن تہ پوءِ حضور صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي والدين رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُمَا جو زندھ ٿي ايمان آڻڻ ۾ ڀلا ڪهڙي شيءِ رڪاوٽ ٿي سگهي ٿي؟ ۽ جنهن حديث ۾ آيو آهي تہ ”مون پنهنجي والدھ جي مغفرت جي لاءِ دعا جي اجازت طلب ڪئي تہ مون کي ان جي اجازت نہ ڏني ويئي“ هيءَ حديث حضورصَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي والدين رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُمَا جو زندھ ٿي ايمان آڻڻ کان تمام پهرين جي آهي چو تہ حضورصَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي والدين رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُمَا جو زندھ ٿي ايمان آڻڻ اهو ”حِجَّة الوداع“ جي موقعي تي ٿيو آهي (جيڪو حضور صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي وصال کان ڪجھ مهينا اڳ جو واقعو آهي) ۽ حضورصَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن جا مرتبا ۽ درجا هميشہ وڌندا ئي رهيا تہ ٿي سگهي ٿو تہ پهرين حضورصَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کي خدا تعاليٰ اهو

---

[19] الشباھ والنظائر، كتاب الحظرو الاباحة، ص 248

شرف عطا نہ فرمايو هجي تہ پاڻ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جا والدين رَضِىَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُمَا مسلمان ٿين پر بعد ۾ ان فضل ۽ شرف سان بہ پاڻ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي سرفراز فرمائي ڇڏيو تہ سندن والدين رَضِىَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُمَا کي صاحبِ ايمان بڻائي ڇڏيو[20]. ۽ قاضي امام ابو بکر ابن العربي مالکي کان اهو سوال کيو ويو تہ هڪ شخص هي چوي ٿو تہ حضورصَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جا ابا ۽ ڏاڏا جهنّمي آهن، تہ پاڻ فرمايائون تہ اهو شخص ملعون آهي. ڇو تہ اللّٰه تعاليٰ قرآن شريف ۾ ارشاد فرمايو آهي تہ.

اِنَّ الَّذِيْنَ يُؤْذُوْنَ اللّٰهَ وَ رَسُوْلَهٗ لَعَنَهُمُ اللّٰهُ فِى الدُّنْيَا وَ الْاٰخِرَةِ

ترجموڪنزالايمان: يعني بيشڪ جيڪي تڪليف ڏين ٿا اللّٰه ۽ ان جي رسول کي انهن تي اللّٰه جي لعنت آهي دُنيا ۽ آخرت ۾

(پاره 22، الاحزاب: 57)

حافظ شمس الدين دمشقي رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيْه ان مسئلي کي پنهنجي نعتيہ شعر ۾ هيئن بيان فرمايو آهي:

حَبَا اللّٰهُ النَّبِيَّ مَزِيْدَ فَضْلٍ عَلٰى فَضْلٍ وَّكَانَ بِهٖ رَءُوْفًا

ترجمو: اللّٰه تعاليٰ نبي ڪريم صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي تمام گهڻي فضل کان بہ وڌيڪ فضيلت عطا فرمائي ۽ اللّٰه تعاليٰ انهن تي تمام گهڻو مهربان آهي.

فَاَحْيَا اُمَّهٗ وَ كَذَا اَبَاهُ لِاِيْمَانٍ بِهٖ فَضْلًا لَّطِيْفًا

[20] (روح البيان،سورة البقرة تحت الآية 119، ج 1، ص 217)

چو تہ الله حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي ماءُ پيءُ کي حضور تي ايمان آڻڻ لاءِ پنهنجي فضل لطيف سان زندھ فرمايو.

فَسَلِّمْ فَالْقَدِيْمُ بِهٖ قَدِيْرٌ وَاِنْ كَانَ الْحَدِيْثُ بِهٖ ضَعِيْفًا

تہ توهان هن ڳالھ کي مڃي ڇڏيو چوتہ الله تعاليٰ ان ڳالھ تي قادر آهي توڙي جو هيءَ حديث ضعيف آهي.[21]

(انتهي ملتقطا،تفسير روح البيان ج1 ص218،217)

صاحب الاکليل حضرت علامہ شيخ عبدالحق مهاجر مدني قدس سره الغني جن لکيو آهي تہ علامہ ابن حجر هيتمي مشڪٰوة جي شرح ۾ فرمايو آهي تہ ”حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي والدين رَضِیَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُمَا کي الله تعاليٰ زندھ فرمايو ايستائين جو هنن ٻنهي ايمان آندو ۽ پوءِ وفات ڪري ويا“ هي حديث صحيح آهي ۽ جن محدثين هن حديث کي صحيح فرمايو آهي انهن ۾ امام قرطبي ۽ شام جا حافظ الحديث ابن ناصر الدين بہ آهن ۽ ان ۾ ملامت ڪرڻ فضول ۽ بيڪار آهي چوتہ ڪرامتن ۽ خاصيتن جو شان ئي اهو آهي تہ اُهي قاعدي ۽ عادت جي خلاف هونديون آهن جڏهن تہ حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي والدين رَضِیَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُمَا جو موت کان پوءِ اٿي ايمان آڻڻ اهو ايمان انهن جي لاءِ نفعي وارو آهي جڏهن تہ ٻين جي لاءِ هي ايمان مفيد نہ آهي، ان جوسبب هي آهي تہ حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي والدين رَضِیَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُمَا کي نسبتِ رسول جي ڪري جيڪو ڪمال

[21] روح البيان، سورة البقرة، تحت الآية، 119 ، ج 1، ص 217

حاصل آهي اهو بين جي لاءِ نہ آهي ۽ حضور صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي حديث ليت شعري ما فعل ابواي (ڪاش! مون کي خبر هجي ها تہ منهنجي والدين سان ڪهڙو معاملو ڪيو ويو) جي باري ۾ امام سيوطي رَحْمَۃُ اللّٰہِ تَعَالٰی عَلَیْہ "در منشور" ۾ فرمايو آهي تہ هي حديث مرسل ۽ ضعيف الاسناد آهي. (اڪليل عليٰ مدارڪ التنزيل ج2 ص10)

بحرحال مٿيان ڪجھ حوالا جيڪي معتبر ڪتابن مان ورتا ويا آهن انهن کي پڙهڻ ڪان پوءِ حضور اقدس صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم سان تمام گهٽي عقيدت ۽ ايماني محبت جي اها ئي تقاضا آهي تہ حضور صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جا والدين رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْھُمَا، تمام ابا ڏاڏا ۽ مٿن مائٽن سان ادب ۽ احترام کي لازم ڪيو وڃي. سواءِ انهن رشتيدارن جي جن جو ڪافر ۽ جهنّمي هئڻ قرآن ۽ حديث مان يقيني ثابت آهي جئين "ابو لهب" ۽ ان جي گهر واري "حمالة الحطب" باقي تمام قرابت وارن جو ادب ڪرڻ لازمي آهي ڇو تہ جن مائٽن کي حضور صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم سان نسبتِ قرابت حاصل آهي انهن جي بي ادبي ۽ گستاخي يقيناً حضور صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کي ايذاء رسائڻ جو باعث هوندو ۽ توهان قرآن جو فرمان پڙهي چڪا آهيو تہ جيڪي ماڻهو اللّٰه عَزَّوَجَلَّ ۽ ان جي رسول صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کي ايذاء ڏيندا آهن اهي دنيا ۽ آخرت ۾ ملعون آهن.

هن مسئلي تي اعليٰ حضرت مولانا شاهہ احمد رضا خان قبلہ بريلوي رَحْمَۃُ اللّٰہِ تَعَالٰی عَلَیْہ جن جو هڪ تحقيق شدھ رسالو جنهن جو نالو شمول الاسلام لاباءَ الڪرام آهي، جنهن ۾ پاڻ نهايت تفصيل ۽ دليلن

سان اهو ثابت ڪيو آهي تہ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جا والدين موحد ۽ مسلمان آهن. (وَاللّٰهُ اَعْلَمُ وَرَسُوْلُهٗ اَعْلَم)

## نبوت جي برڪتن جو ظهور

جيئن سج نڪرڻ کان پهرين تارن جو لڪي وڃڻ، صبح صادق جي سفيدي، شفق جي ڳاڙهاڻ سج نڪرڻ جي خوشخبري ڏينديون آهن اهڙي طرح جڏهن نبوت جي سج ايرڻ جو وقت ويجهو آيو تہ اطراف عالَم ۾ تمام گهڻا اهڙا عجيب عجيب ۽ خلافِ عادت واقعاظاهر ٿيڻ لڳا جيڪي سڄي ڪائنات کي سجاڳ ڪري اها بشارت ڏيڻ لڳا تہ رسالت جو سج پوري آب و تاب سان ايرڻ وارو آهي.

جئين اصحابِ فيل جي هلاڪت جو واقعو، برساتِ رحمت سان عرب جي سر زمين جو سر سبز ۽ شاداب ٿي وڃڻ، ۽ سالن جو ڏڪار لهي پوري ملڪ ۾ خوشحالي جو دؤر اچڻ ،بتن جو منهن ڀر ڪري پوڻ، فارس جي مجوسين جي هڪ هزار سالن کان ٻاريل باهہ جوهڪدم وسامي وڃڻ، ڪسريٰ جي محل جو زلزلو، ۽ ان جي چوڏهن ڪنگرن جو ڪري پوڻ، "همدان" ۽ "قم" جي وچ ۾ ڇهہ ميل ڊگهي ۽ ڇهہ ميل ويڪري "درياءِ ساوہ" جو يڪدم سُڪي وڃڻ، شام ۽ ڪوفي جي وچ ۾ وادي "سماوہ" جي سُڪل ندي جو اچانڪ وهڻ لڳڻ، حضورصَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي والده جي بدن مان هڪ اهڙي نور جو نڪرڻ جنهن سان "بصريٰ" جا محل روشن ٿي ويا. اهي سڀ واقعا انهيءَ سلسلي جون ڪڙيون آهن جيڪي

حضور صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي تشريف آڻڻ کان پهرين ئي ”خوشخبريون“ ٻڌجي عالَم ڪائنات کي اِها خوشخبري ڏيڻ لڳيون ته

(المواهب اللدنية وشرح الزرقاني، ولادته ...الخ، ج 1، ص 217.......)

مبارک ہو وہ شہ پردے سے باہر آنے والا ہے
گدائی کو زمانہ جس کے در پر آنے والا ہے

حضرات انبياءِ ڪرام عَلَیْہِمُ السَّلَام جي اعلانِ نبوت کان پهرين جيڪي خلاف عادت ۽ عقل کي حيرت ۾ وجهڻ وارا واقعا صادر ٿيندا آهن انهن کي شريعت جي اصطلاح ۾ ”ارهاص“ چئبو آهي ۽ اعلانِ نبوت کان پوءِ انهن کي ”معجزو“ چيو ويندو آهي انڪري مثيان تمام واقعا ”ارهاص“ آهن جيڪي حضور صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي اعلانِ نبوت کان پهرين ظاهر ٿيا جن کي اسان ”برڪاتِ نبوت“ جي عنوان سان بيان ڪيو آهي ان قسم جا واقعا جيڪي ”ارهاص“ سڏيا ويندا آهن انهن جو تعداد تمام گهڻو آهي انهن مان ڪجھ واقعن جو ذڪر ٿي چڪو آهي ڪجھ ٻيا واقعا به پڙهي وٺو.[22]

(1) محدث ابو نعيم پنهنجي ڪتاب ”دلائل النبوة“ ۾ حضرت عبدالله بن عباس رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُمَا جي روايت مان هيءَ حديث بيان ڪئي آهي ته جنهن رات حضور صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جو نور نبوت حضرت عبدالله رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ جي پُٺيءَ اقدس مان حضرت آمنه رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہَا جي پيٽ مبارڪ ۾ منتقل ٿيو، پوري زمين جي تمام جانورن، خاص

[22] (النبراس شرح شرح العقائد، اقسام الخارق سبعة، ص 282 ملتقطاً)

قريش جي جانورن کي الله تعالي ڳالهائڻ جي قوّت عطا فرمائي ۽ انهن فصيح زبانن۾ اعلان کيو تہ اڄ الله عَزَّوَجَلَّ جو مقدس رسول ماءُ جي پيٽ ۾ اچي چڪو آهي جن تي پوري دنيا جي امامت جو تاج آهي ۽ سڄي عالَم کي روشن ڪرڻ وارو ڏيئو آهي. اوڀر جي جانورن اولهہ جي جانورن کي بشارت ڏني. اهڙي طرح سمنڊ ۽ دريائن جي جانورن هڪٻئي کي اها خوشخبري ٻڌائي تہ حضرت ابو القاسمصَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي ولادت با سعادت جو وقت ويجهو اچي ويو[23]. (زرقاني علي المواهب ج1 ص 108)

(2) خطيب بغدادي پنهنجي سند سان هيءَ حديث روايت ڪئي آهي تہ حضورصَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي والده ماجده بي بي آمنہ رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْہَا فرمايو تہ جڏهن حضور اقدس صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم پيدا ٿيا تہ مون ڏٺو تہ هڪ تمام وڏوڪَڪَر آيو جنهن ۾ روشني سان گڏ گهوڙن جي هٽڪار ۽ پکين جي اُڏرڻ جو آواز هئو ۽ انسانن جون ٻوليون بہ ٻڌڻ ۾ اچي رهيون هيون پوءِ هڪدم حضور صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم منهنجي اڳيان غائب ٿي ويا ۽ مون ٻڌو تہ هڪ اعلان ڪرڻ وارو اعلان ڪري رهيو آهي تہ محمد صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کي اوڀر ۽ اولهہ ۾ سير ڪرايو ۽ انهن کي سمنڊن جو بہ سير ڪرايو تہ جئين سموري ڪائنات کي انهن جو نالو، انهن جو حُليو، انهن جي صفت معلوم ٿي وڃي ۽ انهن کي تمام جاندار مخلوق يعني جنن، انسانن، ملائڪن، جيتن ۽ پکين جي سامهون پيش ڪيو ۽ انهن کي حضرت

[23] المواهب اللدنية، المقصد الاول، آيات جمله، ج 1 ص 62

آدم عَلَيْهِ السَّلَام جي صورت، حضرت شيث عَلَيْهِ السَّلَام جي معرفت، حضرت نوح عَلَيْهِ السَّلَام جي شجاعت، حضرت ابراهيم عَلَيْهِ السَّلَام جي خلت، حضرت اسمٰعيل عَلَيْهِ السَّلَام جي زبان، حضرت اسحٰق عَلَيْهِ السَّلَام جي رضا، حضرت صالح عَلَيْهِ السَّلَام جي فصاحت، حضرت لوط عَلَيْهِ السَّلَام جي حڪمت، حضرت يعقوب عَلَيْهِ السَّلَام جي بشارت، حضرت موسيٰ عَلَيْهِ السَّلَام جي شدت، حضرت ايوب عَلَيْهِ السَّلَام جو صبر، حضرت يونس عَلَيْهِ السَّلَام جي اطاعت، حضرت يوشع عَلَيْهِ السَّلَام جو جهاد، حضرت داؤد عَلَيْهِ السَّلَام جو آواز، حضرت دانيال عَلَيْهِ السَّلَام جي محبت، حضرت الياس عَلَيْهِ السَّلَام جو وقار، حضرت يحييٰ عَلَيْهِ السَّلَام جي عصمت، حضرت عيسيٰ عَلَيْهِ السَّلَام جو زُهد عطا ڪري ان کي تمام پيغمبرن جي ڪمالن ۽ اخلاقِ حسنه سان سينگاري ڇڏيو [24]. ان کان پوءِ اهو ڪڪر هٽي ويو. وري مون ڏٺو ته پاڻ ريشم جي سائي ڪپڙي ۾ ويڙهيل آهن ۽ ان ڪپڙي مان پاڻي ٽِمي رهيو آهي ۽ڪو منادي اعلان ڪري رهيو آهي ته واهه واهه! ڇا ڇئجي محمد صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي پوري دنيا جو قبضو ڏنو ويو ۽ ڪائناتِ عالَم جي ڪا به شيءِ باقي نه رهي جيڪا انهنجي اختيار ۽ اطاعت ۾ نه هجي. وري جو مون نوراني چهري جي طرف ڏٺو ته چوڏهين جي چنڊ وانگر چمڪي رهيو هو ۽ بدن مان پاڪيزه مشڪ جي خوشبو اچي رهي هئي پوءِ ٽي شخص نظر آيا هڪ جي هٿ ۾ چاندي جو لوٽو، ٻي جي هٿ ۾ سائي زمرد (هڪ قيمتي پٿر) جو ٿالهه، ٽين

---

[24] المواهب اللدنية، شرح الزرقاني، ولادته ....الخ، ج 1، ص 212..........215

جي هٿ ۾ هڪ چمڪندڙ منڊي هئي. منڊي ست دفعا ڌوئي ان حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي ٻنهي ڪلهن جي وچ ۾ مهر نبوت لڳائي ڇڏي، پوءِ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي ريشمي ڪپڙي ۾ ويڙهي ڪنيو ۽ ٿوري دير کان پوءِ منهنجي حوالي ڪري ڇڏيو[25].

(زرقاني علي المواهب ج1 ص113 کان ص 115)

[25] المواهب اللدنية مع شرح الزرقاني، ولادة،...........الخ، ج 1 ص 215 ...........216

# باب ٻيو

# نندپڻ

## ولادت باسعادت

حضور صَلَّى الله تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي پيدائش جي تاريخ ۾ اختلاف آهي. پر مشهور قول اهو ئي آهي تہ ”اصحابِ فيل“ جي واقعي کان پنجونجاهہ ڏينهن پوءِ 12 ربيع الاول مطابق 20 اپريل سنہ571ء ولادت باسعادت جي تاريخ آهي. مڪي وارن جو بہ انهيءَ تي عمل آهي تہ اهي ماڻهو ٻارهن ربيع الاول تي دربار نبوت جي زيارت لاءِ ويندا آهن ۽ اتي ميلاد شريف جون محفلون منعقد ڪندا آهن[26].
(مدارج النبوة ج 2 ص 14)

تاريخ عالم ۾ هي اهو نرالو ۽ عظمت وارو ڏينهن آهي جو اِنهي ڏينهن عالَم هستي جي وجود جو باعث، گردشِ ليل و نهار جو مطلوب، خُلقِ آدم جي رَمزَ، نوح جي ٻيڙي جي حفاظت جو راز، بانيءِ ڪعبہ جي دعا، ابن مريم جي بشارت جو ظهور ٿيو. ڪائناتِ وجود جي مُنجهيل زلفن کي سنوارڻ وارو، پوري جهان جي بگڙيل نظامن کي سُڌارڻ وارو، يعني

وہ نبیوں میں رحمت لقب پانے والا
مرادیں غریبوں کی بر لانے والا
مصیبت میں غیروں کے کام آنے والا
وہ اپنے پرائے کا غم کھانے والا
فقیروں کا ماویٰ، ضعیفوں کا ملجا
یتیموں کا والی، غلاموں کا مولیٰ

---

[26] مدارج النبوت، قسم دوم، باب اول، ج2، ص 14 ملخصا

سند الاصفياء، اشرف الانبياء، احمد مجتبيٰ، محمد مصطفيٰ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم عالمِ وجود ۾ رونق افروز ٿيا ۽ پاڪ بدن، ناڙو ڪٽيل، طوهر ٿيل، خوشبو ۾ رَچيل سجدي جي حالت ۾، مڪہ مڪرمہ جي مقدس سر زمين تي پنهنجي والد ماجد جي گهر ۾ پيدا ٿيا. پيءُ ڪٿي هئا جيڪي سڏيا وڃن ۽ پنهنجي نونهال کي ڏسي خوش ٿين ها. اهي تہ پهرين ئي وفات ڪري ويا هئا. ڏاڏي کي گهرايو ويو جيڪي ان وقت ڪعبة الله جي طواف ۾ مشغول هئا. اها خوشخبري ٻڌي ڏاڏا "عبدالمطلب" خوشي خوشي حرمِ ڪعبہ کان پنهنجي گهر آيا ۽ نهايت جوشِ محبت ۾ پنهنجي پوٽي کي سيني سان لڳايو. پوءِ ڪعبي ۾ ڪٺي وڃي خير و برڪت جي دعا گهري ۽ "محمد" نالو رکيو.[27] پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي چاچي ابو لهب جي ٻانهي "ثُوَيۡبَہ" خوشيءَ وچان ڊوڙندي وئي ۽ "ابولهب" کي سندس ڀائٽي پيدا ٿيڻ جي خوشخبري ٻڌائي تہ ان (ابولهب) خوشي ۾ شهادت جي آڱر جي اشاري سان "ثُوَيۡبَہ" کي آزاد ڪري ڇڏيو. جنهن جو فائدو ابو لهب کي اهو مليو تہ ابولهب جي مرڻ کان پوءِ ان جي گهر وارن ان کي خواب ۾ ڏٺو ۽ حال پڇيو تہ ان پنهنجي آڱر ڪڍي اهوچيو تہ توهان کان جدا ٿيڻ کان پوءِ مون کي ڪجهہ (ڪائڻ پيئڻ) لاءِ نہ مليوسواءِ ان جي جو "ثُوَيۡبَہ" کي آزاد ڪرڻ جي سبب هِن آڱر جي ذريعي ڪجهہ پاڻي پياريو وڃي ٿو.[28]

(بخاري ج 2 باب وامهاتكم التي ارضحنكم)

---

[27] المواهب اللدنية مع شرح الزرقاني، ولادة ............النع ، ج 1 ص 232

[28] (صحيح البخاري، ڪتاب النڪاح، باب وامهاتڪن اللاتي ارضعمڪم، الحديث: 5101 ج 3، ص 432، والمواهب اللدينة مع شرح الزرقاني، ذڪر رضاعه ﷺ ..... الخ ، ج 1، ص 259)

ان موقعي تي حضرت شيخ عبدالحق محدث دهلوي رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه هڪ تمام سوچڻ ۽ سمجهڻ واري ڳالهه تحرير فرمائي آهي جيڪا اهلِ محبت جي لاءِ تمام ئي لذت بخش آهي. اهي لکن ٿا ته

هن موقعي تي ميلاد ڪرڻ وارن لاءِ سَنَد آهي ته اُهي حضور ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي شبِ ولادت ۾ خوشي ملهائيندا آهن ۽ پنهنجو مال خرچ ڪندا آهن. مطلب اهو آهي ته جڏهن ابو لهب ڪي جيڪو ڪافر هو ۽ جنهن جي مذمّت ۾ قرآن شريف نازل ٿيو آنحضرت صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي ولادت تي خوشي ملهائڻ ۽ ٻانهيءَ ڪي آزاد ڪرڻ تي جزا ڏني وئي ته پوءِ ان مسلمان جو ڇا حال هوندو جيڪو آنحضرت صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي محبت ۾ خوشي ملهائي ٿو ۽ پنهنجو مال خرچ ڪري ٿو[29]. (مدارج النبوة ج 2 ص 19)

## مولد النبي صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم:

جنهن مقدس گهر ۾ حضور اقدس صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي ولادت ٿي، تاريخ اسلام ۾ ان مقام جو نالو ”مولد النبي صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم“ (نبي جي پيدائش جي جڳهه) آهي. هي تمام گهڻو متبرڪ مقام آهي. سلاطينِ اسلام هن مبارڪ يادگار تي بيحد عاليشان ۽ شاندار عمارت ناهي ڇڏي هئي، جتي اهل حرمين شريفين ۽ پوري دنيا مان اچڻ وارا مسلمان ڏينهن رات محفلِ ميلاد شريف منعقد ڪندا ۽ صلٰوة السلام پڙهندا رهندا هئا. جڏهن ته حضرت شاه ولي

[29] مدارج النبوت، قسم دوم باب اول، ذڪر نسب وحمل و ولادت ..... الخ، ج 2، ص 19

الله صاحب محدث دهلوي رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه پنهنجي ڪتاب "فيوض الحرمين" ۾ تحرير فرمايو آهي ته آئون هڪ دفعو ان محفل ميلاد شريف ۾ حاضر ٿيس، جيڪا مڪي شريف ۾ ٻارهن ربيع الاول تي "مولد النبي صَلَّى الله تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم" ۾ منعقد ٿي هئي جنهن وقت ولادت جو ذڪر پڙهيو پئي ويو ته مون ڏٺو ته اوچتو ان مجلس مان ڪجھ نُورَ نڪتا، مون انهن انوارن تي غور ڪيو ته معلوم ٿيو ته اهي رحمتِ الاهي ۽ انهن فرشتن جا نور هئا جيڪي اهڙين محفلن ۾ حاضر ٿيندا رهندا آهن. (فيوض الحرمين)

جڏهن حجاز تي نجدي حڪومت قائم ٿي ته جنّت المعلي ۽ جنّت البقيع جي مقبرن جي گنبذن سان گڏو گڏ نجدي حڪومت ان مقدس يادگار کي به ڊاهي پَٽُ ڪري ڇڏيو ۽ سالن تائين هي مبارڪ مقام ويران رهيو، پر جڏهن آئون جون سنه 1959 ۾ ان مرڪزِ خير وبرڪت جي زيارت لاءِ حاضر ٿيس ته مون ان جڳھ تي هڪ ننڍڙي بلڊنگ ڏٺي جنهن کي تالو لڳل هو ڪجھ عربن ٻڌايو ته هاڻي ان بلڊنگ ۾ هڪ مختصر لائبريري ۽ هڪ ننڍڙي آفيس آهي هاڻي اتي نه ميلاد شريف ٿي سگھي ٿو نه صلاة و سلام پڙهڻ جي اجازت آهي. مون پنهنجي ساٿين سان گڏ بلڊنگ کان ٿورو پري ٻيهي لڪي لڪي صلاة وسلام پڙهيو، مون تي اهڙي رقت طاري ٿي جو آئون ڪجھ دير تائين روئندو رهيس.

## ڪيرپيئڻ جوزمانو

سڀ کا پهرين حضورصَلَّى الله تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ابو لهب جي لونڊي

”حضرت ثُوَيْبَہَ“ جو کير نوش فرمايو پوءِ پنهنجي والده ماجده حضرت آمنہ رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْهَا جي کير سان سيراب ٿيندا رهيا، پوءِ حضرت حليمہ سعديہ رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْهَا پاڻ صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي ساڻ وٺي ويئي ۽ پنهنجي قبيلي ۾ رهائي کين کير پيارِيندي رهي ۽ انهن وٽ ئي پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي کير پيئڻ جو زمانو گذريو.[30]

(مدارج النبوة ج2، ص 18)

عرب جي ماڻهن جي عادت هئي تہ اهي پنهنجي ٻارن کي کير پيارڻ جي لاءِ ٻَرَ وارن ڳوٺن ۾ موڪلي ڇڏيندا هئا، ڳوٺ جي صاف ستري آبهوا ۾ ٻارن جي تندرستي ۽ جسماني صحت بہ سٺي ٿي ويندي هئي ۽ هو خالص ۽ فصيح عربي زبان بہ سکي وٺندا هئا چو تہ شهر جي زبان ٻاهرين ماڻهن جي اچ وڃ سان خالص، فصيح ۽ بليغ نہ رهندي هئي.

حضرت حليمہ رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْهَا جو بيان آهي تہ آئون ”بني سعد“ جي عورتن سان گڏ کير پيئڻ وارن ٻارن جي تلاش ۾ مکي ويس. ان سال عرب ۾ تمام سخت ڏکار پيل هو منهنجي جهولي ۾ هڪ ٻار هو  پر غُربت ۽ بُک جي ڪري منهنجي ڇاتين ۾ ايترو کير نہ هو جو ان کي ڪافي ٿئي. سڄي رات اهو ٻار بک جي ڪري تڙپندو ۽ روئندو رهندو هو ۽ اسان ان جي دلجوئي ۽ دلداري جي لاءِ سڄي رات ويهي گذاريندا هئاسين.هڪ ڏاچي بہ اسان وٽ هئي پر ان کي بہ کير نہ هو، مکي شريف جي سفر ۾

[30] مدارج النبوت، قسم دوم، باب اول، ج 2، ص 18_19 ملخصاً

جنهن خچر تي آئون سوار هيس اهو به ايترو ڪمزور هو جو قافلي وارن سان گڏ نه پئي هلي سگهيو، منهنجا همسفر به ان مان تنگ اچي چڪا هئا. وڏين مشڪلن سان هي سفر مڪمل ٿيو جڏهن هي قافلو مڪي پهتو ته جيڪا به عورت رسول الله صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي ڏسندي ۽ اِهو ٻڌندي هئي ته هي يتيم آهن ته ڪابه عورت ڪين کڻڻ جي لاءِ تيار نه ٿيندي هئي، ڇو ته ٻار جي يتيم هئڻ جي ڪري گهڻو انعام ۽ اڪرام ملڻ جي اميد نه هئي. هوڏانهن حضرت حليمه سعديه رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا جي قسمت جو ستارو ثريا کا وڌيڪ بلند ۽ چنڊ کان وڌيڪ روشن هيو. ان جي کير جي گهٽتائي ان جي لاءِ رحمت جو باعث بڻجي وئي ڇو ته کير گهٽ ڏسي ڪنهن به پنهنجو ٻار ان کي ڏيڻ پسند نه ڪيو.

حضرت حليمه سعديه رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا پنهنجي مڙس "حارث بن عبدالعزيٰ" کي چيو ته اِهو ته سنو نٿو لڳي ته آئون خالي هٿين واپس وڃان، ان کان بهتر اهو آهي ته آئون هن يتيم کي ئي کڻي هلان، مڙس ان ڳالهه کي منظور ڪري ورتو ۽ حضرت حليمه رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا ان يتيم ٻچڙي کي کڻي آئي جنهن سان نه صرف حضرت حليمه رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا ۽ حضرت آمنه رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا جي گهر ۾ پر پوري ڪائناتِ عالَم جي اوپر ۽ اولهه ۾ روشني ٿيڻ واري هئي هي خداوندِ قدوس جو فضل عظيم ئي هو ته حضرت حليمه رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا جي قسمت جاڳي پئي ۽ سرور ڪائنات صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ان جي هنج ۾ اچي ويا. پنهنجي تنبو ۾ آڻي جڏهن ڪين کير پيارڻ ويني ته رحمت

جي برسات وانگر برڪاتِ نبوت جو ظهور شروع ٿي ويو خدا جو شان ڏسو تہ حضرت حليمہ رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْھَا جي مبارڪ پستانن (ڇاتي مبارڪ) ۾ ايترو تہ کير لٿو جو رحمتِ عالَمصَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم ۽ انهن جي کير پياڪ ڀاءُ بہ پيٽ ڀري کير پيتو۽ٻئي آرام سان سمهي پيا، هوڏانهن ڏاچيءَ کي ڏنائون تہ ان جا ٿڻَ بہ کير سان ڀرجي ويا هئا. حضرت حليمہ رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْھَا جي مڙس ان جو کير ڏُڏو. ۽ زال، مڙس ٻئي پيٽ ڀري پوري رات سک ۽ آرام جي ننڊ ستا.

حضرت حليمہ رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْھَا جو مڙس حضور رحمتِ عالم صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جون هي برڪتون ڏسي حيران رهجي ويو ۽ چوڻ لڳو تہ حليمہ! تون تمام مبارڪ ٻار کڻي آئي آهين. حضرت حليمہ رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْھَا چيو واقعي مون کي بہ اها ئي اميد آهي تہ هي تمام ئي بابرڪت ٻار آهي ۽ خدا جي رحمت ٻڌجي اسان کي مليو آهي ۽ مون کي اها ئي توقع آهي تہ هاڻي اسان جو گهر خير ۽ برڪت سان ڀرجي ويندو.[31]

حضرت حليمہ رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْھَا فرمائن ٿيون تہ ان کان پوءِ اسان رحمتِ عالم صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کي پنهنجي هنج ۾ کڻي مکي شريف کان پنهنجي ڳوٺ روانا ٿياسين تہ منهنجو اهو ئي خچر هاڻي ايترو تہ تيز هلڻ لڳو جو ڪنهن جي بہ سواري ان جي دَزَ کي بہ نہ ٿي پهچي سگهي. قافلي جون عورتون حيران ٿي مون

[31] مدارج النبوت، قسم دوم، باب اول، ج2، ص20،19 ملخصاً ولموهب اللدينة مع شرح الزرقائي، ذڪر رضاعه صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم، ج1، ص 79

ڪي چوڻ لڳيون ته اي حليمه! رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهَا چا هي اهو ئي خچر آهي؟ جنهن تي تون سوار ٿي آئي هئينءَ يا ڪو ٻيو تيز خچر تو خريد ڪيو آهي؟ مطلب ته اسان پنهنجي گهر پهتاسين اتي تمام سخت ڏڪار پيل هو ۽ جانورن جي ٿڻن ۾ ڪير سڪي چڪو هو پر منهنجي گهر ۾ پير رکندي ئي منهنجي ٻڪرين جا ٿڻ ڪير سان ڀرجي ويا. هاڻي روز منهنجون ٻڪريون جڏهن چري گهر واپس اينديون هيون ته انهن جا ٿڻ ڪير سان ڀريل هوندا هئا. جڏهن ته پوري ڳوٺ ۾ ڪنهن ٻِئي ڪي پنهنجي جانورن مان ڪير جو هڪ ڦُڙو به نه ملندو هو. منهنجي قبيلي وارن پنهنجي ڌنارن کي چيو ته توهان به پنهنجي جانورن کي انهي جڳهه چاريو جتي حليمه رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهَا جا جانور چرن ٿا. اهڙي طرح سڀ ماڻهو انهي جاءِ تي پنهنجا جانور چارڻ لڳا جتي منهنجون ٻڪريون چرنديون هيون پر هتي ته چراگاهه (يعني چرڻ جي جڳهه) ۽ جهنگ جو ته ڪوبه عمل دخل نه هو هي ته رحمتِ عالَم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي برڪتِ نبوت جو فيض هو جنهن کي آئون ۽ منهنجي مڙس ڪان سواءِ منهنجي قوم جو ڪوبه شخص نٿي سمجهي سگهيو.[32]

مطلب ته اهڙي طرح اسان هر وقت هر قدم تي لڳاتار پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي برڪتن جو مشاهدو ڪندا رهياسين ايسيتائين جو ٻه سال پورا ٿي ويا ۽ مون پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي ڪير ڇڏائي ڇڏيو. پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي تندرستي ۽ نشونما جو حال ٻين ٻارن کا

---

[32] مدارج النبوت، قسم دوم، باب اول، ج2، ص20، ملتقطاً

ايترو سنو هو جو ٻن سالن ۾ پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تمام وڏا معلوم ٿيڻ لڳا، هاڻ اسان دستور موجب رحمتِ عالَمصَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمکي ان جي والده وٽ وني آياسين ۽ ان حسبِ توفيق اسان کي انعام ۽ اکرام سان نوازيو[33].

توڙي جوقاعدي موجب هاڻي اسان کي رحمتِ عالَمصَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي پاڻ وٽ رکڻ جو ڪوبہ حق نہ هو پر پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي نبوت جي برڪت جي ڪري هڪ گهڙي جي لاءِ بہ اسان کي پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي جدائي پسند نہ هئي. عجيب اتفاق جو ان سال مڪي معظّمہ ۾ وبائي بيماري پکڙيل هئي تنهنڪري اسان ان وبائي بيماري جو بهانو ڪري حضرت بيبي آمنہ رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا کي راضي ڪري ورتو ۽ پوءِ رحمتِ عالَمصَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي واپس پنهنجي گهر آندو ۽ پوءِ اسان جو گهر رحمتن ۽ برڪتن جي کاڻ بڻجي ويو ۽ پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم اسان وٽ نهايت خوش و خرم رهڻ لڳا جڏهن پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ڪجهہ وڏا ٿيا تہ گهر کان ٻاهر نڪرندا ۽ ٻين ٻارن کي کيڏندي ڏسندا هئا پر پاڻ هميشہ هر قسم جي راند روند کان پري رهندا هئا[34]. هڪ ڏينهن مون کي چوڻ لڳا تہ امان جان! منهنجا ڀيا ڀائر ڀينرون سڄو ڏينهن نظر نٿا اچن اُهي هميشہ صبح جو اٿي روزانو ڪيڏانهن هليا ويندا آهن؟

---

[33] شرح الزرقاني علي المواهب، من خصائصه صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ، ج1،ص 279، الموهب اللدينة، ذڪر رضاعه صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم، ج 1 ص 82

[34] شرح الزرقاني علي الموهب، من خصائصه صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ، ج 1، ص 278 ماخوذاً

مون چيو اهي ٻڪريون چارڻ ويندا آهن اهو ٻڌي پاڻ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم فرمايو: مهربان امان! توهان مون کي بہ منهنجي ڀائرن ۽ ڀينرن سان گڏ موڪليندا ڪريو نہ. تڏهن پاڻ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي اصرار کان مجبور ٿي پاڻ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کي حضرت حليمہ رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنۡھَا پنهنجي ٻارن سان گڏ ٻڪريون چارڻ جي اجازت ڏئي ڇڏي ۽ پاڻ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم روزانو جتي حضرت حليمہ رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنۡھَا جون ٻڪريون چرنديون هيون اُتي تشريف کڻي ويندا رهيا ۽ ٻڪريون چراگاهہ ۾ ڪاهي وڃي انهن جي سار سنڀال ڪرڻ لڳا، جيڪا تمام انبياءِ ڪرام ۽ رسولن عَلَيۡهِمُ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَام جي سنّت آهي پاڻ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن پنهنجي عمل سان ننڍپڻ ۾ ئي پنهنجي هڪ خصلتِ نبوت جو اظهار فرمائي ڇڏيو.[35]

## شقِ صدر

هڪ ڏينهن پاڻ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم چراگاهہ ۾ هئا تہ هڪدم حضرت حليمہ رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنۡھَا جو هڪ پُٽ "ضمره" ڊوڙندو، سهڪندو ۽ ڏڪندو پنهنجي گهر آيو ۽ پنهنجي ماءُ حضرت بيبي حليمہ رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنۡھُا کي چيو تہ امان جان! وڏو غضب ٿي ويو محمد صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کي ٽن ماڻهن جن کي سفيد لباس پاتل هئا.پُٺي پر ليٽائي انهن جو پيٽ چِيري ڇڏيو آهي ۽ آئون اِنهن کي انهيءَ ئي حال ۾ڇڏي ڀڄندو آيو آهيان. اِهو ٻڌي حضرت حليمہ رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنۡھَا ۽ ان جا مڙس ٻئي بد حواس ٿي گهبرايل انداز ۾ ڊوڙندي جهنگ ۾ پهتا، ڏٺائون تہ پاڻ

---

[35] مدارج النبوت، قسم دوم، باب اول، ج 2، ص21

صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن وينا آهن. پر خوف ۾ ڏپ وچان سندن چهرو ڦِڪو ۽ مُرجهايل آهي، حضرت حليمه رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْهَا جي مڙس تمام شفقت واري انداز ۾ پيار سان پڇيو ته پٽ! ڇا ڳالهه آهي؟ پاڻ صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن فرمايو ته ٻه شخص جن جا ڪپڙا نهايت اڇا ۽ صاف سترا هئا مون وٽ آيا ۽ مون کي پني پر ليٽائي منهنجو پيٽ چِيري ان مان ڪا شيءِ ڪڍي ٻاهر اڇلائي ڇڏيائون ۽ پوءِ ٻي ڪا شيءِ منهنجي پيٽ ۾ وجهي ان کي سِبي ڇڏيائون پر مون کي ترَ جيتري به تڪليف نه ٿي[36]. (مدارج النبوت ج 2 ص 21)

اِهو واقعو ٻُڌي حضرت حليمه رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْهَا ۽ ان جو مڙس ٻئي گهڻا گهٻرائجي ويا ۽ مڙس چيو ته حليمه! رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْهَا مون کي خوف آهي ته شايد هنن تي ڪجهه جِنات جو اثر آهي تنهنڪري تون جلد کان جلد هنن کي انهن جي گهر وارن وٽ ڇڏي اَچ. ان کان پوءِ حضرت حليمه رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْهَا پاڻ صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي وٺي مڪي شريف آئي جو ته ان کي اِن واقعي کان پوءِ اهو خوف پيدا ٿي پيو هو ته شايد هاڻي اسان چڱيءَ طرح انهن جي حفاظت نه ڪري سگهنداسين. حضرت حليمه رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْهَا جڏهن مڪه معظّه ۾ پهچي پاڻ صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي سندن والده ماجده رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْهَا جي حوالي ڪيو ته انهن پڇيو ته حليمه! رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْهَا تون ته وڏي خواهش ۽ چاهه سان منهنجي ٻچي کي پنهنجي گهر ڪٺي ويئي هئينءَ پوءِ

---

[36] مدارجالنبوت، قسم دوم، باب اول ج 2 ص 21 ملخصاً، والمواهب اللدنية ذكر رضاع صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ج 1 ص 28

ايترو جلدي واپس وني اچڻ جو سبب ڪهڙو آهي؟ جڏهن حضرت حليمه رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهَا شڪم چاڪ ڪرڻ جو واقعو بيان ڪيو ۽ جنات جي اثر جو شڪ ظاهر ڪيو ته حضرت بي بي آمنه رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهَا فرمايو ته هرگز نه، خدا جو قسم! منهنجي نورِ نظر تي ڪڏهن به ڪنهن جِنَ يا شيطان جو عمل دخل نه ٿي سگهندو. منهنجي پُٽ جو وڏو شان آهي. پوءِ حمل جي ڏينهن ۽ ولادت جي وقت جا حيران ڪندڙ واقعا ٻُڌائي حضرت حليمه رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهَا کي مُطمئِن ڪري ڇڏيو ۽ حضرت حليمه رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهَا نبيِ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي پنهنجي والده ماجده جي حوالي ڪري پنهنجي ڳوٺ واپس هلي آئي ۽ نبيِ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم پنهنجي والده ماجده جي هنج ۾ پرورش پائڻ لڳا[37].

## شقِ صدر ڪيترا ڀيرا ٿيو؟

حضرت مولانا شاهه عبدالعزيز صاحب محدث دهلوي رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَيْه سورة ”الم نشرح“ جي تفسير ۾ فرمايو آهي ته چار ڀيرا پاڪ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو مقدس سينو چاڪ ڪيو ويو ۽ ان ۾ نور ۽ حڪمت جو خزانو ڀريو ويو پهريون ڀيرو جڏهن پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم حضرت حليمه رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهَا جي گهر هئا جنهن جو ذڪر ٿي چڪو آهي ان جي حڪمت هيءَ هئي ته حضور ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم انهن وسوسن ۽ خيالن کان محفوظ رهن جن ۾ ٻار مبتلا

[37] (الموهب اللدينة،ذڪر رضاعة صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم،ج1، ص 82 شرح الزرقاني علي الموهب، شق صدره صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ،ج1،ص280_281)

تي راند روند ۾ شرارتن ڏانهن مائل ٿي ويندا آهن ٻيوپيرو ڏهن سالن جي عمر ۾ ٿيو ته جيئن پاڻ جواني جي شهوتن کان بيخوف ٿي وڃن. ٽيون پيرو غارِ حِرا ۾ شقِ صدر ٿيو ۽ پاڻ ڪريم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي دل ۾ نورِ سڪينه پريو ويو ته جئين پاڻ وحيءِ الٰهي جي عظيم ۽ ڳري وزن کي برداشت ڪري سگهن. چوٿون پيرو شب معراج ۾ پاڻ ڪريم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو سينو مبارڪ چاڪ ڪري نور ۽ حڪمت جي خزاني سان معمور ڪيو ويو، ته جئين پاڻ ڪريم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي دل مبارڪ ۾ ايتري وسعت ۽ صلاحيت پيدا ٿي وڃي جو پاڻ ديدارِالاهي عَزَّوَجَلَّ جون تجليون، ۽ ڪلامِ رباني جي هيبتن ۽ عظمتن کي برداشت ڪري سگهن.

## اُم ايمن

جڏهن حضور اقدس صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم حضرت حليمه رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنۡهَا جي گهر مان مڪي پاڪ پهچي ويا ۽ پنهنجي والده محترمه وٽ رهڻ لڳا ته حضرت ”اُمِ ايمن“ جيڪا سندن والد صاحب جي ٻانهي هئي پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي خدمت گذاري ۾ ڏينهن رات دل جان سان مصروف رهڻ لڳي. اُمِ ايمن جو نالو ”برڪته“ آهي. هيءَ پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي پنهنجي والد صاحب رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنۡهُ کان ميراث ۾ ملي هئي اُها ئي پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي ماني کارائيندي هئي ڪپڙا پارائيندي هئي ۽ سندن ڪپڙا ڌوئيندي هئي. پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم پنهنجي آزاد ڪيل غلام حضرت زيد بن حارثه رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنۡهُ

سان ان جو نڪاح ڪرائي ڇڏيو هو جن مان حضرت اسامہ بن زيد رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ پيدا ٿيا[38]. (رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْھم)

## ننڍپڻ جون ادائون

حضرت حليمہ رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْھَا جو بيان آهي تہ پاڻ صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جو پينگهو فرشتن جي لوڏڻ سان لُڏندو هو ۽ پاڻ ننڍپڻ ۾ چنڊ ڏانهن آڱر کڻي اشارو فرمائيندا هئا تہ چنڊ پاڻ صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي آڱر جي اشاري تي حرڪت ڪندو هو جڏهن سندن زبان کلي تہ سڀ کان پهرين جيڪو ڪلام سندن زبان مبارڪ مان نڪتو اهو هي هو اللّٰہ اکبر اللّٰہ اکبرالحمد للّٰہ رب العالمين وسبحان اللّٰہ بکرة واصيلا ٻارن جي عادت جي مطابق ڪڏهن بہ پاڻ صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم ڪپڙن ۾ بول و براز (پيشاب ۽ پاخانو) نہ فرمايو، هميشہ هڪ مقرر وقت تي رفعِ حاجت فرمائيندا هئا. جيڪڏهن پاڻ صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي شرم گاهہ کُلي ويندي هئي تہ پاڻ روئي روئي فرياد ڪندا هئا ۽ جيستائين شرم گاهہ نہ ڍڪجي ويندي هئي تيستائين پاڻ صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کي چين ۽ سُڪون نہ ايندو هو جيڪڏهن شرم گاهہ لِڪائڻ ۾ مون کان دير ٿي ويندي هئي تہ غيب کان ڪو سندن شرم گاهہ لِڪائي ڇڏيندو هو.جڏهن پاڻ ڪريم صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم پنهنجي پيرن تي هلڻ جي قابل ٿيا تہ ٻاهر وڃي ٻارن کي راند ڪيڏندي ڏسندا هئا پر پاڻ راند

---

[38] مدارج النبوت، قسم دوم، باب اول، ج 2، ص 23، والموهب اللدينة، ذکر حضانته صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم ج1، ص97

روند ۾ شريڪ نہ ٿيندا هئا بار ڪين ڪيڏڻ لاءِ سڏيندا هئا تہ پاڻ فرمائيندا هئا تہ آئون ڪيڏڻ لاءِ پيدا نہ ڪيو ويو آهيان.[39]

(مدارج النبوة ج2، ص 21)

## حضرت آمنہ رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنۡہَا جي وفات

حضور اقدس صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي عمر شريف جڏهن ڇهہ سالن جي ٿي وئي تہ سندن والده ماجده رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنۡهُا پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي ساڻ وٺي مديني شريف سندن ڏاڏي جي ناناڻن بنو عدي بن نجار ۾ مائٽن سان ملاقات يا پنهنجي مڙس جي قبر جي زيارت لاءِ تشريف وٺي ويئي. حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي والد صاحب جي ٻانهي اُمِ ايمن بہ ان سفر ۾ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم سان گڏ هئي اتان ڪان واپسي تي "ابواء" نالي ڳوٺ ۾ بيبي آمنہ رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنۡهَا جي وفات ٿي ويئي ۽ اهي اُتي ئي مدفون ٿيون والد صاحب جو سايو تہ ولادت کان پهرين ئي لَهي چڪو هو هاڻي والده ماجده جي شفقت واري جهولي بہ ختم ٿي وئي. پر حضرت بيبي آمنہ رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنۡهَا جو هي بي مثال موتي جنهن آغوشِ رحمت ۾ پرورش حاصل ڪري پروان چڙهڻ وارو آهي انهن سيني ظاهري تربيت جي اسبابن کان بي نياز آهي.[40]

حضرت بيبي آمنہ رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنۡهَا جي وفات کانپوءِ حضرت اُمِ اَيمن رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنۡهَا پاڻ ڪريمصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي مڪي شريف وٺي آئي ۽

[39] مدارج النبوت، قسم دوم، باب اول، ج2، ص 20

[40] المواهب اللدنية، ذڪر رضاعہ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ج 1، ص 77 ملخصاً

سندن ڏاڏي عبدالمطلب جي سپرد ڪيو، ڏاڏي پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي پنهنجي آغوشِ تربيت ۾ تمام گهڻي شفقت ۽ محبت سان پرورش ڪئي ۽ حضرت اُمِ اَيمن رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا سندن خدمت ڪندي رهي. جڏهن پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي عمر شريف اٺ سال ٿي ته سندن ڏاڏي عبدالمطلب جو به انتقال ٿي ويو.[41]

## ابو طالب وٽ

عبدالمطلب جي وفات کانپوءِ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي چاچي ابو طالب پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي پنهنجي آغوشِ تربيت ۾ ورتو، حضورڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي نيڪ خصلتن ۽ دل وندرائڻ وارين نندپڻ جي پيارين پيارين ادائن ابوطالب کي پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو اهڙو ته گرويده (عاشق) بڻائي ڇڏيو جو گهر جي اندر ۽ باهر هر وقت پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي پاڻ سان گڏ ئي رکندا، پاڻ سان گڏ ئي کارائيندا پياريندا ۽ پنهنجي پرسان ئي سندن بسترو وڇائيندا هئا ۽ هڪ گهڙي جي لاءِ به ڪڏهن پنهنجي نظرن کان پري ٿيڻ نه ڏيندا هئا.[42]

ابو طالب جو بيان آهي ته مون ڪڏهن به نه ڏٺو ته حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ڪنهن به وقت ڪو ڪوڙ ڳالهايو هجي يا ڪڏهن ڪنهن کي ڪو دوکو ڏنو هجي يا ڪڏهن ڪنهن کي ڪا تڪليف پهچائي هجي، يا آواره ڇوڪرن وٽ کيڏڻ جي لاءِ ويا هجن يا

[41] شرح الزرقاني علي المواهب، ذکر افاة امه...الخ، ج 1، ص 353
[42] شرح الزرقاني علي المواهب، ذکر و فاة امه،........الخ، ج 1، ص 354

ڪڌهن ڪا خلافِ تهذيب ڳالهه ڪئي هجي، هميشه بيحد خوش اخلاق، نيڪ عادتن وارا، نرم گفتار، اعليٰ ڪردار ۽ اعليٰ درجي جا پرهيزگار رهيا.

## سندن جي دعا سان برسات

هڪ ڀيرو ملڪِ عرب ۾ تمام سخت ڏڪار پئجي ويو. مڪي وارن بتن کي فرياد ڪرڻ جو ارادو ڪيو پرهڪ حسين ۽ جميل پوڙهي مڪي وارن کي چيو ته اي مڪي وارؤ! اسان ۾ ابو طالب موجود آهن جيڪي ڪعبي جي باني حضرت ابراهيم خليل الله عَلَيْهِ السَّلَام جي نسل مان آهن ۽ ڪعبي جا متولي ۽ سجاده نشين به آهن اسان کي انهن وٽ هلي دعا جي درخواست ڪرڻ گهرجي. جنهن تي سردارانِ عرب ابو طالب جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ فرياد ڪرڻ لڳا ته اي ابو طالب! ڏڪار جي باهه سڄي عرب کي ساڙي خاڪ ڪري ڇڏيو آهي. جانور گاهه پاڻي لاءِ ترسي رهيا آهن ۽ انسان داڻو پاڻي نه ملڻ جي ڪري تڙپي تڙپي دم ڏيئي رهيا آهن. قافلن جو اچڻ وڃڻ بند ٿي چڪو آهي ۽ هر طرف ويراني ۽ بربادي جو راڄ قائم آهي. توهان برسات جي لاءِ دعا ڪريو.عرب وارن جي فرياد ٻُڌي ابو طالب روئٹھارڪو ٿي ويا ۽ حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي پاڻ سان گڏ وني حرمِ ڪعبه ۾ ويا ۽ حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي ڪعبي جي ديوار سان ٽيڪ لڳائي ويهاري ڇڏيو ۽ دعا گهرڻ ۾ مشغول ٿي ويا دعا جي وچ ۾ حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم پنهنجي آڱر مبارڪ کي آسمان جي طرف ڪنيو ته يَڪدم چئني

طرفن ڪان ڪَڪَر پرجي آيا ۽ فورًا ئي اهڙي زوردار برساتِ رحمت وسي جو عرب جي زمين سيراب ٿي وئي. جهنگلن ۽ ميدانن ۾ هر طرف پاڻي ئي پاڻي نظر اچڻ لڳو. ميدانن جون زمينون سرسبز ۽ شاداب ٿي ويون. ڏڪار ختم ٿي ويو ۽ سڄو عرب خوشحال ٿي ويو.

جيئن تہ ابو طالب پنهنجي هن طويل قصيدي ۾ جنهن کي انهن حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي مدح ۾ نظم ڪيو آهي هن واقعي کي هڪ شعر ۾ هيئن ذڪر ڪيو آهي تہ

وَاَبْيَضَ يُسْتَسْقَى الْغَمَامُ بِوَجْهِهٖ ثِمَالُ الْيَتَامٰى عِصْمَةٌ لِّلْاَرَامِلِ

يعني اهي (حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم) اهڙي يُوري رنگ وارا آهن جو انهن جي رُخِ انور جي ذريعي ڪَڪَرن ڪان برسات طلب ڪئي ويندي آهي اُهي يتيمن ۽ بيوائن جا نگهبان آهن.[43]

(زرقاني علي المواهب ج 1، ص 190)

## اُمّي لقب

حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو لقب ”اُمّي“ آهي ان لفظ جون ٻہ معنائون آهن يا تہ هي ”اُم القريٰ“ ڏانهن نسبت آهي ”اُم القريٰ“ مڪي شريف جو لقب آهي. تنهنڪري ”اُمّي“ جي معنيٰ مڪي جا رهڻ وارا يا ”اُمّي“ جي هيءَ معنيٰ آهي تہ پاڻ دنيا ۾ ڪنهن انسان ڪان لکڻ پڙهڻ نہ سکيو، اهو حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو تمام ئي

---

[43] شرح الزرقاني علي المواهب، ذڪر وفاة امه وما يتعلق بابويه صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم، ج 1، ص 355

عظيم الشان معجزو آهي جو دنيا ۾ ڪنهن به پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي نہ پڙهايو نہ لکايو. پر الله تعاليٰ پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي ايتري قدر علم عطا فرمايو جو سندن سينو اوّلين ۽ آخِرين جي علم ۽ معارف جو خزانو بڻجي ويو. ۽ پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تي اهڙو ڪتاب نازل ٿيو جنهن جو شان، تِبْيَانًا لِّكُلِّ شَيْءٍ (هر هڪ شيء جو روشن بيان آهي)

حضرت مولانا جامي رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيْه ڇا خوب فرمايو آهي تہ:

نگار من کہ بہ مکتب نرفت وخط ننوشت
بغمزہ سبق آموز صد مدرس شد

يعني منهنجا محبوب صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم نہ ڪڏهن مدرسي ويا نہ لکڻ سکيو پر پنهنجي اکين جي اشاري سان ڪيترن ئي استادن کي سبق پڙهايو.

ظاهر آهي تہ جنهن جو استاد ۽ تعليم ڏيڻ وارو خالقِ عالَم جل جلاله هجي پلا ان کي ڪنهن ٻئي استاد کان تعليم حاصل ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت هوندي؟ اعليٰ حضرت فاضل بريلوي قدس سره العزيز ارشاد فرمايو تہ

ایسا امی کس لئے منت کش استاذ ہو
کیا کفایت اس کو اقرء ربک الاکرم نہیں

پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي اُمّي لقب هئڻ جو حقيقي راز ڇا آهي؟ ان کي تہ خداوند علام الغيوب کان سواءِ ٻيو ڪير ٻڌائي سگهي ٿو؟ پر بظاهر ان ۾ ڪجهہ حڪمتون ۽ فائدا معلوم ٿين ٿا.

**پهريون:** هي تہ سموري دنيا کي علم ۽ حڪمت سيکارڻ وارا حضور اقدس صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم هجن ۽ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جا استاد صرف خداوند عالَم ئي هجن، ڪو بہ انسان پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو استاد نہ هجي جو ڪڏهن ڪو اهو نہ چئي سگهي تہ پيغمبر تہ منهنجو پڙهايل شاگرد آهي.

**ٻيو:** هي تہ ڪو بہ شخص ڪڏهن بہ اهو خيال نہ ڪري سگهي تہ فلاڻو ماڻهو حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو استاد هو تہ شايد اهو حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کان زيادهہ علم وارو هوندو.

**ٽيون:** حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي باري ۾ ڪو اهو وهم بہ نہ ڪري سگهي تہ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم چو تہ پڙهيل لکيل ماڻهو هئا انهيءَ ڪري انهن پاڻ ئي قرآن جي آيتن کي ٺاهي پيش ڪيو آهي ۽ قرآن انهن جو ئي ٺاهيل ڪلام آهي.

**چوٿون:** جڏهن حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم سڄي دنيا کي ڪتاب ۽ حڪمت جي تعليم ڏين تہ ڪو اهو نہ چئي سگهي تہ پراڻن ڪتابن کي ڏسي اهڙي قسم جي انمول ۽ انقلاب آفرين تعليم دنيا جي سامهون پيش ڪري رهيا آهن.

**پنجون:** جيڪڏهن حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو ڪو استاد هجي ها ته پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي ان جي تعظيم ڪرڻي پوي ها جڏهن ته حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي خالق ڪائنات ان ڪري پيدا فرمايو هو ته سڄي دنيا پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي تعظيم ڪري، انڪري حضرت حق جل شانہ ان کي پسند نہ فرمايو تہ منهنجو محبوب ڪنهن جي شاگردي اختيار ڪري ۽ ڪو ان جو استاد هجي.

(وَاللّٰهُ اَعْلَمُ وَرَسُوْلُهٗ اَعْلَم)

## سفر شام ۽ بُحيرٰي

جڏهن حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي عمر شريف ٻارهن سال ٿي تہ ان وقت ابو طالب تجارت جي لاءِ ملڪ شام جو سفر ڪيو. جيئن تہ ابو طالب کي پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم سان تمام گهڻي محبت هئي انڪري اُهي پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي بہ ان سفر ۾ گڏ وٺي ويا. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم اعلانِ نبوت کان اڳ ٽي ڀيرا تجارتي سفر فرمايو. ٻہ ڀيرا ملڪ شام ويا ۽ هڪ ڀيرو يمن تشريف وٺي ويا، هي ملڪ شام جو پهريون سفر آهي ان سفر جي دوران ”بُصريٰ“ ۾ ”بُحيريٰ“ راهب (عيسائي پادري) وٽ سندن قيام ٿيو. ان توريت ۽ انجيل ۾ بيان ڪيل آخري نبيءَ جي نشانين وسيلي پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي ڏسندي ئي سڃاڻي ورتو ۽ تمام عقيدت ۽ احترام سان اُن سندن قافلي وارن جي دعوت ڪئي ۽ ابو طالب کي چيو تہ هي سڄي جهان جا سردار ۽ رب العالمين جا رسول آهن، جن کي خدا عَزَّوَجَلَّ رحمة للعالمين بڻائي موڪليو آهي مون ڏٺو آهي

تہ شجر ۽ حجر (يعني وڻ ۽ پٿر) انهن کي سجدو ڪندا آهن ۽ ڪَڪَر انهن تي ڇانوَ ڪندا آهن ۽ اِنهن جي ٻنهي ڪلهن جي وچ ۾ مُهرِ نبوت آهي. اِنهيءَ ڪري تنهنجي ۽ هن جي حق ۾ بهتر اهو ئي ٿيندو تہ هاڻي تون ان کي اڳتي نہ وٺي وڃ ۽ پنهنجو مالِ تجارت هتي ئي وڪرو ڪري تمام جلدي مڪي هليو وڃ، ڇوتہ شام ملڪ ۾ يهودي انهن جا وڏا دشمن آهن. اتي پهچندي ئي اهي ماڻهو هنن کي شهيد ڪري ڇڏيندا. بُحيريٰ راهب جي چوڻ تي ابو طالب کي خطرو محسوس ٿيڻ لڳو. تنهنڪري انهن پنهنجي تجارت جو مال اتي ئي وڪرو ڪري ڇڏيو ۽ تمام جلدي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي پاڻ سان گڏ وٺي واپس مڪي شريف پهتا. بُحيريٰ راهب واپسي جي وقت تمام عقيدت سان پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي سفر جو ڪجهہ سامان بہ ڏنو[44].

(ترمذي ج 2 باب ماجاء في بدء نبوة النبي صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم)

---

[44](سنن الترمذي، كتاب المناقب، باب ماجاءفي بدء نبوة النبي صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم **الحديث**:-364، ج 5، ص 356، والسيرة النبوية لابن هشام، قصة بحيريٰ، ص 73)

# باب ٽيون

# اعلان نبوت کان پهرين جا ڪارنام

## جنگِ فجار

اسلام کان اڳ عربن ۾ جنگين جو هڪ وڏو سلسلو جاري هوانهن جنگين مان هڪ مشهور جنگ ”جنگ فجار“ به آهي. عرب جا ماٺهوذوالقعده، ذوالحجه، محرم۽ رجب، هنن چار مهينن جو تمام گهڻو احترام ڪندا هئا ۽ انهن مهينن ۾ جنگ ڪرڻ کي گناهه سمجهندا هئا، ايستائين جو عام طور تي انهن مهينن ۾ ماڻهون تلوارن کي مياڻن ۾ رکي ڇڏيندا هئا. ۽ نيزن جا ڀالا لاهي ڇڏيندا هئا. پر ان جي باوجود ڪڏهن ڪڏهن ڪجهه اهڙا حالات پيش اچي ويا جو مجبورًا انهن مهينن ۾ به جنگيون ڪرڻيون پيون. اهڙين جنگين کي عرب وارا ”حروبِ فجار“ (گناهه جون لڙايون) چوندا هئا. سڀ کان آخري جنگ فجار جيڪا ”قريش“ ۽ ”قيس“ قبيلي جي وچ ۾ لڳي هئي ان وقت حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي عمر ويهه سال هئي چو ته قريش ان جنگ ۾ حق تي هئا تنهنڪري پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم به ان جنگ ۾ پنهنجن چاچن ابو طالب وغيره سان گڏ شرڪت فرمائي، مگر ڪنهن تي هٿيار نه ٽاٽيائون، صرف ايترو ئي ڪيو جو پنهنجي چاچن کي تير کڻي ڏيندا رهيا. ان لڙائي ۾ پهرين قيس پوءِ قريش غالب ٿي ويا ۽ آخر ڪار صلح تي اها لڙائي ختم ٿي وئي.[45] (سيرت ابن هشام ج 2، ص186)

---

[45] (المواهب اللدنية مع شرح الزرقاني، خروجه الي الشام، ج1، ص362، والسيرة النبوية لابن هشام، حرب الفجار، ص 75)

## حلف الفضول

روز روز جي جنگين ڪري عرب جا سوين گهر برباد ٿي چڪا هئا. هر طرف بد اَمني ۽ ڏينهون ڏينهن لُٽ مار سان ملڪ جو امن ختم ٿي چڪو هو. ڪوبہ شخص پنهنجي جان ۽ مال کي محفوظ نہ سمجهندو هو. نہ ڏينهن جو سُک، نہ رات جو آرام، ان وحشت ناڪ صورتحال کان تنگ اچي ڪجهہ صُلح پسند ماڻهن جنگِ فجار جي ختم ٿيڻ کان پوءِ هڪ اصلاحي تحريڪ هلائي. تنهنڪري بنو هاشم، بنو زهره، بنو اسد وغيره قريش جي قبيلن جا وڏا سردار عبدالله بن جدعان جي گهر جمع ٿيا ۽ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي چاچي زبير بن عبدالمطلب هيءَ راءِ ڏني تہ موجوده حالتن کي سڌارڻ لاءِ ڪو معاهدو ڪرڻ گهرجي. اهڙي طرح خاندانِ قريش جي سردارن "باهمي بقا" (يعني پنهنجو وجود قائم رکڻ) جي اصول تي "جيو ۽ جيئڻ ڏيو" جي قِسم جو هڪ معاهدو ڪيو ۽ حلف (قَسم) کڻي عهد ڪيو تہ اسان:

(1) ملڪ مان بدامني ختم ڪنداسين (2) مسافرن جي حفاظت ڪنداسين (3) غريبن جي مدد ڪندا رهنداسين (4) مظلوم جي حمايت ڪنداسين (5) ڪنهن ظالم يا غاصب کي مڪي ۾ رهڻ نہ ڏينداسين.

ان معاهدي ۾ حضوراقدس صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم بہ شريڪ ٿيا ۽ ڪين هي معاهدو ايتري قدر عزيز هو جو اعلانِ نبوت کان پوءِ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمائيندا هئا تہ ان معاهدي سان مون کي ايتري خوشي ٿي جيڪڏهن ان معاهدي جي بدلي ۾ ڪير مون کي ڳاڙها اٺ بہ

ڏئي ها تہ مون کي ايتري خوشي نہ ٿئي ها. ۽ اڄ اسلام ۾ بہ جيڪڏهن ڪو مظلوم ”آل حلف الفضول“چئي مون کي مدد جي لاءِ سڏي تہ آئون ان جي مدد ڪرڻ جي لاءِ تيار آهيان. ان تاريخي معاهدي کي ”حلف الفضول“ انڪري چوندا آهن جو قريش جي ان معاهدي کان گهڻو پهرين مڪي ۾ ”جرهم“ قبيلي جي سردارن جيءَوچ ۾ بہ بلڪل اهڙو ئي هڪ معاهدو ٿيو هو ۽ جرهم قبيلي جا جيڪي ماڻهو ان معاهدي جا محرڪ (اُپارينداڙ) هئا انهن سيني ماڻهن جو نالو “فضل”هو يعني فضل بن حارث، فضل بن وداعہ ۽ فضل بن فضالہ انڪري ان معاهدي جو نالو ”حلف الفضول“ رکيو ويو،يعني انهن ماڻهن جو معاهدو جن جا نالا ”فضل“ هئا[46].

(سيرت ابن هشام ج1، ص 134)

## ملڪ شام جو ٻيو سفر

جڏهن پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي عمر پنجويهہ سال ٿي تہ سندن جي امانت ۽ صداقت جو چوبول پري پري تائين پهچي چڪو هو، حضرت خديجہ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا مڪي جي هڪ تمام وڏي مالدار عورت هئي انهن جي مڙس جو انتقال ٿي چڪو هو انهن کي ضرورت هئي تہ ڪو امانتدار ماڻهو ملي وڃي تہ ان سان گڏ پنهنجي تجارت جو مال ۽ سامان ملڪ شام موڪلين. جڏهن تہ انهن جي نظرِ انتخاب ان ڪم جي لاءِ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي منتخب

[46] السير النبوية لا بن هشام ، حرب الفجار، ص 56

ڪيو ۽ چورائي موڪليو تہ پاڻ صَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَیْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم منهنجو مالِ تجارت کڻي ملڪ شام وڃن، جيڪو معاوضو آئون ٻين کي ڏيندي آهيان پاڻ صَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَیْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي امانت ۽ ديانت جي ڪري آئون توهان کي ان جو ٻيڻو ڏينديس. حضورصَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَیْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم انهن جي درخواست منظور فرمائي ۽ تجارت جو مال ۽ سامان کڻي ملڪِ شام روانا ٿي ويا. ان سفر ۾ حضرت خديجہ رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهَا پنهنجي هڪ اعتماد واري غلام "ميسره" کي بہ پاڻ صَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَیْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم سان گڏ روانو ڪري ڇڏيو تہ جئين هو سندن خدمت ڪندو رهي. جڏهن پاڻ صَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَیْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ملڪِ شام جي مشهور شهر "بصريٰ" جي بازار ۾پهتا تہ "نسطورا" راحب جي رهائش گاهہ جي ويجهو ترسيا. "نسطورا" ميسره کي پهرين کان ڄاڻندو سڃاڻندو هو. حضور صَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَیْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي صورت ڏسندي ئي "نسطورا" ميسره وٽ آيو ۽ دريافت ڪيو (پڇيو) تہ اي ميسره! هي ڪير شخص آهن جيڪي هِن وڻ جي هيٺان اچي ويهي رهيا آهن. ميسره جواب ڏنو تہ هي مڪي جا رهڻ وارا آهن ۽ خاندانِ بنو هاشم جي اکين جا نور آهن. سندن نالو "محمّد" ۽ لقب "امين" آهي. نسطورا چيو سواءِ نبي جي اڄ تائين هن وڻ جي هيٺان ڪير بہ ناهي ويٺو. انڪري مون کي يقين ڪامل آهي تہ "نبي آخرالزمان" هي ئي آهن، ڇو تہ آخري نبي جون نشانيون جيڪي مون توريت ۽ انجيل ۾ پڙهيون آهن اُهي سڀ جو سڀ آئون هِنن ۾ ڏسي رهيو آهيان ڪاش آئون اُن وقت تائين زنده رهان جڏهن اِهي پنهنجي نبوت جو اعلان ڪندا ۽ آئون انهن جي پر پور مدد ڪريان ۽ پوري

جانثاريءَ سان انهن جي خدمت گذاري ۾ پنهنجي عمر گذاري ڇڏيان. اي ميسره! توکي نصيحت ۽ وصيت کريان ٿو ته خبردار! هڪ گهڙيءَ جي لاءِ به تون هنن کان جدا نه ٿجانءِ ۽ انتهائي عقيدت ۽ خلوص سان هِنن جي خدمت ڪندو رهجانءِ ڇو ته الله تعاليٰ هنن کي ”خاتم النبيين“ ٿيڻ جو شرف عطا فرمايو آهي[47].

حضور اقدس صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تمام جلد بصريٰ جي بازار ۾ تجارت جو مال وڪرو ڪري مڪي واپس اچي ويا واپسي ۾ جڏهن سندن قافلو مڪي شهر ۾ داخل ٿيڻ لڳو ته حضرت بيبي خديجه رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهَا ڇت تي ويهي قافلي جي اچڻ جو منظر ڏسي رهي هئي. جڏهن ان جي نظر حضور اقدس صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن تي پئي ته انهن کي ائين نظر آيو ته ٻه فرشتا پاڻ ڪريم صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي مٿان اُس کان ڇپَر (سايو) ڪيو پيا اچن. حضرت خديجه رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهَا جي دل تي ان نوراني منظر جو هڪ خاص اثر ٿيو ۽ هوءَ عقيدت، احترام ۽ تمام گهڻي محبت سان هي حسين جلوو ڏسندي رهي. گهڻن ڏينهن کان پوءِ پنهنجي غلام ميسره سان انهن، اِن جو ذڪر ڪيو ته ميسره ٻڌايو ته آئون پوري سفر ۾ اهو ئي منظر ڏسندو رهيو آهيان، ان کان سواءِ مون تمام عجيب و غريب ڳالهين جو مشاهدو پڻ ڪيو آهي. پوءِ ميسره نسطورا راهب جي گفتگو ۽ ان جي عقيدت ۽ محبت جو تذڪرو به ڪيو، اهو ٻڌي حضرت بيبي خديجه رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهَا کي پاڻ ڪريم صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم سان

[47] مدارج النبوت، قسم دوم، باب دوم ،ج 2، ص 27

بي پناهہ دلي تعلق ۽ بيحد عقيدت ۽ محبت ٿي ويئي،ايستائين جو اُنهن جي دل جُهڪي وئي ۽ انهن کي پاڻ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم سان نڪاح جي خواهش ٿي ويئي.[48](مدارج النبوة ج 2، ص 27)

## نڪاح

حضرت بيبي خديجه رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهَا مال ۽ دولت سان گڏوگڏ نهايت شريف ۽ پاڪباز عورت هئي. مڪي وارا کين پاڪدامني ۽ پارسائيءَ جي ڪري طاهره چوندا هئا. انهن جي عمر چاليهہ سال ٿي وئي هئي، پهريان انهن جو نڪاح  ابو هالہ بن زراره تميمي سان ٿيو هو ۽ ان مان کين بہ پُٽ "هند بن ابو هالہ" ۽ "هالہ بن ابو هالہ" پيدا ٿي چڪا هئا. ابو هالہ جي وفات کان پوءِ حضرت خديجه رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهَا ٻيو نڪاح "عتيق بن عابد مخزومي" سان ڪيو. ان مان بہ ہہ اولاد ٿيا هڪ ڇوڪرو "عبدالله بن عتيق" ۽ هڪ ڇوڪري "هند بنت عتيق". حضرت خديجه رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهَا جي ٻئي مڙس "عتيق" جو بہ انتقال ٿي چڪو هو. وڏا وڏا قريش جا سردار انهن سان نڪاح جا خواهش مند هئا پر انهن سيني پيغامن کي نڪرائي ڇڏيو. پر حضور اقدس صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي پيغمبرانہ اخلاق ۽ عادتن کي ڏسي ۽ پاڻ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي حيرت انگيز حالتن کي ٻڌي انهن جي دل پاڻ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ڏانهن ايستائين مائل ٿي وئي جو خود بخود سندن دل ۾ پاڻ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم سان نڪاح جي خواهش پيدا ٿي پئي. ڪيتري وڏن وڏن مالدارن ۽ مڪي شهر جي سردارن جي

---

[48]مدارج النبوت ،قسم دوم، باب دوم، ج 2، ص 27

پيغامن کي رد ڪري چڪي هئي ۽ اهو طئي ڪري چڪي هئي ته هاڻي چاليهن سالن جي عمر ۾ ٻيون نڪاح نه ڪنديس ۽ ڪٿي پاڻ ئي حضورصَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَیْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي ڦڦي حضرت صفيه رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهَا جيڪا سندن ڀاءُ عوام بن خويلد جي گهر واري هئي کي گهرايو ۽ ان کان حضورصَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَیْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي ڪجهه ذاتي حالتن جي باري ۾ وڌيڪ معلومات حاصل ڪئي پوءِ "نفيسه" بنت اميه جي ذريعي پاڻ ئي حضورصَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَیْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ڏانهن نڪاح جو پيغام موڪليو. مشهور سيرت جي امام محمد اسحٰق لکيو آهي ته ان رشتي پسند ڪرڻ جي جيڪا وجهه حضرت خديجه رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهَا خود حضورصَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَیْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم سان بيان ڪئي آهي اها پاڻ انهن جي لفظن ۾ هيءَ آهي.

اِنِّیْ قَدْ رَغِبْتُ فِیْکَ لِحُسْنِ خُلُقِکَ وَصِدْقِ حَدِیْثِکَ

يعني مون پاڻ ڪريم صَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَیْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي سٺن اخلاقن ۽ پاڻ ڪريم صَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَیْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي سچائي جي ڪري ڪين پسند ڪيو.[49]

(زرقاني علي المواهب ج 1 ص 200)

حضورصَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَیْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ان رشتي کي پنهنجي چاچي ابو طالب ۽ خاندان جي ٻين وڏن جي سامهون پيش فرمايو. ڀلا حضرت خديجه رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهَا جهڙي پاڪدامن شريف، عقلمند ۽ مالدار عورت سان شادي ڪرڻ جي لاءِ ڪير نه چوندو؟ سڄي خاندان

[49] المواهب اللدنيةمع شرح الزرقاني، تزوجه عليه السلام من خديجة، ج 1 ،ص 370...374 مختصراً

وارن نهايت خوشي سان ان رشتي کي قبول ڪيوءِ نڪاح جي تاريخ مقرر ٿي وئي، حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم حضرت حمزه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ ۽ ابو طالب وغيره پنهنجي چاچن ۽ خاندان جي ٻين ماڻهن ۽ شرفاء بني هاشم ۽ مضرسردارن کي پنهنجي ڄڃ سان حضرت بيبي خديجه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا جي گهر تشريف وٺي ويا ۽ نڪاح ٿيو. ان نڪاح جي وقت ابو طالب نهايت ئي فصيح ۽ بليغ خطبو پڙهيو ان خطبي مان ان ڳالهه جو چڱي طرح اندازو ٿئي ٿو ته اعلان نبوت کان پهريان سندن خاندان جي وڏن ۽ پوڙهن جو پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي باري ۾ ڪهڙو خيال هو ۽ سندن جي اخلاقن ۽ عادتن انهن تي ڪهڙو اثر ڇڏيو هو.[50] ابو طالب جي ان خطبي جو ترجمو هي آهي:

سڀ تعريفون ان خدا جي لاءِ آهن جنهن اسان کي حضرت ابراهيم عَلَيْهِ السَّلَام جي نسل ۽ حضرت اسمٰعيل عَلَيْهِ السَّلَام جي اولاد مان ڪيو ۽ اسان کي معد ۽ مضر جي خاندان ۾ پيدا فرمايو. ۽ پنهنجي گهر (ڪعبي) جو نگهبان ۽ پنهنجي حرم جو منتظم بڻايوءِ اسان کي علم ۽ حڪمت وارو گهر ۽ امن وارو حرم عطا فرمايو ۽ اسان کي ماڻهن تي حاڪم بڻايو.

هي منهنجي ڀاءُ جو فرزند محمد بن عبدالله آهي. هي هڪ اهڙو جوان آهي جو قريش جي جنهن به شخص سان سندن ڀيٽ ڪئي وڃي هي هر شان ۾ان کان وڌيل ئي رهندو. ها مال هن وٽ

[50] المواهب اللدنية مع شرح الزرقاني.تزوجه عَلَيْهِ السَّلَام من خديجة، ج 1، ص 376 مختصراً

گهٽ آهي پر مال تہ هڪ لڙندڙ پاڇو(يعني ڪڏهن هڪ وٽ تہ ڪڏهن ٻئي وٽ) ۽ تبديل ٿيڻ واري شيء آهي.اما بعد! منهنجو ڀائيٽو محمّد صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم اهو شخص آهي جنهن سان منهنجي لاڳاپي ۽ محبت کي توهان چڱي طرح ڄاڻو ٿا. هو خديجہ بنت خويلد رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا سان نڪاح ڪري ٿو ۽ منهنجي مال مان ويهہ اُٺ مهر مقرر ڪري ٿو ۽ انهن جو مستقبل تمام روشن، عظيم الشان ۽ جليل القدر آهي.[51] (زرقاني علي المواهب ج1،ص201)

جڏهن ابو طالب پنهنجو اهو خطبو ختم ڪري چڪا تہ حضرت بي بي خديجہ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا جي سؤٽ ورقہ بن نوفل بہ بيهي هڪ شاندار خطبو پڙهيو. جنهن جو مضمون هي آهي:

خدا جي لاءِ ئي تعريف آهي جنهن اسان کي اهڙو ئي ٺاهيو جهڙو اي ابو طالب! توهان ذڪر ڪيو ۽ اسان کي اهي سڀئي فضيلتون عطا فرمايون آهن جن کي توهان شمار ڪيو. بيشڪ اسان عرب جا پيشوا ۽ سردار آهيون ۽ توهان بہ تمام فضيلتن جا اهل آهيو. ڪوبہ قبيلو توهان جي فضيلتن جو انڪار نٿو ڪري سگهي ۽ ڪو بہ شخص توهان جي فخر ۽ شرف کي رد نٿو ڪري سگهي. بيشڪ اسان نهايت ئي رغبت سان توهان سان گڏ ٿيڻ ۽ رشتي ۾ شامل ٿيڻ کي پسند ڪيو. تنهنڪري اي قريش! توهان گواهہ رهجو تہ خديجہ بنت خويلد رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا کي مون محمّد بن

[51] المواهب اللدنية مع شرح الزرقاني، تزجه عليه السلام من خديجة، ج 1، ص 376 ملخصاً و مدارج النبوت، قسم دوم، باب دوم ج 2، ص 28

عبدالله رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي زوجيت ۾ ڏنو چار سؤ مثقال (هڪ سڪو جنهن جو وزن ساڍا چار ماشا آهي) مهر جي بدلي[52].

مطلب ته حضرت بيبي خديجه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا سان حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو نڪاح ٿي ويو ۽ حضور محبوبِ خدا صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو گهر خوشحالي واري زندگي سان آباد ٿي ويو. حضرت بي بي خديجه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا تقريباً 25 سالن تائين حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي خدمت ۾ رهي ۽ ان جي زندگي ۾ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ڪوبه ٻيو نڪاح نه فرمايو۽ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي هڪ فرزند حضرت ابراهيم رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کان سواءِ باقي اولاد حضرت خديجه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا جي بطن(پيٽ مبارڪ) مان پيدا ٿي. جنهن جو تفصيلي بيان اڳيان ايندو.

حضرت خديجه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا پنهنجي سڄي دولت حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي قدمن تي قربان ڪري ڇڏي ۽ پنهنجي سڄي زندگي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي غمخواري ۽ خدمت ۾ نثار ڪري ڇڏي جنهن جو تفصيل ايندڙ صفحن تي بيان ڪيو ويندو.

## ڪعبي جي تعمير

پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي سچ، امانت ۽ ديانت جي ڪري الله عَزَّوَجَلَّ پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي مخلوق ۾ ايترو مقبول بڻائي ڇڏيو ۽ عقلِ سليم ۽ بي مثال دانائي جو اهڙو عظيم

[52] شرح الزرقاني علي المواهب، تزوجه عَلَيْهِ السَّلَام من خديجة، ج 1 ، ص 377

جوهر عطا فرمائي ڇڏيو جو نندي عمر ۾ ئي پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن عرب جي وڏن وڏن سردارن جي جهڳڙن جو اهڙو لاجواب فيصلو فرمائي ڇڏيو جو وڏن دانشورن ۽ سردارن ان فيصلي جي اڳيان سِرَ جهڪائي ڇڏيا ۽ سڀ بالاتفاق پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي پنهنجو آقا ۽ سردارِاعظم تسليم ڪري ورتو. جئين ته اهڙي قسم جو هڪ واقعو ڪعبي جي تعمير جي وقت پيش آيو جنهن جو تفصيل هيءَ آهي ته جڏهن پاڻ ڪريمصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي عمر پنجٽيهه(35) سال ٿي ته تيز برسات جي سبب حرمِ ڪعبه ۾ اهڙي ٻوڏِ آئي جو ڪعبي جي عمارت بلڪل ڊهي پئي. حضرت ابراهيم ۽ حضرت اسحٰق عَلَيْهِمَا السَّلَام جو ناهيل ڪعبو تمام پراڻو ٿي چڪو هو عمالقہ، جرهم قبيلوءِ قصي وغيره پنهنجي پنهنجي وقت ۾ ڪعبي جي تعمير ۽ مرمت ڪندا رهندا هئا پر جيئن ته عمارت هيٺاهينءَ تي هئي ان ڪري جبلن تان ڪرندڙ برساتي پاڻيءَ جو تيز وهڪرو واديءِ مڪہ مان ٿي گذرندو هو ۽ اڪثر حرمِ ڪعبہ ۾ ٻوڏِ اچي ويندو هئي. ڪعبي جي حفاظت جي لاءِ مٿانهين تي قريشن ڪيترائي بند به ٻڌا هئا پر اهي بند بار بار ٽُٽي پوندا هئا. انڪري قريشن اِهو فيصلو ڪيو ته عمارت کي ڊاهي پوءِ ڪعبي جي مضبوط عمارت ناهي وڃي جنهن جو دروازو مٿي هجي ۽ ڇت به هجي[53]. اهڙي طرح قريشن ملي ڪري تعمير جو ڪم شروع ڪري ڇڏيو. ان تعمير ۾ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم به شريڪ

[53] (السيرة الحليبة، باب بنيان قريشي الكعبة.......الخ، ج 1 ، ص 204، مختصراً)

ٿيا ۽ قريشن جا سردار سان ڪلهوڪلهي ۾ ملائي پٿر ڍوئيندا رهيا مختلف قبيلن تعمير جي لاءِ مختلف حصا پاڻ ۾ ورهائي ڇڏيا. جڏهن عمارت ”حجر اسود“ تي پهتي ته قبيلن ۾ سخت جهڳڙو ٿي پيو هر قبيلي اِهو چاهيو ٿي ته اسان ئي “حجر اسود” کي کڻي پٿ ۾ لڳايون ته جيئن اسان جي قبيلي جي لاءِ اهو اعزاز ۽ فخر جو باعث بڻجي وڃي. هِن جهيڙي ۾ چار ڏينهن گذري ويا ايستائين جو نوبت تلوارن تائين پهچي ويئي بنو عبدالدار ۽ بنو عدي جي قبيلن ته ان تي جان جي بازي لڳائي ڇڏي ۽ جاهليت جي زماني جي مطابق پنهنجي قسمن کي مضبوط ڪرڻ جي لاءِ هڪ پيالي ۾ رت ڀري پنهنجو آڱريون ان ۾ ٻوڙي چٽي ڇڏيون. پنجين ڏينهن حرم ڪعبي ۾ عرب جا تمام قبيلا جمع ٿيا ۽ ان جهڳڙي کي طئي ڪرڻ جي لاءِ هڪ وڏي پوڙهي شخص هيءَ تجويز پيش ڪئي ته سڀاڻي جيڪو شخص صبح سوير سڀ کان پهرين حرمِ ڪعبہ ۾ داخل ٿيندو ان کي امين مڃيو ويندو، اُهو جيڪو فيصلو ڪندو سڀ ان کي تسليم ڪندا. اهڙي طرح سيني اُها ڳالهه مڃي ورتي. خدا عَزَّوَجَلَّ جو شان ته جيڪو شخص صبح جوسوير حرمِ ڪعبہ ۾ داخل ٿيو اهي حضور رحمت عالم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ئي هئا. پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي ڏسندي ئي سيئي چوڻ لڳا ته والله هي ”امين“ آهن تنهنڪري اسان سڀ انهن جي فيصلي تي راضي آهيون. پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ان جهڳڙي جو هيئن فيصلو فرمايو جو پهرين پاڻ حڪم ڏنائون ته جنهن جنهن قبيلي جا ماڻهو حجر اسود کي ان مقام تي

رکڻ جا دعويدار آهن انهن جو هڪ هڪ سردار چونڊيو وڃي، تنهنڪري هر قبيلي پنهنجو پنهنجو سردار چونڊي ورتو. پوءِ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم پنهنجي چادر مبارڪ وڇائي حجر اسود کي ان تي رکيو ۽ سردارن کي حڪم ڏنو تہ سيئي سردار ان چادر مبارڪ کي جهلي مقدس پٿر کي کڻو. سيني سردارن چادر کي کنيو ۽ جڏهن حجر اسود پنهنجي مَقام تي پهچي ويو تہ حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جم پنهنجن مبارڪ هٿن سان ان مقدس پٿر کي کڻي ان جي جاءِ تي رکيو.اهڙي طرح هڪ اهڙي خوني لڙائي ٽري ويئي جنهن جي نتيجي ۾ نہ ڄاڻ ڪيترو خون خرابو ٿئي ها.[54]

(سيرت ابن هشام ج1 ، ص 196 .......197)

خانہ ڪعبہ جي عمارت ٺهي ويئي پر تعمير جي لاءِ جيڪو سامان جمع ڪيو ويو هو اهو گهٽ ٿي ويو ان ڪري هڪ طرف جو ڪجهہ حصو ٻاهر ڇڏي نئون بنياد رکي ڪري ننڍو ڪعبو ناهيو ويو ڪعبي شريف جو اهو حصو جنهن کي قريشن عمارت کان ٻاهر ڇڏي ڏنو ”حطيم“ سڏبو آهي جنهن ۾ ڪعبي شريف جي ڇت جو پرنالو (نيسارو) ڪري ٿو.

## ڪعبو ڪيترا ڀيرا تعمير ڪيو ويو

حضرت علامہ جلال الدين سيوطي رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه ”تاريخ مڪہ“ ۾ تحرير فرمايو آهي تہ ”خانہ ڪعبہ“ ڏهہ ڀيرا تعمير ڪيو ويو (1)

[54] السيرة النبوة لا ابن هشام،حديث بنيان الكعبة،..........الخ، ص 79

سڀ کان پهرين فرشتن بلڪل ”بيت المعمور“ جي سامهون زمين تي خانہ ڪعبہ ناهيو (2) پوءِ حضرت آدم عَلَيْهِ السَّلَام ان جي تعمير فرمائي (3) ان کان پوءِ حضرت آدم عَلَيْهِ السَّلَام جي فرزندن ان عمارت کي ناهيو (4) ان کان پوءِ حضرت ابراهيم خليل الله ۽ ان جي فرزند ارجمند حضرت اسمٰعيل عَلَيْهِمَا الصَّلٰوةُ وَالسَّلَام ان مقدس گهر کي تعمير ڪيو جنهن جو ذڪر قرآن مجيد ۾ آهي. (5) قوم عمالقہ جي عمارت. (6) ان کان پوءِ قبيلي جرهم ان جي عمارت ناهي. (7) قريش جي مورث اعليٰ ”قصيٰ بن ڪلاب“ جي تعمير. (8) قريشن جي تعمير جنهن ۾ خود حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن بہ شرڪت فرمائي ۽ قريشن سان گڏ پاڻ بہ پنهنجي ڪلهن مبارڪن تي پٿر ڍوئيندا رهيا (9) حضرت عبدالله بن زبير رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ پنهنجي دؤرِ خلافت ۾ حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي ٻُڌايل نقشي جي مطابق تعمير ڪيو. يعني حطيم جي زمين کي ڪعبہ ۾ داخل ڪري ڇڏيو ۽ دروازو زمين جي برابر هيٺ رکيو ۽ هڪ دروازو اوير جي طرف ۽ هڪ دروازو اولهہ جي طرف ناهي ڇڏيو. (10) عبدالملڪ بن مروان اموي جي ظالم گورنر حجاج بن يوسف ثقفي حضرت عبدالله بن زبير رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي شهيد ڪري ڇڏيو. ۽ ان جي ناهيل ڪعبي کي ڊاهي ڇڏيوءِ پوءِ زمانہءِ جاهليت جي نقشي جي مطابق ڪعبي کي ناهيو. جيڪو اڄ تائين موجود آهي.

جڏهن تہ حضرت علّامہ حلبي رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه پنهنجي سيرت ۾ لکيو آهي تہ نئين سِر ڪعبہ جي جديد تعمير صرف ٽي ڀيرا ٿي آهي.

(1)حضرت ابراهيم خليل الله عَلَيْهِ السَّلَام جي تعمير(2) جاهليت جي زماني ۾ قريش جي عمارت ۽ انهن ٻنهي تعميرن ۾ ٻه هزار ست سو پنجٽيهه (2735) سالن جو فاصلو آهي (3) حضرت عبدالله بن زبير رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ جي تعمير جيڪا قريش جي تعميرکان ٻياسي سال پوءِ ٿي.

ملائڪن ۽ حضرت آدم عَلَيْهِ السَّلَام ۽ ان جي فرزندن جي تعميرات جي باري ۾ علامه حلبي رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَيْه فرمايو ته اِهو صحيح روايتن مان ثابت ٿي نه آهي باقي تعميرن جي باري ۾ انهن لکيو آهي ته اُها عمارت ۾ ٿوري ترميم يا ٽُٽل ڦٽل جي مرمت هئي. نئين تعمير نه هئي.[55] وَاللّٰهُ اَعْلَمُ وَرَسُوْلُهٗ اَعْلَم

(حاشيه بخاري ج 1 ص 215 باب فضل مڪ)

## مخصوص احباب

اعلان نبوت کان پهرين جيڪي ماڻهو حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جا مخصوص احباب ۽ رفيق هئا اهي سڀ تمام ئي اعليٰ اخلاق، عالي مرتبي، هوش مند ۽ باوقار ماڻهو هئا. انهن ۾ سڀني کان وڌيڪ مقرَّب حضرت ابو بڪر رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ هئا جيڪي سالن تائين پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن سان وطن ۽ سفر ۾ گڏ رهيا ۽ تجارت ۽ ٻين ڪاروباري معاملن ۾ هميشه پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جا شريڪ ۽ رازدار رهيا. اهڙي طرح حضرت خديجه رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ جا سؤٽ حضرت حڪيم بن حزام رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ جيڪي قريش جا تمام معزز رئيس

[55] حاشية صحيح البخاري، كتاب المناسك،باب فضل مكة و بنيانها ،حاشية :4، ج1، ص 215

هئا جن جو هڪ خاص شرف هي به آهي ته انهن جي ولادت خانه ڪعبه ۾ ٿي. اهي به حضورصَلَّى اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي مخصوص احبابن ۾ خاص حيثيت رکندا هئا.[56]

حضرت ضماد بن ثعلبه رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْهُ جيڪي جاهليت جي زماني ۾ طبابت ۽ جراحي (جسم جي زخمن جي وڍَ ٽُڪ ۽ علاج ڪرڻ) جو ڪم ڪندا هئا اهي به خاص احبابن مان هئا. حضورصَلَّى اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي اعلانِ نبوت کان پوءِ هي پنهنجي ڳوٺ کان مڪي آيا ته قريش جي ڪافرن کان اِهاخبر ٻُڌي ته محمد (صَلَّى اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم) مجنون ٿي ويا آهن. پوءِ هي ڏٺائون ته حضورصَلَّى اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم رستي تان تشريف وٺي وڃي رهيا آهن ۽ پاڻ صَلَّى اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي پويان ٻارن جو ميڙ آهي جيڪي شور مچائي رهيا آهن اهو ڏسي حضرت ضماد بن ثعلبه رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْهُ کي ڪجهه شڪ پيدا ٿيو ۽ پراڻي دوستي جي خاطرانهن کي تمام گهڻو ڏُک پهتو. تنهنڪري هي حضور صَلَّى اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي ويجهو آيا ۽ چوڻ لڳا اي محمد!(صَلَّى اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم) آئون طبيب آهيان ۽ جنون جو علاج ڪري سگهان ٿو اهو ٻُڌي حضورصَلَّى اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم خدا عَزَّوَجَلَّ جي حمد ۽ ثناءکان پوءِ ڪجهه جملا ارشاد فرمايا جن جو حضرت ضماد بن ثعلبه رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْهُ جي دل تي اهڙواثر ٿيو جو اُنهن فوراً ئي اسلام قبول ڪري ورتو.[57](مشڪوٰة باب علامات النبوة ص 225ومسلم ج اول ص 285 ڪتاب الجمعہ)

---

[56] اسد الغابة في معرفة الصحابة، حڪيم بنحزام. ج2، ص 58 مختصراً

[57] مشڪاة المصانيح، ڪتاب الفضائل والشمائل، الحديث:- 586، ج 2، ص 374

حضرت قيس بن سائب مخزومي رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ تجارت جي ڪاروبار ۾ پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم سان شريڪ رهندا هئا ۽ پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي ويجهن دوستن مان هئا. چوندا هئا ته حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو معاملو پنهنجي تجارتي شريڪن سان هميشه نهايت صاف سترو رهندو هو ۽ ڪڏهن ڪو جهڳڙو پيش نه ايندو هو.[58] (استيعاب ج 2 ص 537)

## عرب جي موحدن سان تعلقات

عرب ۾ جيتوڻيڪ هر طرف شرڪ ڦهلجي ويو هو ۽ گهر گهر بُت پرستي جو راڄ هو. پر ان ماحول ۾ به ڪجهه اهڙا ماڻهو هئا جيڪي توحيد جا شيدائي، شرڪ ۽ بُت پرستي کان بيزارهئا. انهن خوش نصيبن ۾ زيد بن عمرو بن نفيل آهن. هي علي الاعلان شرڪ ۽ بت پرستي کان انڪار، ۽ جاهليت جي مشرڪانه رسمن کان نفرت جو اظهار ڪندا هئا. هي حضرت عمر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جا سؤٽ آهن. شرڪ ۽ بت پرستي جي خلاف اعلانِ مذمت جي ڪري سندن چاچو ”خطاب بن نفيل“ کين تمام گهڻيون تڪليفون ڏيندو هو. ايستائين جو انهن کي مڪي مان شهر بدر ڪري ڇڏيو هو ۽ انهن کي مڪي ۾ داخل ٿيڻ نه ڏيندو هو. پر هي هزارن تڪليفن جي باوجود توحيد جي عقيدي تي جبل وانگر مضبوط رهيا. سندن به شعر تمام مشهور آهن جن کي هي مشرڪن جي ميلن ۽ مجمعن ۾ وڏي آواز سان پڙهائيندا هئا ته

[58] الاستيعاب،حرف القاف، ج 3، ص 349

اَرَبًّا وَّاحِدًا اَمْ اَلْفَ رَبٍّ اَدِيْنُ اِذَا تُقُسِّمَتِ الْاُمُوْر،

تَرَكْتُ اللَّاتَ وَالْعُزّٰى جَمِيْعًا كَذَالِكَ يَفْعَلُ الرَّجُلُ الْبَصِيْر،

يعني ڇا آئون هڪ رب جي اطاعت ڪريان يا هڪ هزار ربن جي؟ جڏهن تہ ماڻهن جا ديني معاملا ورهائجي چڪا آهن. مون تہ لات ۽ عزيٰ کي ڇڏي ڏنو ۽ هر بصيرت وارو ائين ئي ڪندو“[59]

(سيرت ابن هشام ج 1 ص 226)

هي مشرڪن جي دين کان متنفر ٿي سچي دين جي تلاش ۾ ملڪ شام هليا ويا. اتي هڪ يهودي عالم سان مليا. پوءِ هڪ نصراني پادري سان ملاقات ڪئي ۽ جڏهن پاڻ يهودي ۽ نصراني دين کي قبول نہ ڪيو تہ انهن ٻنهي ”دينِ حنيف“ ڏانهن سندن رهنمائي ڪئي جيڪو حضرت ابراهيم خليل الله عَلَيْهِ السَّلَام جو دين هو ۽ انهن ٻنهي اهو بہ ٻڌايو تہ حضرت ابراهيم عَلَيْهِ السَّلَام نہ يهودي هئا نہ نصراني، ۽ اهي هڪ خداءِ واحد کانسواءِ ڪنهن جي عبادت نہ ڪندا هئا. اهو ٻُڌي زيد بن عمرو بن نفيل ملڪ شام کان واپس مڪي اچي ويا ۽ هٿ کڻي مڪي ۾ وڏي آواز سان هي چوندا هئا تہ اي ماڻهو! گواهہ رهجو تہ آئون حضرت ابراهيم عَلَيْهِ السَّلَام جي دين تي آهيان.[60] (سيرت ابن هشام ج1ص225)

---

[59] السيرة النبوة لابن هشام، زيد بن عمرو بن نفيل ص 90

[60] السيرة النبوة لابن هشام ،زيد بن عمرو بن نفيل، ص 93 و صحيح البخاري، كتاب مناقب الانصار،باب حديث زيد بن عمرو بن نفيل ،الحديث: 3827، ج2، ص 567

اعلانِ نبوت کان اڳ حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم سان زيد بن عمرو بن نفيل جو تمام خاص تعلق هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن ملاقات به ٿينديون رهنديون هيون. اهڙي طرح حضرت عبدالله بن عمر رَضِیَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ راوي آهن ته هڪ ڀيرو وحي نازل ٿيڻ کان پهرين حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي زيد بن عمرو بن نفيل سان ”بلدح“ جڳهه جي هيٺانهين زمين ۾ ملاقات ٿي ته انهن حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي اڳيان دسترخوان تي طعام پيش ڪيو. جڏهن حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کائڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ته زيد بن عمرو بن نفيل چوڻ لڳو ته آئون بُتن جي نالي تي ذبح ڪيل جانورن جو گوشت نه کائيندو آهيان. آئون صرف الله تعاليٰ جي نالي تي ذبح ٿيل گوشت کائيندو آهيان. پوءِ قريشن جي ذبح ڪيل جانورن جي بُرائي بيان ڪرڻ لڳا ۽ قريشن کي مخاطب ٿي چوڻ لڳا ته ٻڪري کي الله تعاليٰ پيدا فرمايو ۽ الله تعاليٰ ان جي لاءِ آسمان تان پاڻي وسايو ۽ زمين مان گاهه پيدا ڪيو. پوءِ اي قريش! توهان ٻڪري کي الله جي غير (بتن) جي نالي تي ذبح ڪندا آهيو؟. (صحيح البخاري، ڪتاب مناقب الانصار، باب حديث زيد بن عمرو بن نفيل،الحديث: 3826، ج 2، ص 567)

حضرت اسماءبنت ابو بڪر رَضِیَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُمَا چوندي آهي ته مون زيد بن عمرو بن نفيل کي ڏٺو ته هو خانه ڪعبه سان ٽيڪ لڳائي ويٺو رهيو هو ته اي قريش!خدا جو قسم!مون کان سواءِ توهان مان ڪير به حضرت ابراهيم عَلَيْهِ السَّلَام جي دين تي نه آهي.[61]

(بخاري ج اباب حديث زيد بن عمرو بن نفيل ص540)

[61] صحيح البخاري،ڪتاب مناقب الانصار،باب حديث زيد بن عمرو بن نفيل الحديث:3828، ج 2، ص 568

## ڪاروباري مشغلا

حضور اقدس صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو اصل خانداني پيشو تجارت هو ۽ جئين تہ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ننڍپڻ ۾ ئي ابو طالب سان گڏ ڪيترائي ڀيرا تجارتي سفر فرمائي چڪا هئا. جنهن مان پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي تجارتي ڏيتي ليتي جو ڪافي تجربو پڻ ٿي چڪو هو ان ڪري معاشي ذريعي لاءِ پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن تجارت جو پيشو اختيار ڪيو. ۽ تجارت جي ڪري شام، بصريٰ ۽ يمن جو سفر فرمايو ۽ اهڙي سچ، امانت ۽ ديانت سان پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تجارتي ڪاروبار ڪيو جو سندن شريڪ ۽ تمام اهل بازار پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي ”امين“ جي لقب سان سڏڻ لڳا.

هڪ ڪامياب تاجر جي لاءِ امانت، سچائي ،وعدي جي پابندي، خوش اخلاقي تجارت جي لاءِ ضروري آهن. اِنهن خاصيتن ۾ مڪي جي تاجرِ اَمين صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جيڪو تاريخي ڪارنامو سرانجام ڏنو ان جو مثال دنيا جي تاريخ ۾ نہ ملندو.

حضرت عبدالله بن ابي الحمساء صحابي رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جو بيان آهي تہ وحيءَ جي نازل ٿيڻ ۽ اعلان نبوت کان اڳ مون پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم سان خريد و فروخت جو معاملو ڪيو. ڪجھ رقم مون ادا ڪري ڇڏي ڪجھ باقي رهجي ويئي هئي. مون وعدو ڪيو تہ آئون هينئر ئي اچي باقي رقم بہ ادا ڪريان ٿو. اتفاق سان ٽن ڏينهن تائين مون کي پنهنجو واعدو ياد نہ آيو. ٽئين

ڏينهن جڏهن آئون ان جڳهه تي پهتس جتي مون اچڻ جو واعدو ڪيو هو ته حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم اتي انتظار ڪري رهيا هئا. پر منهنجي ان واعدي خلافي تي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي ذرو به ڪاوڙ نه آئي. بس صرف ايترو ئي فرمايائون ته توهان ڪٿي هئا؟ آئون هِن جڳهه تي توهان جو ٽن ڏينهن کان انتظار ڪري رهيو آهيان.[62] (سنن ابو داؤد ج2 ص334 بابفي العدة مجتبائي)

اهڙي طرح هڪ صحابي حضرت سائب رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جڏهن مسلمان ٿي بارگاهِ رسالت ۾ حاضر ٿيا ته ماڻهو انهن جي تعريف ڪرڻ لڳا ته رسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن فرمايو ته آئون هن کي توهان کان وڌيڪ سڃاڻان ٿو. حضرت سائب رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ چون ٿا مون عرض ڪيو منهنجا ماءُ پيءُ توهان صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تي قربان توهان سچ فرمايو اعلان نبوت کان پهرين توهان صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم منهنجا شريڪِ تجارت هئا ۽ ڪهڙا نه سٺا شريڪ هئا، پاڻ ڪڏهن به لڙائي جهڳڙو نه ڪيو هو.[63] (سنن ابو داؤد ج2 ص 317 باب ڪراهيته المرا،مجتبائي)

## غير معمولي ڪردار

حضور اقدس صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو ننڍپڻ وارو زمانو ختم ٿيو ۽ جواني جو زمانو آيو ته ننڍپڻ وانگر پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي جواني به عام ماڻهن کان مختلف هئي. پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي جواني حيا جو مجسمو ۽ چال چلت پرهيزگاري ۽ وقار جو

---

[62] سنن ابي داؤد،ڪتاب الادب،باب في العدة،الحديث: 4996، ج4، ص388

[63] سنن ابي داؤد، ڪتاب الادب، باب في ڪراهية المراء،الحديث:4836، ج4، ص342

ڪامل نمونو هئي. اعلان نبوت کان اڳ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي پوري زندگي بلند اخلاقن ۽ سنين عاداتن جو خزانو هئي. سچائي، ديانتداري، وفاداري، واعدي جي پابندي، بزرگن جي عظمت، ننڍن تي شفقت، رشتيدارن سان محبت، رحم ۽ سخاوت، قوم جي خدمت، دوستن سان همدردي، عزيزن جي غمخواري، غريبن ۽ مفلسن جي خبر گيري، دشمنن سان نيڪ سلوڪ، مخلوقِ خدا جي خير خواهي ۽ تمام نيڪ خصلتن ۽ سنين سنين ڳالهين ۾ پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ايتري تہ وڏي مقام تي پهتل هئا جو دنيا جي وڏن وڏن انسانن جي لاءِ اُتي رسائي تہ چا؟ ان جو تصور بہ ممڪن نہ آهي.

گهٽ ڳالهائڻ، فضول ڳالهين کان نفرت، گرمجوشي ۽ کلي کيڪاري دوستن ۽ دشمنن سان ملڻ هر معاملي ۾ سادگي ۽ صفائي سان ڳالهہ ڪرڻ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو طريقو هو.

حرص، طمع (لالچ)، دغا، ڪوڙ، شراب خوري، بدڪاري، ناچ گانو، ڦرمار، چوري، بي حيائي، عشق بازي، اِهي تمام خراب عادتون ۽ خراب خصلتون جيڪي جاهليت جي زماني ۾ جهڙو ڪر هر ٻار جي طبيعت ۾ شامل هونديون هيون حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي ذات اُنهن تمام عيبن ۽ خامين کان پاڪ ۽ صاف رهي. پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي سچ، امانت ۽ ديانت جو پوري عرب ۾ چرچو هو ۽ مڪي جي هر ننڍي وڏي جي دلين ۾ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي

اخلاق جو اعتبار، ۽ سيني جي نظرن ۾ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو هڪ خاص وقار هو.

نندپڻ کان تقريباً چاليهه سالن جي عمر تي وئي پر جاهليت جي زماني ۾ رهڻ جي باوجود تمام مشرڪانہ رسمن، ۽ جاهلانہ طريقن کان هميشہ پاڻ ڪريمصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم پاڪ رهيا. مڪو شرڪ ۽ بُت پرستي جو سڀ کان وڏو مرڪز هو خود خانہ ڪعبہ ۾ ٽي سؤ سٺ بتن جي پوڄا ٿيندي هئي. پاڻ ڪريمصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي خاندان وارا ڪعبي جا متولي ۽ سجاده نشين هئا پر ان جي باوجود پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ڪڏهن بہ بتن جي سامهون پنهنجو سر نہ جهڪايو.

مطلب تہ نزولِ وحي ۽ اعلانِ نبوت کان پهرين بہ پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي مقدس زندگي اخلاقِ حسنہ ۽سهڻن لڇڻن جو مجسمو، تمام عيبن ۽ خامين کان پاڪ ۽ صاف رهي. تنهنڪري اعلانِ نبوت کان پوءِ پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي دشمنن تمام گهڻي ڪوشش ڪئي تہ ڪو ننڍو عيب، يا ٿوري بہ ڪا خلاف تهذيب ڳالهہ پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي زندگيءَ جي ڪنهن بہ دؤر ۾ ملي وڃي تہ ان جي ذريعي پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي عزت تي حملو ڪري ماڻهن جي نگاهن ۾ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي ذليل ۽ خوار ڪري ڇڏين پر تاريخ گواهہ آهي تہ هزارين دشمن سوچي سوچي ٿڪجي پيا پر ڪو هڪ بہ اهڙو واقعو نہ ملي سگهيو جنهن سان هو پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تي آڱر کڻي سگهن. تنهنڪري

هر انسان هِن حقيقت جو اعتراف ڪرڻ تي مجبور آهي تہ بيشڪ حضور صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَيْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن جو ڪردار انسانيت جو هڪ اهڙو محير العقول (عقلن ڪي حيران ڪرڻ وارو) ۽ غير معمولي ڪردار آهي جيڪو نبي ڪريم صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَيْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم ڪان سواءِ ڪنهن ٻئي جي لاءِ ممڪن ئي نہ آهي. اِهو ئي سبب آهي جو اعلانِ نبوت ڪان پوءِ خوشنصيب رُوحَ پاڻ صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَيْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جو ڪلمو پڙهي تن، من، ڌن، سان پاڻ صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَيْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم تي ايئن قربان ٿيڻ لڳا جو انهن جي جانثارين ڪي ڏسي شمع جي پروانن جانثاريءَ جو سبق سکيو ۽ حقيقت ڪي سڃاڻيندڙ ماڻهو تمام گهڻي عقيدت سان پاڻ صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَيْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي حسنِ صداقت تي پنهنجي عقلن ڪي قربان ڪري پاڻ صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَيْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي ٻُڌايل اسلامي رستي تي عاشقانا ادائن سان زبانِ حال سان هي چوندي هليا تہ.

چلو وادی عشق میں پا برہنہ !
یہ جنگل وہ ہے جس میں کانٹا نہیں ہے

# باب چوٿون

## اعلان نبوت کان بيعتِ عقبہ تائين

جڏهن حضور انورصَلَّى اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن جي زندگي جو چاليهون سال شروع ٿيو تہ پاڻ صَلَّى اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي ذات اقدس ۾ هڪ نئون انقلاب ظاهر ٿي پيوجو يڪدم پاڻ صَلَّى اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم خلوت (اڪيلائي) پسند ٿي ويا ۽ اڪيلائي ۾ ويهي خدا جي عبادت ڪرڻ جو ذوق ۽ شوق پيدا ٿي ويو. پاڻ صَلَّى اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم اڪثر وقت سوچ ويچار ۾ گذاريندا هئا ۽ پاڻ صَلَّى اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن جو اڪثر وقت قدرت جي نظارنجي مشاهدي ۽ ڪائناتِ فطرت جي مطالعي ۾ گذرندو هو. ڏينهن رات خالقِ ڪائنات جي ذات ۽ صفات جي تصور ۾ غرق ۽ پنهنجي قوم جي بگڙيل حالتن جي سڌاري ۽ ان جي تدبيرن جي سوچ ويچار ۾ مصروف رهڻ لڳا ۽ انهن ڏينهن ۾ هڪ نئين ڳالهہ هيءَ بہ ٿي تہ حضور صَلَّى اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کي سنا سنا خواب نظر اچڻ لڳا ۽ پاڻ صَلَّى اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جو هر خواب ايترو سچو هوندو هو جو خواب ۾ جيڪو ڪجهہ ڏسندا هئا ان جي تعبير صبح صادق وانگر روشن ٿي ظاهر ٿي پوندي هئي[64].

(بخاري ج 1، ص 2)

[64] صحيح البخاري،ڪتاب بدءالوحي ،باب 3،الحديث: 3، ج1، ص7، مختصراً

## غارِحرا

مڪي شريف کان تقريباً ٽي ميل پري "جبلِ حرا" نالي جبل جي مٿان هڪ غار "ڪاهي" آهي جنهن کي "غارِ حرا" چوندا آهن پاڻ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم اڪثر ڪيترن ئي ڏينهن جو کاڌو پاڻي ساڻ کڻي ان غار جي پُر سڪون ماحول ۾ خدا جي عبادت ۾ مصروف رهندا هئا. جڏهن کاڌو پاڻي ختم ٿي ويندو هو تہ ڪڏهن پاڻ گهر اچي کڻي ويندا هئا ۽ ڪڏهن حضرت بي بي خديجہ رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهَا کاڌو پاڻي غار ۾ پهچائيندي هئي. اڄ بہ اها نوراني غار پنهنجي اصلي حالت ۾ موجود ۽ مخلوق لاءِ زيارت گاهہ آهي.[65]

## پهرين وحي

هڪ ڏينهن پاڻ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم "غار حرا" جي اندر عبادت ۾ مشغول هئا تہ بلڪل اوچتو غار ۾ پاڻ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم وٽ هڪ فرشتو ظاهر ٿيو.(اُهي حضرت جبرائيل عَلَيْهِ السَّلَام هئا جيڪي هميشہ خدا عزوجل جو پيغام ان جيرسولن عَلَيْهِمُ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَام تائين پهچائيندا رهيا آهن) فرشتي يڪدم چيو تہ "پڙهو" پاڻ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو تہ آئون پڙهڻ وارو نہ آهيان، فرشتي پاڻ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي پڪڙيو ۽ نهايت گرم جوشي سان پاڻ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم سان زوردار معانقو(سيني سان لاتو) ڪيو ۽ پوءِ ڇڏي چيو "پڙهو" پاڻ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ

[65] ارشادالساري لشرح صحيح البخاري ڪتاب ڪيف ڪان بدء الوحي ....الخ، باب 3، تحت الحديث: 3، ج 1، ص 105-107 ملتقطًا و ملخصًا

وَاٰلِهٖ وَسَلَّم وري فرمايو تہ ” آئون پڙهڻ وارو نہ آهيان.“ فرشتي ٻئي ڀيري بہ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي پنهنجي سيني سان لڳايو ۽ ڇڏي چيو ”پڙهو“ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم وري اهو ئي فرمايو تہ ”آئون پڙهڻ وارو نہ آهيان“. ٽيون ڀيرو وري فرشتي پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي تمام زور سان پنهنجي سيني سان لڳائي ڇڏي ڏنو ۽ چيو تہ

اِقْرَاْ بِاسْمِ رَبِّكَ الَّذِیْ خَلَقَۚ(۱) خَلَقَ الْاِنْسَانَ مِنْ عَلَقٍۚ(۲) اِقْرَاْ وَ رَبُّكَ الْاَكْرَمُۙ(۳) الَّذِیْ عَلَّمَ بِالْقَلَمِۙ(۴) عَلَّمَ الْاِنْسَانَ مَا لَمْ یَعْلَمْؕ(۵) (پ 30 العلق 1-5)

ترجمو ڪنزالايمان: پڙهہ پنهنجي رب جي نالي سان جنهن پيدا ڪيو (1) انسان کي رت جي ڳوڙهي مان ٺاهيو (2) پڙهہ ۽ تنهنجو رب آهي سڀ کان ڪريم (3) جنهن قلم سان لکڻ سيکاريو (4) انسان کي سيکاريو جيڪو نہ ڄاڻندو هو (5).

اها ئي سڀ کان پهرين وحي هئي جيڪا پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن تي نازل ٿي. هنن آيتن کي ياد ڪري حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم پنهنجي گهر تشريف کڻي آيا. پر اِن واقعي جي ڪري جيڪو بلڪل اوچتو پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم سان پيش آيو، پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي دل مبارڪ تي خوف طاري ٿي ويو. پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم گهر وارن کي فرمايو تہ مون کي ڪمبل اوڍايو. مون کي ڪمبل اوڍايو. جڏهن پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو خوف ختم ٿي ويو ۽ ڪجهہ آرام آيو تہ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم حضرت بيبي خديجہ رَضِیَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا سان غار ۾ پيش آيل واقعو بيان ڪيو ۽ فرمايو تہ ”مون کي پنهنجي جان جو خوف آهي“ اهو ٻُڌي حضرت بيبي خديجہ رَضِیَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا چيو

ته نه، هرگز نه. توهانجي جان کي ڪوبه خطرو نه آهي. خدا جو قسم! الله تعاليٰ توهانکي ڪڏهن به رسوا نه ڪندو، توهان ته مائٽن سان سٺو سلوڪ ڪندا آهيو، ٻين جو بار پاڻ کڻندا آهيو پاڻ ڪمائي مفلسن ۽ محتاجن کي عطا فرمائيندا آهيو، مسافرن جي مهمان نوازي ڪندا آهيو ۽ حق ۽ انصاف جي خاطر سيني جي، مصيبتن ۽ مشڪلاتن ۾ ڪم ايندا آهيو.

ان کان پوءِ حضرت بيبي خديجه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي پنهنجي سؤٽ ”ورقه بن نوفل“ وٽ وني وئي، ورقه انهن ماڻهن مان هو جيڪي ”موحد“ هئا ۽ مڪي وارن جي شرڪ ۽ بت پرستي کان بيزار ٿي ”نصراني“ ٿي ويا هئا ۽ انجيل جو عبراني زبان کان عربي ۾ ترجمو ڪندا هئا. نهايت پوڙها ۽ نابينا ٿي چڪا هئا. حضرت بيبي خديجه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا انهن کي چيو ته ڀاءُ! توهان پنهنجي ڀائيٽي جي ڳالهه ٻڌو. ورقه بن نوفل چيو ته ٻڌايو، توهان ڇا ڏٺو آهي؟ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم غارِ حرا جو پورو واقعو بيان فرمايو اهو ٻڌي ورقه بن نوفل چيو هي ته اهو ئي فرشتو آهي جنهن کي الله تعاليٰ حضرت موسيٰ عَلَيْهِ السَّلَام وٽ موڪليو هو. پوءِ ورقه بن نوفل چوڻ لڳا ته ڪاش! آئون پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي اعلانِ نبوت جي زماني ۾ تندرست ۽ جوان هجان ها. ڪاش! آئون ان وقت تائين زنده هجان جڏهن سندن قوم پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي مڪي مان ٻاهر ڪيندي اهو ٻڌي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم (تعجب مان) فرمايو ته ڇا مڪي وارا مون کي مڪي مان ڪڍي ڇڏيندا ته

ورقہ چيو جي ها! جيڪو بہ شخص پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم وانگر نبوت کڻي آيو ماڻهوان سان دشمني ڪرڻ تي سَندِرو ٻڌي بيٺا.

ان کان پوءِ ڪجهہ ڏينهن تائين وحي نازل ٿيڻ جو سلسلو بند ٿي ويو ۽ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم وحي جي انتظار ۾ بيقرار رهڻ لڳا. ايستائين جو هڪ ڏينهن حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ڪٿي گهر کان ٻاهر تشريف وٺي وڃي رهيا هئا تہ ڪنهن "يا محمد" صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم چئي سڏيو. پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم آسمان جي طرف ڪنڌ مٿي ڪري ڏٺو تہ اهوئي فرشتو (حضرت جبرائيل عَلَيْهِ السَّلَام) جيڪو غار ۾ آيو هو آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ هڪ ڪرسي تي وينوآهي. اهو منظر ڏسي پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي دل مبارڪ ۾ هڪ خوف جي ڪيفيت پيدا ٿي وئي ۽ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم گهر اچي ليٽي پيا ۽ گهر وارن کي فرمايو تہ مون کي ڪمبل اوڍايو. مون کي ڪمبل اوڍايو.اهڙي طرح پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ڪمبل اوڍي ليٽيا پيا هئا تہ اوچتو پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تي سورة "مدثر" جي شروع واريون آيتون نازل ٿيون ۽ رب تعالیٰ جو فرمان لٿو تہ

يٰۤاَيُّهَا الْمُدَّثِّرُۙ(۱) قُمْ فَاَنْذِرْۙ(۲) وَرَبَّكَ فَكَبِّرْۙ(۳) وَثِيَابَكَ فَطَهِّرْۙ(۴) وَالرُّجْزَ فَاهْجُرْ[66]ۙ(۵) (بخاري ج1 ص 3)

ترجمو ڪنزالايمان: اي ڪمبل پائڻ وارا اٿي بيهہ پوءِ خوف ٻڌاءِ ۽ پنهنجي رب جي وڏائي بيان ڪر ۽ پنهنجا ڪپڙا پاڪ رک ۽ بتن کان پري رهہ

[66] پ 29 المدثر1،5 وصحيح البخاري، ڪتاب بدء الوحي، باب 3 الحديث: 4،3 ج1 ، ص 7

هنن آيتن جي نازل ٿيڻ کانپوءِ حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي اللّٰه تعاليٰ دعوتِ اسلام جي منصب تي مقرر فرمائي ڇڏيو ۽ پاڻ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم اللّٰه تعاليٰ جي حڪم مطابق دعوتِ حق ۽ تبليغِ اسلام جي لاءِ تيار ٿي ويا.

## دعوتِ اسلام جي لاءِ ٽي دور

### پهريون دور

ٽن سالن تائين حضورِ اقدس صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم بلڪل لڪيل نموني ۽ مڪمل رازداري سان تبليغِ اسلام جو فرض ادا فرمائيندا رهيا ان دوران عورتن ۾ سڀ کان پهريان حضرت بيبي خديجه رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهَا، آزاد مردن ۾ سڀ کان پهريان حضرت ابوبڪر صديق رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ، ڇوڪرن ۾ سڀ کان پهريان حضرت علي رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ ۽ غلامن ۾ سڀ کان پهريان زيد بن حارثه رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ ايمان آندو. پوءِ حضرت ابو بڪر صديق رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ جي دعوت ۽ تبليغ سان حضرت عثمان، حضرت زبير بن العوام، حضرت عبدالرحمٰن بن عوف، حضرت سعد بن ابي وقاص، حضرت طلحه بن عبيداللّٰه رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُمْ به جلدي دامنِ اسلام ۾ اچي ويا، وري ڪجهه ڏينهن کان پوءِ حضرت ابو عبيده بن الجراح، حضرت ابو سلمه عبداللّٰه بن عبدالاسد، حضرت ارقم بن ابو ارقم، حضرت عثمان بن مظعون ۽ ان جا ٻئي ڀائر حضرت قدامه ۽ حضرت عبداللّٰه رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُمْ به اسلام ۾ داخل ٿي ويا. وري ڪجهه عرصي کانپوءِ حضرت ابوذر غفاري، حضرت صهيب رومي، حضرت عبيده بن الحارث بن عبدالمطلب،

سعيد بن زيد بن عمرو بن نفيل ۽ ان جي گهر واري فاطمہ بنت الخطاب حضرت عمر جي ڀيڻ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُم بہ اسلام قبول ڪيو. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي چاچي حضرت اُم الفضل حضرت عباس بن عبدالمطلب جي گهر واري ۽ حضرت اسماء بنت ابو بڪر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُم بہ مسلمان ٿي ويون. ان کان علاوه ٻين ڪيترن ئي مردن ۽ عورتن بہ اسلام قبول ڪرڻ جو شرف حاصل ڪيو.[67]
(زرقاني علي المواهب ج1 ص 246)

واضع رهي تہ سڀ کان پهريان اسلام آڻڻ وارا جيڪي ”سابقين اولين“جي لقب سان سرفراز آهن انهن خوش نصيبن جي فهرست تي نظر وجهڻ سان خبر پوي ٿي تہ سڀ کان پهريان دامن اسلام ۾ اچڻ وارا اهي ئي ماڻهو آهن جيڪي فطرةً نيڪ طبيعت ۽ پهريان کان ئيحق جي تلاش ۾ هئا ۽ ڪفارِ مڪہ جي شرڪ، بُت پرستي ۽ مشرڪانہ جاهليت جي رسمن کان متنفر ۽ بيزار هئا. تنهنڪري نبيءِ برحق جي دامن ۾ دينِ حق جي تجلي ڏسندي ئي هي نيڪ بخت ماڻهو پروانن وانگر شمعِ نبوت تي قربان ٿيڻ لڳا ۽ اسلام سان مشرف ٿي ويا.

[67] المواهب اللدينة، دقائق بعشهٖ،ج1، ص 115،116 وشرح انزرقاني علي المواهب ذڪر اول من آمن با الله ورسولهٖ ،ج 1، ص 455،460 مللتقطاً و ملخصاً)

## ٻيو دؤر

ٽن سالن جي ان خُفيہ دعوتِ اسلام ۾ مسلمانن جي هڪ جماعت تيار ٿي وئي ان کان پوءِ الله تعاليٰ پنهنجي حبيب صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تي سورة ”شعراء“ جي آيت

وَاَنۡذِرۡ عَشِيۡرَتَكَ الۡاَقۡرَبِيۡنَ — ترجمو ڪنزالايمان: ۽ اي محبوب پنهنجي ويجهن رشتيدارن کي ڊيڄار

نازل فرمائي ۽ خدا تعاليٰ جو حڪم ٿيو تہ اي محبوب! توهان پنهنجي ويجهي خاندان وارن کي خدا کان ڊيڄاريو تہ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم هڪ ڏينهن صفا جبل جي چوٽي تي چڙهي ”يا معشر قريش“ چئي قبيلي وارن کي سڏيو. جڏهن سڀ قريش جمع ٿي ويا تہ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو تہ اي منهنجي قوم! جيڪڏهن آئون توهان کي اهو چوان تہ هن جبل جي پويان هڪ لشڪر لڪل آهي جيڪو توهان تي حملو ڪرڻ وارو آهي تہ ڇا توهان منهنجي ڳالهہ تي يقين ڪندؤ؟ تہ سيني هڪ زبان ٿي چيو تہ ها!ها! اسان يقيناً پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي ڳالهہ جو يقين ڪنداسين چو تہ اسان پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي سچو ۽ امين ئي ڏٺو آهي. پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو نيڪ آهي تہ پوءِ آئون اهو چوان ٿو تہ آئون توهان کي عذابِ الاهي کان ڊيڄاري رهيو آهيان ۽ جيڪڏهن توهان ايمان نہ آڻيندؤ تہ توهان تي عذابِ الاهي نازل ٿيندو، اهو ٻڌي سڀ قريش جن ۾ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو چاچو ابو لهب بہ هو، سخت ناراض

ٿي سڀ جا سڀ هليا ويا ۽ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالَى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي شان ۾ بيهودھ ڳالهيون چوڻ لڳا.[68] (بخاري ج2، ص 702 و عامہ تفاسير)

## ٽيون دؤر

هاڻي اهو وقت اچي ويو جو اعلانِ نبوت جي چوٿين سال سورة ”حجر“ جي آيت

فَاصۡدَعۡ بِمَا تُؤۡمَرُ

ترجمو ڪنزالايمان: تہ اعلانيہ چئہ جنهن ڳالهہ جو توکي حڪم آهي.

نازل فرمائي ۽ حضرت حق جل شانہ اهو حڪم فرمايو تہ اي محبوب! توهان کي جيڪو حڪم ڏنو ويو آهي ان کي علي الاعلان بيان فرمايو. ان کان پوءِ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالَى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم اعلانيہ دينِ اسلام جي تبليغ فرمائڻ لڳا، ۽ شرڪ ۽ بُت پرستي جي علي الاعلان برائي بيان فرمائڻ لڳا، تمام قريش، تمام اهلِ مڪہ ۽ بلڪ پورو عرب پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالَى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي مخالفت لاءِ تيار ٿي ويو. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالَى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۽ مسلمانن کي ايذاء رسائڻ جو هڪ ڊگهو سلسلو شروع ٿي ويو.[69]

## رحمتِ عالم تي ظلم و ستم:

ڪفارِ مڪہ خاندان بنو هاشم جي انتقام (بدلي وٺڻ) ۽ جنگ ڇڙي وڃڻ جي خوف کان حضور صَلَّى اللهُ تَعَالَى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي قتل تہ نہ ڪري سگهيا پر طرح طرح جي تڪليفن ۽ ايذائن سان پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالَى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ

---

[68] صحيح البخاري، ڪتاب التفسير،باب ولاتخزني،.....الخ،الحديث:477، ج 3، ص 294، بتخير

[69] المواهب اللدنية مع شرح الزرقاني الاجهار بدعوته ، ج 1، ص 461_462

وَسَلَّم تي ظلم ۽ ستم جا جبل ٽوڙڻ لڳا. اهڙي طرح تہ سڀ ڪان پهرين حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي ڪاهن (نجومي)، ساحر (جادوگر)، شاعر ۽ مجنون (ديوانو) هئڻ جو هر پاڙي ۽ هر گهٽيءَ ۾ زورشور سان ڍنڍورو ڏيڻ لڳا. پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي پويان شرارتي ڇوڪرن جو ٽولو لڳائي ڇڏيائون جيڪي رستي ۾ پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تي چٿرون ڪندا هئا، گاريون ڏيندا ۽ هي چريو آهي، هي چريو آهي، جو شور ڪندي پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تي پٿر اڇلائيندا هئا. ڪڏهن ڪفارِ مڪہ پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي راهہ ۾ ڪنڊا وڇائيندا هئا. ڪڏهن پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي جسم مبارڪ تي گندگي اڇلائيندا هئا. ڪڏهن پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي ڌڪا ڏيندا هئا. ڪڏهن پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي مقدس ۽ نازڪ ڳچيءَ ۾ چادر جو ڦاهو وجهي گلو گُهٽڻ جي ڪوشش ڪندا هئا.

روايت آهي تہ هڪ دفعي پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم حرمِ ڪعبہ ۾ نماز پڙهي رهيا هئا تہ هڪدم سنگدل ڪافر عقبہ بن ابي معيط پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي ڳچيءَ ۾ چادر جو ڦاهو وجهي ايترو تہ زور سان ڇڪيو جو پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو ساهہ ٻُوساٽجڻ لڳو. جيئن تہ اهو منظر ڏسي حضرت ابو بڪر صديق رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ بيقرار ٿي ڊوڙيا ۽ عقبہ بن ابي معيط کي ڌڪو ڏيئي پري ڪيو ۽ چيو تہ توهان اهڙي ماڻهو کي قتل ڪرڻ گهرو ٿا جيڪو اهو چئي ٿو تہ

”منهنجو رب الله آهي“ انهيءَ ڏِڪ ڏڪان ۾ حضرت ابو بڪر صديق رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ ڪافرن کي ماريو ٻه ۽ مار ٻه ڪاڏي[70].

(زرقاني ج1 ص 252 و بخاري ج 1 ص 544)

ڪافر پاڻ صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي معجزن ۽ روحاني اختيارن کي ڏسي پاڻ صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کي سڀ کان وڏو جادوگر چوندا هئا. جڏهن حضورصَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم قرآن جي تلاوت فرمائيندا هئا ته اهي ڪافر قرآن ۽ قرآن کي آڻيندڙ (جبرائيل) ۽ قرآن کي نازل فرمائڻ واري (الله تعاليٰ) کي ۽ پاڻ صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کي گاريون ڏيندا هئا ۽ گهٽين ۽ بازارن ۾ پهرو ڏاريندا هئا ته جيئن قرآن جو آواز ڪنهن جي ڪن تي نه پوي ۽ تاڙيون ۽ سيٽيون وڄائي ايترو ته گوڙ ڪندا هئا جو قرآن جو آواز ڪنهن کي ٻه ٻُڌڻ ۾ نه ايندو هو. حضور صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جڏهن ڪنهن عام مجمعي ۾ يا ڪافرن جي ميلن ۾ قرآن پڙهي ٻُڌائيندا يا دعوتِ ايمان جو واعظ فرمائيندا هئا ته پاڻ صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن جو چاچو ابو لهب پاڻ صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي پنيان اهو چوندو ويندو هو ته اي ماڻهو! هي منهنجو ڀائٽيو ڪوڙو آهي، هي چريو ٿي ويو آهي، توهان ان جي ڪابه ڳالهه نه ٻُڌو. (معاذ الله)

هڪ ڀيرو حضورصَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم ”ذوالمجاز“ جي بازار ۾ دعوتِ اسلام جو واعظ فرمائڻ جي لاءِ تشريف وٺي ويا ۽ ماڻهن کي حق

---

[70] شرح الزرقاني علي المواهب، الا جهار بدعوتہ امر اذيته،ج 1، ص 468، و صحيح البخاري، ڪتاب مناقب الانصار،باب مالقي النبي واصحابه......الخ،الحديث: 3856، ج 2، ص 575

جي ڪلمي جي دعوت ڏني تہ ابو جهل پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تي ڏوڙ اُڏائيندو چئي رهيو هو تہ اي ماڻهو! هِن جي ڌوکي ۾ نہ اچجو، هي چاهي ٿو تہ توهان لات ۽ عزيٰ جي عبادت ڇڏي ڏيو.[71]

(مسند امام احمد ج4 وغيره)

اهڙي طرح هڪ ڀيرو جڏهن پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم حرم ڪعبہ ۾ نماز پڙهي رهيا هئا تہ حالتِ نماز ۾ ابو جهل چيو تہ آهي ڪو؟ جيڪو فلاڻي جي اولاد جي ذبح ڪيل اُٺ جي اوجهري کڻي اچي سجدي جي حالت ۾ هِن جي ڪلهن تي رکي ڇڏي. اهو ٻُڌي عقبہ بن ابي معيط ڪافر اٿيو ۽ ان اوجهري کڻي اچي حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي ڪلهي مبارڪ تي رکي ڇڏي. حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم سجدي ۾ هئا چڱي دير تائين اوجهري ڪلهي ۽ ڪنڌ تي پيل رهي ۽ ڪافر ٽهڪ ڏيئي کلندا رهيا ۽ کِلي کِلي هڪٻئي جي مٿان ڪرندا رهيا آخر حضرت بيبي فاطمہ رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهَا جيڪا انهن ڏينهن ۾ ننڍي عمر جي هئي، آيون ۽ اُنهن ڪافرن کي گهٽ وڌ ڳالهائيندي اوجهري کي پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي ڪلهن مبارڪن تان هٽائي ڇڏيو حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي دل مبارڪ کي قريشن جي ان شرارت جو تمام گهڻو صدمو پهتو ۽ نماز کان فارغ ٿي ٽي ڀيرا هيءُ دُعا گُهريائون تہ "اَللّٰهُمَّ عَلَيْکَ بِقُرَيْشٍ" يعني اي الله! تو قريشن کي پنهنجي پڪڙ ۾ وٺ، پوءِ ابوجهل، عتبہ بن ربيع، شيبہ بن

[71] المسند للامام احمد بن حمبل، احاديث رجڪال من اصحاب النبي، الحديث: 23252، ج 9، ص 62

ربيع، وليد بن عتبہ، اميہ بن خلف، عماره بن وليد جو نالو وٺي دعا گهري تہ الاهي!تون انهن ماڻهن کي پنهنجي گرفت ۾ وٺي ڇڏ. حضرت عبدالله بن مسعود رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ فرمائن ٿا تہ خدا جو قسم! مون انهن سيني ڪافرن کي جنگِ بدر جي ڏينهن ڏٺو تہ انهن جا لاش زمين تي پيل هئا پوءِ انهن ڪافرن جي لاشن کي نهايت ذلت سان کِهلي بدر جي هڪ کڏي ۾ وڌو ويو ۽ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو تہ هِنن کڏي وارن تي خدا جي لعنت آهي[72].

(بخاري ج1ص74 باب المراة تمرح الخ)

## ڪجھ شرارتي ڪافر

جيڪي مڪي جا ڪافر حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم سان دشمني ۽ ايذاء رسائڻ ۾ تمام گهڻا سرگرم هئا انهن مان ڪجهہ شرارتين جا نالا هي آهن.

(1) ابو لهب (2) ابو جهل (3) اسود بن عبد يغوث (4) حارث بن قيس بن عدي (5) وليد بن مغيره (6) اميہ بن خلف (7) ابي بن خلف (8) ابو قيس بن فاڪهہ (9) عاص بن وائل (10) نضر بن حارث (11)منبہ بن الحجاج (12) زهير بن ابي اميہ (13) سائب بن صيفي (14) عدي بن حمرا (15) اسود بن عبدالاسد (16) عاص بن سعيد بن العاص (17) عاص بن هاشم(18) عقبہ بن ابي معيط (19) حڪم بن ابي العاص.

[72] صحيح البخاري،ڪتاب الصلواة ، باب المراة تطرح عن المصلي......الخ، الحديث:520، ج1، ص193

هي سڀ جا سڀ حضور رحمتِ عالَم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جا پاڙيسري هئا ۽ انهن ۾ گهڻا مالدار ۽ صاحب اقتدار هئا ۽ ڏينهن رات سرورِ ڪائنات صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي ايذاء رسائڻ ۾ مصروف رهندا هئا. (نعوذ بالله من ذالڪ)

## مسلمانن تي ظلم

حضور رحمتِ عالَم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم سان گڏوگڏ غريب مسلمانن تي بہ مڪي جي ڪافرن اهڙا اهڙا ظلم ڪيا جو مڪي جي زمين تڙپي اٿي. اهو آسان هو تہ مڪي جا ڪافرانهن مسلمانن کي قتل ڪري ڇڏين ها پر ايئن ڪرڻ سان اُنهن ڪافرن جي جوشِ انتقام جو نشو نٽي لهي سگهيو ٿي تہ ڪافر ان ڳالهہ ۾ پنهنجو شان سمجهندا هئا تہ هِنن مسلمانن کي ايترو ستايو جو اِهي اسلام کي ڇڏي وري شرڪ ۽ بُت پرستيءَ ۾ لڳي وڃن. انڪري قتل ڪرڻ جي بجاءِ مڪي جا ڪافر مسلمانن کي طرح طرح جي سزائن ۽ ايذائن سان‌ستائيندا هئا. پر خدا جو قسم!شرابِ توحيد جي انهن مستانن پنهنجي‌استقلال ۽ استقامت جو اهو منظر پيش ڪيو جو جبلن جون چوٽيون بہ حيرت سان اُنهن بلاڪشانِ اسلام(يعني اسلام جي خاطر مصيبتن کي برداشت ڪندڙن) جي استقامت جي جذبي جو نظارو ڪنديون رهيون. سنگدل، بيرحم، درنده صفت ڪافرن اُنهن غريبن ۽ بيڪس مسلمانن تي نفرت ۽ ظلم جي ڪا ڪسر باقي نہ ڇڏي. پر هڪ بہ مسلمان جي استقامت ۾ ذري برابر بہ لوڏونہ آيو۽ مسلمانن جو هڪ بہ ٻار اسلام کان منهن ڦيري ڪافر ۽ مرتد نہ ٿيو.

مڪي جي ڪافرن انهن غريب مسلمانن تي تمام گهڻا ظلم و ستم ۽ اهڙن اهڙن خطرناڪ ۽ جان جلائيندڙ عذابن ۾ مبتلا ڪيو جو جيڪڏهن انهن مسلمانن جي جاءِ تہ جبل بہ هجي ها تہ شايد لُڏڻ لڳي ها. بياباڻِ عرب جي تيز اُس ۾ جڏهن ان جي واري تندور وانگر گرم ٿي ويندي هئي تہ انهن مسلمانن جي پُٺي ڪوڙن جي مار سان زخمي ڪري ان گرم واري تي انهن کي پٺيءَ ڀر ليٽائيندا هئا ۽ ڇاتي تي ايترو وزني پٿر رکي ڇڏيندا هئا جو هو پاسو نہ ورائي سگهن لوهہ کي باهہ ۾ گرم ڪري ان سان انهن مسلمانن جي جسم تي ڏنڀ ڏيندا هئا، پاڻي ۾ ايتريون ٻُڀيون ڏياريندا هئا جو انهن جو ساهہ ٻوساٽجڻ لڳندو هو تَڏي ۾ انهن مسلمانن کي ويڙهي انهن جي نڪن ۾ دونهون ڏيندا هئا جنهن سان ساهہ کڻڻ مشڪل ٿي ويندو هو ۽ اُهي تڪليف ۽ بي چيني جي ڪري سندن حَواس خطا ٿي ويندا هئا.

حضرت خباب بن الارت رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنۡہُ هِنن ان زماني ۾ اسلام قبول ڪيو جڏهن حضور صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَيۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم حضرت ارقم بن ابو ارقم رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنۡہُ جي گهر ۾ ترسيل هئا ۽ صرف ڪجهہ ئي ماڻهومسلمان ٿيا هئا. قريشن انهن کي تمام گهڻو ستايو. ايتري تائين جو ٻرندڙ ڪوئلن تي انهن کي پٺي ڀر ليٽائي هڪ شخص انهن جي سيني تي پير رکي بيٺو رهيو ايسيتائين جو انهن جي پٺي جي چربي ۽ رطوبت سان ڪوئلا اجهامي ويا، سالن کان پوءِ جڏهن حضرت خباب رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنۡہُ اهو واقعو امير المومنين عمر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنۡہُ جي سامهون بيان

کيو ۽ پنهنجي پُٺي کولي ڏيکاري تہ پوري پُٺيءَ تي اڇا اڇا داغ هئا. ان عبرتناڪ منظر کي ڏسي حضرت عمر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ اکيون پرجي آيون ۽ انهن روئي ڏنو.[73] (تبقات ابن سعد ج3 تذکره خباب)

حضرت بلال رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي جيڪو اميہ بن خلف ڪافر جو غلام هو انهن جي ڳچيءَ ۾ رسو وجهي ڪين بازارن ۽ رستن تي گهليو ويندو هو. انهن جي پُٺيءَ تي لٺيون وسايون وينديون هيون ۽ نيڪ منجهند جو تيز اُس ۾ گرم گرم واري تي انهن کي ليٽائي ايترو وزني پٿر سندن ڇاتي تي رکيو ويندو هو جو انهن جي زبان ٻاهر نڪري ايندي هئي. اميہ ڪافر چوندو هو تہ اسلام کي ڇڏي ڏي نہ تہ اهڙي طرح تڙپي تڙپي مري ويندين، پر ان حال ۾ بہ حضرت بلال رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ پيشانيءَ تي گُهنجَ نہ ايندا هئا ۽ زور زور سان ”اَحَد“ ”اَحَد“ جو نعرو هڻندا هئا ۽ وڏي آواز ۾ چوندا هئا ”الله هڪ آهي، الله هڪ آهي“[74] (سيرت ابن هشام ج1 ص317_318)

حضرت عمار بن ياسر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي گرم گرم واري تي پٺيءَ پر ليٽائي ڪُفارِ قريش ايترو ماريندا هئا جو پاڻ بي هوش ٿي ويندا هئا. سندن والده حضرت بي بي سميہ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا کي اسلام آڻڻ تي ابو جهل انهن جي ڌُن جي هيٺان اهڙو نيزو هنيو جو اُهي شهيد ٿي ويون. حضرت عمار رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جا والد حضرت ياسر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ بہ ڪافرن جي مار کائيندي کائيندي شهيد ٿي ويا. حضرت صهيب

---

[73] الطبقات الکبري لابن سعد، خباب بن الارت رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ، ج3، ص 122، 123
[74] شرح الزرقاني علي المواهب، اسلام حمزة ، ج1، ص 498

رومي رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي مکي جا ڪافر اهڙيون اهڙيون اذيتون ڏيندا هئا ۽ اهڙي مار ڏيندا هئا جو ڪلاڪن جا ڪلاڪ بي هوش ٿي ويندا هئا. جڏهن هي هجرت ڪرڻ لڳا ته مکي جي ڪافرن چيو ته توهان پنهنجو سڄو مال ۽ سامان هتي ڇڏي پوءِ مديني وڃي سگهو ٿا پاڻ خوشي خوشي دنيا جي دولت کي لت هڻي پنهنجي ايمان جي دولت سان گڏ مديني هليا ويا[75].

حضرت ابو فکيهه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ صفوان بن اميه ڪافر جا غلام هئا ۽ حضرت بلال رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ سان گڏ ئي مسلمان ٿيا هئا. جڏهن صفوان کي انهن جي اسلام جي خبر پئي ته صفوان سندن ڳچيءَ ۾ رسو وجهي انهن کي گهليو ۽ تپيل گرم زمين تي ڪين پُٺيءَ پر ليٽائي سيني تي وزني پٿر رکي ڇڏيو، جڏهن انهن کي ڪافر گهلي وڃي رهيا هئا ته رستي ۾ اتفاق سان هڪ گُبريلو (هڪ قسم جو جيت) نظر آيو، اميه ڪافر طعنو هڻندي چيو ته ”ڏس تنهنجو خدا هي ته نه آهي“حضرت ابو فکيهه فرمايو ته ”اي ڪافر جا پٽ! خاموش منهنجو ۽ تنهنجو خدا الله آهي.“ اهو ٻُڌي اميه ڪافر ڪاوڙ ۾ پرجي ويو ۽ ايترو زور سان سندن ڳلو دٻايوجو اُهي بي هوش ٿي ويا ۽ ماڻهن سمجهيو ته انهن جو ساهه نڪري ويو.

---

[75] شرح الزرقاني علي المواهب ، اسلام حمزة ، ج 1 ، 96_4974 مختصراً

اهڙي طرح حضرت عامر بن فهيره رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ کي بہ ايترو ماريو ويندو هو جو انهن جي لونءُ لونءُ ڏُکندي هئي.[76]

حضرت بيبي لبينہ رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهَا جيڪا ٻانهي هئي. حضرت عمر رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ جڏهن ڪفر جي حالت ۾ هئا ان غريب ٻانهي کي ايترو تہ ماريندا هئا جو ماريندي ماريندي ٿڪجي پوندا هئا پر حضرت لبينہ رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهَا اُف بہ نہ ڪندي هئي پر جرأت سان چوندي هئي تہ اي عمر! جيڪڏهن توهان الله جي سچي رسول تي ايمان نہ آڻيندا تہ خدا ضرور توهان کان ان جو بدلو وٺندو.[77]

حضرت زنيره رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهَا حضرت عمر رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ جي گهراڻي جي ٻانهي هئي اُها مسلمان ٿي تہ انهن کي ڪافرن ايترو ماريو جو انهن جي اکين جي روشني ختم ٿي وئي پر الله تعاليٰ حضورِ اقدس صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي دعا سان وري ڪين اکين جي روشني عطا فرمائي ڇڏي جنهن تي مشرڪ چوڻ لڳا تہ هي محمد (صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم) جي جادو جو اثر آهي.[78](زرقاني علي المواهب ج1 ص270)

اهڙي طرح حضرت بيبي ”نهديہ“ ۽ بيبي اُمِ عبيس رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُمَا بہ ٻانهيون هيون. اسلام آڻڻ کان پوءِ مڪي جي ڪافرن انهن ٻنهي کي طرح طرح جون تڪليفون ۽ بي پناهہ اذيتون ڏنيون پر

---

[76] السيرة الحلبية ، باب استخفانه، واصحابه......الخ،ج1، ص 424، مختصراً

[77] السيرة الحلبية ، باب استخفانه، واصحابه.....الخ ، ج 1، ص 425

[78] شرح الزرقاني علي المواهب، اسلام حمزة، ج1، ص 502

هي الله واريون صبر ۽ شڪر سان انهن وڏين وڏين مصيبتن کي برداشت ڪنديون رهيون ۽ اسلام کان انهن جا قدم نہ هٽيا[79].

حضرت يارِ غارِمصطفيٰ ابو بکر صديق باصفا رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ ڪهڙي طرح اسلام تي پنهنجي دولت نثار ڪئي ان جي هڪ جهلڪ هي آهي تہ پاڻ انهن غريب ۽ بي وس مسلمانن مان گهڻن جي جان بچائي. پاڻ حضرت بلال، عامر بن فهيره، ابو فڪيهہ، لبينہ، زنيره، نهديہ ۽اُمِ عبيس رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُم انهن سيني غلامن کي وڏيون وڏيون رقمون ڏيئي خريد ڪيو ۽ سيني کي آزاد ڪري ڇڏيو ۽ انهن مظلومن کي ڪافرن جي ايذاء کان بچائي ورتو[80].

(زرقاني علي المواهب و سيرت ابن هشام ج1 ص319)

حضرت ابوذر غفاري رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ جڏهن اسلام آندو تہ مڪي ۾ هڪ مسافر جي حيثيت سان ڪيترائي ڏينهن حرمِ ڪعبہ ۾ رهيا. هي روزانو زور زور سان رڙيون ڪري پنهنجي اسلام جو اعلان ڪندا هئا ۽ روز ڪُفارِ قريش انهن کي ايترو ماريندا هئا جو هي رتورت ٿي ويندا هئا ۽ انهن ڏينهن ۾ آبِ زمزم ڪانسواء ڪين ڪائڻ پيئڻ لاءِ ڪجهہ بہ نہ مليو[81]. (بخاري ج1ص544 باب اسلام ابي ذر)

---

[79] شرح الزرقاني علي المواهب، اسلام حمزة،ج1، ص 502

[80] شرح الزرقاني علي المواهب، اسلام حمزه، ج1، ص 502 و السيرة الحلبية،باب استخفائيه واصحابه،...الخ،ج1ص425

[81] صحيح البخاري، ڪتاب مناقب الانصار، باب اسلام ابي ذر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ، الحديث:3861، ج2، ص 576

واضح رهي تہ مکي جي ڪافرن جو اهو سلوڪ صرف غريبن ۽ غلامن تائين محدود نہ هيو پر اسلام آڻڻ جي جرم ۾ وڏن مالدارن ۽ رئيسن کي بہ نہ بخشيو ويو. حضرت ابو بڪر صديق رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنۡهُ جيڪي مکي شهر جي ممتاز معززين مان هئا پر انهن کي بہ حرم ڪعبہ ۾ قريش جي ڪافرن ايترو ماريو جو انهن جو مٿو مبارڪ رت ۾ ڳاڙهو ٿي ويو. اهڙي طرح حضرت عثمان غني رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنۡهُ جيڪي تمام مالدار ۽ صاحب اقتدار هئا. جڏهن هي مسلمان ٿيا تہ غيرن نہ پر خود انهن جي چاچي کين رسين سان ٻَڌي تمام گهڻو ماريو. حضرت زبير بن العوام رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنۡهُ وڏي رُعب ۽ دٻدٻي وارا ماڻهو هيا پر انهن جڏهن اسلام قبول ڪيو تہ انهن جو چاچو کين تڏي ۾ ويڙهي سندن نڪ ۾ دونهون ڏيندو هو جنهن سان انهن جو ساهہ گُهٽجڻ لڳندو هو. حضرت عمر رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنۡهُ جي چاچي جو پُٽ (سؤٽ) ۽ پيڻويو حضرت سعيد بن زيد رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنۡه ڪيتري عزت ۽ اعزاز وارا رئيس هئا پر جڏهن انهن جي اسلام جي حضرت عمر رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنۡهُ کي خبر پئي تہ انهن کي رسين سان ٻَڌي ماريو ۽ انهن سان گڏ حضرت عمر رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنۡهُ پنهنجي ڀيڻ حضرت بيبي فاطمہ بنت الخطاب رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنۡهَا کي بہ ايترو زور سان ٿڦ هنئي جو انهن جي ڪنن جا زيور ڪري پيا ۽ چهري تي رت وهي پيو.[82]

[82] شرح الزرقاني علي المواهب، اسلام عمر فاروق رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنۡهُ، ج 2 ، ص 5

## ڪافرن جو ٽولو بارگاهِ رسالت ۾

هڪ دفعو قريش جا سردار حرم ڪعبہ ۾ ويهي اهو سوچي رهيا هئا تہ آخرڪار ايترين تڪليفون ۽ سختيون برداشت ڪرڻ جي باوجود محمد (صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم) پنهنجي تبليغ بند ڇو نٿا ڪن؟ آخر انهن جو مقصد ڇا آهي؟ ڇا هو سڀ عزت، مرتبي يا سرداري ۽ دولت جا خواهشمند هجن. تنهنڪري سيني عتبہ بن ربيعہ کي حضرت محمد صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم وٽ موڪليو تہ ڪنهن بہ طريقي سان انهن جو دلي مقصد معلوم ڪر. اهڙي طرح عتبہ اڪيلائيءَ ۾ پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن سان مليو ۽ چوڻ لڳو تہ اي محمد (صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم) آخر هِن دعوتِ اسلام مان توهان جو مقصد ڇا آهي؟ ڇا توهان مڪي جي سرداري چاهيو ٿا؟ يا عزت ۽ دولت جا خواهشمند آهيو؟ يا ڪنهن وڏي گهراڻي ۾ شادي جي خواهش آهي؟ توهان جي دل ۾ جيڪا تمنا هجي کُلي ڪري سان چئو. آئون اها ضمانت ڏيان ٿو جيڪڏهن توهان دعوتِ اسلام ڇڏي ڏيو تہ پورو مڪو توهان جي فرمان هيٺ هوندو ۽ توهان جي هر خواهش ۽ تمنا پوري ڪئي ويندي، عتبہ جي اهڙي جادوگري واري تقرير ٻُڌي حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جواب ۾ قرآن پاڪ جون ڪجهہ آيتون تلاوت فرمايون. جنهن کي ٻُڌي عتبہ ايترو تہ متاثر ٿيو جوان جي لونءُ لونءُ ۽ جسم جا وار ڪاندارجي ويا ۽ خوفِ ذوالجلال ڪان ڏڪڻ لڳو ۽ حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي وات تي هٿ رکي چوڻ لڳو تہ آئون توهان کي مائٽي جو واسطو ڏيان ٿو تہ بس ڪريو، منهنجي دل هن ڪلام جي عظمت سان ڦاٽي تي پئي. عتبہ

بارگاهِ رسالت مان واپس ٿيو پر ان جي دل جي دنيا ۾ هڪ نئو انقلاب برپا ٿي چڪو هو. عتبہ هڪ تمام وڏو ساحرالبيان خطيب ۽ نهايت فصيح ۽ بليغ ماڻهو هو. ان واپس اچي قريش جي سردارن کي چيو تہ محمد (صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم) جيڪو ڪلام پيش ڪن ٿا اهو نہ جادو آهي نہ ڪهاڻي ۽ نہ شاعري پر اهو ڪا ٻي شيءِ آهي. تنهنڪري منهنجي راءِ آهي تہ توهان انهن کي سندن حال تي ڇڏي ڏيو جيڪڏهن اُهي ڪامياب ٿي سڄيءَعرب تي غالب ٿي ويا تہ ان ۾ اسان قريشن جي ئي عزت وڌندي نہ تہ سڄو عرب پاڻ ئي کين ڪي فنا ڪري ڇڏيندو. پر قريش جي سرڪش ڪافرن عتبہ جو اهو اخلاص ۽ عقلمندي وارو مشورو تہ نہ مڃيو پر پنهنجي مخالفت ۽ ستائڻ ۾ ويتر اضافو ڪري ڇڏيو.[83]

(زرقاني علي المواهب ج1، ص 258 وسيرت ابن هشام ج 1، ص 294)

## قريشن جو ٽولو ابو طالب وٽ

قريش جي ڪافرن ۾ ڪجهہ ماڻهو صلح پسند بہ هئا انهن چاهيو ٿي تہ ڳالهہ ٻولهہ جي ذريعي صلح ۽ صفائي سان معاملو حل ٿي وڃي. تنهنڪري قريش جا ڪجهہ معزز رئيس ابو طالب وٽ آيا ۽ حضورصَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي دعوتِ اسلام ۽ بُت پرستي جي خلاف تقريرن جي شڪايت ڪئي. ابو طالب نهايت نرمي سان انهن ماڻهن

[83] السيرة النبوية لا بن هشام،قول عتبة بن ربيعة في امر رسول صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ص 114، 115 ملخصاً و المواهب اللدنية مع شرح الزرقاني، اسلام حمزة، ج1،ص 479، 480

کي سمجهائي رخصت ڪري ڇڏيوپر حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم خدا جي فرمان

فَاصۡدَعۡ بِمَا تُؤۡمَرُ
(سيپارو 14، الحجر 94)

ترجمو ڪنزالايمان: تہ اعلانيہ چئي جنهن ڳالهہ جو توکي حڪم آهي.

جي تعميل ڪندي علي الاعلان بُت پرستي جي مذمت ۽ دعوتِ توحيد جو وعظ فرمائيندا رهيا. انڪري قريشن جي ڪاوڙ ويتر وڌي وئي ۽ سيئي قريشن جا سردار يعني عتبہ، شيبہ، ابو سفيان، عاص بن هشام، ابو جهل، وليد بن مغيره ۽ عاص بن وائل وغيره گڏ ٿي ابو طالب وٽ آيا ۽ چيائون تہ توهان جو ڀائٽيو اسان جي معبودن جي توهين ٿو ڪري هاڻي يا تہ توهان وچ مان نڪري وڃو ۽ پنهنجي ڀائيٽي کي اسان جي حوالي ڪريو يا وري توهان بہ ان سان گڏ ميدان ۾ نڪرو تہ جيئن اسان ٻنهي مان هڪ جو فيصلو ٿي وڃي. ابو طالب قريشن جو انداز ڏسي سمجهي ويو تہ هاڻي تمام خطرناڪ ۽ نازڪ وقت اچي ويو آهي. ظاهر آهي تہ هاڻي قريش وڌيڪ برداشت نہ ڪري سگهندا ۽ آئون اڪيلو سيني قريشن جو مقابلو نٿو ڪري سگهان. ابو طالب حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي اڪيلائي ۾ اخلاص ۽ شفقت واري انداز ۾ سمجهايو تہ منهنجا پيارا ڀائٽيا! پنهنجي پوڙهي چاچي جي اڇي ڏاڙهي تي رحم ڪر ۽ پوڙهاپ ۾ مون تي ايترو بار نہ رک جيڪو آئون کڻي نہ سگهان. هن وقت تائين تہ قريشن جو ٻچو ٻچو منهنجو احترام ڪندو هو پر اڄ قريشن جي سردارن جو رويو ۽ انداز ايترو تہ بگڙيل هو جو اُهي هاڻي مون تي ۽ توهان تي تلوار کڻڻ ۾ بہ دير نہ ڪندا. انڪري منهنجي راءِ اها آهي تہ تون ڪجهہ ڏينهن جي لاءِ دعوتِ اسلام ڇڏي ڏي. هن وقت تائين حضور صَلَّى اللّٰه

تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن جا ظاهري معين، مددگار جيڪي ڪجهه بہ هئا اهي صرف اڪيلا ابو طالب ئي هئا. حضورصَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم ڏنو تہ هاڻي اِنهن جا پير بہ اکڙي رهيا آهن چاچي جي گفتگو ٻُڌي حضور صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن ڏکويل مگرجذباتي انداز ۾ فرمايو تہ چاچا جان! خدا جو قسم! جيڪڏهن قريش منهنجي هڪ هٿ تي سج ۽ ٻئي تي چنڊ ڪٽي رکن تڏهن بہ آئون پنهنجي ان فرض کان باز نہ ايندس يا تہ خدا ان ڪم کي پورو فرمائيندو يا آئون پاڻ دينِ اسلام تي قربان ٿي ويندس. حضورصَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي اِها جذباتي تقرير ٻُڌي ابو طالب جو جِيءُ جهُري پيو ۽ اُهي ايترا متاثر ٿيا جو انهن جي هاشمي رڳن جي رت جو ڦڙو ڦڙو پائيتي جي محبت ۾ گرم ٿي ويو ۽ نهايت جوش ۾ چيائون تہ چاچي جي جان! وڃو مان توهان سان گڏ آهيان جيسيتائين مان زنده آهيان ڪير بہ توهانجو وار بہ ونگو نٿو ڪري سگهي.[84]

## هجرت حبشہ سن 5 نبوي

مڪي جي ڪافرن جڏهن ظلم ۽ ستم سان مسلمانن جي زندگي تنگ ڪري ڇڏي تہ حضور رحمتِ عالَمصَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم مسلمانن کي "حبشہ" وڃي پناهہ وٺڻ جو حڪم ڏنو.

## نجاشي

حبشہ جي بادشاهہ جو نالو "اصحمہ" ۽ لقب "نجاشي" هو. عيسائي دين جو پابند هو پر تمام انصاف وارو ۽ رحمدل هو ۽ تورات ۽ انجيل وغيره آسماني ڪتابن جو تمام گهڻو ماهر عالِم هو.

---

[84] سيرت ابن هشام، ج 1، ص 266 وغيره). السيرة النبوية لا بن هشام، مباداة رسول صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم.......الخ، ص 103_104 ملخصاً

اعلانِ نبوت جي پنجين سال رجب جي مهيني ۾ يارهن مردن ۽ چار عورتن حبشہ ڏانهن هجرت ڪئي. انهن مهاجرن جا مقدس نالا هيٺ ڏنل آهن.

(1، 2) حضرت عثمان غني رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ پنهنجي گهر واري حضرت بيبي رقيہ رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهَا سان گڏ جيڪا حضورصَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي صاحبزادي آهي. (3، 4) حضرت حذيفہ رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ پنهنجي گهر واري حضرت سهلہ بنت سهيل رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهَا سان گڏ (5، 6) حضرت ابو سلمہ رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ پنهنجي گهر واري حضرت اُمِ سلمہ رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهَا سان گڏ (7، 8)حضرت عامر بن ربيعہ رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ پنهنجي گهر واري حضرت ليليٰ بنت ابي حشمہ رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهَا سان گڏ (9) حضرت زبير بن العوامرَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ (10) حضرت مصعب بن عمير رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ (11) حضرت عبد الرحمٰن بن عوف رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ (12) حضرت عثمان بن مظعون رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ (13) حضرت ابوسبره بن ابي رهم يا حاطب بن عمرو رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُمَا (14) حضرت سهيل بن بيضاء رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ (15) حضرت عبدالله بن مسعود رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ.[85] (زرقاني المواهب ج1،ص 270)

مڪي جي ڪافرن کي جڏهن انهن جي هجرت جي خبر پئي تہ ظالمن انهن کي پڪڙڻ لاءِ سندن پيڇو ڪيو پر اُهي سڀ ٻيڙي ۾ سوار ٿي روانا ٿي چڪا هئا. انڪري ڪافر ناڪام واپس موٽيا. هي مهاجرن جو قافلو حبشہ جي سر زمين تي لهي امن ۽ امان سان

[85] شرح الزرقاني علي المواهب،الهجرة الاولي الي الحبشة، ج1، ص 503_506 ملخصاً

خداجي عبادت ۾ مصروف ٿي ويو. ڪجھ ڏينهن کان پوءِ اِها خبر هُلي وئي تہ مڪي جا ڪافر مسلمان ٿي ويا اُها خبر ٻُڌي ڪجھ ماڻهون حبشہ کان مڪي موٽي آيا پر هتي اچي ڪين پَتو پيو تہ اها خبر غلط هئي تنهنڪري ڪجھ ماڻهو تہ ٻيهر حبشہ هليا ويا پر ڪجھ ماڻهو مڪي ۾ روپوش ٿي رهڻ لڳا، مڪي جي ڪافرن انهن کي ڳولهي لڌو ۽ انهن تي اڳي کان بہ وڌيڪ ظلم ڪرڻ لڳا جنهن تي حضورصَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ڪين ٻيهرحبشہ وڃڻ جو حڪم ڏنو تنهنڪري حبشہ کان واپس اچڻ وارا ۽ انهن سان گڏ مظلوم مسلمان ٽوٽل ٽياسي (83) مردن ۽ ارڙهن (18) عورتن حبشہ ڏانهن هجرت ڪئي.[86] (زرقاني علي المواهب ج 1، ص 287)

## ڪافرن جو سفير نجاشي جي دربار ۾

تمام مهاجر امن ۽ سڪون سان حبشہ ۾ رهڻ لڳا. پر مڪي جي ڪافرن کي ڪڏهن برداشت ٿي سگھيو ٿي تہ توحيد کي مڃڻ وارا ڪٿي امن ۽ سڪون سان رهن. انهن ظالمن ڪجھ تحفن سان گڏ "عمرو بن العاص" ۽ "عماره بن وليد" کي حبشہ جي بادشاھ جِي دربار ۾ پنهنجو سفير بڻائي موڪليو. انهن ٻنهي نجاشي جي دربار ۾ پهچي تحفن جو نذرانو پيش ڪيوءِ بادشاھ کي سجدو ڪري اِها فرياد ڪرڻ لڳا تہ اي بادشاھ! اسان جي ڪجھ مجرمن

[86] شرح الزرقاني علي المواهب، الهجرة الاولي الي الحبشة، ج1، ص 503_506 والمواهب اللدنية مع شرح الزرقاني، الهجرة الثانية الي الحبشة،...الخ،ج2، ص 31،و شرح الزرقاني علي المواهب، باب دخول الشعب..الخ،ج 2، ص 16

مکي مان پڇي اوهان جي ملڪ ۾ پناهه ورتي آهي توهان اسان جي مجرمن کي اسان جي حوالي ڪريو اهو ٻُڌي نجاشي بادشاهه مسلمانن کي پنهنجي درٻار ۾ گهرايو، حضرت علي رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ جا ڀاءُ حضرت جعفر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ مسلمانن جا نمائندا بڻجي گفتگو ڪرڻ جي لاءِ اڳيان وڌيا ۽ درٻار جي آدابن جي مطابق بادشاهه کي سجدو نه ڪيائون صرف سلام ڪري ويهي رهيا. درٻارين ٽوڪيو ته حضرت جعفر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ فرمايو ته اسان جي رسول صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم خدا کان سواءِ ڪنهن ٻئي کي سجدو ڪرڻ کان منع فرمايو آهي ان ڪري آئون بادشاهه کي سجدو نٿو ڪري سگهان.[87](زرقاني المواهب ج1، ص 288)

ان کان پوءِ حضرت جعفر بن ابي طالب رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ جن درٻارِ شاهي ۾ هيئن تقرير شروع فرمائي ته

“اي بادشاهه! اسان هڪ جاهل قوم هئاسين، شرڪ ۽ بُت پرستي ڪندا هئاسين. ڦُرلٽ، چوري، ڌاڙو، ظلم ۽ طرح طرح جي بدڪارين ۾ بد اعمالن ۾مبتلا هئاسين. الله تعاليٰ اسان جي قوم ۾ هڪ شخص کي پنهنجو رسول بڻائي موڪليو جنهن جي حسب ۽ نسب، صدق ۽ ديانت کي اسان پهرين کان ڄاڻندا هئاسين، ان رسول اسان کي شرڪ ۽ بُت پرستي کان روڪي ڇڏيو ۽ صرف هڪ خداءِ واحد جي عبادت جو حڪم ڏنو ۽ هر قسم جي ظلم وستم ۽ تمام براين ۽ بدڪارين کان اسان کي منع فرمايو. اسان ان رسول

---

[87] المواهب اللدنية مع شرح الزرقاني، الهجرة الثانية الي الحبشة...الخ، ج2، ص 33 ولمواهب اللدنية مع شرح الزرقاني، الهجرة الا ولٰي الي الحبشة ...الخ، ج 1، ص 506

تي ايمان آندو ۽ شرڪ ۽ بُت پرستي ڇڏي تمام بُرن ڪمن کان توبهه ڪئي، بس اهو ئي اسان جو گناهه آهي جنهن تي اسان جي قوم وارا اسان جي جان جا دشمن ٿي پيا آهن ۽ انهن ماڻهن اسان کي ايترو ستايو جو اسان پنهنجي وطن کي خير باد چئي توهان جي سلطنت ۾ امن واري زندگي گذاري رهيا آهيون. هاڻي هي ماڻهو اسان کي مجبور ڪري رهيا آهن تہ اسان وري ان پراڻي گمراهي ۾ واپس موٽي وڃون.“

حضرت جعفر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ جي ان تقرير کان نجاشي تمام گهڻو متاثر ٿيو، اهو ڏسي مڪي جي ڪافرن جي سفير عمرو بن العاص پنهنجو آخري تير بہ هڻي ڪڍيو ۽ چيو تہ اي بادشاهہ! هي مسلمان توهان جي نبي حضرت عيسٰي عَلَیْہِ السَّلَام جي باري ۾ ڪجهہ ٻيو ئي عقيدو رکن ٿا جيڪو توهان جي عقيدي جي بالڪل خلاف آهي. اِهو ٻُڌي نجاشي بادشاهہ حضرت جعفر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ کان ان جي باري ۾ سوال ڪيو تہ پاڻ سورة مريم جي تلاوت فرمائي. ڪلام رباني جي تاثير سان نجاشي جي دل تي اهڙو اثر ٿيو جو ان تي رقت طاري ٿي وئي ۽ اُن جي اکين مان لڙڪ وهڻ لڳا. حضرت جعفر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ فرمايو تہ اسان جي رسول صَلَّى اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم اسان کي اهو ئي ٻُڌايو آهي تہ حضرت عيسٰي عَلَیْہِ السَّلَام خدا جا ٻانها ۽ ان جا رسول آهن جيڪي ڪنواري مريم رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہَا جي پيٽ مبارڪ مان بغير پيءُ جي خدا جي قدرت جو نشان بڻجي پيدا ٿيا. نجاشي بادشاهہ وڏي غور سان حضرت جعفر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ جي تقرير ٻُڌي ۽ اهو چيو تہ

بيشڪ انجيل ۽ قرآن ٻئي هڪ ئي هدايت جي سچ جا ٻه نور آهن ۽ يقيناً حضرت عيسيٰ عَلَيْهِ السَّلَام خدا جا ٻانها ۽ ان جا رسول آهن ۽ آئون گواهي ڏيان ٿو ته بيشڪ حضرت محمد صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم خدا جا اهي ئي رسول آهن جنهنجي بشارت حضرت عيسيٰ عَلَيْهِ السَّلَام انجيل ۾ ڏني آهي ۽ جيڪڏهن آئون سلطنت جي دستور جي مطابق تخت شاهي تي رهڻ جو پابند نه هجان ها ته آئون خود مڪي وڃي حضور اڪرمصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جون جُتيون سڌيون ڪريان ها ۽ انهن جا پير ڌُوئان ها. بادشاهه جي تقرير ٻُڌي ان جا درٻاري جيڪي پڪا عيسائي هئا ناراض ٿي ويا پر نجاشي بادشاهه جوشِ ايماني ۾ سيني کي ڏڙڪا ڏيئي خاموش ڪري ڇڏيو ۽ مڪي جي ڪافرن جا ڏنل تحف واپس ڪري عمرو بن العاص ۽ عماره بن وليد کي درٻار مان ڪيرائي ڇڏيو ۽ مسلمانن کي چيو ته توهان منهنجي سلطنت ۾ جتي چاهيو امن ۽ سڪون سان، آرام ۽ چين جي زندگي گذاريو ڪير به توهان کي ڪجهه نٿو ڪري سگهي.[88] (زرقاني ج1، ص 288)

واضح رهي ته نجاشي بادشاهه مسلمان ٿي ويو هوتنهنڪري انهن جي وفات تي حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم مديني منوره ۾ انهن جي جنازه نماز پڙهي. جڏهن ته نجاشي بادشاهه جي وفات حبشه ۾ ٿي هو ۽ اُهي حبشه ۾ ئي دفن ٿيا پر حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ان جي غائبانه جنازه نماز پڙهي ۽ ان جي لاءِ دعاءِ مغفرت فرمائي.

---

[88] المواهب اللدنية مع شرح الزرقاني ،الهجرة الثانية الي الحبشة،....الخ،ج 2، ص 33

## حضرت ابوبڪر ۽ ابن دغنہ

حضرت ابو بڪر صديق رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنۡهُ بہ حبشہ ڏانهن هجرت ڪئي پر جڏهن پاڻ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنۡهُ مقامِ ”برڪ الغماد“ ۾ پهتا تہ قارھ قبيلي جو سردار ”مالڪ بن دغنہ“رستي ۾ مليو ۽ پڇيو تہ چو؟ اي ابو بڪر!ڪيڏهن ٿا وڃو؟ پاڻ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنۡهُ مڪي وارن جي ظلمن جو ٻُڌائيندي فرمايو تہ هاڻي آئون پنهنجي وطن مڪي کي ڇڏي خدا جي زمين تي ڦرندو رهندس ۽ خداجي عبادت ڪندو رهندس. ابن دغنہ چيو تہ اي ابو بڪر!توهان جهڙوشخص نہ شهر مان نڪري سگهي ٿو ۽ نہ ڪڍي سگهجي ٿو. توهان ٻين جو بار کڻندا آهيو، مهمانن جي مهمان نوازي ڪندا آهيو، پاڻ ڪمائي مفلسن ۽ محتاجن جي مالي مدد ڪندا آهيو، حق جي ڪمن ۾ سڀني جو ساٿ ڏيندا آهيو، توهان مون سان گڏ مڪي هلو آئون توهان کي پنهنجي پناھ ۾ رکان ٿو. ابن دغنہ پاڻ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنۡهُ کي زبردستي مڪي وٺي آيو ۽ مڪي جي تمام ڪافرن کي چئي ڇڏيو تہ مون ابو بڪر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنۡهُ کي پنهنجي پناھ ۾ رکيو آهي، تنهنڪري خبردار! ڪير بہ انهن کي نہ ستائي مڪي جي ڪافرن چيو تہ اسان کي ان شرط تي قبول آهي تہ ابو بڪر پنهنجي گهر جي اندر لڪي قرآن پڙهن تہ جيئن اسان جي عورتن ۽ ٻارن جي ڪنن تي قرآن جو آواز نہ پهچي، ابن دغنہ ڪافرن جي اها شرط قبول ڪري ورتي ۽ حضرت ابو بڪر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنۡهُ ڪجھ ڏينهن پنهنجي گهر جي اندر قرآن شريف پڙهندا رهيا پر حضرت ابو بڪر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنۡهُ جي جذبہ ۽ اسلامي ۽ جوشِ ايماني اهو پسند نہ ڪيو تہ باطل معبودن ”لات ۽

عزيٰ” جي عبادت تہ علي الاعلان ٿئي ۽ معبودِ برحق خدا تعالٰي جي عبادت گهر ۾ لکي ڪئي وڃي، تنهنڪري پاڻ رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ گهر جي ٻاهران پنهنجي اڱڻ (صحن) ۾ هڪ مسجد ٺاهي ورتي ۽ ان مسجد ۾ علي الاعلان نمازن ۾ وڏي آواز سان قرآن پڙهڻ لڳا ۽ مڪي جي ڪافرن جون عورتون ۽ ٻار ميڙو لڳائي قرآن ٻُڌڻ لڳا. اهو منظر ڏسي مڪي جي ڪافرن ابن دغنہ کي مڪي گهرايو ۽ شڪايت ڪئي تہ ابو بڪر گهر جي ٻاهر قرآن پڙهندا آهن. جنهن کي ٻُڌڻ لاءِ ان جي چوڌاري اسان جي عورتن ۽ ٻارن جو ميلو لڳي ويندو آهي. جنهن سان اسان کي وڏي تڪليف ٿئي ٿي، تنهنڪري تون انهن کي چئي ڇڏ يا تہ هو گهر جي اندر قرآن پڙهن يا تون پنهنجي پناهہ جي ذميداري تان هٿ ڪڍ، تڏهن ابن دغنہ حضرت ابو بڪر رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ کي چيو تہ اي ابو بڪر! رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ توهان گهر جي اندر لڪي قرآن شريف پڙهو نہ تہ آئون پنهنجي پناهہ تان دستبردار ٿي ويندس تنهن ڪانپوءِ جيڪڏهن مڪي جا ڪافر توهان کي ستائن تہ آئون ان جو ذميدار نہ هوندس. اِهو ٻُڌي حضرت ابو بڪر صديق رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ فرمايو تہ اي ابو دغنہ! تون پنهنجي پناهہ جي ذميداري کان آجو ٿي وڃ مون کي الله تعالٰي جي پناهہ ڪافي آهي ۽ آئون ان جي مرضي تي راضي آهيان.[89]

(بخاري ج 1 ، ص 307 ،باب جوارابي بڪر الصديق)

---

[89] صحيح البخاري، ڪتاب الڪفالة، باب جوار ابي بڪر رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ في عهد النبي....الخ، الحديث: 2297، ج 2، ص 75

## حضرت حمزه مسلمان ٿي ويا

اعلانِ نبوت جي ڇهين سال حضرت حمزه ۽ حضرت عمر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُمَا به اهڙيون هستيون اسلام ۾ اچي ويون جنهن سان اسلام ۽ مسلمان جي عظمت ۽ انهن جي عزت ۽ اقبال جو جهنڊو بلند ٿي ويو. حضور صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي چاچن ۾ حضرت حمزه کي پاڻ صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم سان تمام گهڻي محبت هئي ۽ اهي صرف ٻه يا ٽي سال حضور صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کان عمر ۾ وڏا هئا جيئن ته انهن ٻه حضرت ثويبه جو کيرپيتو هو انکري حضور صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جا رضائي ڀاءُ ٻه هئا. حضرت حمزه رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ تمام طاقتور ۽ بهادر هئا ۽ شڪار جا تمام گهڻا شوقين هئا. روزانو صبح جو تير ڪمان کڻي گهران نڪري ويندا هئا ۽ شام جو شڪار تان واپس اچي حرم ۾ ويندا هئا، خانه ڪعبه جو طواف ڪندا هئا ۽ قريش جي سردارن جي مجلس ۾ ٿوري دير ويهندا هئا. هڪ ڏينهن حسب معمول شڪار تان واپس موٽيا ته ابن جدعان جي ٻانهي ۽ سندن پيڻ حضرت ٻيبي صفيه رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُمَا انهن کي ٻُڌايو ته اڄ ابوجهل تنهنجي ڀائيٽي حضرت محمد صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي بي ادبي ۽ گستاخي ڪئي آهي. اِها ڳالهه ٻُڌي حضرت حمزه رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ ڪاوڙ ۾ پرجي ويا يڪدم تير ڪمان کڻي مسجد حرام پهچي ويا ۽ پنهنجي ڪمان ايترو زور سان ابوجهل جي مٿي ۾ هنيائون جو ان جو مٿو ڦاٽي پيو ۽ چيائون ته تون منهنجي ڀائيٽي کي گاريون ٿوڏين؟ توکي خبر نه آهي ته آئون به ان جي دين تي آهيان. اهو ڏسي بني مخزوم قبيلي جا ڪجهه ماڻهو ابو جهل جي مدد جي لاءِ

أُٿيا تہ ابو جهل اهو سوچي تہ ڪٿي بنو هاشم قبيلي سان جنگ نہ ٿي وڃي، چيو تہ اي بني مخزوم! توهان حمزه کي ڇڏي ڏيو واقعي اڄ مون ان جي ڀائيٽي کي تمام گنديون گنديون گاريون ڏنيون هيون[90]. (مدارج النبوة، ج 2 ، ص 44 وزرقاني ج 1، ص 256)

حضرت حمزه رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ مسلمان ٿيڻ کان پوءِ زور زور سان هي شعر پڙهڻ شروع ڪيو

حَمِدَتُ اللهَ حِينَ هدى فُؤادى اِلَى الاِسلامِ وَدِينِ الحَنِيفِ

آئون اللّٰه تعالٰي جي حمد ڪريان ٿوان وقت جڏهن ان منهنجي دل کي اسلام ۽ دين حنيف ڏانهن هدايت ڏني.

اِذا تُلِيَت رَسَائِلُهٗ عَلَينَا تَحَدر دَمُعُ ذِی اللُبِ الحَصِيفِ

جڏهن احڪامِ اسلام جي اسان جي سامهون تلاوت ڪئي ويندي آهي تہ با ڪمال عقل وارن جا لڙڪ وهڻ لڳندا آهن.

وَاَحمَدُ مُصطَفًى فِيْنَا مُطَاعٌ فَلاَ تَغْشَوْهُ بِالْقَوْلِ الْعَنِيْفِ

۽ خدا جا پسنديده احمد صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم اسان جا مقتديٰ آهن تہ(اي ڪافرو) پنهنجي باطل بڪواس سان انهن تي غلبو حاصل نہ ڪريو.

---

[90] شرح الزرقاني علي المواهب، اسلام حمزة رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ، ج 1، ص 477 ودلائل النبوة للبيهقي ذڪر اسلام حمزة بن عبدالمطلب رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ، ج 2، ص 213

فَلَا وَاللّٰهِ نُسْلِمُهٗ لِقَوْمٍ ! وَلَمَّا نَقُضْ فِيْهِمْ بِالسُّيُوْفِ

تہ خدا جو قسم! اسان انهنکي ڪافرن جي قوم جي حوالي نہ ڪنداسين. جيتوڻيڪ اجان تائين اسان انهن ڪافرن سان تلوارن تي فيصلو نہ ڪيو آهي.[91] (زرقاني ج1ص256)

## حضرت عمر جو اسلام

حضرت حمزه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ جي اسلام آڻڻ جي ٽئين ڏينهن ئي حضرت عمر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ بہ اسلام جي دولت سان مالا مال ٿي ويا. پاڻ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ جي اسلام آڻڻ جي واقعن ۾ تمام گهڻيون روايتون آهن.

هڪ روايت هي بہ آهي تہ پاڻ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ هڪ ڏينهن ڪاوڙ ۾ اُگهاڙي تلوار ڪڍي ان ارادي سان هليا تہ اڄ آئون پيغمبرِ اسلام کي ختم ڪندس. اتفاق سان رستي ۾ حضرت نعيم بن عبدالله قريشي رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ سان ملاقات ٿي جيڪو مسلمان ٿي چڪو هو پر حضرت عمر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ کي انهن جي اسلام جي خبر نہ هئي حضرت نعيم بن عبدالله رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ پڇيو تہ چو؟ اي عمر! هن تتل ڏينهن ۾ اُگهاڙي تلوار ڪڍي ڪيڏاهن تو وڃين؟ چوڻ لڳو تہ اڄ بانيِ اسلام جو فيصلو ڪرڻ جي لاءِ گهر کان نِڪتو آهيان. ان چيو تہ پهرين پنهنجي گهر جي تہ خبر وٺ، تنهنجي ڀيڻ "فاطمہ بنت الخطاب" ۽ تنهنجو ڀيڻويو "سعيد بن زيد" بہ تہ مسلمان ٿي چڪا آهن، اهو ٻُڌي پاڻ ڀيڻ جي گهر پهتا ۽ دروازو ڪڙڪايو گهر

[91] المواهب للدنية،فصل في ترتيب دعوة النبي صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم، ج 1، ص 120_121

۾ ڪجھ مسلمان لکي قرآن پڙهي رهيا هئا. حضرت عمر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ جو آواز ٻڌي سڀ ڊڄي ويا ۽ قرآن جا ورق ڇڏي هيڏانهن هوڏانهن لڪي ويا، ڀيڻ اُٿي دروازو کوليو تہ حضرت عمر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ رڙ ڪري چيو تہ اي پنهنجي جان جي دشمن! ڇا تون بہ مسلمان ٿي وئي آهين؟ پوءِ پنهنجي ڀيڻويي حضرت سعيد بن زيد رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ ڏانهن وڌيا ۽ انهن کي ڏاڙهي مان جهلي زمين تي ڪيرايو ۽ سيني تي سوار ٿي ان کي مارڻ لڳا، سندن ڀيڻ حضرت فاطمہ رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہَا پنهنجي مڙس کي بچائڻ جي لاءِ ڊوڙي تہ عمر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ ان کي اهڙي چماٽ وهائي ڪڍي جو انهن جي ڪنن جا والا ٽُٽي ڪِري پيا ۽ سندن چهرو رت ۾ ڳاڙهو لال ٿي ويو. ڀيڻ صاف صاف چئي ڏنو تہ عمر!ٻُڌي ڇڏ، توکي جيڪو ڪرڻو آ سو ڪر، پر هاڻي اسلام دل مان نٿو نڪري سگهي. حضرت عمر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ پنهنجي ڀيڻ جو رت ۾ ڳاڙهو چهرو ڏٺو ۽ ان جو عزم ۽ استقامت پريو اهو جملو ٻُڌو تہ اُنهن تي رقت طاري ٿي وئي ۽ يڪدم دل نرم ٿي وئي. ٿوري دير تائين خاموش ويٺا رهيا. پوءِ چيائون نيڪ آهي توهان جيڪو پڙهي رهيا هئا اُهو مون کي بہ ڏيکاريو. ڀيڻ قرآن جي ورقن کي سامهون رکي ڇڏيو. ڪٽي ڏنائون تہ هن آيت تي نظر پئي

سَبَّحَ لِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَ الْاَرْضِ ۚ وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ۝۱

ترجموڪنزالايمان: اللّٰہ جي پاڪائي بيان ڪري ٿو جيڪي ڪجھ آسمانن ۽ زمين ۾ آهي ۽ اهو ئي عزت ۽ حڪمت وارو آهي.

(پ 27 الحديد :1)

هِن آيت جو هڪ هڪ لفظ صداقت جي تاثير جو تير بڻجي دل ۾ کُپندو ويوءِ جسم جو هڪ هڪ وار ڏڪڻ لڳو. جڏهن هن آيت تي پهتا تہ

اٰمِنُوْا بِاللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ

ترجموڪنزالايمان: اللّٰه ۽ ان جي رسول تي ايمان آڻيو.

(پ27 الحديد 7)

بلڪل بي قابو ٿي ويا ۽ بي اختيار چئي ڏنو تہ اَشْهَدُ اَنْ لَّآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَاَشْهَدُ اَنَّ مُحَمَّدًا رَّسُوْلُ اللّٰهِ هي اهو وقت هو جو حضور اڪرم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم حضرت ارقم بن ابوارقم رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي گهر ۾ ترسيل هئا حضرت عمر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ ڀيڻ جي گهر نڪري سِڌو حضرت ارقم رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي گهر پهتا تہ دروازو بند هو، ڪڙو ڪڙڪايائون، اندر وينل ماڻهن دروازي جي وِٿيءَ مان ڏٺو تہ حضرت عمر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ اُگهاڙي تلوار ڪنيو بيٺا هئا، ماڻهو پريشان ٿي ويا ۽ ڪنهن کي بہ دروازو کولڻ جي همت نہ ٿي پر حضرت حمزه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ وڏي آواز سان فرمايو تہ دروازو کوليوس ۽ اندر اچڻ ڏيوس جيڪڏهن سٺي نيت سان آيو آهي تہ ان جو آڌرياءُ ڪيو ويندو نہ تہ سندس ئي تلوار سان ان جو ڪنڌ ڪپيو ويندو. حضرت عمر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ پيراندر ڪيو تہ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم پاڻ اڳتي وڌي حضرت عمر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي ٻانهن جهلي فرمايو تہ اي خطاب جا پُٽ! تون مسلمان ٿي وڃ آخر تون ڪيستائين مون سان وڙهندو رهندين؟ حضرت عمر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ وڏي آواز سان ڪلمو پڙهيو. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم خوشي مان نعره تڪبير بلند فرمايو ۽ تمام حاضرين ايترو تہ زور سان الله اڪبر جو نعرو هنيو جو مڪي جا جبل گونجي اٿيا. پوءِ

حضرت عمر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ چوڻ لڳا تہ يا رسول الله! صَلَّى اللهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم هي لڪي لڪي خدا جي عبادت ڪرڻ جو ڇا مقصد؟ اُٿو اسان ڪعبہ ۾ هلي علي الاعلان خدا جي عبادت ڪنداسين ۽ خدا جو قسم! آئون ڪفر جي حالت ۾ جن جن مجلسن ۾ ويهي اسلام جي مخالفت ڪندو هيس هاڻي انهن سيني مجلسن ۾ پنهنجي اسلام جو اعلان ڪندس. پوءِ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم صحابہ جي جماعت کي ساڻ ڪري ٻن قطارن ۾ روانا ٿيا. هڪ صف جي اڳيان حضرت حمزه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ هلي رهيا هئا ۽ ٻي صف جي اڳيان حضرت عمر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ هئا. اهڙي شان سان مسجد حرام ۾ داخل ٿيا ۽ نماز ادا ڪئي، حضرت عمر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ حرم ڪعبہ ۾ مشرڪن جي سامهون پنهنجي اسلام جو اعلان ڪيو. اهو ٻُڌندي ئي هر طرف کان ڪافر ڊوڙي آيا ۽ حضرت عمر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنْه کي مارڻ لڳا ۽ حضرت عمر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ بہ انهن سان وڙهڻ لڳا ۽ جهيڙو ٿي پيو ايتري ۾ حضرت عمر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ جو مامو ابو جهل اچي ويو ان پڇيو تہ هي جهڳڙو ڇا جو آهي؟ ماڻهن ٻڌايو تہ حضرت عمر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ مسلمان ٿي ويا آهن انڪري ماڻهن ڪاوڙ مان انهن تي حملو ڪري ڏنو آهي. اهو ٻُڌي ابو جهل حطيم ڪعبہ ۾ بيهي پنهنجي ٻانهن سان اشارو ڪري اعلان ڪيو تہ مون پنهنجي ڀاڻيجي عمر کي پناهہ ڏني. ابو جهل جو اهو اعلان ٻُڌي سڀ ماڻهو پري ٿي ويا. حضرت عمر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ جو بيان آهي تہ اسلام آڻڻ کان پوءِ آئون هميشہ ڪافرن کي ماريندو ۽ مار

كائيندو رهيس ايستائين جو اللّٰه تعالٰي اسلام کي غالب فرمائي ڇڏيو[92]. (زرقاني علي المواهب ج1ص 272)

حضرت عمر رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي مسلمان ٿيڻ جو هڪ سبب اهو به ٻڌايو ويو آهي ته خود حضرت عمر رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ فرمائيندا هئا ته آئون ڪفر جي حالت ۾ قريش جي ٻُتن وٽ موجود هئس ايتري ۾ هڪ شخص ڳابو ڪاهي آيو ۽ ان کي ٻتن جي نالي تي ذبح ڪيائين. پوءِ وڏي زور سان رڙ ڪري ڪنهن هي چيو ته يَاجَلِيْحُ اَمْرٌ نَّجِيْحٌ رَجُلٌ فَصِيْحٌ يَقُوْلُ لَآ اِلٰهَ اِلَا اللّٰهُـ اهو آواز ٻُڌي سڀ ماڻهواتان اُٿي ڀڳا پر مون اهو عزم ڪري ڇڏيو ته هن آواز ڏيڻ واري جي حقيقت ڄاڻڻ کان بغير هرگز هتان نه ويندس، ان کان پوءِ وري اهو ئي آواز آيو ته يَاجَلِيْحُ اَمْرٌ نَّجِيْحٌ رَجُلٌ فَصِيْحٌ يَقُوْلُ لَآ اِلٰهَ اِلاَّ الله يعني اي کُلي دشمني ڪرڻ وارؤ! هڪ ڪاميابي جي شيءِ آهي ته هڪ فصاحت وارو ماڻهو. لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ چئي رهيو آهي، جڏهن ته ٻُتن وٽ مون کان سواءِ ٻيو ڪوبه موجود نه هو. ان کان فوراً بعد حضورصَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم نبوت جو اعلان فرمايو. ان واقعي کان حضرت عمر رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ تمام گهڻا متاثر ٿيا. انهيءَ ڪري انهن جي اسلام آڻڻ جي سببن ۾ هِن

---

[92] شرح الزرقاني علي المواهب، اسلام عمر فاروق رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ ج 2، ص 5_10 ولمواهب اللدنية، هجرة صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ج 1، ص 125_126 ملتقطاً

واقعي جو بہ ڪجھ نہ ڪجھ ضرور دخل آهي[93]. (بخاري ج 1، ص 546 وزرقاني ج 1، ص 276 باب اسلام عمر)

حضرت عمر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي جڏهن مکي جي ڪافرن تمام گهڻو ستايو تہ عاص بن وائل سهمي بہ پاڻ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي پنهنجي پناهہ ۾ ورتو جيڪو جاهليت جي زماني ۾ سندن ساٿي هو اهڙي طرح حضرت عمر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ ڪافرن جي مار کان بچي ويا[94].
(بخاري باب اسلام عمر ج1، ص 545)

## شعب ابي طالب سن 7 نبوي

اعلان نبوت جي ستين سال سن 7 نبوي ۾ مکي جي ڪافرن جڏهن ڏٺو تہ ڏينهون ڏينهن مسلمانن جو تعداد وڌندو پيو وڃي ۽ حضرت حمزه ۽ حضرت عمر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُمَا جهڙا قريش جا بهادربہ مسلمان ٿي ويا تہ هي ڪاوڙ ۾ بي قابو ٿي ويا ۽ سيني قريش جي سردارن ۽ مکي جي بين ڪافرن هي صلاح ڪئي تہ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۽ سندن خاندان جو مڪمل بائيڪاٽ ڪيو وڃي ۽ انهن کي ڪنهن سوڙهي ۽ انڌيري جڳهہ ۾ قيد ڪري انهن جو داڻو پاڻي بند ڪيو وڃي تہ جئين هي مڪمل طور تباهہ ۽ برباد ٿي وڃن اهڙي طرح ان خوفناڪ تجويز جي مطابق تمام قريش جي قبيلن پاڻ ۾ هي معاهدو ڪيو تہ جيستائين بنو هاشم جي خاندان

---

[93] صحيح البخاري، ڪتاب مناقب الانصار، باب اسلام عمر بن الخطاب رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ، الحديث: 3866، ج 2، ص 578

[94] صحيح البخاري، ڪتاب مناقب الانصار، باب عمر بن الخطاب رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ، الحديث:3864، ج2، ص578 ملخصاً

وارا حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي قتل ڪرڻ جي لاءِ اسان جي حوالي نہ ڪن تيسيتائين:

(1) ڪوبہ شخص بنو هاشم جي خاندان ۾ شادي نہ ڪري.

(2) ڪوبہ شخص انهن سان ڪنهن بہ شيءِ جي خريد و فروخت (واپار) نہ ڪري.

(3) ڪوبہ شخص انهن سان ميل ملاقات، سلام ڪلام ۽ ڳالهہ ٻولهہ نہ ڪري.

(4) ڪو بہ شخص انهن جي طرف کاڌي پيتي جو سامان وڃڻ نہ ڏي. منصور بن عڪرمہ ان معاهدي کي لکيو ۽ تمام قريش جي سردارن ان تي صحيحون ڪري ان دستاويز کي ڪعبي جي اندر لڳائي ڇڏيو. ابو طالب مجبوراً حضورِ اقدسصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۽ ٻين خاندان وارن کي ساڻ ڪري جبل جي ان گهاٽيِ ۾ جنهن جو نالو "شعب ابي طالب" هو ۾ پناهہ ورتي. ابو لهب کان سواءِ خاندان بنو هاشم جي ڪافرن بہ خانداني غيرت ۽مروّت جي ڪري هن معاملي ۾ حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو ساٿ ڏنوءِ سڀ جا سڀ جبل جي ان تنگ ۽ انڌيري جڳهہ ۾ بند ٿي قيدين واري زندگي بسر ڪرڻ لڳا. هي ٽن سالن جو عرصو ايترو تہ ڏکيو گذريو جو بنو هاشم وڻن جا پن ۽ سڪل چمڙا پچائي کائيندا هئا ۽ انهن جا ٻار بُک ۽ اُڃ جي ڪري ڏينهن رات روئيندا رهندا هئا سنگدل ۽ ظالم ڪافرن هر

طرف ڪان پهرو ويهاري ڇڏيو هو ته جيئن ڪتان به گهاٽي جي اندر ڪاڏو پيتو نه وڃي سگهي[95]. (زرقاني علي المواهب ج 1، ص 278)

مسلسل ٽن سالن تائين حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۽ بنو هاشم جو خاندان انهن هوش ڪسيندڙ تڪليفن کي برداشت ڪندا رهيا ايستائين جو خود قريش جي ڪجهه رحم دل ماڻهن کي بنو هاشم جي انهن مصيبتن تي رحم اچي ويو ۽ انهن ماڻهن هِن ظالمانه معاهدي کي ٽوڙڻ جي تحريڪ هلائي. تنهنڪري حشام بن عمرو عامري، زهير بن ابي اميه، مطعم بن عدي، ابو البختري، زمعه بن الاسود وغيره هي سڀ گڏجي حرمِ ڪعبه ۾ ويا ۽ ظهير جيڪي عبدالمطلب جا ڏُوهٽا هئا ڪفارِ قريش کي مخاطب ٿي پنهنجي پُرجوش تقرير ۾ چيو ته اي ماڻهو! هي ڪٿان جو انصاف آهي؟ جو اسان ته آرام سان زندگي گذاري رهيا آهيون ۽ بنو هاشم جي خاندان جا ٻار بُک ۽ اُڃ ۾ تڙپي رهيا آهن. خدا جو قسم! جيستائين هِن وحشيانه معاهدي جو دستاويز ڦاڙي پيرن هيٺان نه لتاڙيو ويندو تيستائين آئون هرگز آرام سان نه ويهندس. اها تقرير ٻُڌي ابو جهل غصي ۾ اچي چيو ته خبردار! توهان ڪڏهن به هِن معاهدي کي هٿ نٿا لڳائي سگهو. زمعه ابو جهل کي اهڙي ته رُعب سان هڪل ڏني جو ابو جهل خاموش ٿي ويو. اهڙي طرح مطعم بن عدي ۽ هشام بن عمرو به ابو جهل کي دڙڪا ڏنا، ابو البختري ته صاف صاف چئي ڏنو ته اي ابو جهل! هِن ظالمانه معاهدي مان نه اسان

---

[95] المواهب اللدنية،هجرتة صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ج 1، ص 126

اڳ راضي هئاسين ۽ نہ ئي هاڻي پابند آهيون. انهيءَ مجمعي ۾ هڪ پاسي ابو طالب بہ ويٺو هو انهن چيو تہ اي ماڻهو! منهنجا ڀائيٽا محمد صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم چون ٿا تہ هِن معاهدي جي دستاويز کي جيتن کائي ڇڏيو آهي ۽ صرف جتي جتي الله جو نالو لکيل هو ان کي جيتن ڇڏي ڏنو آهي. تنهنڪري منهنجي راءِ اها آهي تہ توهان ان دستاويز کي کڍي ڏسو جيڪڏهن واقعي ان کي جيتن کائي ڇڏيو آهي تہ پوءِ ان کي ڦاڙي اڇلي ڇڏيو ۽ جيڪڏهن منهنجي ڀائيٽي جي ڳالهہ غلط ثابت ٿي تہ آئون محمد صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي توهان جي حوالي ڪري ڇڏيندس. اهو ٻُڌي مطعم بن عدي ڪعبہ جي اندر ويو ۽ دستاويز کي لاهي ڪڍي آيو سيني ماڻهن ڏٺو تہ واقعي الله تعالٰي جي نالي کان سواء پوري دستاويزکي جيتن کائي ڇڏيو هو. مطعم بن عدي سيني جي سامهون اهو دستاويز ڦاڙي اڇلي ڇڏيو. ۽ ان کان پوءِ قريش جا ڪجهہ بهادر جيڪي ان وقت سڀ جا سڀ ڪفر جي حالت ۾ هئا هٿيار ڪڍي گهاٽي ۾ پهتا ۽ بنو هاشم جي خاندان جي هڪ هڪ ماڻهو کي اُتان ڪڍي آيا ۽ انهن کي انهن جي گهرن ۾ آباد ڪري ڇڏيو. اهو واقعو سن 10 نبوي جو آهي. منصور بن عڪرمہ جنهن اهو دستاويز لکيو هو ان تي هي قهرِ الاهي نازل ٿيو جو ان جو هٿ سڪڻ تي سُڪي ويو.[96]

(مدارج النبوة ج 2، ص 42 وغيره)

---

[96] مدارج النبوت، قسم دوم، باب سوم، ج2، ص 46 مختصراً

## غم جو سال سن 10 نبوي

حضور اقدس صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ”شعب ابي طالب“ مان نڪري پنهنجي گهر آيا ۽ ڪجهه ئي ڏينهن قريش جي ڪافرن جي ظلم ڪان پناهه ملي هئي تہ ابو طالب بيمار ٿي پيا ۽ گهاٽي مان ٻاهر نڪرڻ کان اٺ مهينا پوءِ انهن جو انتقال ٿي ويو. ابو طالب جي وفات حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي لاءِ هڪ نهايت ئي دل ڏڪوئيندڙ حادثو هئي ڇو تہ ننڍي هوندي کان وٺي جنهن پيار ۽ محبت سان ابو طالب پاڻ ڪريمصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي پرورش ڪئي هئي ۽ زندگي جي هر موڙ تي جنهن جان نثاري سان سندن مدد ۽ دستگيري ڪئي هئي، سندن دشمنن جي سامهون سينو تاڻي جهڙي طرح مصيبتن ۽ تڪليفن جو مقابلو ڪيو هو ان کي پلا حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ڪيئن وساري ٿي سگهيا.

## ابو طالب جو خاتمو

جڏهن ابو طالب مرض الموت ۾ مبتلا ٿي ويا تہ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم انهن وٽ تشريف کڻي ويا ۽ فرمايو تہ اي چاچا! توهان ڪلمو پڙهي وٺو، هي اهو ڪلمو آهي جنهن جي سبب آئون خدا جي دربار ۾ توهان جي مغفرت جي لاءِ اصرار ڪندس. ان وقت ابو جهل ۽ عبدالله بن ابي اميہ ابو طالب وٽ موجود هئا انهن ٻنهي ابو طالب کي چيو تہ اي ابو طالب! ڇا توهان عبدالمطلب جي دين کان منهن موڙيندا؟ ۽ هي ٻئي لڳاتار ابو طالب سان ڳالهائيندا رهيا ايستائين جو ابو طالب ڪلمو نہ پڙهيو پر انهن جي زندگي جا

آخري لفظ هي هئا تہ ”آئون عبدالمطلب جي دين تي آهيان.“ اهو چيو ۽ انهن جو روح پرواز ڪري ويو. حضور رحمتِ عالم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي ان سان ڏاڍو ڏک پهتو ۽ پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو تہ آئون انهن جي لاءِ ان وقت تائين دعاءِ مغفرت ڪندو رهندس جيستائين الله تعالي مون کي منع نہ فرمائيندو. ان ڪان پوءِ هي آيت نازل ٿي تہ

مَا كَانَ لِلنَّبِيِّ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اَنْ يَّسْتَغْفِرُوْا لِلْمُشْرِكِيْنَ وَلَوْ كَانُوْٓا اُولِيْ قُرْبٰى مِنْۢ بَعْدِ مَا تَبَيَّنَ لَهُمْ اَنَّهُمْ اَصْحٰبُ الْجَحِيْمِ[97]

يعني نبي ۽ مومنن جي لاءِ اهو جائز نہ آهي تہ هو مشرڪن جي لاءِ مغفرت جي دعا گهرن توڙي جو اُهي رشتيدار ئي ڇو نہ هجن. جڏهن تہ انهن کي معلوم ٿي چڪو آهي تہ مشرڪ جهنّمي آهن.[98]

(بخاري ج 1 ص 548 باب قصہ ابي طالب)

## حضرت بيبي خديجہ جي وفات

حضور اقدس صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي دل مبارڪ تي اجان ابو طالب جي وفات جو زخم تازو هو تہ ابو طالب جي وفات ڪان ٿي يا پنج ڏينهن بعد حضرت بيبي خديجہ رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا بہ دنيا مان لاڏاڻو فرمائي ويون. مڪي ۾ ابو طالب ڪان پوءِ سڀ ڪان وڌيڪ جنهن

---

[97] سيپارو 11، التوبة: 113

[98] صحيح البخاري، مناقب الانصار،باب قصة ابي طالب، الحديث: 3884. ج 2، ص 583، وشرح الزرقاني علي المواهب، وفاة خديجة وابي طالب، ج 2، ص38_42 ملخصاً

هستيءَ رحمتِ عالمصَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي مدد و حمايت ۾ پنهنجو تن من ڌن سڀ ڪجهه قربان ڪيو اها حضرت بيبي خديجه رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهَا جي ذاتِ گرامي هئي. جنهن وقت دنيا ۾ ڪير به پاڻ ڪريمصَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو مخلص صلاحڪار ۽ غمخوار نه هو حضرت بيبي خديجه رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهَا ئي هئي جيڪا هر پريشاني ۾ پوري جانثاري سان پاڻ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي غمخواري ۽ دلداري ڪندي رهندي هئي انڪري ابو طالب ۽ حضرت بيبي خديجه رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهَا ٻنهي جي وفات سان پاڻ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جا مددگار ۽ غمخوار ٻئي دنيا مان هليا ويا جنهن سان سندن نازڪ دل کي تمام گهڻو ڏک پهتو جو پاڻ ان سال جو نالو ئي "عام الحزن" يعني ڏک جو سال رکي ڇڏيائون.

حضرت بيبي خديجه رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهَا رمضان سن 10 نبوي ۾ وفات ڪئي. وفات جي وقت سندن عمر پنجهٺ سال هئي. مقامِ حجون(قبرستانِ جنّت المعلي) ۾ دفن ٿيون. حضور رحمتِ عالم صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم پاڻ بذاتِ خود انهن جي قبر ۾ لٿا ۽ پنهنجن مقدس هٿن سان سندن لاش مبارڪ کي زمين جي سپرد فرمايائون.[99]

(زرقاني ج1،ص296)

## طائف وغيره جو سفر

مڪي وارن جي ڪيني ۽ سر ڪشي کي ڏسي جڏهن حضور رحمتِ عالمصَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي انهن جي ايمان آڻڻ کان مايوسي

[99] شرح الزرقاني علي المواهب، وفاة خديجة وابي طالب،ج 2، ص 48

تي تہ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تبليغِ اسلام جي لاءِ مکي جي آسپاس ۾ پر وارن ڳوٺن جو رخ ڪيو. جيئن تہ ان سلسلي ۾ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم "طائف" جو بہ سفر فرمايو. ان سفر ۾ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جا غلام حضرت زيد بن حارثہ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ بہ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم سان گڏ هئا. طائف ۾ وڏا وڏا امير ۽ مالدار ماڻهو رهندا هئا انهن رئيسن ۾ "عمرو" جو خاندان تمام قبيلن جو سردار ليکيو ويندو هو. هي ٽي ڀائر هئا. عبديا ليل، مسعود ۽ حبيب. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم انهن ٽنهي وٽ تشريف کڻي ويا ۽ اسلام جي دعوت ڏني انهن ٽنهي اسلام تہ قبول نہ ڪيو پر نهايت بيهوده ۽ گستاخانہ جواب ڏنو. انهن بدنصيبن ان تي بس نہ ڪئي پر طائف جي شرارتي غنڊن کي هَٿي ڏني تہ اُهي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم سان خراب ورتاءُ ڪن. ٽنهنڪري لُچن ۽ لوفرن جو هي ٽولو هر پاسي کان پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تي اچي ڪڙڪِيو ۽ هي شرارتن جا پيڪر پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تي پٿر وسائڻ لڳا. ايستائين جوسندن مقدس پير زخمن سان رتو رت ٿي ويا[100] ۽ سندن جورابا ۽ نعلين مبارڪ رت سان ڳاڙها ٿي ويا. جڏهن پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم زخمن کان بيتاب ٿي ويهي پئي رهيا تہ هي ظالم نهايت بيدرديءَ سان پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي ٻانهن کان پڪڙي اٿارن پيا ۽ جڏهن پاڻ هلڻ پئي لڳا تہ وري پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن تي پٿر پئي وَسايائون ۽ گڏو گڏ طعنا بہ هڻڻ لڳا، تاڙيون وڄائڻ ۽ کِلڻ لڳا. حضرت زيد بن حارثہ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ ڊوڙي

---

[100] شرح الزقاني علي المواهب، وفاة خديجة وابي طالب، ج 2، ص 50_51

ڊوڙي حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ڏانهن ايندڙ پٿرنکي پنهنجي بدن تي روڪيندا رهيا ۽ حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمکي بچائيندا رهيا ايستائين جو اُهي بہ رت ۾ ڳاڙها ٿي ويا ۽ زخمن ۾ چُور چُور ٿي بيحال ٿي ويا آخرڪار پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم انگورن جي هڪ باغ ۾ پناهہ ورتي. هي باغ مڪي جي هڪ مشهور ڪافرعتبہ بن ربيعہ جو هو. حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو اهو حال ڏسي عتبہ بن ربيعہ ۽ ان جي ڀاءُ شيبہ بن ربيعہ کي پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تي رحم اچي ويو ۽ ڪافر هئڻ جي باوجود خانداني غيرت جوش ۾ اچي وئي ۽ انهن ٻنهي ڪافرن حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي پنهنجي باغ ۾ ترسايو ۽ پنهنجي نصراني غلام "عداس؟ جي هٿان سندن خدمت ۾ انگورن جو هڪ ڇڳو موڪليو. حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم بسم اللّٰه پڙهي ڇُڳي کي هٿ لڳايوتہ عداس تعجب مان چوڻ لڳو تہ هتي جا ماڻهو تہ اهو ڪلمو ڪونہ چوندا آهن حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمان کان دريافت فرمايو تہ توهان جو وطن ڪٿي آهي؟ عداس چيو تہ آئون "شهر نينويٰ" جو رهندڙ آهيان.پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو تہ اهو حضرت يونس بن متي عَلَيْهِ السَّلَام جو شهر آهي. اُهي بہ مون وانگر خدا عَزَّوَجَلَّ جا پيغمبر هئا. اهو ٻُڌي عداس پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جا هٿ پير چمڻ لڳو۽ فوراً پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن تي ڪلمو پڙهي مسلمان ٿي ويو[101]. (زرقاني علي المواهب ج1، ص 300)

---

[101] المواهب اللدنية، هجرة صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم، ج 1،ص 136_137

انهي سفر ۾ جڏهن پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم مقام"خُلہ" ۾ تشريف فرماٿيا ۽ رات جو نمازِ تهجد ۾ قرآن مجيد پڙهي رهيا هئا تہ "نصيبين" جي جنن جي هڪ جماعت پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي خدمت ۾حاضر ٿي ۽ قرآن ٻُڌي اُهي سڀ جن مسلمان ٿي ويا. پوءِ انهن جنن موٽي اچي پنهنجي قوم کي ٻُڌايو تہ، مکي شريف ۾ جنن جي جماعت ٽولن جي صورت اچي اسلام قبول ڪيو. جڏهن تہ قرآن مجيد ۾ سورة جن جي پهرين آيتن ۾ خداوندِ عالَم هِن واقعي جو ذڪر فرمايو آهي[102]. (زرقاني ج 1، ص 303)

مقامِ خلہ ۾ حضورصَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ڪجهہ ڏينهن تائين قيام فرمايو. پوءِ پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم مقامِ"حرا" آيا ۽ قريشن جي هڪ اعلىٰ سردار مطعم بن عدي ڏانهن هي پيغام موڪليو تہ چا توهان مون کي پنهنجي پناهہ ۾ وٺي سگهو ٿا؟ عرب جو هي دستور هو تہ جڏهن ڪوبہ شخص انهن کان پناهہ طلب ڪندو هو تہ پلي اهو ڪيترو ئي وڏو دشمن چو نہ هجي اُهي پناهہ ڏيڻ کان انڪار نہ ڪري سگهندا هئا. اهڙي طرح مطعم بن عدي حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي پنهنجي پناهہ ۾ وٺي ڇڏيو ۽ ان پنهنجي پٽن کي حڪم ڏنو تہ توهان هٿيار ڪٽي حرم ۾ وڃوءِ مطعم بن عدي گهوڙي تي سوار ٿيو ۽ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي پاڻ سان گڏ مڪي وٺي آيو ۽ حرمِ ڪعبہ ۾ پاڻ سان گڏ وٺي ويو ۽ ماٺهن

---

[102] المواهب اللدنية، هجرة صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ج1، ص137_138 (2)....شرح الزرقاني علي المواهب، ذڪر الجن،ج2، ص66 ملتقطاً

جي ميڙ کي مخاطب ٿي چيو تہ مون محمّد صَلَّى الله تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي پناهہ ڏني آهي. ان کان پوءِ حضور صَلَّى الله تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن سکون سان حجرِ اسود کي چمي ڏني ۽ ڪعبي جو طواف ڪري حرم ۾ نماز ادا ڪئي ۽ مطعم بن عدي ۽ ان جي پٽن تلوارن جي ڇانوَ ۾ پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي پنهنجي دولت خاني تائين پهچايو.[103]

(زرقاني ج1، ص306)

ان سفر جي گهڻي عرصي کان پوءِ هڪ ڀيرو اُمّ المومنين حضرت عائشہ رَضِیَ الله تَعَالٰی عَنۡهَا حضور اقدس صَلَّى الله تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کان معلوم ڪيو تہ يا رسول الله! صَلَّى الله تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ڇا جنگِ اُحد جي ڏينهن کان بہ وڌيڪ ڪو سخت ڏينهن توهان تي گذريو آهي؟ تہ پاڻ صَلَّى الله تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ارشاد فرمايو تہ ها اي عائشہ! رَضِیَ الله تَعَالٰی عَنۡهَا اهو ڏينهن منهنجي لاءِ جنگِ احد جي ڏينهن کان بہ وڌيڪ سخت هو جڏهن آئون طائف ۾ اتي جي سردار"عبديا ليل" کي اسلام جي دعوت ڏني، ان دعوتِ اسلام کي حقارت سان نڪرائي ڇڏيو ۽ طائف وارن مون تي پٿراءُ ڪيو. آئون ان رنج ۽ غم ۾ ڪنڌ جهڪائي هلندو رهيس ايسيتائين جو مقامِ "قرن الثعالب" ۾ پهچي منهنجا هوش حواس بحال ٿي ويا. اتي پهچي جڏهن مون مٿو مٿي ڪنيو تہ ڇا ٿو ڏسان تہ هڪ ڪڪرمون تي ڇانوَ ڪيو بيٺو آهي ان ڪڪر مان جبرائيل عَلَيۡهِ السَّلَام مونکي سڏ ڪيو ۽ چيو تہ الله تعاليٰ توهان جي قوم جي ڳالهہ ۽ ان جو جواب ٻُڌي ورتو آهي ۽ هاڻي توهان جي خدمت ۾ جبلن جو فرشتو حاضر آهي تہ جئين اهو توهان

---

[103] شرح الزرقاني علي المواهب، ذڪر الجن، ج 2 ص 66 ملخصًا

جي حڪم جي تعميل ڪري. حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو بيان آهي تہ جبلن جو فرشتو مون کي سلام ڪري عرض ڪرڻ لڳو تہ اي محمد! صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم اللّٰه تعاليٰ توهان جي قوم جي ڳالهہ ۽ انهن جيڪو اوهان کي جواب ڏنو آهي اهو سڀ ڪجهہ ٻُڌي ورتو آهي ۽ مون کي توهان جي خدمت ۾ موڪليو آهي تہ جيڪوتوهان مون کي حڪم ڏيو آئون اوهان جو حڪم مڃيندس. جيڪڏهن توهان چاهيو تہ آئون "اخشبين" (ابو قبيس ۽ قعيقعان) ٻنهي جبلن کي انهن ڪافرن تي اونڌو ڪري ڇڏيان تہ آئون اونڌو ڪيان. اهو ٻُڌي حضور رحمتِ عالم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جواب ڏنو تہ نہ پر آئون اُميد رکان ٿو تہ اللّٰه تعاليٰ انهن جي نسلن مان پنهنجي اهڙن ٻانهن کي پيدا فرمائيندو جيڪي صرف اللّٰه تعاليٰ جي ئي عبادت ڪندا ۽ شرڪ نہ ڪندا[104]. (بخاري باب ذکر الملائک ج1 ،ص 458 وزرقاني ج1، ص 297)

## قبيلن ۾ تبليغ اسلام

حضور نبي ڪريم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو طريقو هو تہ حج جي زماني ۾ جڏهن پري پري جا عربي قبيلا مڪي ۾ جمع ٿيندا هئا تہ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تمام قبيلن ۾ دورو فرمائي ماڻهن کي اسلام جي دعوت ڏيندا هئا. اهڙي طرح عرب ۾ جڳهہ جڳهہ تي ميلا لڳندا هئا جنهن ۾ پري پري کان عرب جا قبيلا جمع ٿيندا هئا. انهن ميلن ۾ بہ پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تبليغ اسلام جي لاءِ تشريف فرما ٿيندا هئا. جيئن تہ عڪاظ، مجنہ، ذوالمجاز، جي وڏن ميلن

---

[104] صحيح البخاري، ڪتاب بدءالخلق، باب اذا قال احد کم اٰمين......الخ،الحديث:3231ج 2، ص 386، وشرح الزرقاني علي المواهب، خروجه الي الطائف،ج 2، ص 51 _52 ملخصاً

۾ پاڻ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم عرب جي قبيلن جي سامهون دعوتِ اسلام پيش فرمائي. عرب جا قبيلا بنو عامر، محارب، فزاره، غسان، مره، سليم، عبس، بنونصر، ڪنده، ڪلب، عذره، حضارمہ وغيره اِنهن سيني مشهور قبيلن جي سامهون پاڻ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم اسلام پيش فرمايو پر سندن چاچو ابو لهب هر هنڌ پاڻ ڪريم صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم سان گڏ گڏ ويندو هو ۽ جڏهن پاڻ ڪريمصَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم ڪنهن قبيلي جي سامهون واعظ فرمائيندا هئا تہ ابو لهب زور زور سان چوندو هو تہ ”هي دين کان ڦري ويو آهي، هي ڪوڙ تو ڳالهائي“.[105]
(زرقاني ج 1، ص 309)

قبيلي بنو ذهل بن شيبان وٽ جڏهن پاڻ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم تشريف فرما ٿيا تہ حضرت ابو بڪر صديق رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ بہ پاڻ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن سان گڏ هئا. اُن قبيلي جو سردار ”مفروق“ پاڻ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن ڏانهن متوجهہ ٿيو ۽ اُن دريافت ڪيو تہ اي قريشي ڀاءُ! توهان ماڻهن جي سامهون ڪهڙو دين پيش ڪندا آهيو؟ پاڻ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن فرمايو تہ خدا هڪ آهي ۽ آئون اُن جو رسول آهيان. پوءِ پاڻ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم سورة اِنعام جون ڪجهہ آيتون تلاوت فرمايون. اُهي سڀ ماڻهو سندن تقرير ۽ قرآني آيتن جي تاثير کان تمام گهڻو متاثر ٿيا پر هي چيو تہ اسان پنهنجي هِن خانداني دين کي يڪدم ڪئين ٿا ڇڏي سگهون؟ جنهن تي اسان سالن کان ڪار

---

[105] المواهب اللدنية مع شرح الزرقاني، ذكر عرض المصطفيٰ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم نفسه....الخ ج 2، ص 73، والسرية النبوة لابن هشام، عرض رسول الله صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم......الخ، ص 168 ملخصاً

فرما آهيون. اُن کان علاوه اسان ملڪِ فارس جي بادشاهہ ڪسريٰ جي ماتَحت ۽ رعيت آهيون ۽ اسان اهو معاهدو ڪري چڪا آهيون تہ اسان ڪسريٰ جي بادشاهہ کان سواءِ ڪنهن ٻئي جي ماتَحت نہ رهنداسين. حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم اُنهن ماڻهن جي صاف گوئي جي تعريف فرمائي ۽ ارشاد فرمايو تہ خير، خدا پنهنجي دين جو حامي و ناصر ۽ معين و مددگار آهي. (روض الانف بحوالہ سيرة النبي)

# باب پنجون

## مديني ۾ آفتابِ رسالت جون تجليون

مديني شريف جو پراڻو نالو ”يثرب“ آهي. جڏهن حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ان شهر ۾ رهائش فرمائي تہ ان جو نالو ”مدينة النبي“ (نبي جو شهر) پئجي ويو. پوءِ هي نالو ننڍڙو ٿي ”مدينو“ مشهور ٿي ويو. تاريخي حيثيت سان هي تمام پراڻو شهر آهي. حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جڏهن اعلانِ نبوت فرمايو تہ هِن شهر ۾ عرب جا ہہ قبيلا ”اوس“ ۽ ”خزرج“ ۽ ڪجهہ ”يهودي“ آباد هئا. اوس ۽ خزرج مڪي جي ڪافرن وانگر ”بُت پرست“ ۽ يهودي ”اهلِ ڪتاب“ هئا. اوس ۽ خزرج پهرين تہ ايڪي ۽ اتحاد سان گڏجي رهندا هئا پر پوءِ عربن جي فطرت جي مطابق انهن ٻنهي قبيلن ۾ جنگيون شروع ٿي ويون. ايستائين جو آخري جنگ جيڪا تاريخ عرب ۾ ”جنگ بعاث“ جي نالي سان مشهور آهي ايترو تہ خطرناڪ ۽ خونريز جنگ ٿي جو اُن ۾ اوس ۽ خزرج جا تقريباً تمام ناموَر بهادر وڙهي مري ويا ۽ هي ٻئي قبيلا ڪمزور ٿي ويا يهودي توڙي جو تعداد ۾ تمام گهٽ هئا پر جيئن تہ اُهي تعليم يافتہ هئا انڪري اوس ۽ خزرج هميشہ يهودين جي علمي برتري کان مرعوب ۽ انهن جي زير اثر رهندا هئا.

اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ رسولِ رحمت صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي مقدس تعليم ۽ تربيت جي ڪري اوس ۽ خزرج جا سيئي پراڻا اختلاف ختم ٿي ويا ۽ هي ٻئي قبيلا کير کنڊ ٿي رهڻ لڳا ۽

جيئن تہ هنن ماڻهن اسلام ۽ مسلمانن جي پنهنجي تن من ڌن سان تمام گهڻي مدد ڪئي انڪري حضورصَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم انهن خوش بختن کي ”انصار“ جي معزز لقب سان سرفراز فرمائي ڇڏيو ۽ قرآن ڪريم بہ انهن جان نثارانِ اسلام جي نُصرتِ رسول ۽ امدادِ مسلمين تي انهن خوش نصيبن جي مدح ۽ ثنا جو جڳهہ جڳهہ خطبو پڙهيو ۽ شريعت جي مطابق انصارين جي محبت ۽ انهن جي خدمت ۾ حسنِ عقيدت تمام اُمتِ مسلمہ جي لاءِ لازم الايمان ۽ واجب العمل مقرر ٿي. (رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہم اَجْمعِیْن)

## مديني ۾ اسلام ڪيئن پکڙيو

انصار توڙي جو بُت پرست هئا پر يهودين سان ميل جول ڪري ايترو ضرور ڄاڻندا هئا تہ نبيِ آخرالزمان جو ظهور ٿيڻ وارو آهي ۽ مديني جا يهودي اڪثر انصارن جي ٻنهي قبيلن اوس ۽ خزرج کي ڌمڪيون بہ ڏيندا هئا تہ نبيِ آخرالزمان جي ظهور جي وقت اسان انهن جي لشڪر ۾ شامل ٿي توهان بُت پرستن کي دنيا مان نيست ۽ نابود ڪري ڇڏينداسين. انڪري نبيِ آخرالزمان جي آمد جو يهودي ۽ انصار ٻنهي کي انتظار هو.

سن11 نبوي ۾ حضور صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم معمول مطابق حج تي ايندڙ قبيلن کي دعوتِ اسلام ڏيڻ جي لاءِ منيٰ جي ميدان ۾ تشريف فرما ٿيا ۽ قرآن مجيد جون آيتون ٻُڌائي ماڻهن کي اسلام پيش فرمائڻ لڳا. حضور صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم منيٰ جي عقبہ (گهاٽي) وٽ جتي اَڄ ”مسجد العقبہ“ آهي تشريف فرما هئا تہ خزرج قبيلي

جا ڇهه ماڻهو پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم وٽ آيا. پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم انهن ماڻهن کان انهن جو نالو ۽ نسب پڇيو پوءِ قرآن جون ڪجهه آيتون ٻُڌائي انهن ماڻهن کي اسلام جي دعوت ڏني جنهن کان هي ماڻهو تمام گهڻو متاثر ٿيا ۽ جواب ۾ هڪٻئي جو منهن تَڪي چوڻ لڳا تہ يهودي جنهن نبيِ آخرالزمان جي خوشخبري ڏيئي رهيا آهن يقيناً اُهي نبي هي ئي آهن تنهنڪري ڪٿي ائين نہ ٿئي جو يهودي اسان کان اڳ اسلام قبول ڪري وٺن اهو چئي سڀ مسلمان ٿي ويا ۽ مديني وڃي پنهنجي خاندان وارن ۽ رشتيدارن کي بہ اسلام جي دعوت ڏني. انهن ڇهن خوش نصيبن جا نالا هي آهن (1) حضرت عقبہ بن عامر بن نابي (2) حضرت ابو امامہ اسعد بن زراره (3) حضرت عوف بن حارث (4) حضرت رافع بن مالڪ (5) حضرت قطبہ بن عامر بن حديده (6) حضرت جابر بن عبدالله بن رياب.[106] (رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُم اَجْمَعِيْن) (مدارج النبوة ج2، ص51 وزرقاني ج1،ص 310)

## بعيت عقبہ اوليٰ

ٻئي سال سن 12 نبوي ۾ حج جي موقعي تي مديني جا ٻارهن شخص منيٰ جي گهاٽي ۾ لِڪي مسلمان ٿيا ۽ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي بيعت ڪئي. تاريخِ اسلام ۾ اُن بيعت جو نالو "بيعت عقبہ اوليٰ" آهي. ان سان گڏ انهن ماڻهن حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي اِها درخواست بہ ڪئي تہ اسلام جي احڪامن جي تعليم جي لاءِ

---

[106] مدارج النبوت، قسم دوم، باب سوم، ج2، ص 52_52 والمواهب اللدنية، هجرة صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ج1،ص141

کو مُعَلّم (استاد) بہ انهن ماڻهن سان گڏ روانو ڪيو وڃي تنهنڪري حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم حضرت مصعب بن عمير رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي انهن ماڻهن سان گڏ مديني شريف موڪلي ڇڏيو. اُهي مديني ۾ حضرت اسعد بن زراره رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي گهر ترسيا ۽ انصارن جي گهر گهر ۾ وڃي اسلام جي تبليغ ڪرڻ لڳا ۽ روز هڪ، ٻہ نئون ماڻهو دامنِ اسلام سان وابستہ ٿيڻ لڳو ايستائين جو آهستي آهستي مديني کان قباء تائين گهر گهر ۾ اسلام پکڙجي ويو.

اوس قبيلي جا سردار سعد بن معاذ رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ تمام بهادر ۽ بااثر شخص هئا. حضرت مصعب بن عمير رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جڏهن انهن کي اسلام جي دعوت پيش ڪئي تہ انهن پهرين تہ اسلام کان نفرت ۽ بيزاري ظاهر ڪئي پر جڏهن حضرت مصعب بن عمير رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ انهن کي قرآن مجيد پڙهي ٻُڌايو تہ يڪدم انهن جي دل نرم ٿي وئي ۽ ايترا متاثر ٿيا جو سعادتِ ايمان سان سرفراز ٿي ويا. انهن جي مسلمان ٿيڻ سان ئي انهن جي قبيلي ”اوس“ بہ اسلام قبول ڪري ورتو.

انهيءَ ئي سال مشهور قول جي مطابق رجب جي مهيني جي ستاويهين رات حضورصَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن بيداريءَ جي حالت ۾ “معراجِ جسماني” ڪيو ۽ انهيءَ معراج جي سفر ۾ پنج نمازون فرض ٿيون جنهن جو تفصيلي بيان انشاءَ اللّٰه تعاليٰ معجزن جي باب ۾ ايندو. السيرة النبوية لابن هشام، العقبة الاوليٰ و مصعب بن عمير ص 171_ 174

## بعيت عقبہ ثانيہ

اُن کان هڪ سال پوءِ سن 13نبوي ۾ حج جي موقعي تي مديني جي تقريباً ٻاهتر شخصن منيٰ جي انهيءَ گهاٽي ۾ پنهنجي ٻُت پرست ساٿين کان لڪي حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي دستِ حق پرست تي بيعت ڪئي ۽ عهد ڪيو تہ اسان پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۽ اسلام جي حفاظت لاءِ پنهنجي جان قربان ڪري ڇڏينداسين.
ان موقعي تي حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جا چاچا حضرت عباس رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ بہ موجود هئا جيڪي اجان تائين مسلمان نہ ٿيا هئا. انهن مديني وارن کي چيو تہ ڏسو!محمد صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم پنهنجي خاندان بني هاشم ۾ هر طرح کان محترم ۽ با عزت آهن. اسان دشمنن جو مقابلو ڪري هميشہ انهن جي حفاظت ڪئي آهي. هاڻي توهان انهن کي پنهنجي وطن وني وڃڻ جا خواهشمند آهيو تہ ٻُڌي ونو! جيڪڏهن مرڻ گهڙي تائين توهان انهن جو ساٿ ڏئي سگهو تہ بهتر آهي نہ تہ هينئر ئي الڳ ٿي وڃو. اهو ٻُڌي حضرت براء بن عازب رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جوش ۾ اچي چوڻ لڳو تہ "اسان تلوارن جي ڇانوَ ۾ پليا آهيون." حضرت براء بن عازب رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ اجان ايترو ئي چيو هو تہ حضرت ابو الهيثمرَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ ڳالهہ ڪٽيندي چيو تہ يا رسول الله! صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم اسان جا يهودين سان پراڻا تعلقات آهن. هاڻي ظاهر آهي تہ اسان جي مسلمان ٿيڻ کان پوءِ اهي تعلقات ٽُٽي ويندا. ڪٿي ائين نہ ٿئي تہ جڏهن الله تعالي توهان صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي غلبو عطا فرمائي تہ توهان اسان کي ڇڏي پنهنجي وطن مڪي هليا وڃو. اِهو ٻُڌي حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن مسڪرائيندي

جواب ڏنو تہ توهان پَروَسو رکو ”توهان جو خون منهنجو خون آهي“ ۽ يقين ڪريو تہ ”منهنجو جيئڻ مرڻ توهان سان گڏ آهي. توهان جو دشمن منهنجو دشمن ۽ توهان جو دوست منهنجو دوست آهي.“ [107] (زرقاني علي المواهب ج 1، ص 317، وسيرت ابن هشام ج4،ص 441_442)

جڏهن انصار اها بيعت ڪري رهيا هئا تہ حضرت سعد بن زراره رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ يا حضرت عباس بن نضلہ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ چيو تہ منهنجا پائرو! توهان کي اها خبر بہ آهي؟ تہ توهان ڪهڙي شيء تي بيعت ڪري رهيا آهيو؟ ڄاڻي ونو تہ هي عرب ۽ عجم سان اعلانِ جنگ آهي. انصارن ڪاوڙ ۾ اچي نهايت جوش ۾ چيو تہ ها! ها! اسان ان تي ئي بيعت ڪري رهيا آهيون. بيعت ٿيڻ کان پوءِ پاڪ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ان جماعت مان ٻارهن ماڻهن کي نقيب (سردار) مقرر فرمايو. انهن مان نَوَ ماڻهون خزرج قبيلي جا ۽ ٽي شخص اوس قبيلي جا هئا جِن جا نالا مبارڪ هي آهن. (1) حضرت ابو امامہ اسعد بن زراره (2) حضرت سعد بن ربيع (3) حضرت عبداللّٰه بن رواحہ (4) حضرت رافع بن مالڪ (5) حضرت براءبن معرور (6)حضرت عبداللّٰه بن عمرو (7) حضرت سعد بن عباده (8)حضرت منذر بن عمر (9)حضرت عباده بن ثابت. هي نَوَ ماڻهو خزرج قبيلي جا آهن. (10) حضرت اُسيد بن حضير (11) حضرت سعد بن خيثمہ

---

[107] السيرة النبوية لابن هشام،العقبة الاوليٰ ومصعب بن عمير، ص175_176 و شرح الزرقاني علي المواهب، ذکر عرض رسول لله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم نفسه.....الخ، ج 2، ص85_88 ملتقطاً

(12) حضرت ابو الهيثم بن تيهان. هي ٿي شخص اوس قبيلي جا آهن (رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰي عَنْهُم اجمعين).[108] (زرقاني علي المواهب ج 1 ص 317)

ان ڪان پوءِ هي سيئي شخص پنهنجي پنهنجي خيمن ۾ هليا ويا. صبح جي وقت جڏهن قريشن کي ان جي خبر پئي ته اُهي تپي باهه ٿي ويا ۽ انهن ڪاوڙ مان مديني وارن کان پڇيو ته ڇا توهان اسان سان جنگ ڪرڻ لاءِ محمد صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم سان بيعت ڪئي آهي؟ انصارن جي ڪجهه ساٿين جيڪي مسلمان نه ٿيا هئا پنهنجي لاعلمي ظاهر ڪئي. اِهو ٻُڌي قريش واپس هليا ويا پر جڏهن تفتيش ۽ تحقيق ڪان پوءِ ڪجهه انصارين جي بيعت جو حال معلوم ٿيو ته قريش ڪاوڙ ۾ بي قابو ٿي ويا ۽ بيعت ڪرڻ وارن جي گرفتار ڪرڻ جي لاءِ انهن جي پنيان لڳا پر قريش حضرت سعد بن عباده رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ کان علاوه ڪنهن کي به پڪڙي نه سگهيا. قريشن حضرت سعد بن عباده رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي پاڻ سان گڏ مڪي آندو ۽ انهن کي قيد ڪري ڇڏيو پر جڏهن جبير بن مطعم ۽ حارث بن حرب بن اميه کي خبر پئي ته انهن ٻنهي قريشن کي سمجهايو ته خدا جي واسطي سعد بن عباده رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي فورًا ڇڏي ڏيو نه ته اوهان جي ملڪِ شام سان تجارت خطري ۾ پئجي ويندي. اهو

[108] السيرة النبوية لابن هشام، اسماءالنقباء الاثنيعشر......الخ،177_178 و شرح الزرقاني علي المواهب، ذڪر عرض المصطفيٰ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم نفسه،...الخ، ج2، ص 80 _87

ٻُڌي قريشن حضرت سعد بن عباده کي آزاد ڪري ڇڏيو ۽ اُهي خيريت سان مديني پهچي ويا.[109] (سيرتِ ابن هشام ج 4، ص 449 تا 450)

## هجرت مدينه

مديني شريف ۾ جڏهن اسلام ۽ مسلمانن کي هڪ پناهه گاهه ملي وئي ته حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم صحابهٔ ڪرام کي عام اجازت ڏئي ڇڏي ته اُهي مڪي کان هجرت ڪري مديني هليا وڃن. جنهن کري سڀ کان پهرين حضرت ابو سلمه رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ هجرت ڪئي. ان کان پوءِ هڪ ٻئي پٺيان ٻيا ماڻهو به مديني روانا ٿيڻ لڳا. جڏهن قريش جي ڪافرن کي خبر پئي ته انهن روڪڻ شروع ڪيو پر لِڪي لِڪي ماڻهن هجرت جو سلسلو جاري رکيو ايسيتائين جو آهستي آهستي اڪثر صحابهٔ ڪرام مديني شريف هليا ويا صرف اُهي حضرات مڪي ۾ رهجي ويا جيڪي يا ته ڪافرن جي قيد ۾ هئا يا پنهنجي غريبي جي ڪري مجبور هئا. حضورِ اقدس صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي جيئن ته اجان تائين خدا جي طرفان هجرت جو حڪم نه مليو هو انڪري پاڻ ڪريم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم مڪي ۾ ئي مقيم رهيا ۽ حضرت ابو بڪر صديق ۽ حضرت علي المرتضيٰ رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُمَا کي به پاڻ روڪي ڇڏيو هو. تنهنڪري هي ٻئي شمعِ نبوّت جا پروانه به پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن سان گڏ ئي مڪي ۾ رهيا پيا هئا.

---

[109] السيرة النبوية لابن هشام، اسماءالنقباء الاثني عشر..... الخ، ص 178_179

## ڪفار ڪانفرنس

جڏهن مڪي جي ڪافرن هي ڏٺو ته حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۽ مسلمانن جا مددگار مڪي کان ٻاهر مديني ۾ به ٿي ويا آهن ۽ مديني وڃڻ وارن مسلمانن کي انصارن پنهنجي پناهه ۾ رکيو آهي ته مڪي جي ڪافرن کي اِهو خطرو محسوس ٿيڻ لڳو ته ڪٿي ائين نه ٿئي جو محمد صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم به مديني هليا وڃن ۽ اُتان پنهنجي حامين جي فوج وٺي مڪي تي ڪاهه نه ڪن. تنهنڪري ان خطري جو دروازو بند ڪرڻ جي لاءِ مڪي جي ڪافرن پنهنجي دارالندوه (پنچائت گهر) ۾ هڪ تمام وڏي ڪانفرنس منعقد ڪئي، هي مڪي جي ڪافرن جو اهڙو زبردست اجتماع هو جو مڪي جو ڪوبه اهڙو دانشور ۽ بااَثر شخص نه هو جيڪو هِن ڪانفرنس ۾ شامل نه هجي. خاص ڪري ابو سفيان، ابو جهل، عتبه، جبير بن مطعم، نضر بن حارث، ابو البختري، زمعه بن اسود، حڪيم بن حزام، اميه بن خلف وغيره تمام قريشن جا سردار ان مجلس ۾ موجود هئا. شيطان لعنتي به ڪمبل پائي هڪ بزرگ شيخ جي صورت ۾ اچي ويو. قريش جي سردارن نالو ۽ نسب پڇيو ته چيائين آئون ”شيخِ نجد“ آهيان هِن ڪانفرنس ان لاءِ آيو آهيان ته جئين آئون توهان جي معاملي ۾ پنهنجي راءِ به پيش ڪريان. اهو ٻُڌي قريش جي سردارن ابليس کي به پنهنجي ڪانفرنس ۾ شريڪ ڪري ورتو ۽ ڪانفرنس جي ڪارروائي شروع ٿي وئي. جڏهن حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو معاملو پيش ٿيو ته ابو البختري هي راءِ ڏني ته انهن کي ڪنهن ڪوٺڙي ۾ بند ڪري ان جا هٿ پير ٻَڌي

ڇڏيو ۽ هڪ سوراخ مان کين کاڌو پيتو ڏيندا ڪريو. شيخ نجدي (شيطان) چيو تہ اِها راءِ صحيح ناهي. خدا جو قسم! جيڪڏهن اوهان انهن کي ڪنهن گهر ۾ قيد ڪري ڇڏيو تہ يقينًا انهن جي جانثار اصحابن کي خبر پئجي ويندي ۽ اُهي پنهنجي جان جي بازي لڳائي انهن کي قيد مان آزاد ڪرائي ويندا.

ابوالاسود ربيعہ بن عمرو عامري اهو مشورو ڏنو تہ انهن کي مڪي مان ڪڍي ڇڏيو تہ جيئن هي ڪنهن ٻئي شهر ۾ وڃي رهن. اهڙي طرح اسان کي انهن جي قرآن پڙهڻ ۽ انهن جي تبليغِ اسلام کان نجات ملي ويندي. اهو ٻُڌي شيخ نجدي ڪاوڙ مان چيو تہ تنهنجي ان راءِ تي لعنت، ڇا توهان کي خبر نہ آهي تہ محمد صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي ڪلام ۾ ڪيتري شيرين، تاثير ۽ دل ڪشي آهي؟ خدا جو قسم! جيڪڏهن توهان انهن کي شهر بدر ڪري ڇڏي ڏيندا تہ اُهي پوري عرب ۾ ماڻهن کي قرآن ٻُڌائي پوري عرب جي قبيلن کي پنهنجو تابع ۽ فرمانبردار ڪري ڇڏيندا ۽ پوءِ پاڻ سان گڏ هڪ عظيم لشڪر وني توهان تي اهڙوحملو ڪندا جو توهان انهن جي مقابلي کان عاجز ۽ لاچار ٿي ويندا ۽ پوءِ توهان انهن جا غلام بڻجي رهڻ کانسواءِ ڪجهہ نہ ڪري سگهندا ان ڪري انهن کي شهر بدر ڪرڻ جي تہ ڳالهہ ئي نہ ڪريو.

ابوجهل چيو تہ ساٿيو! منهنجي ذهن ۾ هڪ راءِ آهي جيڪا اجا تائين ڪنهن کي بہ نہ آئي آهي، اهو ٻُڌي سيني جا ڪن اُڀا ٿي ويا ۽ سيني وڏي چاهہ مان پڇيو تہ ٻُڌايو اها ڪهڙي آهي؟ تہ ابو جهل

چيو تہ منهنجي راءِ هي آهي تہ هر قبيلي جو هڪ هڪ مشهور بهادر تلوار کڻي ۽ سڀ گڏجي حملو ڪري محمد صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي قتل ڪري ڇڏيون. هِن طرح سان قتل ڪرڻ جو ڏوهہ سيني قبيلن تي رهندو. ظاهر آهي تہ بنو هاشم هِن قتل جو بدلو وٺڻ جي لاءِ تمام قبيلن سان وڙهڻ جي طاقت نٽا رکي سگهن. تنهنڪري يقينًا اُهي خون بها وٺڻ تي راضي ٿي ويندا ۽ اسان گڏجي آساني سان قتل جي رقم ادا ڪنداسين. ابو جهل جي اِها خوني راءِ ٻُڌي شيخ نجدي خوشيءَ مان نچڻ لڳو ۽ چيو تہ بيشڪ اها راءِ بلڪل صحيح آهي. ان کا علاوه ٻي ڪا بہ راءِ قابل قبول نہ هوندي پوءِ سيني شرڪاءِ ڪانفرنس اتفاق راءِ سان اُن راءِ کي پاس ڪيو ۽ مجلسِ شوريٰ ختم ٿي وئي ۽ هر شخص هي خوفناڪ عزم ڪري پنهنجي پنهنجي گهر هليو ويو. خداوند قدوس قرآن مجيد جي هينئين آيت ۾ هِن واقعي جو ذڪر فرمائيندي ارشاد فرمايو تہ

وَ اِذْ یَمْكُرُ بِكَ الَّذِیْنَ كَفَرُوْا لِیُثْبِتُوْكَ اَوْ یَقْتُلُوْكَ اَوْ یُخْرِجُوْكَ ؕ وَیَمْكُرُوْنَ وَیَمْكُرُ اللّٰهُ ؕ وَاللّٰهُ خَیْرُ الْمٰكِرِیْنَ

(پ 9 الانفال: 30)

**ترجموڪنزالايمان:** (اي محبوب ياد ڪريو) جنهن وقت ڪافر توهانجي باري ۾ ڳجهي تدبير ڪري رهيا هئا تہ توهان کي قيد ڪن، قتل ڪن يا شهر بدر ڪري ڇڏين هي ڳجهي تدبير ڪري رهيا هئا ۽ الله ڳجهي تدبير ڪري رهيو هو ۽ الله جي ڳجهي تدبير سيني کان بهتر آهي.

الله تعاليٰ جي خفيه تدبيرچا هُئي؟ اڳين صفحي تي ڏسو ته ڪيئن اُن پنهنجي حبيب صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي حفاظت فرمائي ۽ ڪافرن جي سڄي اسڪيم ڪي ڪيئن ان قادرِ ڪريم تباهه وبرباد فرمائي ڇڏيو. (ابنِ هشام)

السيرة النبوية لا بن هشام، هجرة الرسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ص 191_ 193

## هجرتِ رسول جوواقعو

جڏهن ڪافرن حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي قتل جوفيصلو ڪري ڪانفرنس ختم ڪئي ۽ پنهنجي پنهنجي گهرن ڏانهن روانا ٿي ويا ته حضرت جبرئيل امين عَلَيْهِ السَّلَام ربُّ العالمين جو حڪم ڪڻي نازل ٿيا ته اي محبوب! اڄ رات توهان پنهنجي بستري تي نه سمجهو ۽ هجرت ڪري مديني هليا وڃو تنهنڪري ٺيڪ ٻيپهريءَ جي وقت حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم حضرت ابو بڪر صديق رَضِيَ اللهُ تَعَالٰي عَنْهُ جي گهر تشريف فرما ٿيا ۽ حضرت ابوبڪر صديق رَضِيَ اللهُ تَعَالٰي عَنْهُ کي فرمايائون ته سيني گهر وارن کي پري ڪيو ڪجهه مشورو ڪرڻو آهي، حضرت ابو بڪر صديق رَضِيَ اللهُ تَعَالٰي عَنْهُ عرض ڪيو ته يا رسول الله! صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم توهان تي منهنجا ماءُ پيءُ قربان هتي توهان جي گهر واري (حضرت عائشه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا) کان سواءِ ٻيو ڪو به ڪونهي (اُن وقت حضرت عائشه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا سان حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي شادي ٿي چڪي هئي) حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو ته اي ابو بڪر! الله تعاليٰ مون کي هجرت جي اجازت فرمائي ڇڏي آهي. حضرت ابو بڪر صديق رَضِيَ اللهُ تَعَالٰي عَنْهُ عرض ڪيو

تہ منهنجا ماءُ پيءُ توهان صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تي قربان! مون کي بہ گڏ ونڻي هلڻ جو شرف عطا فرمايو. پاڻ ڪريم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم انهن جي درخواست قبول فرمائي ڇڏي. حضرت ابوبڪر صديق رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰي عَنْهُ چئن مهينن کان بہ ڏاچيون ٻٻر جا پن کارائي تيار ڪيون هيون تہ هجرت جي وقت هي سواري جي ڪم اينديون. عرض ڪيو تہ يا رسول الله! صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم انهن مان هڪ ڏاچي توهان قبول فرمايو. پاڻ ڪريمصَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ارشاد فرمايو تہ قبول آهي پر آئون هِن جي قيمت ڏيندس. حضرت ابوبڪر صديق رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰي عَنْهُ جي دل تہ نٿي چاهيو پر فرمانِ رسالت کان مجبور ٿي ان کي قبول ڪيو. حضرت عائشہ صديقہ رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا تہ ان وقت تمام ننڍي عمر جون هيون پر انهن جي وڏي ڀيڻ حضرت بيبي اسماء رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا سامانِ سفر ناهيو ۽ ٽِفِن باڪس ۾ ماني رکي پنهنجي چيلهہ تي ٻَڌل ڪپڙي کي ڦاڙي بہ ٽڪرا ڪيو هڪ سان ٽِفِن کي ٻَڌو ۽ ٻئي سان پاڻي جي گلِيءَ جو منهن ٻَڌو. هي اُهو قابلِ فخر شرف آهي جنهن جي ڪري انهن کي "ذات النطاقين" (ٻن ڪپڙن واري) جي معزز لقب سان ياد ڪيو وڃي ٿو.

ان کان پوءِ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم هڪ ڪافر کي جنهنجو نالو "عبدالله بن اُرَيْقَطْ" هو جيڪو رستن جو ماهر هو رهنمائي جي لاءِ اجرت تي نوڪر رکيوءِ انهن ٻنهي ڏاچين کي ان جي حوالي ڪري فرمايو تہ ٽن راتين کانپوءِ انهن ٻنهي کي کاهي "غارثور"

وٽ پهچي وڃي. اِهو سڄو انتظام ڪرڻ ڪانپوءِ حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم پنهنجي گھرتشريف فرماتيا.[110]

(بخاري ج1،ص553_554 باب هجرة النبي صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم)

## ڪاشانہ نبوت جو محاصرو

مڪي جي ڪافرن پنهنجي پروگرام مطابق ڪاشانۂ نبوت کي گهيري ورتو ۽ انتظار ڪرڻ لڳا تہ حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم سمهي پون تہ انهن تي قاتلانا حملو ڪيو وڃي. ان وقت گهر ۾ حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن وٽ صرف علي المرتضيٰ رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ هئا مڪي جا ڪافر جيتوڻيڪ رحمتِ عالمصَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جا بدترين دشمن هئا پر ان جي باوجود بہ حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي امانت ۽ ديانت تي ڪافرن کي ايترو يقين هو جو اُهي پنهنجو قيمتي مال ۽ سامان حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن وٽ امانت رکندا هئا. تنهنڪري اُن وقت بہ تمام گهڻيون امانتون ڪاشانۂ نبوت ۾ موجود هيون. حضورصَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم حضرت علي رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ کي فرمايو تہ تون منهنجي سائي رنگ جي چادر پائي منهنجي بستري تي سُمهي پئہ ۽ منهنجي وڃڻ کان پوءِ قريشن جون تمام امانتون انهن جي مالڪن کي ڏئي مديني هليو اچجان. هي تمام خوفناڪ ۽ سخت خطري وارو موقعو هو. حضرت علي رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ کي خبر هئي تہ مڪي جا ڪافر حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي قتل جو

[110] صحيح البخاري ،ڪتاب مناقب الانصار، باب هجرة النبي صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم و اصحابہ الحديث:3905، ج2، ص 592 والسيرة النبوية لا بن هشام، هجرة الرسول صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم، ص 193_193

ارادو ڪري چڪا آهن پر حضور اقدس صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي اُن فرمان تي تہ تون قريشن جون سڀ امانتون موٽائي مديني هليو اچجان حضرت علي رَضِيَ اللهُ تَعَالٰي عَنْهُ کي ڪامل يقين هو تہ آئون زنده رهندس ۽ مديني پهچندس ان ڪري نبي ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو بسترو جيڪو اڄ ڪندن جو بسترو هو. حضرت علي رَضِيَ اللهُ تَعَالٰي عَنْهُ جي لاءِ گلن جي سيج بڻجي ويو ۽ پاڻ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰي عَنْهُ بستري تي صبح تائين آرام سان مٺي ننڊ سمهي پيا. پنهنجي اُنهيءَ ڪارنامي تي فخر ڪندي شيرِ خدا پنهنجي شعر ۾ فرمايو تہ

وَقَيْتُ بِنَفْسِيْ خَيْرَ مَنْ وَطِیءَ الثَّرٰي وَمَنْ طَافَ بِالْبَيْتِ الْعَتِيْقِ وَبِالْحَجَرِ

مون پنهنجي جان خطري ۾ وجهي اُن ذاتِ گرامي جي حفاظت ڪئي جيڪي زمين تي هلڻ وارن ۽ خانہ ڪعبہ ۽ حطيم جو طواف ڪرڻ وارن ۾ سڀ کان بهتر ۽ اعلٰي مرتبي وارا آهن.

رَسُوْلُ اِلٰه خَافَ اَنْ يَّمْكُرُوْا بِهٖ فَنَجَّاهُ ذُوالطَّوْلِ الْاِلٰهُ مِنَ الْمَكْرِ

رسولِ خدا صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي اهو انديشو هو تہ مڪي جا ڪافرانهن سان چالاڪي ڪندا پر خداوندِ مهربان انهن کي ڪافرن جي ٺڳيءَ کان بچائي ورتو.[111] (زرقاني علي المواهب ج1، ص322)

---

[111] مدارج النبوت، قسم دوم، بابچهارم،ج2، ص58، وشرح الزرقاني علي المواهب، باب هجرة المصطفيٰ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ج2، ص95، والسيرة النبوية لابن هشام، هجرة الرسول صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ص194

حضورِ اقدس صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم بسترِ نبوّت تي جانِ ولايت کي سُمهاري هڪ مُٺ مِٽي هٿ ۾ کڻئي ۽ سورة يٰس جون شروع واريون آيتون تلاوت فرمائيندي نبوّت خاني مان ٻاهر تشريف فرما ٿيا ۽ گهيرو ڪرڻ وارن ڪافرن جي مٿن تي مِٽي وجهندي انهن جي مجمع مان صاف نڪري ويا نہ ڪنهن کي نظر آيا ۽ نہ ڪنهن کي ڪا خبر پئي، هڪ ٻيو شخص جيڪو ان مجمع ۾ موجود نہ هو ان خبر ڏني تہ محمّد (صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم) تہ هتان ڪان نڪري ويا ۽ وڃڻ وقت توهان جي مٿن تي مٽي وجهي ويا آهن. تنهنڪري انهن بد بختن پنهنجن مٿن تي هٿ ڦيرايو تہ واقعي انهن جي مٿن تي مٽي ۽ دَرَ پيل هئي.[112] (مدارج النبوة ج2، ص57)

رحمتِ عالم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم پنهنجي دولت خاني مان نڪري مقام "حزوره" وٽ بيهي رهيا ۽ وڏي حسرت سان ڪعبي کي ڏنوءِ فرمايو تہ اي شهرِ مڪ! تون مون کي پوري دنيا کان پيارو آهين. جيڪڏهن منهنجي قوم مون کي تو مان نہ ڪڍي ها تہ آئون تو کانسواءِ ڪنهن ٻي جڳهہ رهائش اختيار نہ ڪريان ها. حضرت ابو بڪرصديق رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ سان پهرين ئي طئي ٿي چڪو هئو اُهي بہ اُن جڳهہ تي پهچي ويا ۽ ان خيال سان تہ مڪي جا ڪافر اسان جي پيرن جي نشانن سان رستو سڃاڻي پُنيان نہ اچن ۽ اِهو بہ ڏٺو تہ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جا نازڪ پير زخمي ٿي پيا آهن حضرت ابوبڪر صديق رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي

[112] مدارج النبوت،قسم دوم،باب چهارم، ج2،ص57

پنهنجن ڪلهن تي سوار ڪيو ۽ اهڙي طرح ڪنڊيدار ٻوٽن ۽ چهنبدار پٿرن وارين ٽڪرين تي هلندي اُن ئي رات "غارثور" پهتا.[113] (مدارج النبوة ج2،ص58)

حضرت ابو بڪر صديق رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ پهريان پاڻ غار ۾ داخل ٿيا ۽ چڱي طرح غار جي صفائي ڪئي ۽ پنهنجي بدن جا ڪپڙا ڦاڙي غار جا تمام سوراخ بند ڪيا. پوءِ حضورصَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم غار جي اندر تشريف فرما ٿيا ۽ حضرت ابوبڪر صديق رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ جي هنج ۾ مٿو مبارڪ رکي سمهي پيا. حضرت ابو بڪر صديق رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ هڪ سوراخ کي پنهنجي کُڙيءَ سان بند ڪري ڇڏيو هوسوراخ جي اندران هڪ نانگ بار بار يارِغار جي پير کي ڏنگيو پر حضرت صديق جان نثار رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ ان خيال کان پير نہ هٽايو تہ رحمتِ عالمصَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي آرام ۾ خلل نہ پوي پر سور جي شدّت جي ڪري يارِ غار جي لُڙڪن جي قطار مان ڪجھ ڦڙا سروَرِ ڪائنات جي ڳلن مبارڪن تي نثار ٿي ويا. جنهن سان رحمتِ عالمصَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ننڊ مان اُٿي پيا ۽ پنهنجي يارِ غار کي روئندو ڏسي بيقرار ٿي ويا پڇيائون ابوبڪر! ڇا ٿيو؟ عرض ڪيو تہ يا رسولَ الله! صَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم مون کي نانگ ڏنگيو آهي اِهو ٻُڌي حضور صَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم زخم تي پنهنجو لُعابِ دهن (يعني ٿُڪ

---

[113] مدارج النبوت، قسم دوم، باب چهارم،ج2، ص57، وشرح الزرقاني علي المواهب، باب هجرة مصطفي صَلَّی اللّٰهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم الخ، ج2، ص108

مبارڪ) لڳائي جنهن سان فورًا ئي سور ختم ٿي ويو. حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ٽي راتيون اُن غار ۾ رونق افروز رهيا.[114]

حضرت ابوبڪر صديق رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جانوجوان فرزند حضرت عبدالله رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ روز رات جو غار جي منهن وٽ سمهندا هئا ۽ صبح سوير مڪي هليا ويندا هئا ۽ خبر وٺندا هئا تہ قريش ڪهڙيون تدبيرون ڪري رهيا آهن؟ جيڪا خبر پوندي هئي شام جو اچي حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم سان عرض ڪندا هئا. حضرت ابوبڪر صديق رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جا غلام حضرت عامر بن فهيره رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ ڪجھ رات گذرڻ ڪانپوءِ چراگاھ مان ٻڪريون ڪاهي غار وٽ اچي ويندا هئا ۽ انهن ٻڪرين جو کيرٻنهي جهانن جا تاجدارصَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۽ انهن جا يارِ غار پيئندا هئا.[115] (زرقاني علي المواهب ج1،ص 339)

حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تہ غارِ ثور ۾ تشريف فرما ٿي ويا. هوڏانهن ڪاشانہ نبوت جو محاصرو ڪرڻ وارا ڪافر جڏهن صبح جو گهر ۾ داخل ٿيا تہ نبيءَ جي بستري تي حضرت علي رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ هئا. ظالمن ٿوري دير حضرت علي رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ کان پُڇاڳاڇا ڪري کين ڇڏي ڏنو. پوءِ حضورصَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي تلاش ۾ مڪي ۽ ان جي پروارن ڳوٺن ۽ ڏرتيءَ جي چپي چپي تي ڳوليو. ايستائين جو

---

[114] المواهب اللدنية والزرقاني، باب هجرة المصطفيٰ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم الخ، ج2، ص121
ولمواهب اللدنية مع شرح الزرقاني، باب هجرة المصطفيٰ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم الخ،ج2، ص 127

[115] المواهب اللدنية والزرقاني، باب هجرة المصطفيٰ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم الخ،ج 2، ص 127

ڳوليندي ڳوليندي غارِ ثور تائين پهچي ويا پر غار جي منهن تي
اُن وقت خداوندي حفاظت جو پهرو لڳل هو. يعني غار جي منهن
تي ڪوريئڙي ڄارو ناهي ڇڏيو هو ۽ ڪناري تي ڪبوتري آنا
لاهي ويني هئي اِهو منظر ڏسي ڪُفارِ قريش پاڻ ۾ چوڻ لڳا ته
هِن غار ۾ ڪو انسان موجود هجي ها ته نه ڪوريئڙو ڄارو ناهي
ها ۽ نه ئي ڪبوتري هتي آنا لاهي ها. ڪافرن جو آواز ٻُڌي حضرت
ابوبڪر رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ ڪجهه پريشان ٿيا ۽ عرض ڪيو يا رسول الله!
صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم هاڻي اسان جا دشمن ايترو ويجهو اچي ويا آهن جو
جيڪڏهن اُهي پنهنجي پيرن تي نظر وجهندا ته اسان کي ڏسي
وٺندا. حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو ته لَاتَحْزَنْ اِنَّ اللّٰهَ مَعَنَا پريشان
نه ٿيو! خدا اسان سان گڏ آهي.

اُن کان پوءِ الله تعاليٰ حضرت ابوبڪر صديق رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي دل
تي اهڙو سڪون ۽ اطمينان لاٿو جو اُهي بِلڪُل بي خوف ٿي
ويا.[116] حضرت ابوبڪرصديق رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جون اِهي ئي جانثاريون
آهن جن کي دربارِ نبوّت جي مشهور شاعر حضرت حسان بن ثابت
انصاري رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ ڪيتري نه پياري انداز ۾ بيان ڪيوآهي

وَثَانِيُ اثْنَيْنِ فِي الْغَارِ الْمُنِيْفِ وَقَدْ طَافَ الْعَدُوُّ بِهٖ اِذْ صَاعَدَ الْجَبَلَا

[116] المواهب اللدنية والزرقاني، باب هجرة المصطفيٰ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم الخ، ج2، ص123 ملخصاً و
مدارج النبوت، قسم دوم، باب چهارم، ج2، ص 59

۽ ٻن مان ٻيو (ابوبڪر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ) جڏهن جبل تي چڙهي بلند مرتبي واري غار ۾ ان حال ۾ هئا جو دشمن انهن جي آس پاس چڪر لڳائي رهيا هئا.

وَ كَانَ حِبَّ رَسُوْلِ اللّٰهِ قَدْ عَلِمُوْا مِنَ الْخَلَائِقِ لَمْ يَعْدِلْ بِهٖ بَدَلَا

۽ اُهي (ابوبڪر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ) رسول الله صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جا محبوب هئا. تمام مخلوق ان ڳالھ کي ڄاڻي ٿي تہ حضور صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم ڪنهن کي بہ انهن جي برابر نہ ڪيو آهي.[117]

(زرقاني علي المواهب ج1،ص337)

مطلب تہ چوٿين ڏينهن حضورصَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم پهرين ربيع الاول سومر جي ڏينهن غارِثور مان ٻاهر تشريف فرماٿيا. عبداللّٰه بن اُريقط جنهن کي رهنمائي جي لاءِ حضور صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن ڪِرائي تي نوڪر رکيو هو وعدي جي مطابق بہ ڏاچيون ڪاهي غارِ ثور وٽ حاضر هو. حضور صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم پنهنجي ڏاچيءَ تي سوار ٿيا ۽ هڪ ڏاچيءَ تي حضرت ابوبڪر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ ۽ حضرت عامر بن فهيره رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ ويٺا، عبداللّٰه بن اُريقط اڳيان اڳيان پنڌ هلڻ لڳو ۽ عام رستي کان هٽي ڪري سمنڊ جي ڪناري واري غير معروف رستن تان سفر شروع ڪري ڏنو.[118]

---

[117] المواهب اللدنية مع شرح الزرقاني، باب هجرة المصطفيٰ صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم الخ، ج 2، ص 124

[118] المواهب اللدنية مع شرح الزرقاني، باب هجرة المصطفيٰ صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم ....الخ، ج 2، ص 128_129 ملخصاً

## سؤُنَ جو انعام

هوڏانهن مکي وارن اعلان ڪرائي ڇڏيو هو تہ جيڪو شخص محمد (صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم) کي گرفتار ڪري ايندو ان کي هڪ سؤ اُٺ انعام ڏنو ويندو. ايتري وڏي انعام جي لالچ ۾ گهڻن لالچي ماڻهن حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي تلاش شروع ڪري ڇڏي ۽ ڪجھ ماڻهون تہ پري پري تائين ڳولڻ ويا.[119]

## اُمِ معبد جي ٻڪري

ٻئي ڏينهن مقامِ قديد ۾ اُمِ معبد عاتڪہ بنتِ خالد خزاعيہ جي گهر وٽان پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو گذر ٿيو اُمِ معبد هڪ پوڙهي عورت هئي جيڪا پنهنجي خيمي جي اڱڻ ۾ ويٺي هوندي هئي ۽ مسافرن کي ماني پاڻي ڏيندي هئي. حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ان کان ڪجھ کاڌو خريد ڪرڻ جو ارادو فرمايو پر ان وٽ ڪابہ شيءِ موجود نہ هئي. حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ڏٺو تہ ان جي خيمي جي هڪڙي پاسي تمام ڪمزور ٻڪري بيٺي هئي. پڇا ڪيائون تہ ڇا هيءَ کير ڏيندي آهي؟ اُمِ معبد چيو تہ نہ. پاڻ ڪريمصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن فرمايو تہ جيڪڏهن توهان اجازت ڏيو تہ آئون هِن جو کير ڏُهي وٺان. اُمِ معبد اجازت ڏئي ڇڏي ۽ پاڻ ڪريمصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم "بسم اللّٰہ" پڙهي جيئن ئي اُن جي ٿڻن کي هٿ لڳايو تہ اُن جا ٿڻَ کير سان پرجي ويا ۽ ايترو کير نڪتو جو سيني ماڻهن ڍئو ڪري پيتو ۽ اُمِ معبد جا سمورا ٿانوَ کير سان

[119] المواهب اللدنية مع شرح الزرقاني، باب هجرة المصفيٰ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم، الخ،ج2،ص110

پرجي ويا. اِهو معجزو ڏسي اُمِ معبد ۽ اُن جي مڙس ٻنهي اسلام قبول ڪري ورتو.[120] (مدارج النبوة ج2، ص 61)

روايت ۾ آهي تہ اُمِ معبد جي اِها ٻڪري سنہ 18 هجري تائين زندھ رهي ۽ کير بہ ڏيندي رهي ۽ حضرت عمر رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰي عَنْهُ جي خلافت جي دؤر ۾ جڏهن "عام الرماد" جو سخت ڏڪار پيو تہ سيني جانورن جي ٿڻن جو کير سُڪي ويو اُن وقت بہ هيءَ ٻڪري صبح شام کير ڏيندي رهي.[121] (زرقاني علي المواهب ج1،ص346)

## سراقہ جو گهوڙو

جڏهن اُمِ معبد جي گهر کان حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم اڳيان روانہ ٿيا تہ مڪي جو هڪ مشهور شهسوار سراقہ بن مالڪ بن جعشم تيز رفتار گهوڙي تي سوار ٿي ڳولا ڪندي نظر آيو. ويجهو پهچي حملي ڪرڻ جو ارادو ڪيو پر ان جي گهوڙي ڏِڪو کاڌو ۽ هُو گهوڙي تان ڪري پيو پر سؤ اُنن جو انعام ڪا معمولي ڳالهہ نہ هئي انعام جي لالچ ان کي ٻيهر اُڀاريو ۽ هو حملي جي نيت سان اڳيان وڌيو تہ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي دعا سان پٿريلي زمين ۾ ان جي گهوڙي جون جنگهون گوڏن تائين زمين جي اندر هليون ويون سراقہ اهو معجزو ڏسي خوف ۽ ڊپ مان ڏڪڻ لڳو ۽ امان! امان! پُڪارڻ لڳو. رسولِ ڪريم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ

---

[120] مدارج النبوت، قسم دوم باب چهارم، ج2، ص61، والماهب مع شرح الزرقاني، باب هجرة المصطفيٰ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم الخ، ج2، ص130

[121] المواهب اللدنية مع شرح الزرقاني، باب هجرة المصطفيٰ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم الخ، ج 2، ص 142

وَسَلَّم جن جي دل رحم ۽ ڪرم جو سمنڊ هئي. سراقہ جي لاچاري ۽ گريہ وزاري تي رسولِ اڪرم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي رحمت جو دريا جوش ۾ اچي ويو، دُعا فرمايائون تہ زمين ان جي گهوڙي کي ڇڏي ڏنو ان کان پوءِ سراقہ عرض ڪيو تہ مونکي امن جي سَنَد لکي ڏيو. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي حڪم تي حضرت عامر بن فهيره رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ سراقہ جي لاءِ امن جي تحرير لکي سراقہ ان تحرير کي پنهنجي ترڪش ۾ رکي ڇڏيو ۽ واپس موٽي ويو. رستي ۾ جيڪو بہ شخص حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي باري ۾ معلوم ڪري پيو تہ سراقہ ان کي اِهو چئي موٽائي ڇڏيندا هئا تہ مون پري پري تائين تمام گهڻو تلاش ڪيو پر حضورِ اڪرم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم هِن پاسي نہ آهن. واپس ويندي سراقہ ڪجهہ سفر جو سامان بہ حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي خدمت ۾ بطور نذرانو پيش ڪيو پر حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم قبول نہ فرمايو.[122]

(بخاري باب هجرة النبي ج1، ص 554، وزرقاني ج1،ص346، و مدارج النبوة ج2، ص 62)

سراقہ ان وقت تہ مسلمان نہ ٿيا پر حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي عظمتِ نبوّت ۽ اسلام جي صداقت انهن جي دل ۾ ويهي وئي. جڏهن حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فتح مڪہ، جنگِ طائف ۽ حنين مان فارغ ٿي ”جعرانہ“ ۾ اچي ترسيا تہ سراقہ ان ئي امن جي

[122] صحيح البخاري، ڪتاب مناقب الانصار، باب هجرةالنبي صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم الخ، الحديث:3906، ج2، ص 593

پرواني کي کڻي بارگاهِ نبوّت ۾ حاضر ٿيا ۽ پنهنجي قبيلي جي تمام وڏي جماعت سان گڏ اسلام قبول ڪيو.[123]

(دلائل النبوة ج2، ص15، ومدارج النبوة ج2، ص 62)

واضح رهي ته هي اهو ئي سراقه بن مالڪ رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ آهي جنهن جي باري ۾ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم پنهنجي علم غيب مان غيب جي خبر ڏيندي فرمايو هو ته اي سراقه! ان وقت تنهنجو ڪهڙو حال هوندو جڏهن توکي ملڪِ فارس جي بادشاهه ڪسريٰ جا ٻئي ڪنگڻ پارايا ويندا؟ ان ارشاد جي گهڻن سالن ڪان پوءِ جڏهن حضرت عمر فاروق رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ جي خلافت جي زماني ۾ ايران فتح ٿيو ۽ ڪسريٰ جا ڪنگڻ دربارِ خلافت ۾ آندا ويا ته امير المومنين حضرت عمر رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ تاجدارِ عالَم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي فرمان جي تصديق ۽ تحقيق جي لاءِ اُهي ڪنگڻ حضرت سراقه بن مالڪ رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ کي پارائي ڇڏيا ۽ فرمايو ته اي سراقه! رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ اِهو چئو ته الله تعاليٰ جي لاءِ ئي تعريف آهي جنهن هنن ڪنگڻن کي بادشاهِ فارس ڪسريٰ ڪان ڦُري سراقه بدوي کي پارائي ڇڏيو.[124] حضرت سراقه رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ سنه 24ھ ۾ وفات ڪئي. جڏهن ته حضرت عثمان غني رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ تختِ خلافت تي رونق افروز هئا.

(زرقاني علي المواهب ج1،ص246 ص348)

---

[123] مدارج النبوت، قسم دوم، باب چهارم،ج2، ص62، وشرح الزرقاني علي المواهب، قسة سراقة، ج 2، ص145 ملخصاً

[124] شرح الزرقاني علي المواهب، قصة سراقة، ج2، ص145

## بريده اسلمي جو جهنڊو

جڏهن حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم مديني جي ويجهو پهتا تہ ”بريده اسلمي“ بني سهم قبيلي جي ستر سوارن کي ساڻ ڪري ان لالچ ۾ پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي گرفتاري جي لاءِ آيا تہ قريشن کان هڪ سؤ اُٺ انعام ۾ ملي ويندا. پر جڏهن حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي سامهون آيا ۽ پُڇيائون تہ توهان ڪير آهيو؟ تہ پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو تہ آئون محمّد بن عبدالله ۽ خدا جو رسول آهيان. جمال ۽ جلالِ نبوّت جو انهن جي دل تي اهڙو اثر ٿيو جو فورًا ئي ڪلمو پڙهي مسلمان ٿي ويا ۽ ڪامل عقيدت سان اِها درخواست پيش ڪئي تہ يا رسول الله! صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم منهنجي خواهش آهي تہ مديني ۾ حضور جن جي داخلا هڪ جهنڊي سان ٿيڻ گهرجي، اهو چئي پنهنجو عمامو مٿي تان لاهي نيزي تي ٻڌو ۽ حضورصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جا علمبردار بڻجي مديني تائين اڳيان اڳيان هلندا رهيا. پوءِ عرض ڪيائون تہ يا رسول الله!صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم توهان مديني ۾ ڪٿي ترسندا تاجدارِمدينہ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو تہ منهنجي ڏاچي خدا جي طرف کان مامور آهي، هيءَ جتي ويهي رهندي اُهائي منهنجي قيام گاهہ آهي.[125] (مدارج النبوۃج 2، ص62)

## حضرت زبير جا قيمتي ڪپڙا

ان سفر ۾ حُسنِ اتفاق سان حضرت زبير بن العوام رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ

---

[125] مدارج النبوۃ ﷺ، قسم دوم، باب چهارم، ج2، ص62

سان ملاقات ٿي وئي جيڪي حضور اڪرم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي پڦي حضرت صفيه رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنۡهَا جا پٽ آهن. هي مُلڪِ شام مان تجارت جو سامان ڪٽي اچي رهيا هئا. انهن حضورِ انورصَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۽ حضرت ابو بڪر صديق رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنۡهُ جي خدمت ۾ ڪجهه قيمتي ڪپڙا نذراني طور پيش ڪيا جن ڪي تاجدارِ عالَمصَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۽ حضرت ابو بڪر صديق رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنۡهُ قبول فرمائي ورتو.[126] (مدارج النبوة ج 2، ص63)

## شهنشاهِ رسالت مديني ۾

حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي آمد جي خبر چو ته پهريان ئي مديني ۾ پهچي چڪي هئي ۽ عورتن ٻارن جي زبانن تي حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي تشريف آوريءَ جو چوٻول هو ان ڪري مديني وارا سندن ديدار جي لاءِ تمام گهڻا مشتاق ۽ بيقرار هئا. روزانو صبح جو شهر کان ٻاهر نڪري انتظار ڪندا هئا ۽ استقبال جي لاءِ تيار رهندا هئا ۽ جڏهن ڏينهن تپي ويندو هو ته حسرت ۽ افسوس سان پنهنجي گهرن ڏانهن واپس موٽي ويندا هئا. هڪ ڏينهن مديني وارا پنهنجي معمول مطابق حضورصَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي راهه ڏسي واپس وڃي چڪا هئا ته اوچتو هڪ يهودي پنهنجي قلعي مان ڏٺو ته تاجدارِ مدينه صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي سواري مديني جي ويجهو پهچي وئي آهي. اُن بلند آواز سان سڏيو ته اي مديني وارؤ! توهان جنهن جو روزانو انتظار ڪندا

---

[126] مدارج النبوة قسم دوم باب چهارم ج 2 ص 63 مختصرًا و دلائل النبوة للبيهقي باب من استقبل رسول الله صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ج 2 ص 498)

هئا اُهو ڪاروانِ رحمت اچي ويو. اِهو ٻُڌي سڀ انصاري جسم تي هٿيار سجائي خوشي ۽ شادماني مان بيقرار ٿي ٻنهي جهانن جي تاجدار صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو استقبال ڪرڻ جي لاءِ پنهنجن گهرن مان نڪري آيا ۽ نعرهِ تڪبير جي آوازن سان سڄو شهر گونجي اٿيو.[127] (مدارج النبوة ج 2 ص 63 وغيره)

مدينہ شريف کان ٽن ميلن جي فاصلي تي جتي اڄ ”مسجد قبا“ نهيل آهي. 12 ربيع الاول تي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن رونق افروز ٿيا ۽ عَمرو بن عوف قبيلي جي خاندان ۾ حضرت ڪلثوم بن هدم رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ جي گهر ۾ تشريف فرماٿيا. خاندان وارن ان فخر ۽ شرف تي الله اڪبر جو جوش مان نعرو هنيو تہ ٻنهي جهانن جا ميزبان انهن جا مهمان بڻيا آهن. چئني طرفن کان انصاري جوش ۽ خوشي ۾ ايندا ويا ۽ بارگاهِ رسالت صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۾ صلوٰة و سلام جو نذرانو عقيدت سان پيش ڪندا ويا. اڪثر صحابہ ڪرام رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُم جيڪي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کان پهرين هجرت ڪري مديني شريف آيا هئا اُهي بہ اُن گهر ۾ ترسيل هئا. حضرت علي رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ بہ حڪمِ نبوي جي مطابق قريشن جون امانتون موٽائي ٽئين ڏينهن مڪي کان نڪري پيا هئا اُهي بہ مديني پهچي ويا ۽ انهي گهر ۾ قيام فرمايو، حضرتِ ڪلثوم بن هدم رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ ۽ انهن جا خاندان وارا انهن سيني مقدس مهمانن جي مهمان نوازي ۾ ڏينهن رات مصروف رهڻ لڳا.[128]
(مدارج النبوة ج 2 ص 63 و بخاري ج 1 ص 560)

---

[127] مدارج النبوت، قسم دوم، باب چهارم، ج 2، ص 63 ملخصًا
[128] دلائل النبوة للبيهقي باب من استقبل رسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم الخ ج 2 ص 499. 500 مطلقًا و مدارج النبوة قسم دوم باب چهارم ج 2 ص 63 ملخصًا

الله اڪبر! عمرو بن عوف جي خاندان ۾ حضرت سيدالانبياء صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۽ سيدالاولياء ۽ صالحينِ صحابہ رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُم جي نوراني اجتماع سان اهڙو منظر نهي ويو هوندو جو غالبًا سج، چنڊ ۽ تارا حيرت سان اُن مجمع کي ڏسي زبانِ حال سان چوندا هوندا تہ هي فيصلو مشڪل آهي تہ اڄ انجمنِ آسمان وڌيڪ روشن آهي يا حضرت ڪلثوم بن هدم رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ جو گهر؟ ۽ شايد عمرو بن عوف رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ جي خاندان جو ٻچو ٻچو خوشي مان مسڪرائيندي زبانِ حال سان هي نغمو ڳائيندو هوندو تہ

اُن کے قدم پہ میں نثار جن کے قدوم ناز نے
اُجڑے ہوئے دیار کو رشک چمن بنادیا

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ وَبَارِكْ عَلٰى سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَّآلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ! حضور رحمتِ عالم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي "مڪي زندگي" اوهان پڙهي چڪا. هاڻي اسان حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي مدني زندگي تي سن وار واقعات تحرير ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪريون ٿا. توهان بہ هِن جي مطالعي سان اکين ۾ نور ۽ دل ۾ سرور جي دولت حاصل ڪريو.

عبدالمصطفٰي الاعظمي
عفي عنه
28 شعبان 1395ھ
گهوسي(بحالت علالت)

# حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم

# جن جي مدني زندگي

تعالیٰ للہ ذات مصطفی کا حسن لاثانی
کہ یکجا جمع ہیں جس میں تمام اوصافِ امکانی
دعائے یونسی، خلق خلیلی، صبر ایوبی
جلال موسوی، زہدِ مسیحی، حسن کنعانی
(صلی اللہ تعالیٰ علیہ وسلم)

## باب ڇهون

## هجرت جو پهريون سال سنہ 1ھ

### مسجدِ قباء

”قبا“ ۾ سڀ کان پهريون ڪم هڪ مسجد جي تعمير هئي. ان مَقصد جي لاءِ حضور صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم حضرت ڪلثوم بن هدم رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْہُ جي هڪ زمين کي پسند فرمايو جتي عمرو بن عوف جي خاندان جون کجورون سڪايون وينديون هيون ان جڳهہ تي حضور ڪريم صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم پنهنجي مقدس هٿن سان هڪ مسجد جو بنياد رکيو. هي اُها مسجد آهي جيڪا اڄ بہ ”مسجد قبا“ جي نالي سان مشهور آهي ۽ جنهن جي شان ۾ قرآن جي هي آيت نازل ٿي.

لَمَسْجِدٌ اُسِّسَ عَلَى التَّقْوٰى مِنْ اَوَّلِ يَوْمٍ اَحَقُّ اَنْ تَقُوْمَ فِيْهِ ؕ فِيْهِ رِجَالٌ يُّحِبُّوْنَ اَنْ يَّتَطَهَّرُوْا ؕ وَاللّٰهُ يُحِبُّ الْمُطَّهِّرِيْنَ

(پ11، التوبة:108)

ترجموڪنزالايمان: يقيناً اها مسجد جنهن جو بنياد پهرين ڏينهن کان ئي پرهيزگاريءَ تي رکيل آهي اها ان جي وڌيڪ حقدار آهي تہ توهان ان ۾ بيهو ان (مسجد) ۾ اهڙا ماڻهو آهن جن کي پاڪائي تمام گهڻو پسند آهي ۽ الله تعالٰي پاڪ رهڻ وارن کي پسند فرمائيندو آهي.

هِن مبارڪ مسجد جي تعمير ۾ صحابہ ڪرام رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْہُم سان گڏ وگڏ خود حضور ڪريم صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن بہ پنهنجي هٿن مبارڪن سان ايترا وڏا وڏا پٿر کڻندا هئا جو انهن جي وزن

سان نازڪ جسم ٻيٺو ٿي ويندو هو ۽ جيڪڏهن پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي جانثار اصحابن مان ڪو عرض ڪندو هو يارسول الله ! صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم توهان تي اسان جا ماءُ پيءُ قربان توهان ڇڏيو اسان ڪڻنداسين ته حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ان جي دلجوئيءَ ڇڏي ڏيندا هئا پر وري ايتري ئي وزن جو ٻيو پٿر کڻي ونندا هئا ۽ پاڻ ئي ان پٿر کي کڻي اچي عمارت ۾ لڳائيندا هئا ۽ تعميري ڪم ۾ جوش ۽ ولولو پيدا ڪرڻ لاءِ صحابہ ڪرام رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُم سان آواز ملائي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم حضرت عبدالله بن رواحه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جا هي شعر پڙهندا ويندا هئا.

اَفْلَحَ مَنْ يُّعَالِجُ الْمَسْجِدَا وَيَقْرَءُ الْقُرْاٰنَ قَائِمًا وَّقَاعِدًا
وَلَا يَبِيْتُ اللَّيْلَ عَنْهُ رَاقِدًا

اهو ڪامياب آهي جيڪو مسجد تعمير ڪري ٿو ۽ اُٿندي ويهندي قرآن پڙهي ٿو ۽ سمهي رات نٿو گذاري.[129] (وفاءالوفاء ج1،ص180)

## مسجد الجمعه

چوڏنهن يا چوويهه ڏينهن جي قيام ۾ مسجدِ قباء جي تعمير فرمائي جُمعي جي ڏينهن پاڻ ”قباء“ کان مديني شهر روانه ٿيا رستي ۾ بني سالم جي قبيلي جي مسجد ۾ پهريون جمعو پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم پڙهيو هيءَ اُها مسجد آهي جيڪا اڄ تائين ”مسجدالجُمعه“ جي نالي سان مشهور آهي شهر وارن کي جڏهن خبر

---

[129] وفاء الوفاء للسمهودي، الباب الثالث، الفصل العاشرفي دخول النبي صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم .... الخ، المجلد الاول، الجزءالاول، ص253

پئي تہ ھر طرف کان ماڻھو شوق ۾ مشتاقانہ استقبال جي لاءِ ڊوڙي پيا. پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي ڏاڏي عبدالمطلب جا ناناڻا رشتيدار ”بنوالنجار“ هٿيار ڪٽي ”قباءِ“ ڪان شهر تائين صفون ٻڌي مستانہ وار هلي رهيا هئا پاڻ رستي ۾ تمام قبيلن جي محبت جو شڪريو ادا ڪندا ۽ سيني کي خير ۽ برڪت جون دعائون ڏيندا هلندا ويا. شهر ويجهو آيو تہ اهل مدينہ جي جوش ۽ خروش جو اهو عالم هو جو پرده نشين عورتون گهرن جي ڇتين تي چڙهي ويون ۽ هي استقباليہ شعر پڙهڻ لڳيون تہ

طَلَعَ لْبَدْرُ عَلَيْنَا مِنْ ثَنِيَّاتِ الْوَدَاعِ
وَجَبَ الشُّكْرُ عَلَيْنَا مَا دُعٰى لِلّٰهِ دَاعٍ

اسان تي چنڊ طلوع ٿي ويو وداع جي گهاٽين مان، اسان تي خدا جو شڪر واجب آهي. جيستائين الله کان دعا گهرڻ وارا دعا گهرندا رهن.

اَيُّهَا الْمَبْعُوْثُ فِيْنَا جِئْتَ بِالْاَمْرِ الْمُطَاعِ
اَنْتَ شَرَّفْتَ الْمَدِيْنَةَ مَرْحَبًا يَا خَيْرَ دَاعٍ

اي اها ذات گرامي! جيڪي اسان ۾ موڪليا ويا آهيو. توهان صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم اهو دين ڪٽي آيا آهيو جيڪو اطاعت جي قابل آهي توهان مديني کي شرف بخشي ڇڏيو تہ توهان جي لاءِ ”پليڪار“ آهي اي بهترين دعوت ڏيڻ وارا.

فَلَبِسْنَا ثَوْبَ يَمَنٍ بَعْدَ تَلْفِيْقِ الرِّقَاعِ
فَعَلَيْكَ اللّٰهُ صَلّٰى مَا سَعٰى لِلّٰهِ سَاعٍ

تہ اسان يمني ڪپڙا پاتا جڏهن تہ ان کان پهرين اسان چتيون هڻي ڪپڙا پهريندا هئاسين تہ توهان تي اللّٰه تعالٰي ان وقت تائين رحمتون نازل فرمائي جيستائين اللّٰه جي لاءِ ڪوششون ڪرڻ وارا ڪوشش ڪندا رهن. مديني جون ننڍڙيون ننڍڙيون ٻارڙيون خوشيءَ ۾ جُهومندي ۽ دف وڄائيندي هي گيت ڳائينديون رهيون تہ

نَحْنُ جَوَارٍ مِّنْ بَنِي النَّجَّارِ يَاحَبَّذَا مُحَمَّدٌ مِّنْ جَارٍ

اسان "بنو النجار" خاندان جون ٻارڙيون آهيون، واهہ ڪيترو نہ سٺو ٿيو جو حضرت محمد صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم اسان جا پاڙيسري ٿي ويا.

حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم انهن ٻارڙين جي خوشي ۽ تمام گهڻي محبت کان متاثر ٿي پڇيو تہ اي ڌيئرؤ! ڇا توهان مون سان محبت ڪنديون آهيو؟ تہ ٻارڙين هڪ آواز ۾ چيو "جي ها! جي ها." اهو ٻُڌي حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم خوش ٿي مسڪرائيندي فرمايو تہ " آئون بہ توهان سان پيار ڪريان ٿو."[130]

(زرقاني علي المواهب ج1،ص360،359)

ننڍا ننڍا ڇوڪرا ۽ غلام ٽولن جا ٽولا خوشيءَ ۾ مديني جي گهٽين ۾ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي آمد آمد جا نعرا هڻندي ڊوڙندا رهندا هئا. صحابيِ رسول براء بن عازب رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ فرمائن ٿا تہ جيڪا فرحت ۽ سرور، انوار ۽ تجليون حضور سرور عالَم

---

[130] شرح الزرقاني علي المواهب، خاتمت في و قائم متفرقت........الخ، ج2، ص156،159،165،169، ملتقطا وصحيح البخاري، ڪتاب الصلوٰت، باب هل تبش قبور..... الخ، الحديث:428 ج1، ص165

صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي مديني ۾ تشريف آڻڻ جي ڏينهن ظاهر ٿيون نہ ان کان پهرين ڪڏهن ظاهر ٿيون نہ ان کانپوءِ.[131]

(مدارج النبوت ج2، ص65)

## ابو ايوب انصاري جو گهر

انصارين جا تمام قبيلا جيڪي رستي ۾ هئا نهايت خوشي ۽ جوش مان ڏاچيءَ جي مهار پڪڙي عرض ڪن پيا يا رسول الله! صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم توهان اسان جي گهرن کي شرفِ نُزول بخشيو پر پاڻ انهن سيني محبت ڪرڻ وارن کي اهوئي فرمايائون تہ منهنجي ڏاچيءَ جي مهار ڇڏي ڏيو جنهن جڳهہ تي خدا کي منظور هوندو ان جڳهہ تي منهنجي ڏاچي ويهي رهندي جنهن جڳهہ تي اڄ مسجد نبوي شريف آهي ان جي پَرَ ۾ حضرت ابو ايوب انصاري رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ.جو گهر هو اُتي ئي حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي ڏاچي ويهي رهي ۽ حضرت ابوايوب انصاري رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ پاڻ ڪريمصَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي اجازت سان سندن سامان ڪڻي پنهنجي گهر ۾ ويا ۽ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم انهن جي گهر ۾ قيام فرمايو. حضرت ابو ايوب انصاري رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ گهر جي مٿين منزل پيش ڪئي پر پاڻ ڪريمصَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ملاقاتين جي آسانيءَ جو لحاظ رکندي هيٺين منزل کي پسند فرمايو. حضرت ابو ايوب انصاري رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي لاءِ ٻنهي وقتن جي ماني موڪليندا هئا ۽ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي بچايل ماني

[131] مدراج النبوت، قسم دوم، باب چهارم، ج2، ص63 وشرح الزرقاني علي المواهب، خاتمت في و قائم متفرقت........ الغ ج 2، ص 165 ملخصا.

تبرڪ سمجهي پاڻ ۾ سندن گهر واري ڪائيندا هئا ماني ۾ جتي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي آڱرين جا نشان هوندا هئا تہ حصولِ برڪت جي لاءِ حضرت ابو ايوب انصاري رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ ان جڳهہ تان گرهہ ڪڻندا هئا ۽ پنهنجي هر قول ۽ فعل سان نبيِّ ڪريمصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن سان تمام گهڻي محبت ۽ احترام، عقيدت ۽ جانثاري جو مظاهرو ڪندا هئا. هڪ ڀيرو گهر جي مٿين منزل تي پاڻيءَ جو دِلو يا مَٽُ ٽٽي پيو تہ ان انديشي ڪان تہ ڪٿي پاڻي وهي هيٺين منزل ۾ نہ هليو وڃي ۽ حضور رحمتِ عالم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي ڪا تڪليف پهچي حضرت ابو ايوب انصاري رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ سڄو پاڻي پنهنجي سَوَڙِ ۾ خشڪ ڪري ڇڏيو، گهر ۾ اهو ئي هڪ بسترو هو جيڪو پُسي ويو. سڄي رات زال مڙس سيءَ ۾ گذاري پر حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي ڪا بہ تڪليف پهچي اهو پسند نہ فرمايو. ستن مهينن تائين حضرت ابوايوب انصاري رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ ان شان سان حضور اقدس صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي ميزباني جو شرف حاصل ڪيو. جڏهن مسجد نبوي ۽ ان جي آسپاس جا حجرا تيار ٿي ويا تہ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم انهن حجرن ۾ پنهنجين ازواجِ مطهرات رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُن سان گڏ قيام فرمائڻ لڳا.[132]

(زرقاني علي المواهب، ج1، ص357 وغيره)

[132] المواهب اللدنيت والزرقاني، خاتمة في وقائع متفرقة...الخ، ج2، ص160، 163، 186)

هجرت جي پهرين سال قِسم قِسم جا تمام گهڻا واقعا پيش آيا پر انهن مان ڪجهه وڏن واقعن کي اسان نهايت مختصر تحرير ڪريون ٿا.

## حضرت عبدالله بن سلام جو اسلام

حضرت عبدالله بن سلام رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ مديني ۾ يهودين جا سڀ کان وڏا عالِم هئا، خود انهن جو پنهنجو بيان آهي ته جڏهن حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم مکي کان هجرت فرمائي مديني ۾ تشريف فرما ٿيا ۽ ماڻهو انهن جي زيارت جي لاءِ هر طرف کان اچڻ لڳا ته آئون به ان وقت خدمتِ اقدس ۾ حاضر ٿيس ۽ جيئن ئي منهنجي نظر جمالِ نبوّت تي پئي ته پهرين ئي نظر ۾ منهنجي دل اهو فيصلو ڪري ورتو ته هيءَ صورت ڪنهن ڪوڙي ماڻهوءَ جي نٿي ٿي سگهي پوءِ حضورِ اڪرم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم پنهنجي وعظ ۾ هي ارشاد فرمايو ته

اَيُّهَا النَّاسُ اَفْشُوا السَّلَامَ وَاَطْعِمُوا الطَّعَامَ
وَصِلُوا الْاَرْحَامَ وَصَلُّوْا بِاللَّيْلِ وَالنَّاسُ نِيَامٌ

اي ماڻهو! سلام کي عام ڪريو ۽ کاڌو کارايو ۽ (رشتيدارن سان) صلهءِ رحمي ڪريو ۽ رات جو جڏهن ماڻهو سمهي پيا هجن ته توهان نماز پڙهو.

حضرت عبدالله بن سلام فرمائن ٿا ته مون حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي هڪ نظر ڏٺو ۽ سندن هي چار ڳالهيون منهنجي ڪنن تي پيون ته آئون ايترو متاثر ٿيس جو منهنجي دل جي دنيا ئي بدلجي

وئي ۽ مون اسلام آڻڻ جو شرف حاصل ڪيو. حضرت عبدالله بن سلام رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جن جو اسلام قبول ڪرڻ هي ايترو اهم واقعو هو جو مديني جي يهودين ۾ هلچل مچي وئي.[133]

(مدراج النبوة ج2، ص66 وبخاري وغيره)

## حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جا اهل وعيال مديني ۾

حضور اقدس صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جڏهن اجان حضرت ابو ايوب انصاري رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي گهر ۾ تشريف فرما هئا تہ پاڻ پنهنجي غلام حضرت زيد بن حارثہ ۽ حضرت ابو رافع رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُمَا کي پنج سو درهم ۽ ٻہ اُٺ ڏئي مکي موڪليو تہ جئين هي ٻئي صاحب پاڻ سان گڏ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي خاندان وارن کي مديني وٺي اچن. تہ هي ٻئي حضرات وڃي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي ٻنهي صاحبزادين حضرت فاطمہ ۽ حضرت اُم ڪلثوم رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُمَا ۽حضورِ اقدس صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي گهر واري اُم المومنين حضرت بيبي سوده رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا ۽ حضرت اسامہ بن زيد ۽ حضرت اُم ايمن رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُمَا کي مديني وٺي آيا. پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي صاحبزادي حضرت زينب رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا نہ اچي سگهي ڇو تہ انهن جي مڙس حضرت ابو العاص بن الربيع رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ انهن کي مڪي ۾ روڪي ڇڏيو ۽ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي هڪ صاحبزادي حضرت بيبي رقيہ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا پنهنجي مڙس حضرت عثمان غني رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ سان گڏ "حبشہ" ۾ هئي. انهن ماڻهن سان گڏ حضرت

---

[133] مدراج النبوت، قسم سوم، باب اول، ج2، ص 66 ملخصا و المستدرڪ للحاڪم ڪتاب البر والصلہ، باب ارحموا اهل الارض.....الخ، الحديث: 7359، ج5، ص221 ملخصا.

ابوبڪر صديق رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جو فرزند حضرت عبدالله رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ به پنهنجي سيني گهر وارن کي گڏ وٺي مڪي کان مديني اچي ويا انهن ۾ حضرت بيبي عائشه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا به هئي اهي سڀ ماڻهو مديني اچي پهرين حضرت حارثه بن نعمان رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي گهر ترسيا.[134]

(معراج النبوت ج2،ص72)

## مسجد نبوي جي تعمير

مديني ۾ ڪا اهڙي جڳهه نه هئي جتي مسلمان باجماعت نماز پڙهي سگهن انڪري مسجد جي تعمير تمام ضروري هئي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي قيام گاهه جي ويجهو ئي "بنوالنجار" جو هڪ باغ هو. پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم مسجد تعمير ڪرڻ لاءِ ان باغ کي قيمت ڏئي خريد ڪرڻ چاهيو. انهن ماڻهن چيو ته يا رسول الله! صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم اسان خدا کان ئي ان جي قيمت (اجر ۽ ثواب) وٺنداسين. "مفت ۾ زمين مسجد تعمير ڪرڻ لاءِ پيش ڪري ڇڏي پر هي زمين اصل ۾ ٻن يتيمن جي هئي حضور ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم انهن ٻنهي يتيم ٻارن کي گهرائي ورتو. انهن يتيم ٻارن به زمين مسجد جي لاءِ نذر ڪرڻ چاهي پر حضور سرور عالم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ان ڳالهه کي پسند نه فرمايو. انڪري حضرت ابو بڪر صديق رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي مال مان پاڻ ان جي قيمت ادا فرمائي ڇڏي.[135] (مدراج النبوة، ج 2،ص 68)

---

[134] مدراج النبوت، قسم سوم، باب اول ج2،ص67 مختصراوشرح الزرقاني علي المواهب، ذڪربناء المسجد النبوي .......الخ، ج 2، ص186.

[135] مدراج النبوت، قسم سوم، باب اول، ج 2، ص 67-68

ان زمين ۾ ڪجهه وڻ، ڪجهه ڪندر ۽ ڪجهه مشرڪن جون قبرون هيون حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم وڻن کي ڪٽڻ ۽ مشرڪن جي قبرن کي کوٽي اڇلائڻ جو حڪم فرمايو پوءِ زمين کي سڌو ڪري پاڻ پنهنجي هٿن مبارڪن سان مسجد جو بنياد رکيائون ۽ ڪچين سرن جي پٽِ ۽ کجيءَ جي ٿلهن تي کجيءَ جي پنن سان ڇت ٺاهي جيڪا برسات ۾ ٽِمندي هئي. ان مسجد جي تعمير ۾ صحابہ اڪرام رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُم سان گڏ خود حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم بہ سرون کڻي ايندا هئا ۽ صحابہ ڪرام رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُم کي جوش ڏيارڻ لاءِ انهن سان گڏ آواز ملائي حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم رجز جو هي شعر پڙهندا هئا تہ

اَللّٰهُمَّ لَا خَيْرَ اِلَّا خَيْرُ الْاٰخِرَة فَاغْفِرِ الْاَنْصَارَ وَالْمُهَاجِرَة[136]

(بخاري ج 1، ص 61)

اي الله! ڀلائي تہ صرف آخرت جي ڀلائي آهي. تنهنڪري اي الله! تون انصارن ۽ مهاجرن کي بخشي ڇڏ. هن مسجد جو نالو ”مسجد نبوي“ آهي. هي مسجد هر قسم جي دنياوي آسائشن کان پاڪ ۽ اسلام جي سادگيءَ جي سچي ۽ صحيح تصوير هئي، هِن مسجد جي پهرين عمارت ڏيگهہ ۽ ويڪر ۾ سٺ وال ڏگهي ۽ چوونجاهہ وال ويڪري هئي ۽ ان جو قبلو بيت المقدس جي طرف ناهيو ويو هو پر جڏهن قبلو بدلجي ڪعبي ڏانهن ٿي ويو تہ

---

[136] صحيح البخاري، ڪتاب الصلوات، باب هل تبنش قبور مشرڪي الجاهليت...... الخ، الحديث: 428، ج 1، ص 165

مسجد جي اُتر طرف کان هڪ نئون دروازو قائم ڪيو ويو ان کانپوءِ مختلف زمانن ۾ مسجد نبوي جي تجديد ۽ توسيع ٿيندي رهي. مسجد جي هڪ ڪناري تي هڪ مَنَهُ هو جنهن جي ڇت کجي جي پنن سان ناهي وئي هئي. ان مَنَهَ جو نالو "صفه" آهي جن صحابين کي گهر نہ هوندو هو اُهي انهيءَ مَنَهَ تي سمهندا ۽ ويهندا هئا ۽ اُهي ئي ماڻهو "اصحاب صفه" سڏجن ٿا.[137]

(مدراج النبوت، ج 2، ص 59، وبخاري)

## ازواج مطهرات رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُن جا گهر

مسجد نبوي سان گڏ ئي پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ازواج مطهرات رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُن جي لاءِ حجرا بہ ٺهرايا. ان وقت تائين حضرت بيبي سوده ۽ حضرت عائشہ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُمَا نڪاح ۾ هيون ان ڪري فقط بہ ئي گهر ٺهرايا. جڏهن بيون ازواج مطهرات اينديون رهيون تہ بيا گهر بہ ٺهندا رهيا. هي گهر بہ تمام سادگي سان ناهيا ويا هئا. ڏهہ ڏهہ هٿ ڊگها ڇهہ ڇهہ، ست ست هٿ ويڪرا ڪچين سرن جون ڀتيون، کجي جي پنن جي ڇت، اها بہ ايتري هيٺ جو ماڻهو بيهي ڇت کي هٿ لڳائي سگهيو ٿي. دروازن جا طاق بہ نہ هئا ڪمبل يا ٽاٽ جا پردا لڳل هوندا هئا.[138] (طبقات ابن سعد وغيره)

[137] مدراج النبوت،قسم سوم، باب اول،ج 2، ص 68 ملخصا والمواهب اللدينت والزرقاني، ذکر بناء المسجد النبوي .......... الخ، ج 2، ص 186.

[138] شرح الزرقاني علي المواهب، ذکربناء المسجدالنبوي ..... الخ، ج 2 ص 185

الله اڪبر! هي آهي شهنشاهِ دو عالَم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو ڪاشانۂ نبوّت جنهن جي چانئٺ چمڻ ۽ درباني جبرائيل عَلَيْهِ السَّلَام جن جي لاءِ سعادت ۽ باعثِ فخر هئي.

الله الله! اُهي شهنشاهِ ڪونين جن کي خالقِ ڪائنات پنهنجو مهمان بڻائي عرشِ اعظم تي تخت نشين بڻايو ۽ جنهن کي پنهنجي محبوبيت جو تاج پارائي زمين جي خزانن جون چابيون هٿن ۾ عطا فرمايون ۽ جنهن کي ٻنهي جهانن ۾ قسم قسم جي تصرفات (تبديلين) جو مختار بڻائي ڇڏيو، جنهن جي زبان جو هر فرمان ڪُنۡ جي ڪنجي، جنهن جي نگاهِ ڪرم جي هڪ اشاري انهن ماڻهن کي جن جي هٿن ۾ اُنن جي مهار هوندي هئي انهن کي اقوامِ عالَم جي قسمت جو لغام عطا فرمائي ڇڏيو. الله اڪبر! تاجدارِ رسالت جيڪي سلطانِ دارين ۽ شهنشاهِ ڪونين آهن انهن جي گهر جي هي حالت! اي سج! ڳالهاءِ، اي چنڊ! ٻُڌاءِ توهان ٻنهي هِن زمين جا بيشمار چڪر لڳايا آهن پر ڇا توهانجي اکين اهڙي سادگي جو ڪو منظر ڪڏهن به ڪٿي به ڏٺو آهي؟

## مهاجرن جا گهر

مهاجر جيڪي پنهنجو سڀ ڪجهه مڪي ۾ ڇڏي مديني هليا ويا هئا انهن ماڻهن جي رهڻ لاءِ به حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم مسجد نبوي جي ويجهو ئي انتظام فرمايو. انصارن تمام وڏي قرباني ڏني ۽ نهايت فراخ دلي سان پنهنجي مهاجر ڀائرن لاءِ پنهنجا گهر ۽ زمينون ڏنيون ۽ گهرن جي تعمير ۾ هر قسم جي مدد ڪئي جنهن سان مهاجرن جي آبادڪاريءَ ۾ وڏي سهولت ٿي پئي. سڀ

کان پهرين جنهن انصاري پنهنجو گهر حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي بطور تحفو نذر کيو ان خوش نصيب جو نالو حضرت حارثہ بن نعمان رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ آهي، تنهنکري ازواجِ مطهرات جا گهر حضرت حارثہ بن نعمان رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي زمين ۾ ناهيا ويا.[139] (رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ)

## حضرت عائشہ رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا جي رخصتي

حضرت بيبي عائشہ رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا جو حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن سان نڪاح تہ هجرت کان پهرين ئي مکي ۾ ٿي چڪو هو پر انهن جي رخصتي هجرت جي پهرين سال مديني ۾ ٿي. حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن هڪ پيالي کير سان ماڻهن جي دعوتِ وليمہ فرمائي.[140] (مدارج النبوة، ج 2، ص 70)

## اذان جي ابتدا

مسجد نبوي جي تعمير تہ مڪمل ٿي وئي پر ماڻهن کي نماز جي وقت، جمع ڪرڻ جو ڪوبہ ذريعو نہ هو جنهن سان نماز باجماعت جو انتظام ٿئي، ان سلسلي ۾ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم صحابہ ڪرام رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُم سان مشورو فرمايو، ڪجھ صحابين نماز جي وقت باھ ٻارڻ جو مشورو ڏنو، ڪجھ صحابين ناقوس وڄائڻ جو مشورو ڏنو پر حضورِ اقدس صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ڪافرن جي انهن طريقن کي پسند نہ فرمايو. حضرت عمر رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ اها تجويز

---

[139] شرح الزرقاني علي المواهب، ذڪربناء المسجد النبوي.... الخ، ج 2، ص 185 ملخصاً

[140] مرارج النبوت، قسم سوم، باب اول، ج 2، ص 69 - 70 ملخصاً

پيش ڪئي تہ هر نماز جي وقت ڪنهن ماڻهوءَ کي موڪليو وڃي جيڪو پوري مسلم آبادي ۾ نماز جو اعلان ڪري. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ان مشوري کي پسند فرمايو ۽ حضرت بلال رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ کي حڪم فرمايو تہ هُو هر نماز جي وقت ماڻهن کي سڏ ڪن. تنهنڪري اُهي "الصلوٰةُ جامعةٌ" چئي پنجن نمازن جي وقت اعلان ڪندا هئا، ان دوران هڪ صحابي حضرت عبدالله بن زيد انصاري رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ خواب ۾ ڏٺو تہ اذانِ شرعي جا الفاظ ڪو ٻُڌائي رهيو آهي ان ڪانپوءِ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۽ حضرت عمر رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ ۽ ٻين صحابين بہ اهڙي قسم جا خواب ڏٺا حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ان کي الله تعالٰي جي طرف کان سمجهي قبول فرمايو ۽ حضرت عبدالله بن زيد رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ کي حڪم ڏنو تہ توهان بلال کي اذان جا ڪلما سيکاريو ڇو تہ اُهي توهان کان وڏي آواز وارا آهن. اهڙي طرح ان ڏينهن کان شرعي اذان جو طريقو جيڪو اڄ تائين جاري آهي ۽ قيامت تائين جاري رهندو شروع ٿي ويو.[141]

(زرقاني، ج 2، ص 376 و بجاري)

## انصاريءِ مهاجر ڀائر

مهاجر حضرات جيئن تہ بغير سامان جي بلڪل خالي هٿين پنهنجي رشتيدارن کي ڇڏي مديني آيا هئا ان ڪري پرديس ۾ مفلسي سان گڏ گهبراهٽ ۽ اجنبيت ۽ پنهنجي رشتيدارن جي جدائي جو صدمو محسوس ڪندا هئا. ان ۾ شڪ نہ آهي تہ

[141] المواهب اللدينت والزرقاني، باب بدر الاذان، ج 2، ص 194-197 ملخصاً

انصارن، مهاجرن جي مهمان نوازي ۾ دل جوئي ۾ ڪا بہ ڪسر نہ ڇڏي هئي پر مهاجر گهڻي وقت تائين ٻين جي سهاري زندگي گذارڻ پسند نہ ڪندا هئا ڇو تہ هي ماڻهو هميشہ کان پنهنجي هٿن جي ڪمائي کائڻ جا عادي هئا ان ڪري ضرورت هئي تہ مهاجرن جي پريشاني کي ختم ڪرڻ ۽ انهن جي لاءِ مستقل معاش جو ذريعو مهيا ڪرڻ جي لاءِ ڪو انتظام ڪيو وڃي. ان ڪري حضورِ اڪرم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن خيال فرمايو تہ انصارن ۽ مهاجرن ۾ اخوت (ڀائيچاري) جو رشتو قائم ڪري انهن کي ڀائر بڻايو وڃي تہ جئين مهاجرن جي دلين مان پنهنجي اڪيلائي ۽ بيوسيءَ جو احساس ختم ٿي وڃي ۽ هڪ ٻئي جا مددگار بڻجي وڃڻ سان مهاجرن جي روزگار جو مسئلو بہ حل ٿي وڃي تنهنڪري مسجد نبوي جي تعمير ڪانپوءِ هڪ ڏينهن حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم حضرت انس بن مالڪ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي گهر انصارين ۽ مهاجرن کي جمع ڪيو ان وقت تائين مهاجرن جو تعداد پنجيتاليهہ يا پنجاهہ هو حضور عَلَيْهِ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَام انصارن کي مخاطب ٿي فرمايو تہ هي مهاجر توهان جا ڀائر آهن پوءِ مهاجرن ۽ انصارن مان ٻن ٻن ماڻهن کي گُهرائي فرمائيندا ويا تہ هي ۽ تون ڀائر آهيو. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي ارشاد فرمائڻ سان هي اخوت (ڀائيچاري) جو رشتو بلڪل حقيقي ڀاءُ جهڙو رشتو ٿي ويو. پوءِ انصارن مهاجرن کي ساڻ وني وڃي پنهنجي گهر جي هڪ هڪ شيء ڪڍي اڳيان رکي ۽ چيو تہ توهان اسان جا ڀائر آهيو انڪري هِنن سموري سامان ۾ اڌ اوهان جو اڌ اسان جو آهي، ايستائين جو حضرت سعد بن ربيع

انصاري جيڪي حضرت عبدالرحمٰن بن عوف مهاجر جا ڀاءُ قرار ڏنا ويا هئا انهن کي ٻه زالون هيون، حضرت سعد بن ربيع انصاري رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ حضرت عبدالرحمٰن بن عوف رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ کي چيو ته منهنجي هڪ زال جنهن کي توهان پسند ڪريو آئون ان کي طلاق ڏيان ۽ توهان ان سان نڪاح ڪري وٺو.

الله اڪبر! ان ۾ شڪ نه آهي ته انصارن جو هي ايثار هڪ اهڙو بي مثال ڪم آهي جنهن جو اقوامِ عالَم جي تاريخ ۾ مثال مشڪل سان ملندو پر مهاجرن جهڙو عمل اختيار ڪيو اهو به هڪ قابلِ تقليد تاريخي ڪارنامو آهي. حضرت سعد بن ربيع انصاري رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ جي ان مخلصانه پيشڪش کي ٻُڌي حضرت عبدالرحمٰن بن عوف رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ شڪريو ادا ڪندي هي چيو ته الله تعاليٰ هي سڀ مال متاع ۽ اهل وعيال توهان کي بخشي ڏي مون کي ته توهان صرف بازار جو رستو ٻُڌايو. انهن مديني جي مشهور بازار ”قينقاع“ جو رستو ٻُڌايو. حضرت عبدالرحمٰن بن عوف رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ بازار ويا ۽ ڪجھ گيھ ۽ ڪجھ پنير خريد ڪري شام تائين وڪڻندا رهيا. اهڙي طرح روزانو اُهي بازار ويندا هئا ۽ ٿوري ئي عرصي ۾ اُهي ڪافي مالدار ٿي ويا ۽ انهن وٽ ايترو مال جمع ٿي ويو جو انهن شادي ڪري پنهنجو گهر آباد ڪري ورتو. جڏهن اُهي بارگاهِ رسالت ۾ حاضر ٿيا ته حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن پُڇيو ته تون گهر واري کي ڪيترو مهر ڏنو؟ عرض ڪيو ته پنجن درهمن جيترو سون. ارشاد فرمايو ته الله تعاليٰ اوهانکي

برڪتون عطا فرمائي توهان وليمي جي دعوت ڪريو يلي هڪ بڪري ئي هجي.[142] (بخاري، باب الوليمة ولوبشاة ص 777، ج 2)

آهستي آهستي حضرت عبدالرحمٰن بن عوف رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ جي تجارت ۾ ايتري خير و برڪت ۽ ترقي ٿي جو خود انهن جو قول آهي ته "آئون مٽي کي هٿ لڳائيندو آهيان ته سون بڻجي ويندو آهي" منقول آهي ته انهن جو سامانِ تجارت ست سو اُٺن تي ايندو هو ۽ جنهن ڏينهن مديني ۾ انهن جو تجارتي سامان پهچندو هو ته پوري شهر ۾ هُل پئجي ويندو هو.[143] (اسدالغابہ، ج 3، ص314)

حضرت عبدالرحمٰن بن عوف رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ وانگر ٻين مهاجرن به دڪان کولي ورتا. حضرت ابوبڪر صديق رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ ڪپڙي جي تجارت ڪندا هئا حضرت عثمان غني رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ "قينقاع" جي بازار ۾ کجورن جي تجارت ڪرڻ لڳا. حضرت عمر رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ به تجارت ۾ مشغول ٿي ويا ٻين مهاجرن به ننڍو وڏو ڪاروبار شروع ڪري ڇڏيو مطلب ته مهاجرن لاءِ انصارن جا گهر مستقل مهمان خانو هئڻ جي باوجود مهاجرگهڻن ڏينهن تائين انصارن تي بوجھ نه بڻيا ۽ پنهنجي محنت ۽ ڪوشش سان تمام جلد پنهنجي پيرن تي بيهي رهيا.

---

[142] صحيح البخاري، ڪتاب مناقب الانصار، باب اخاء النبي صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ....الخ، الحديث: 3781، ج 2، ص555.

[143] اسدالغابة، عبدالرحمٰن بن عوف رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ، ج 3، ص 498 مختصراً.

مشهور مؤرخ اسلام حضرت علامہ ابن عبدالبر رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه جو قول آهي تہ هي عقدِ مواخاة (ڀائي چاري جو معاهدو) انصارن ۽ مهاجرن ۾ ٿيو. ان کان علاوه هڪ خاص "عقدِ مواخات" مهاجرن ۾ بہ ٿيو جنهن ۾ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم هڪ مهاجر کي ٻئي مهاجر جو ڀاءُ بڻائي ڇڏيو. اهڙي طرح حضرت ابو بکر صديق ۽ حضرت عمر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُمَا، حضرت طلحہ ۽ حضرت زبير رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُمَا ۽ حضرت عثمان ۽ حضرت عبدالرحمٰن بن عوف رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُمَا ۾ جڏهن ڀائپارو ٿي ويو تہ حضرت علي رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ دربارِ رسالت ۾ عرض ڪيو تہ يا رسولَ الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم توهان پنهنجن صحابين کي هڪ ٻئي جو ڀاءُ بڻائي ڇڏيو پر مونکي توهان ڪنهن جو بہ ڀاءُ نہ بڻايو آخر منهنجو ڀاءُ ڪير آهي؟ تہ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ارشاد فرمايو تہ اَنْتَ اَخِيْ فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ يعني توهان دنيا ۽ آخرت ۾ منهنجا ڀاءُ آهيو.[144] (مدراج النبوت ج 2، ص 71)

## يهودين سان معاهدو

مديني ۾ انصارن کان علاوه تمام گهڻا يهودي بہ آباد هئا. انهن يهودين جا ٽي قبيلا بنو قينقاع، بنو نضير، قريظہ مديني جي آسپاس آباد هئا ۽ نهايت مضبوط محل ۽ پَڪا قلعا ٺاهي رهندا هئا. هجرت کان پهرين يهودين ۽ انصارن ۾ هميشہ اختلاف رهندو هو ۽ اهو اختلاف هينئر بہ موجود هو ۽ انصارين جا ٻئي قبيلا اوس ۽ خزرج تمام ڪمزور ٿي چڪا هئا ڇو تہ مشهور لڙائي

[144] مدراج النبوت،قسم سوم، باب اول، ج 2، ص 71

”جنگِ بعاث“ ۾ انهن ٻنهي قبيلن جا وڏا وڏا سردار ۽ نامور بهادر پاڻ ۾ وڙهي وڙهي قتل ٿي چڪا هئا ۽ يهودي هميشہ ان قسم جي تدبيرن ۽ شرارتن ۾ لڳل رهندا هئا تہ انصارين جا هي ٻئي قبيلا هميشہ وڙهندا رهن ۽ ڪڏهن بہ متحد نہ ٿين ان ڪري حضورِ اقدس صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم يهودين ۽ مسلمانن جي آئنده تعلقات جي باري ۾ هڪ معاهدي جي ضرورت محسوس فرمائي تہ جئين ٻئي فريق امن ۽ سڪون سان رهي سگهن ۽ پاڻ ۾ ڪو بہ ٽڪراءُ نہ ٿئي. تنهنڪري پاڻ ڪريمصَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم انصارين ۽ يهودين کي گُهرائي معاهدي جو هڪ دستاويز لکرايو جنهن تي ٻنهي فريقن صحيحون ڪيون. هِن معاهدي جو خلاصو هيٺ ڏجي ٿو.

(1) خون بها (جان جي بدلي جيڪو مال ڏنو ويندو آهي) ۽ فديہ ( قيدي کي ڇڏائڻ جي بدلي جيڪا رقم ڏني ويندي آهي) جو طريقو جيڪو پهريان کان هلندو آيو هو هاڻي بہ اهو ئي قائم رهندو.

(2) يهودين کي مذهبي آزادي حاصل هوندي انهن جي مذهبي رسمن ۾ ڪا بہ دخل اندازي نہ ڪئي ويندي.

(3) يهودي ۽ مسلمان پاڻ ۾ دوستانہ تعلقات رکندا.

(4) يهودين يا مسلمانن کي ڪنهن سان لڙائي پيش ايندي تہ ٻئي فريق هڪٻئي جي مدد ڪندا.

(5) جيڪڏهن مديني تي ڪو حملو ٿيو تہ ٻئي فريق ملي حملي آور جو مقابلو ڪندا.

(6) ڪو بہ فريق قريش ۽ ان جي مددگارن کي پناه نہ ڏيندو.

(7) ڪنهن دشمن سان جيڪڏهن هڪ فريق صلح ڪندو ته ٻيو فريق به ان ناهه ۾ شامل هوندو پر مذهبي جنگ ان ڪان آجي رهندي.[145] (سيرت ابن هشام ج 4،ص 501-502)

## مديني جي لاءِ دعا

جيئن ته مديني جي آبهوا سني نه هئي هتي طرح طرح جون بيماريون پکڙجنديون رهنديون هيون انکري ڪثرت سان مهاجر بيمار ٿيڻ لڳا. حضرت ابوبڪرصديق رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ ۽ حضرت بلال رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ سخت بخار ۾ مبتلا ٿي ويا ۽ بخار جي شدت ۾ هي پنهنجي وطن مڪي کي ياد ڪري مڪي جي ڪافرن تي لعنت موڪليندا هئا ۽ مڪي جي جبلن ۽ گاهه جي جدائي ۾ شعر پڙهندا هئا. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ان موقعي تي هيءَ دعا فرمائي ته يا الله! اسان جي دلين ۾ مديني جي اهڙي محبت پيدا ڪر جهڙي مڪي جي محبت آهي پر ان ڪان به وڌيڪ ۽ مديني جي آبهوا کي صحت بخش بڻاءِ ۽ مديني جي صاع ۽ مُد (ماپ تور جي ٿانون) ۾ خير و برڪت عطا فرماءِ ۽ مديني جي بخار کي "جحفه" ڏانهن منتقل فرمائي ڇڏ.[146]
(مدارج جلد 2 ص 70 و بخاري)

## حضرت سلمان فارسي مسلمان ٿي ويا

سنه 1 ه جي واقعن ۾حضرت سلمان فارسي رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي اسلام آڻڻ جو واقعو به تمام اهم آهي. هي فارس جا رهڻ وارا هئا.

---

[145] السيرة النبوية،لابن هشام، هجرة الرسول صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم، ص 201-202
[146] مدراج النبوت، قسم سوم، باب اول،ج 2، ص 70

انهن جا ابا ڏاڏا ۽ ملڪ جي پوري آبادي مجوسي (باھ جي پوڄا ڪرڻ واري) هئي. هي پنهنجي اباڻي دين کان بيزار ٿي دينِ حق جي تلاش ۾ پنهنجي وطن مان نڪتا پر ڌاڙيلن انهن کي گرفتار ڪري پنهنجو غلام بڻائي ڇڏيو ۽ پوءِ انهن کي وڪڻي ڇڏيو. اهڙي طرح هي ڪيترائي ڀيرا وڪامجندا رهيا ۽ مختلف ماڻهن جي غلاميءَ ۾ رهيا. ائين هي مديني پهتا ڪجھ ڏينهن تائين عيسائي بڻجي رهيا ۽ يهودين‌سان بہ ملندا رهيا ائين انهن کي توريت ۽ انجيل جي ڪافي معلومات حاصل ٿي وئي هئي.[147] هي حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي بارگاھِ رسالت ۾ حاضر ٿيا تہ پهرين ڏينهن تازين ڦتلن (کجورن) جو هڪ ٿالھ خدمتِ اقدس ۾ "صدقي" طور پيش ڪيو. حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو تہ هِن کي اسان وٽان کڻي فقيرن ۽ مسڪينن کي ڏئي ڇڏيو ڇو تہ آئون صدقو ناهيان کائيندو. وري ٻئي ڏينهن کجورن جو ٿالھ کڻي پهتا ۽ اڳيان رکي چيو تہ هي "هديو" آهي تہ حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم صحابين کي هٿ وڌائڻ جو اشارو فرمايو ۽ پاڻ بہ کاڌائون. ان دوران حضرت سلمان فارسي رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي ٻنهي ڪلهن جي وچ ۾ نظر وڌي تہ "نبوت جي مهر" کي ڏسي ورتو جنهن تہ اُهي توريت ۽ انجيل ۾ نبي آخرالزمان جون نشانيون پڙهي چڪا هئا ان ڪري فورًا ئي اسلام قبول ڪري ورتائون.[148] (مدارج جلد 2، ص 71 وغيره)

---

[147] الطبقات الکبريٰ لابن سعد، سلمان الفارسي، ج 4، ص 56-59 مخلصاً.

[148] مدارج النبوت، قسم سوم، باب اول، ج 2، ص 70-71

## نمازن جي رڪعتن ۾ اضافو

هن وقت تائين فرض نمازن ۾ صرف ٻه ٻه رڪعتون هيون پر هجرت جي پهرين سال جڏهن حضور صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم مديني شريف تشريف فرما ٿيا تہ ظهر، عصر ۽ عشاء ۾ چار چار رڪعتون فرض ٿي ويون پر سفر جي حالت ۾ هاڻي بہ اُهي ٻه ٻه رڪعتون قائم رهيون انهي ڪري سفر جي حالت ۾ نمازن ۾ "قصر" چوندا آهن.[149] (مدارج جلد 2، ص 71)

## تن جان نثارن جي وفات

ان سال حضرات صحابہ ڪرام رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْھُم مان تن تمام شاندار ۽ جان نثار اصحابن وفات ڪئي جيڪي حقيقت ۾ اسلام جا سچا جان نثار ۽ تمام گهڻا معين ۽ مددگار هئا.

**پهريون:** حضرت ڪلثوم بن هدم رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ هي اُهي خوش نصيب مديني جا رهڻ وارا انصاري آهن جو جڏهن حضورِ اقدس صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم هجرت فرمائي "قبا" ۾ تشريف فرما ٿيا تہ سڀ کان پهرين هنن جي گهر ۾ ترسيا ۽ وڏا وڏا مهاجر صحابي بہ هنن جي گهر ۾ ترسيا هئا ۽ هنن ٻنهي جهانن جي ميزبان کي پنهنجي گهر ۾ مهمان بڻائي اهڙي تہ ميزباني ۽ مهمان نوازي ڪئي جو قيامت تائين تاريخ رسالت جي صفحن تي انهن جو نالو ستارن وانگر چمڪندو رهندو.

[149] مدارج النبوت،قسم سوم، باب اول، ج 2، ص 71

**ٻيو:** حضرت براء بن معرور انصاري رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ هي اُهي شخص آهن جن ”بيعت عقبہ ثانيہ“ ۾ سڀ کان پهريان حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي دستِ حق تي بيعت ڪئي ۽ هي پنهنجي قبيلي ”خزرج“ جي اڳواڻن مان هئا.

**ٽيو:** حضرت اسعد بن زراره انصاري رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ هي بيعتِ عقبہ اوليٰ ۽ بيعتِ عقبہ ثانيہ ٻنهي بيعتن ۾ شامل رهيا ۽ هي پهريان شخص آهن جن مديني ۾ اسلام کي عام ڪيو ۽ گهر گهر ۾ اسلام جو پيغام پهچايو. جڏهن ذڪر ڪيل ٽنهي صحابين وفات فرمائي تہ منافقن ۽ يهودين ان تي خوشي ملهائي ۽ حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي طعنا ڏيڻ لڳا تہ جيڪڏهن هي پيغمبر هجن ها تہ اللّٰه تعاليٰ انهن کي هي صدما ڇو پهچائي ها؟ خدا جو شان جو انهيءَ زماني ۾ ڪافرن جا ٻہ وڏا وڏا سردار بہ مري مردار ٿي ويا هڪ ”عاص بن وائل سهمي“ جيڪو حضرت عمرو بن العاص صحابي رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ فاتح مصر جو پيءُ هو. ٻيو ”وليد بن مغيره“ جيڪو حضرت خالد سيف اللّٰه صحابي رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جو پيءُ هو.[150]

روايت آهي تہ ”وليد بن مغيره“ مرڻ وقت تمام گهڻو بي چين ٿي تڙپڻ ۽ بي قرار ٿي روئڻ لڳو ۽ آنهون پرڻ لڳو تہ ابو جهل پڇيو تہ چاچا آخر توهان جي بيقراري جو سبب ڇا آهي تہ ”وليد بن مغيره“ چيو تہ منهنجا پائيتا! آئون انڪري ايتري بيقراري سان روئي رهيو آهيان تہ مون کي هاڻ اهو ڊپ آهي تہ مون کان پوءِ

[150] مدارج النبوت، قسم سوم، باب اول، ج 2، ص 73 ملخصاً

مڪي ۾ محمد صَلَّى اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جو دين پکڙجي ويندو. اهو ٻُڌي ابو سفيان دلاسو ڏنو ۽ چيو ته چاچا! توهان بِلڪل ان جو غم نه ڪريو آئون ضمانت ٿو ڏيان ته آئون دينِ اسلام کي مڪي ۾ پکڙجڻ نه ڏيندس.[151] ۽ پوءِ ابو سفيان پنهنجي ان وعدي تي ائينقائم رهيا جو مڪو فتح ٿيڻ تائين اُهي مسلسل اسلام جي خلاف جنگ ڪندا رهيا پر مڪو فتح ٿيڻ جي ڏينهن ابو سفيان اسلام قبول ڪري ورتو ۽ پوءِ اهڙا صادق الاسلام ٿي ويا جو اسلام جي نصرت ۽ حمايت جي لاءِ پوري زندگي جهاد ڪندا رهيا ۽ انهن ئي جهادن ۾ ڪافرن جي تيرن سان انهن جون اکيون زخمي ٿي ويون ۽ نظر ختم ٿي وئي. هي اُهي ئي حضرت ابوسفيان رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ آهن جن جا سعادتمند پٽ حضرت امير معاويہ رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ آهن.

(مدارج النبوة ج 2، ص 73 وغيره)

انهي سال سنہ 1ھ ۾ حضرت عبداللّٰه بن زبير رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ جي ولادت ٿي. هجرت کان پوءِ مهاجرن وٽ سڀ کان پهريان جيڪو ٻار پيدا ٿيو اُهي حضرت عبداللّٰه بن زبير رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ آهن. انهن جي والده حضرت بيبي اسماء جيڪي حضرت ابو بڪر رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ جون صاحبزاديون آهن، پيدا ٿيندي ئي انهن کي کڻي بارگاهِ رسالت ۾ حاضر ٿيون. حضور سيدِ عالَم صَلَّى اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم انهن کي پنهنجي هنج ۾ ويهاريو ۽ کجور چٻاڙي انهن جي وات ۾ وجهي ڇڏي. اهڙي طرح سڀ کان پهرين غذا جيڪا انهن جي پيٽ ۾

---

[151] مدارج النبوت قسم سوم، باب اول، ج 2، ص 73

پهتي اها حضورِ اقدس صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو لُعابِ دهن هو. حضرت عبداللّٰه بن زبير رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُمَا جي پيدائش سان مسلمانن کي تمام گهڻي خوشي ٿي انڪري جو مديني جا يهودي چوندا هئا تہ اسان مهاجرن تي اهڙو جادو ڪري ڇڏيو آهي جو انهن کي ڪو بہ ٻار پيدا نہ ٿيندو.[152] (زرقاني ج 1، ص 460 واڪمال)

## باب ستون:

## هجرت جو ٻيو سال: سنہ 2ھ

سن 1ھ هجري وانگر سن 2 ھ ۾ بہ ڪيئي اهم واقعا وقوع پذير ٿيا جن مان ڪجهہ وڏاوڏا واقعا هي آهن:

### قبلي جي تبديلي:

جيسيتائين حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم مڪي ۾ رهيا خانہ ڪعبہ جي طرف منهن ڪري نماز پڙهندا رهيا پر هجرت ڪانپوءِ جڏهن پاڻ مديني منوّره تشريف ڪٺي آيا تہ خداوند تعالٰي جو اهو حڪم ٿيو تہ توهان پنهنجي نمازن ۾ ”بيت المقدس“ کي پنهنجو قبلو بڻايو تنهنڪري پاڻ سورنهن يا سترهن مهينن تائين بيت المقدس جي طرف رخ ڪري نماز پڙهندا رهيا پر پاڻ (صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم) جن جي دلي تمنا اها ئي هئي تہ ڪعبي کي ئي قبلو بڻايو وڃي جنهن پاڻ اڪثر آسمان جي طرف چهرو ڪٺي.

---

[152] اڪمال في اسماءالرجال لصاحب المشڪوٰة، حرف العين،ص604 والسيرة الحلبية، باب هجرة الي المدينة،ج 2، ص 110.

ڪري و حيءِ اِلاهي جو انتظار ڪندا رهيا ايتري تائين جو هڪ ڏينهن الله تعالٰي پنهنجي حبيب صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي قلبي آرزو پوري فرمائڻ جي لاءِ قرآن جي هي آيت نازل فرمائي ڇڏي تہ

قَدۡ نَرٰى تَقَلُّبَ وَجۡهِكَ فِى السَّمَآءِ‌ۚ فَلَنُوَلِّيَنَّكَ قِبۡلَةً تَرۡضٰٮهَا‌ ۖ فَوَلِّ وَجۡهَكَ شَطۡرَ الۡمَسۡجِدِ الۡحَـرَامِ‌ؕ

(پ 2، البقره:144)

ترجموڪنزالايمان: اسان ڏسي رهيا آهيون توهانجو بار بار آسمان جي طرف منهن ڪرڻ تہ اسان ضرور توهانکي ڦيري ڇڏينداسين ان قبلي جي طرف جنهن ۾ اوهان جي خوشي آهي تہ هاڻي ئي توهان ڦيريو پنهنجو منهن مسجدِ حرام جي طرف

جيئن تہ حضور اقدس صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم قبيلي بني سلمہ جي مسجد ۾ ظهر جي نماز پڙهائي رهيا هئا تہ نماز ۾ ئي اها وحي نازل ٿي ۽ نماز ۾ ئي پاڻ بيت المقدس کان مڙي خانہ ڪعبہ جي طرف پنهنجو چهرو ڪري ڇڏيو ۽ تمام مقتدين بہ پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي پيروي ڪئي ان مسجد ڪي جتي هي واقعو پيش آيو ”مسجد القبلتين“ چون ٿا اڄ بہ هيءَ تاريخي مسجد زيارت گاهہ خاص و عام آهي جيڪا مديني شهر کان تقريباً ٻہ ڪلو ميٽر پري اتر اولهہ طرف واقع آهي ان قبلي بدلائڻ کي ”تحويل قبلا“ چوندا آهن **تحويل** قبلا سان يهودين کي سخت تڪليف پهتي جيستائين حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم بيت المقدس جي طرف منهن ڪري نماز پڙهندا رهيا تہ يهودي تمام گهڻا خوش هئا ۽ فخر سان چوندا هئا تہ محمد

صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم بہ اسان جي قبلي جي طرف منهن ڪري عبادت ڪندا آهن پر جڏهن قبلو بدلجي ويو تہ يهودي ڪاوڙيا ۽ ناراض ٿي ويا ۽ اهو طعنو ڏيڻ لڳا تہ محمّد صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جيئن تہ هر ڳالهہ ۾ اسان جي مخالفت ڪندا آهن انڪري انهن اسان جي مخالفت ۾ قبلو بدلائي ڇڏيو آهي. اهڙي طرح منافقن جو ٽولو بہ طرح طرح جي نڪتہ چيني ۽ قسم قسم جا اعتراضات ڪرڻ لڳو تہ انهن ٻنهي گروهن جي زبان بندي ۽ بڪواس روڪڻ جي لاءِ خداوند ڪريم هي آيتون نازل فرمايون.

سَيَقُوْلُ السُّفَهَآءُ مِنَ النَّاسِ مَا وَلّٰىهُمْ عَنْ قِبْلَتِهِمُ الَّتِیْ كَانُوْا عَلَیْهَاؕ قُلْ لِّلّٰهِ الْمَشْرِقُ وَالْمَغْرِبُؕ یَهْدِیْ مَنْ یَّشَآءُ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِیْمٍ ﴿۱۴۲﴾[153] وَمَا جَعَلْنَا الْقِبْلَةَ الَّتِیْ كُنْتَ عَلَیْهَاۤ اِلَّا لِنَعْلَمَ مَنْ یَّتَّبِعُ الرَّسُوْلَ مِمَّنْ یَّنْقَلِبُ عَلٰى عَقِبَیْهِؕ وَاِنْ كَانَتْ لَكَبِیْرَةً اِلَّا عَلَى الَّذِیْنَ هَدَى اللّٰهُؕ[154]

ترجموڪنزالايمان: هاڻي چوندا بيوقوف ماڻهن مان ڪنهن ڦيري ڇڏيو مسلمانن کي انهن جي ان قبلي کان جنهن تي اهي هئا توهان فرمايو اوڀر اولهہ سڀ الله جا آهن اهو جنهن کي چاهيندو آهي سڌي راهہ تي هلائيندو آهي ۽ (اي محبوب) توهان پهريون جنهن قبلي تي هئا اسان اهو انڪري مقرر ڪيو هو تہ ڏسون تہ ڪير رسول جي پيروي ڪري ٿو ۽ ڪير ابتي پيرين ڦري وڃي ٿو بيشڪ اها وڏي ڳالهہ هئي مگر جن کي الله هدايت ڏني آهي (انهن لاءِ ڪا وڏي ڳالهہ ناهي)

---

[153] پ 2، البقره: 142

[154] پ 2، البقره 143

پهرين آيت ۾ يهودين جي اعتراض جو جواب ڏنو ويو آهي تہ خدا جي عبادت ۾ قبلي جو ڪو خاص طرف ضروري نہ آهي ان جي عبادت جي لاءِ اوڀر، اولهہ اتر، ڏکڻ سيئي طرف برابر آهن الله تعاليٰ جنهن طرف کي چاهي پنهنجي ٻانهن لاءِ قبلو مقرر ڪري ڇڏي تنهنڪري ان تي ڪنهن کي اعتراض ڪرڻ جو ڪو بہ حق نہ آهي ٻي آيت ۾ منافقن جي زبان بند ڪئي وئي آهي جيڪي تحويل قبلا کان پوءِ هر طرف ڊنڊورو ڏيڻ لڳا هئا تہ پيغمبر اسلام تہ پنهنجي دين جي باري ۾ پاڻ ئي متردد آهن ڪڏهن بيت المقدس کي قبلو مڃن ٿا ڪڏهن چون ٿا تہ ڪعبو قبلو آهي. هن آيت ۾ تحويل قبلا جي حڪمت ٻڌائي وئي آهي تہ منافق جيڪي محض نمائشي مسلمان ٻڻجي نمازون پڙهندا هئا اهي قبلي جي بدلجڻ سان ئي بدلجي ويا ۽ اسلام کان ڦري ويا اهڙي طرح ظاهر ٿي ويو تہ ڪير صادق الايمان آهي ۽ ڪير منافق آهي ۽ ڪير رسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي پيروي ڪرڻ وارو آهي ۽ ڪير دين کان ڦري وڃڻ وارو[155]. (عام ڪتاب تفسير وغ سيرت)

## لڙائين جو سلسلو:-

هن وقت تائين حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي خدا عزّو جلّ جي طرف کان صرف هي حڪم هوتہ دلائل ۽ سهٹي نصيحت جي ذريعي ماڻهن کي اسلام جي دعوت ڏيندا رهو ۽ مسلمانن کي

[155] المواهب اللدينت مع شرح الزرقاني،تحويل القبلت....الخ، ج 2، ص250،249،246 ومدارج النبوت، قسم سوم، باب دوم، ج 2، ص 73 ملخصاً.

ڪافرن جي ايذائڻ تي صبر ڪرڻ جو حڪم هو ان ڪري ڪافرن مسلمانن تي وڏا وڏا ظلم ۽ ستم جا پهاڙ ڪيرايا پر مسلمانن انتقام جي لاءِ ڪڏهن به هٿيار نه کنيو پر هميشه صبر ۽ تحمل سان ڪافرن جي ايذائن ۽ تڪليفن کي برداشت ڪندا رهيا پر هجرت ڪانپوءِ جڏهن سڄو عرب ۽ يهودي هنن آڳرين تي ڳڻڻ جيترن مسلمانن جا جاني دشمن ٿي پيا ۽ مسلمانن کي فنا ڪرڻ جو عزم ڪري ڇڏيو ته خداوند قدوس مسلمانن کي اها اجازت ڏني ته جيڪي ماڻهو توهان سان جنگ جي شروعات ڪن انهن سان توهان به وڙهي سگهو ٿا.

اهڙي طرح 12صفر سنه 2ھ تاريخ اسلام ۾ اهو يادگار ڏينهن آهي جنهن ۾ خداوند ڪريم مسلمانن کي ڪافرن جي مقابلي ۾ تلوار کڻڻ جي اجازت ڏني ۽ هي آيت نازل فرمائي ته،

اُذِنَ لِلَّذِيْنَ يُقٰتَلُوْنَ بِاَنَّهُمْ ظُلِمُوْا ؕ وَاِنَّ اللّٰهَ عَلٰى نَصْرِهِمْ لَقَدِيْرُ ۙ﴿۳۹﴾

(پ 17. الحج: 39)

ترجموڪنزالايمان: جن سان لڙائي ڪئي وڃي ٿي (مسلمان) انهن کي به هاڻي وڙهڻ جي اجازت ڏني وڃي ٿي ڇو ته اهي (مسلمان) مظلوم آهن ۽ خدا انهن جي مدد تي يقيناً قادر آهي.

حضرت امام محمد بن شهاب زهري رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه جو قول آهي ته جهاد جي اجازت جي باري ۾ هي ئي اها آيت آهي جيڪا سڀ کان

پهرين نازل ٿي[156]. پر تفسير ابن جرير ۾ آهي ته جهاد جي باري ۾ سڀ کان پهرين جيڪا آيت لٿي اها هي آهي.

وَقَاتِلُوْا فِیْ سَبِیْلِ اللّٰهِ الَّذِیْنَ یُقَاتِلُوْنَكُمْ[157] (۲)

ترجموڪنزالايمان: خدا جي راهه ۾ انهن ماڻهن سان وڙهو جيڪي توهان سان وڙهن ٿا.

بهرحال سنه 2ھ ۾ مسلمانن کي خداوند تعالٰي ڪافرن سان وڙهڻ جي اجازت ڏئي ڇڏي پر ابتداء ۾ اها اجازت مشروط هئي يعني صرف انهن ڪافرن سان جنگ ڪرڻ جي اجازت هئي جيڪي مسلمانن تي حملو ڪن مسلمانن کي اجا تائين اها اجازت نه ملي هئي ته هو جنگ ۾ پنهنجي طرف کان اڳرائي ڪن مگر حق واضح ٿيڻ ۽ باطل ظاهر ٿيڻ کان پوءِ جيئن ته تبليغ حق ۽ احڪام الاهي جي نشرواشاعت حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن تي فرض هئي ان ڪري انهن تمام ڪافرن سان جيڪي بغض طور حق قبول ڪرڻ کان انڪار ڪندا هئا جهاد جو حڪم نازل ٿي ويو.

چاهي اهي مسلمانن سان اڳرائي ڪن يا نه ڪن ڇو ته حق جي ظاهر ٿيڻ کانپوءِ حق کي قبول ڪرڻ جي لاءِ مجبور ڪرڻ ۽ باطل کي زوري ترڪ ڪرائڻ عين حڪمت ۽ بني نوع انسان جي اصلاح

[156] المواهب اللدينت مع شرح الزرقاني، ڪتاب المغازي، ج 2، ص 218

[157] تفسير الطبري لابن جرير، پ 2، البقرت تحت ال آيت: 19، ج 2، ص 195 و شرح الزرقاني علي المواهب، ڪتاب اڪمغازي، ج 2، ص 218

۾ فلاح جي لاءِ تمام ضروري هو. بهرحال ان ۾ ڪوبہ شڪ ناهي تہ هجرت کان پوءِ جيترين بہ لڙاين ٿيون جيڪڏهن پوري ماحول تي گهري نگاهہ وڌي وڃي تہ اهوئي ظاهر ٿيندو تہ اهي سڀ جنگيون ڪافرن جي طرف کان مسلمان جي مٿان مڙهيون ويون ۽ غريب مسلمانن مجبور ٿي تلوارون ڪنيون مثال طور هيٺ ڏنل ڪجھ واقعن تي ٿوري تنقيدي نگاهہ سان نظر وجهو.

(1) حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۽ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جا اصحابِ ڪِرام رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُم پنهنجو سڀ ڪجھ مڪي ۾ ڇڏي انتهائي بيوسيءَ جي حالت ۾ مديني هليا آيا هئا ٿيڻ تہ ائين کپندو تہ مڪي جاڪافر اطمنيان سان ويهي رهن ها جوانهن جا دشمن يعني رحمت عالم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۽ مسلمان انهن جي شهر مان نڪري ويا پر ٿيو هينئن جو انهن جي غيظ ۽ غضب ۾ ويتر واڌارو اچي ويو ۽ هاڻي هي ماڻهو اهل مدينہ جا بہ دشمن بڻجي ويا جيئن تہ هجرت کان ڪجھ ڏينهن پوءِ مڪي جي ڪافرن رئيس انصار "عبداللّٰہ بن ابي" وٽ ڌمڪين سان پريل هڪ خط موڪليو. "عبداللّٰہ بن ابي" اهو شخص آهي جو هجرت کان پهريان تمام مديني وارن ان کي پنهنجو بادشاهہ مڃي ان جي تاج پوشي جي تياري ڪري ڇڏي هئي پر حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي مديني تشريف آڻڻ کانپوءِ هي اسڪيم ختم ٿي وئي تنهنڪري انهيءَ غم ۽ ڪاوڙ ۾ عبداللّٰہ بن اُبي سڄي عمر منافقن جو سردار

بڻجي اسلام جون پاڙون پٽيندو رهيو ۽ اسلام ۽ مسلمانن جي خلاف طرح طرح جي سازشن ۾ مصروف رهيو.[158]

(بخاري باب التسليم في مجلس فيہ اخلاط ج 2، ص 924)

بهرحال مڪي جي ڪافرن ان دشمنِ اسلام جي نالي جيڪو خط لکيو ان جو متن هي آهي تہ توهان اسان جي ماڻهو (محمد صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم) کي پاڻ وٽ پناهہ ڏني آهي اسان خدا جو قسم کائي ڪري چئون ٿا تہ يا توهان ان کي قتل ڪري ڇڏيو يا مديني مان ڪڍي ڇڏيو نہ تہ اسان سيئي توهان تي حملو ڪنداسين ۽ توهان جي تمام ويڙهاڪ نوجوانن کي قتل ڪري توهان جي عورتن تي قبضو ڪنداسين.[159] (ابو دائود ج 2، ص 67 باب في خبر النفير)

جڏهن حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي مڪي جي ڪافرن جي ان ڌمڪي آميز ۽ خوفناڪ خط جي خبر پئي تہ پاڻ عبدالله بن اُبي سان ملاقات فرمائي ۽ ارشاد فرمايو تہ ”ڇا توهان پنهنجي پائرن ۽ پُٽن کي قتل ڪندؤ“ جو تہ اڪثر انصار دامنِ اسلام ۾ اچي چڪا هئا انڪري عبدالله بن اُبي ان نُڪتي کي سمجهي ورتو ۽ ڪفارِ مڪہ جي حڪم تي عمل نہ ڪري سگهيو.

(2) نيڪ انهن ڏينهن ۾ حضرت سعد بن معاذ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جيڪي قبيلي اوس جا سردار هئا عمرو ادا ڪرڻ لاءِ مديني کان

[158] السيرت النبوت لابن هشام، نبذمن ذكر المنافقين، ص 240 وسنن ابي دائود، كتاب الفراج والفي.....الخ، باب في خبر النفير،الحديث:3004، ج 3، ص 212.

[159] سنن ابي داود..................

مکي ويا ۽ پراڻن تعلقن جي بنياد تي "اُميّہ بن خلف" جي گهر قيام ڪيائون جڏهن اُميّہ نيڪ بنپهرن جي وقت ان کي وٺي طواف ڪعبہ جي لاءِ ويو تہ اتفاق سان ابوجهل سامهون اچي ويو ۽ دڙڪا ڏيندي چيو تہ اي اُميّہ! هي توسان گڏ ڪير آهي؟ اُميّہ چيو تہ هي مديني جا رهڻ وارا"سعد بن معاذ" آهن اهو ٻڌي ابوجهل تڙپي ڪري چيو توهان ماڻهن بي دينن (محمد صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۽ صحابہ) کي پاڻ وٽ پناهہ ڏني آهي خدا جو قسم! جيڪڏهن تون اُميّہ سان گڏ نہ هجين ها تہ بچي واپس نہ وڃين سگهين ها حضرت سعد بن معاذ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ بہ انتهائي جرئت ۽ دليري سان هي جواب ڏنو تہ جيڪڏهن توهان اسان کي ڪعبي جي زيارت کان روڪيو تہ اسان اوهان جي شام جي تجارت جو رستو روڪي ڇڏينداسين.[160] (بخاري ڪتاب المغازي ج 2، ص 563)

(3) مکي جي ڪافرن صرف انهن ڌمڪين تي بس نہ ڪئي پر هو مديني تي حملي جون تياريون ڪرڻ لڳا ۽ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۽ مسلمانن جي قتل عام جو منصوبو ناهڻ لڳا تنهنڪري حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم راتين جو جاڳي گذاريندا هئا ۽ صحابہ ڪرام رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ سندن مٿان پهرو ڏيندا هئا مکي جي ڪافرن سڄي عرب تي پنهنجي اثر رسوخ سان تمام قبيلن ۾ اها باهہ

[160] صحيح البخاري، ڪتاب المغازي، باب ذڪر النبي صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم من يقتل ببدر الحديث: 3950، ج 3، ص 3.

پڙڪائي ڇڏي هئي تہ مديني تي حملو ڪري مسلمانن کي دنيا مان نيست ونابود ڪرڻ لازمي آهي.

متي ڏنل ٿنهي سببن جي موجودگي ۾ هر عاقل کي اهو چوڻو ئي پوندو تہ انهن حالتن ۾ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي حفاظت اختيار ڪرڻ جي لاءِ ڪجھ نہ ڪجھ تدبير ڪرڻ ضروري ئي هئي تہ جيئن انصارن، مهاجرن ۽ خود پنهنجي زندگي جي بقا ۽ سلامتي جو سامان ٿي وڃي تنهنڪري ڪفار مڪہ جي خطرناڪ ارادن جو علم ٿيڻ ڪانپوءِ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم پنهنجي ۽ صحابہ جي حفاظت جي لاءِ ٻن تدبيرن تي عمل ڪرڻ جو فيصلو فرمايو.

پهريون:- هي تہ مڪي جي ڪافرن جي شامي تجارت جنهن تي انهن جي زندگي جو دارومدار آهي ان ۾ رڪاوٽ وڌي وڃي جيئن هو مديني تي حملي جو خيال ڇڏي ڏين ۽ ٺاهہ تي مجبور ٿي وڃن.

ٻيو:- مديني جي پر پاسي ۾ جيڪي قبيلا آباد آهن انهن سان امن ۽ امان جو معاهدو ٿي وڃي جيئن ڪفار مڪہ مديني تي حملي جي نيت نہ ڪري سگهن. تنهنڪري حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم انهن ٻنهي تدبيرن کي سامهون رکندي صحابہ ڪرام(عَلَيهِمُ الرِّضْوَان) جي ننڍن ننڍن لشڪرن کي مديني جي پرپاسي موڪلڻ شروع ڪري ڇڏيو ۽ ڪنهن ڪنهن لشڪر سان گڏ پاڻ بہ تشريف وٺي ويا. صحابہ ڪرام رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جا هي ننڍا ننڍا لشڪر ڪڏهن ڪفار مڪّہ جي نقل ۽ حرڪت جي خبر وٺڻ لاءِ ويندا هئا ۽ ڪڏهن ڪجھ قبيلن سان امن۽امان جو معاهدوڪرڻ جي لاءِ روانہ ٿيندا

هئا، ڪتي ان مقصد جي لاءِ بہ ويندا هئا تہ ڪفار مڪہ جي شامي تجارت جو رستو بند ٿي وڃي انهي سلسلي ۾ ڪفارمڪّہ ۽ ان جي مددگارن سان مسلمانن جو ٽڪراءُ شروع ٿيو ۽ ننڍين وڏين لڙاين جو سلسلو شروع ٿي ويو انهن لڙاين کي تاريخ اسلام ۾ ”غزوات ۽ سرايا“ جي عنوان سان بيان ڪيو ويو آهي.

## غزوئ ۽ سريہ ۾ فرق

هتي مصنفينِ سيرت جو اهو اصطلاح ياد رکڻ ضروري آهي تہ اهو جنگي لشڪر جنهن سان گڏ حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم بہ تشريف وٺي ويا ان کي ”غزوُه“ چون ٿا ۽ اهي لشڪرن جون ٽوليون جن ۾ حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم شامل نہ هئا ان کي ”سريہ“ چوندا آهن.[161]

(مدراج النبوت ج 2، ص 76 وغيره)

”غزوات“ يعني جن جن لشڪرن ۾ حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم شريڪ ٿيا انهن جي تعداد ۾ مؤرخن جو اختلاف آهي ”مواهب لدينہ“ ۾ ”غزوات“ جو تعداد ”ستاويهہ“ (27) آهي جڏهن تہ روضة الاحباب ۾ هي لکيل آهي تہ ”غزوات“ جي تعداد هڪ قول جي مطابق ”ايڪيهہ“ (21) آهي، ڪن جي مطابق ”چوويهہ“ آهي، ڪن جو چوڻ آهي تہ ”پنجويهہ“ ۽ ڪجهہ مؤرخن ”چويهہ“ لکيو آهي.[162]

(زرقاني علي المواهب ج 1، ص 388)

---

[161] مدارج النبوت،قسم سوم، باب دوم، ج 2، ص 76 وشرح الزرقاني علي المواهب ڪتاب المغازي، ج 2، ص 219-220

[162] شرح الزرقاني علي المواهب،ڪتاب المغازي، ج 2، ص 220

پر حضرت امام بخاري حضرت زيد بن ارقم صحابي رَضِيَ اللهُ تَعَالٰي عَنْهُ کان جيکا روايت تحرير ڪئي آهي ان ۾ غزوات جو ڪُل تعداد "اوڻويهه" ٻڌايو ويو آهي[163] انهن ما جن ڻوَن غزوات ۾ جنگ ٿي اهي هي آهن (1) جنگ بدر (2) جنگ اُحد (3) جنگ احزاب (4) جنگ بنو قريظ (5) جنگ بنو المصطلق (6) جنگ خيبر (7) فتح مڪ (8) جنگ حنين (9) جنگ طائف.[164]

"سرايہ" يعني جن لشڪرن سان گڏ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تشريف ونني نہ ويا انهن جو تعداد ڪجھ مؤرخن جي ويجھو "ستيتاليهہ" ۽ ڪجھ جي ويجھو "چاونجاهہ" آهي.

امام بخاري محمد بن اسحٰق کان روايت ڪئي آهي تہ سڀ کان پهريون غزوه "ابواء" ۽ سڀ کان آخري غزوه "تبوڪ" آهي سيني کان پهريون "سريہ" جيڪي مديني کان جنگ جي لاءِ روانو ٿيو اهو "سريہ حمزه" آهي جنهن جو ذڪر اڳيان اچي ٿو.[165]

## غزوات ۽ سرايا

هجرت کان بعد جو اڪثر عرصو "غزوات ۽سرايا" جي اهتمام ۽ انتظام ۾ گذريو انڪري جو جيڪڏهن "غزوات" جو گهٽ ۾ گهٽ تعداد جيڪو روايتن ۾ آيو آهي يعني "اڻويهہ" ۽سرايا جو گهٽ ۾گهٽ تعداد جيڪو روايتن ۾آهي يعني "ستيتاليهہ" شمار ڪئي

---

[163] صحيح البخاري، ڪتاب المغازي، باب غزوه العشيرت....الخ، الحديث:3949، ج3، ص3.

[164] شرح الزرقاني علي المواهب، ڪتاب المغازي، ج 2، ص 221

[165] شرح الزرقاني علي المواهب، ڪتاب المغازي، ج 2، ص 224،229،221 ملتقطاً

وجي ته نون سالن ۾ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي ننڍين وڏين "ڇاهٺ" جنگين کي منهن ڏيڻو پيو تنهنکري "غزوات ۽ سرايا" جو عنوان حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي سيرت مقدسه جو تمام ئي عظيم الشان حصو آهي ۽ بحمده تعاليٰ انهن تمام غزوات ۽سرايا ۽ انهن جي محرڪات ۽ سببن جو پورو پورو احوال اسلامي تاريخن ۾ محفوظ آهي، پر هي ايترو ته وسيع عنوان آهي جو منهنجي هن ڪتاب جو تنگ دامن انهن سڀني مضمونن کي سميٽڻ کان بلڪل قاصر آهي پر وڏي مشڪل اها آهي ته جيڪڏهن آئون بلڪل ئي انهن مضمونن کي ڇڏي ڏيان ته يقينا "سيرت رسول" جو مضمون بلڪل ئي ناقص ۽ نامڪمل رهجي ويندو ان ڪري مختصراً ڪجهه مشهورغزوات جو هتي ذڪر ڪرڻ تمام ضروري آهي ته جيئن سيرتِ مقدّسه جو هي اهم باب به ناظرين جي لاءِ وڻندڙ ٿي وڃي.

## سريهء حمزه

حضور اقدس صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن هجرت کان پوءِ جڏهن جهاد جي آيت نازل ٿي وئي ته سڀ کان پهريون جيڪو هڪ ننڍو لشڪر ڪافرن جي مقابلي جي لاءِ روانو فرمايو ان جو نالو "سريه حمزه" آهي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن پنهنجي چاچي حضرت حمزه بن عبدالمطلب رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي هڪ سفيد جهنڊو عطا فرمايو ۽ ان جهنڊي جي هيٺ صرف 30 مهاجرن کي هڪ ڪافرن جي لشڪر جي مقابلي لاءِ موڪليو جيڪي ٽي سو (300) جي تعداد ۾

هئا ابوجهل انهن جو سپهه سالار هو. حضرت حمزه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰي عَنْهُ "سيف البحر" تائين پهتا ۽ ٻنهي طرفن کان جنگ جي لاءِ صف بندي بہ ٿي وئي پر هڪ شخص مجدي بن عمرو جهني جيڪو ٻنهي فريقن جو مددگار هو وچ ۾ پئجي لڙائي روڪرائي ڇڏي.[166] (مدارج جلد 2، ص 78 وزرقاني ج 1، ص 390)

## سريہ عبيده بن حارث

انهي سال سٺ يا اسي مهاجرن سان گڏ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن حضرت عبيده بن الحارث رَضِيَ اللهُ تَعَالٰي عَنْهُ کي اڇي جهنڊي سان گڏ امير بڻائي "رابغ" جي طرف روانو فرمايو ان سريہ جا علمبردار حضرت مسطح بن اثاثہ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰي عَنْهُ هئا جڏهن هي لشڪر "ثنيہ مره" جي مقام تي پهتو تہ ابو سفيان ۽ ابوجهل جي پٽ عڪرمہ جي اڳواڻيءَ ۾ بہ سئو ڪفارِ قريش جمع هئا ٻئي لشڪرآمهون سامهون ٿيا حضرت سعد بن ابي وقاص رَضِيَ اللهُ تَعَالٰي عَنْهُ ڪافرن تي تير اڇليو هي سڀ کان پهريون تير هو جيڪو مسلمانن جي طرف کان ڪفارِ مڪہ تي هلايو ويو. حضرت سعد بن ابي وقاص رَضِيَ اللهُ تَعَالٰي عَنْهُ ڪل اٺ تير هلايا ۽ هر تير نيڪ نشاني تي لڳو ڪافر تيرن جي مار کان گهبرائجي پڄي ويا انڪري ڪابہ جنگ نہ ٿي.[167] (مدراج جلد2، ص78 وزرقاني ج1،ص392)

---

[166] المواهب لدنيہ والزرقاني، بعث حمزه، ج 2، ص 224 و مدراج النبوت، قسم سوم باب دوم، ج 2، ص 78

[167] مدراج النبوت،قسم سوم،باب دوم،ج2،ص78،والمواهب اللدينت والزرقاني سويت عبيده المطلبي،ج2، ص226-227

## سريہ سعد بن ابي وقاص

انهيءَ سال ذوالقعده جي مهيني ۾ حضرت سعد بن ابي وقاص رَضِیَ اللهُ تَعَالٰي عَنْهُ کي ويهن سوارن سان گڏ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ان مقصد سان موڪليو تہ هي ماڻهو ڪفار قريش جي هڪ لشڪر جو رستو روڪين ان سريہ جو جهندو بہ اڇي رنگ جو هو ۽ حضرت مقداد بن اسود رَضِیَ اللهُ تَعَالٰي عَنْهُ انهي لشڪر جا علمبردار هئا هي لشڪر راتورات سفر ڪندي جڏهن پنجين ڏينهن مقامِ "خرار" پهتو تہ خبر پئي تہ ڪفار مڪہ هڪ ڏينهن اڳ ئي پهچي ويا آهن انڪري ڪنهن بہ ٽڪراءَ جي نوبت ئي نہ آئي.[168]

(زرقاني علي المواهب ج1، ص392)

## غزوه ابواء:-

ان غزوه کي"غزوه ودان" بہ چوندا آهن هي سڀ کان پهريون غزوه آهي يعني پهريون دفعو حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جهاد جي ارادي سان سنہ 2ھ صفر مهيني ۾ سٺ مهاجرن کي پاڻ سان گڏ وٺي مديني کان ٻاهر نڪتا حضرت سعد بن عباده رَضِیَ اللهُ تَعَالٰي عَنْهُ کي مديني ۾ پنهنجو خليفو بڻايو ۽ حضرت حمزه رَضِیَ اللهُ تَعَالٰي عَنْهُ کي جهندو ڏنو ۽ مقامِ"ابواء" تائين ڪافرن جو پيڇو ڪندي تشريف وٺي ويا پر مڪي جا ڪافر فرار ٿي چڪا هئا ان ڪري ڪا بہ جنگ نہ ٿي. "ابواء" مديني کان اسي ميل پري هڪ ڳوٺ آهي جتي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي والده ماجده حضرت آمنہ رَضِیَ اللهُ

---

[168] المواهب اللدينت و الزرقاني، سريت سعد بن مالڪ رَضِیَ اللهُ تَعَالٰي عَنْهُ، ج 2، ص 228-229

تَعَالٰى عَنْهَا جي مزار آهي هتي ڪجھ ڏينهن ترسي قبيلي بنو ضمره جي سردار "مخشي بن عمرو ضمري" سان امدادِ باهمي جو هڪ تحريري معاهدو ڪيو ۽ مديني واپس تشريف ڪٽي آيا ان غزوه ۾ پندرنهن ڏينهن پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم مديني کان ٻاهر رهيا.[169]
(زرقاني علي المواهب ج 1، ص 393)

## غزوهٔ بواط

هجرت جي تيرهين مهيني سن 2ھ ۾ مديني تي حضرت سعد بن معاذ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي حاڪم بڻائي ٻه سئو مهاجرن کي ساڻ وٺي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جهاد جي نيت سان روانهٔ ٿيا ان غزوه جو جھنڊو به اڇو هو ۽ علمبردار حضرت سعد بن ابي وقاص رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ تعاليٰ هو ان غزوه جو مقصد مڪي جي ڪافرن جي هڪ تجارتي قافلي جو رستو روڪڻ هو ان قافلي جو سالار "اميه بن خلف جمحي" هو ۽ اِن قافلي ۾ هڪ سئو قريشي ڪافر ۽ اڍائي هزار اُٺ هئا. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ان قافلي جي تلاش ۾ مقام "بواط" تائين تشريف وٺي ويا. پر ڪفار قريش جو ڪٿي به نہ مليا انڪري حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم بغير ڪنهن جنگ ڪرڻ جي مديني واپس تشريف ڪٽي آيا.[170] (زرقاني علي المواهب ج 1، ص 393)

## غزوهٔ سفوان

انهيءَ سال "ڪرزبن جابر فهري" مديني جي چراگاھ ۾ ڏاڙهو

---

[169] شرح الزرقاني علي المواهب،اول المفاري،ج2،ص230،229والسيرت الحلبيت،باب ذڪر مفازيہ،ج2،ص174،173ملتقطاً.

[170] المواهب اللدينت والزرقاني، غزوه بواط، ج 2،ص 231-232

هنيو ۽ ڪجھ انن کي هڪلي ڪاهي ويو حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم حضرت زيد بن حارثہ رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ کي مديني ۾ پنهنجو خليفو بڻايو ۽ حضرت علي رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ کي علمبردار بڻائي صحابہ جي هڪ جماعت سان گڏ وادي سفوان تائين ان ڌاڙيل جو پيڇو ڪيو پرهو ايترو تہ تيزي سان ڀڳو جو هٿ نہ آيو ۽ حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم مديني واپس تشريف کڻي آيا واديءِ سفوان ”بدر“ جي ويجهو آهي انڪري ڪجھ مؤرخن ان غزوه جو نالو”غزوه بدراوليٰ“ رکيو آهي انڪري هي ياد رکڻ گهرجي تہ غزوه سفوان ۽ غزوه بدراوليٰ ٻئي هڪ ئي غزوه جا ٻہ نالا آهن.[171] (مدراج جلد 2، ص 79)

## غزوهِ ذي العُشيره

انهيءَ ئي سن 2 ھ ۾ قريش جي ڪافرن جو هڪ قافلو مالِ تجارت کڻي مڪي کان شام وڃي رهيو هو. حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ڏيڍ سؤ يا ٻہ سؤ مهاجرن صحابہ کي ساڻ ڪري ان قافلي جو رستو روڪڻ جي لاءِ مقام ”ذي العشيره“ تائين تشريف وٺي ويا جيڪو ”ينبوع“ جي بندرگاھ جي ويجهو آهي پر هتيءَ پهچي خبر پئي تہ قافلو تمام اڳتي نڪري ويو آهي انڪري ڪو بہ ٽڪراءُ نہ ٿيو پر اهوئي قافلو جڏهن شام کان واپس موٽيو ۽ حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ان جي مزاحمت جي لاءِنڪتا تہ جنگ بدر جو معرڪو پيش آيو جنهن جو مفصل ذڪر اڳتي ايندو.[172]

(زرقاني ج 1 ص 395)

---

[171] مدارج النبوت،قسم سوم باب دوم ، ج 2، ص 79

[172] المواهب لدنيہ وزرقاني،غزوه اڪشيره، ج 2، ص 232-234

## سريہ عبدالله بن جحش

انهيءَ ئي سال رجب جي مهيني سنہ 2ھ ۾ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم حضرت عبداللّٰه بن جحش رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي لشڪرجو امير بڻائي ان جي ماتحت اٺ يا ٻارهن مهاجرن جو هڪ ٽولو روانو فرمايو ٻہ ٻہ ماڻهو هڪ هڪ اُٺ تي سوار هئا حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم حضرت عبداللّٰه بن جحش رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي لفافي ۾ هڪ مهر بند خط ڏنو ۽ فرمايو تہ ٻہ ڏينهن سفر ڪرڻ ڪانپوءِ هن لفافي کي کولي پڙهجان ۽ ان ۾ جيڪا هدايت لکيل آهي ان تي عمل ڪجان جڏهن خط کولي پڙهيو تہ ان ۾ هي لکيل هو توهان مڪي ۽ طائف جي وچ ۾ مقام "خُلا" ۾ رهي قريش جي قافلن تي نظر رکو ۽ صورتحال جي اسان کي برابر خبر ڏيندا رهو هي تمام وڏو خطرناڪ ڪم هو ڇوتہ دشمن جي عين مرڪز ۾ قيام ڪري جاسوسي ڪرڻ ڄڻ موت جي منهن ۾ وڃڻ هو پر هي سڀ جانثار بي ڌڙڪ مقامِ "خُلا" پهچي ويا. عجيب اتفاق جو رجب جي آخري تاريخ تي هي ماڻهو خلہ ۾ پهتا ۽ انهيءَ ئي ڏينهن قريشي ڪافرن جو هڪ تجارتي قافلو آيو جنهن ۾ عمرو بن الحضرمي ۽ عبداللّٰه بن مغيره جا ٻہ ڇوڪرا عثمان ۽ نوفل ۽ حڪم بن ڪيسان وغيره هئا ۽ انن تي کجور ۽ ٻيو مال تجارت رکيل هو.

امير سريہ حضرت عبداللّٰه بن جحش رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جن پنهنجي ساٿين کي فرمايو تہ جيڪڏهن اسان هنن قافلي وارن کي ڇڏي ڏنو تہ هي ماڻهو مڪي پهچي اسان جي موجودگي جو مڪي وارن کي اطلاع ڏيندا ۽ اسان کي قتل يا گرفتار ڪرائي ڇڏيندا ۽ جيڪڏهن اسان هنن سان جنگ ڪريون تہ اڄ رجب جي آخري

تاريخ آهي تنهنکري ماهِ حرام ۾ جنگ ڪرڻ جو گناهہ اسان کي ٿيندو آخر اهو طئي ٿيو تہ انهن ماڻهن سان جنگ ڪري پنهنجي جان جي خطري کي دفع ڪرڻ گهرجي، پوءِ حضرت واقد بن عبدالله تميمي رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جن نشانو وٺي هڪ اهڙو تير هنيو جو اهو عمرو بن الحضرمي کي لڳو ۽ هو انهيءَ تير سان قتل ٿي ويو ۽ عثمان ۽ حڪم کي هنن گرفتار ڪري ورتو ۽ نوفل ڀڄي ويو ۽ حضرت عبدالله بن جحش رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ اٺن ۽ انهن تي رکيل مال ۽ اسباب کي مال غنيمت بڻائي ڪري مديني موٽي آيا ۽ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي خدمت ۾ ان جو پنجون حصو پيش ڪيو.[173]

(زرقاني علي المواهب ج 1 ص 398)

جيڪي ماڻهو قتل يا گرفتار ٿيا اهي معزز خاندانن جا فرد هئا عمرو بن الحضرمي جيڪو قتل ٿيو اهو عبدالله حضرمي جو پٽ هو عمرو بن الحضرمي پهريون ڪافر هو جيڪو مسلمانن جي هٿان ماريو ويو جيڪي ماڻهو گرفتار ٿيا يعني عثمان ۽ حڪم،انهن مان عثمان تہ مغيره جو پوٽو هو جيڪو قريش جو تمام وڏو رئيس ليکيو ويندو هو ۽ حڪم بن ڪيسان هشام بن مغيره جو آزاد ڪيل غلام هو انهي ڪري هن واقعي قريش جي ڪافرن کي سخت ڪاوڙ ۽ ڪروڌ ۾ باهہ ڪري ڇڏيو ۽ خون جو بدلو خون جو نعرو مڪي جي گهٽي گهٽي ۾گونجڻ لڳو در حقيقت جنگ بدر جو معرڪو انهي واقعي جو رد عمل آهي جيئن حضرت عمرو بن زبير رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جو بيان آهي تہ جنگ بدر ۽

---

[173] المواهب لدنيہ وزرقاني،سريہ اميرالمومنين عبدالله بن جحش، ج 2، ص 238

سيئي جنگيون جيڪي قريشي ڪافرن سان ٿيون انهن سيني جو بنيادي سبب عمرو بن الحضرمي جو قتل آهي جنهن کي حضرت واقد بن عبدالله رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ تير هڻي قتل ڪري ڇڏيو هو.[174]

(تاريخ طبري ص 1284)

## جنگ بدر

”بدر“ مديني منوره کان تقريبًا اسي ڪلو ميٽر جي فاصلي تي هڪ ڳوٺ جو نالو آهي جتي جاهليت جي زماني ۾ هر سال ميلو لڳندو هو هتي هڪ کوهه به هو جنهن جي مالڪ جو نالو ”بدر“ هو انهي جي نالي تي هن جڳهه جو نالو ”بدر“ رکيوويو انهيءَ جاءِ تي جنگ بدر جو اهو عظيم معرڪو ٿيو جنهن ۾ قريشي ڪافرن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ سخت خونريزي ٿي ۽ مسلمانن کي اها عظيم الشان فتح نصيب ٿي جنهن ڪانپوءِ اسلام جي عزت ۽ اقبال جو جهنڊو ايتروته بلند ٿي ويو جو قريشي ڪافرن جي عظمت ۽ شان بلڪل مٽي ۾ ملي ويو. الله تعاليٰ جنگ بدر جي ڏينهن جو نالو ”يوم الفرقان“ رکيو.[175] قرآن جي سورة انفال ۾ تفصيل سان ۽ ٻين سورتن ۾ مختصراً بار بار انهي معرڪي جو ذڪر فرمايو ۽ ان جنگ ۾ مسلمانن جي فتح مبين جي باري ۾ احسان جتائيندي خداوندعالم عزوجل قرآن مجيد ۾ ارشاد فرمايو ته

---

[174] تاريخ طبري الجزء 2 ص 131 المكة الشاملة

[175] المواهب اللدنيه و شرح الزرقاني باب غزوة بدر الڪبرٰي ج 2 ص 255، 256

وَلَقَدْ نَصَرَكُمُ اللّٰهُ بِبَدْرٍ وَّاَنْتُمْ اَذِلَّةٌ ۚ فَاتَّقُوا اللّٰهَ لَعَلَّكُمْ تَشْكُرُوْنَ ﴿۱۲۳﴾

(پ 4 ال عمران : 123)

ترجموڪنزالايمان: ۽ يقيناً الله تعالٰي توهانجي مدد فرمائي بدر ۾ جڏهن تہ توهان ڪمزور ۽ بي سروسامان هئا تہ توهان الله کان ڊڄندا رهو تہ جيئن توهان شڪر گذار ٿي وڃو.

## جنگ بدر جو سبب

جنگ بدر جو اصلي سبب جيئن تہ اسان تحرير ڪري چڪا آهيون ”عمرو بن الحضرمي“ جي قتل سان قريشي ڪافرن ۾ ڦهليل تمام گهڻو اشتعال هو جنهن سبب هر ڪافر جي زبان تي اهو ئي هڪ نعرو هو تہ ”خون جو بدلو خون وٺي رهنداسين“. پر بلڪل اوچتو هيءَ صورتحال پيش اچي وئي تہ قريشن جو اهو قافلو جنهن جي تلاش ۾ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن مقام ”ذي العشيره“ تائين تشريف وٺي ويا هئا پر اهو قافلو هٿ نہ آيو هو بلڪل اوچتو مديني ۾ خبر پئي تہ هاڻي اهو قافلو ملڪ شام مان موٽي مڪي وڃڻ وارو آهي ۽ هيءَ بہ خبر پئي تہ ان قافلي ۾ ابو سفيان بن حرب ۽ مخرمہ بن نوفل ۽ عمرو بن العاص وغيره ڪل 30 يا 40 ماڻهو آهن ۽ قريشي ڪافرن جو تمام گهڻو مال تجارت ان قافلي ۾ آهي. حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن پنهنجي اصحابن کي فرمايو تہ قريشي ڪافرن جون ٽوليون ڦُر لُٽ جي نيت سان مديني جي اطراف ۾ گشت ڪنديون رهن ٿيون ۽ ”ڪرز بن جابر فهري“ مديني جي چراگاهن تائين اچي غارت گري ۽ ڏاڙا هڻي ويو آهي تنهنڪري اسان بہ ڇو نہ قريشي ڪافرن جي انهيءَ قافلي تي حملو

ڪري انهي کي لٽي ونون تہ جئين قريشي ڪافرن جي شامي تجارت بند ٿي وڃي ۽ هو مجبور ٿي اسان سان صلح ڪري ونن حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو اهو ارشادِ گرامي ٻڌي انصار ۽ مهاجر انهيءَ لاءِ تيار ٿي ويا.

## مديني کان روانگي

اهڙي طرح 12 رمضان 2 سن ھ ۾ ڏاڍي تڪڙ ۾ ماڻهو نڪري پيا جيڪو جنهن حال ۾ هو انهي حال ۾ نڪتو هن لشڪر ۾ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن سان گڏ نہ وڏيڪ هٿيار هئا نہ فوجي راشن جو ڪو وڏو مقدار هو ڇو تہ ڪنهن کي گمان بہ نہ هو تہ انهي سفر ۾ ڪا وڏي جنگ ٿيندي پر جڏهن مڪي ۾ هي خبر پهتي تہ مسلمان مسلح ٿي ڪري قريشن جو قافلو لٽڻ جي لاءِ مديني مان نڪري پيا آهن تہ مڪي ۾ هڪ جوش ڦهلجي ويو ۽ هڪدم قريشي ڪافرن جي فوج جو لشڪر مسلمانن تي حملو ڪرڻ جي لاءِ تيار ٿي ويو جڏهن حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي ان جو اطلاع مليو تہ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن صحابہءِ ڪرام عَلَيْهِمُ الرِّضْوَان کي جمع ڪري صورتحال کان آگاھ ڪيو ۽ صاف صاف چئي ڇڏيو تہ هن سفر ۾ ٿي سگهي ٿو تہ قريشي ڪافرن جي قافلي سان ملاقات ٿي وڃي ۽ هي بہ ٿي سگهي ٿو تہ مڪي جي ڪافرن سان جنگ جي نوبت اچي وڃي. ارشادِ گرامي ٻڌي ڪري حضرت ابو بڪر ۽ عمر فاروق ۽ ٻين مهاجرن رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهم وڏي جوش ۽ خروش جو مظاهرو ڪيو پر حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن انصارن جو

منهن ٽَڪي رهيا هئا چو تہ انصارن حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي هٿ مبارڪ تي بيعت ڪرڻ وقت انهيءَ ڳالھ جو عهد ڪيو هو تہ هو ان وقت تلوار کڻندا جڏهن ڪافر مديني تي چڙهائي ڪندا ۽ هتي مديني کان ٻاهر نڪري جنگ ڪرڻ جو معاملو هو.[176]

انصارن مان قبيلي بني خزرج جا سردار سعد بن عباده رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو چهرهءِ انور ڏسي چوڻ لڳا تہ يارسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ڇا اوهان جو اشارو اسان جي طرف آهي؟ خدا جو قسم اسان اهي جانثار آهيون جو جيڪڏهن اوهان جو حڪم ٿئي تہ اسان سمنڊ ۾ بہ ٽپو ڏئي ڇڏينداسين، اهڙي طرح انصارن جي هڪ ٻئي معزز سردار حضرت مقداد بن اسود رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جوش ۾ اچي عرض ڪيو يارسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم اسان حضرت موسٰي عليه السلام جي قوم وانگر اهو نہ چونداسين تہ اوهان وڙهو ۽ اوهان جو خدا وڃي وڙهي بلڪ اسان اوهان جي ساڄي کان، کاٻي کان، اڳيان کان پٺيان کان وڙهنداسين انصارن جي انهن ٻنهي سردارن جون تقريرون ٻڌي ڪري حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو چهرو خوشيءَ مان ٻهڪي پيو.[177]

(بخاري غزوة بدر ج 2 ص 564)

مديني کان هڪ ميل ٻاهر نڪري حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن پنهنجي لشڪر جو جائزو ورتو ۽ جيڪي ماٺهو ننڍي عمر وارا

---

[176] مدارج النبوة قسم سوم باب دوم ج 2 ص81-83 ملخصًا

[177] صحيح البخاري كتاب المغازي باب 4 قول الله تعالٰي الحديث 3952 ج 3 ص 5 مختصرًا والموهب اللدنيه والزرقاني باب غزوة الكبرٰي ج 2 ص265-267

هئا انهن کي واپس وڃڻ جو حڪم ڏئي ڇڏيو ڇو ته جنگ جي خطرناڪ موقعي تي ٻارن جو ڪهڙو ڪم؟

## ننڍڙو سپاهي

پر انهن ٻارن ۾ حضرت سعد بن ابي وقاص رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جا ننڍا ڀاءُ حضرت عمير بن ابي وقاص رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ به هئا جڏهن انهن کي واپس وڃڻ جو چيو ويو ته اهي بيقرار ٿي پيا ۽ زاروقطار روئڻ لڳا ۽ ڪنهن به طرح واپس وڃڻ لاءِ تيار نه ٿيا انهن جي بيقراري ۽ گريو زاري ڏسي رحمتِ عالم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي نازڪ دل متاثر ٿي وئي پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم انهن کي گڏ هلڻ جي اجازت ڏئي ڇڏي. تنهنڪري حضرت سعد بن ابي وقاص رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ ان ننڍڙي سپاهي جي ڳلي ۾ به هڪ تلوار لٽڪائي ڇڏي مديني کان روانو ٿيڻ وقت نمازن جي لاءِ حضرت ابن امِ مڪتوم رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي پاڻ مسجد نبوي جو امام مقرر فرمائي ڇڏيو هو پر جڏهن پاڻ مقامِ "روحا"۾ پهتا ته منافقن ۽ يهودين جي طرف کان ڪجھ خطرو محسوس فرمايائون انڪري پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم حضرت ابو لبابه بن عبدالمنذر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي مديني جو حاڪم مقرر فرمائي ان کي مديني واپس وڃڻ جو حڪم فرمايو ۽ حضرت عاصم بن عدي رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي مديني جي چڙهائي واري ڳوٺ تي نگراني رکڻ جو حڪم فرمايو.

انهن انتظامن کان پوءِ حضور اڪرم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم "بدر" جي طرف هلڻ لڳا جتان ڪفارِ مڪه جي اچڻ جي خبر هئي. هن وقت

كل فوج جو تعداد ٽي سؤ تيرهن هئو جن ۾ سٺ مهاجر ۽ باقي انصار هئا. منزلون طئي ڪندا جڏهن پاڻ مقامِ “صفرا” ۾ پهتا ته ٻن ماڻهن کي جاسوسي جي لاءِ روانو فرمايو ته جيئن هو قافلي جي خبر لهن ته اهو ڪٿي آهي؟ ۽ ڪٿي پهتو آهي؟[178]

(زرقاني ج1،ص411)

## ابو سفيان جي چالاڪي

هوڏانهن قريشن جا جاسوس به پنهنجو ڪم تمام ڦُڙتيءَ سان ڪري رهيا هئا. جڏهن حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن مديني کان روانا ٿيا ته ابو سفيان کي ان جي خبر پئجي وئي. ان فوراً ئي ضمضم بن عمرو غفاري کي مکي موڪليو ته قريشن کي ان جي خبر ڏي ته جئين هو پنهنجي قافلي جي حفاظت جو انتظام ڪن ۽ پاڻ رستو بدلائي قافلي کي سمنڊ جي طرف وٺي ويو. ابو سفيان جو قاصد ضمضم بن عمرو غفاري جڏهن مڪي پهتو ته ان وقت جي دستور جي مطابق جڏهن ڪا خوفناڪ خبر ٻڌائڻي هجي ته خبر ٻڌائڻ وارو پنهنجا ڪپڙا ڦاڙي ۽ اُٺ جي پُٺي تي بيهي رڙيون ڪري خبر ٻڌائيندو هو ضمضم بن عمرو غفاري پنهنجو ڪڙتو ڦاڙي ڇڏيو ۽ اُٺ جي پُٺي تي چڙهي زورزور سان رڙيون ڪرڻ لڳو ته اي اهل مڪه! توهان جو سڄو مالِ تجارت ابو سفيان جي قافلي ۾ آهي ۽ مسلمانن ان قافلي جو رستو روڪي قافلي کي لٽڻ جو ارادو ڪيو آهي

---

[178] ڪتاب المغازي للواقدي، باب بدرالقتال،ج1،ص21،وشرح الزرقاني علي المواهب، باب غزوة بدر الڪبريٰ ج2، ص 326

تنهنڪري جلدي ڪريو ۽ تمام جلدي پنهنجي ان قافلي کي بچائڻ جي لاءِ هٿيار کڻي نڪري پئو. (زرقاني ج1 ص411)

## ڪفار قريش جو جوش

جڏهن مڪي ۾ اها خوفناڪ خبر پهتي ته ايتري هلچل مچي ويئي جو مڪي جو سڄو امن ۽ سڪون برباد ٿي ويو تمام قبائلِ قريش پنهنجن گهرن مان نڪري پيا مڪي جي سردارن مان صرف ابو لهب پنهنجي بيماري جي سبب نه نڪتو ان کان سواءِقريشن جا باقي سڀ رئيسَ پوري طرح هٿياربند ٿي نڪري پيا ڇو ته مقامِ ”نخله“ جو واقعو بلڪل ئي تازو هو جنهن ۾ عمرو بن الحضرمي مسلمانن جي هٿان ماريو ويو هو ۽ ان جي قافلي کي مسلمانن لٽيوهو انڪري ڪفارِ قريش انتقام جي جوش ۾ آپي کان ٻاهر ٿي رهيا هئا. هڪ هزار جو لشڪر جرار جنهن جو هر سپاهي پوري طرح مسلح، ٻيڻا هٿيار، فوج جي خوراڪ جو ايترو انتظام جو قريش جا مالدار ماڻهو يعني عباس بن عبدالمطلب، عتبہ بن ربيعہ، حارث بن عامر، نضر بن الحارث، ابو جهل، اُميہ وغيره واري واري سان روزانو ڏهه ڏهه اٺ ذبح ڪندا هئا ۽ پوري لشڪر کي کارائيندا هئا. عتبہ بن ربيعہ جيڪو قريشن جو سڀ کان وڏو رئيس اعظم هو ان سموري لشڪر جو سپہ سالار هو.

## ابو سفيان بچي نڪري ويو

ابو سفيان جڏهن عام رستي کان هٽي سمنڊ جي ڪناري واري رستي تان هلڻ لڳو ۽ خطري جي مقام کان تمام پري نڪري ويو ۽ ان کي پنهنجي حفاظت جو پورو پورو يقين ٿي ويو ته ان قريشن کي هڪ تيز رفتار قاصد جي ذريعي خط موڪليو ته توهان

پنهنجي مال ۽ ماڻهن کي بچائڻ جي لاءِ پنهنجي گهرن مان هٿيار کڻي نڪري پيا هئا هاڻي توهان پنهنجي پنهنجي گهرن ڏانهن واپس هليا وڃو ڇو ته اسان مسلمانن جي يلغارءِ ڦر لُٽ کان بچي ويا آهيون ۽ جان مال جي سلامتي سان اسان مڪي پهچي رهيا آهيون.[179]

## ڪافرن ۾ اختلاف

ابو سفيان جو اهو خط ڪافرن کي تڏهن مليو جڏهن هو مقام ”جحفہ“ ۾ هئا خط پڙهي قبيلي بنو زهره ۽ قبيلي بنو عدي جي سردارن چيو ته هاڻي مسلمانن سان وڙهڻ جي ڪابہ ضرورت ڪونهي تنهنڪري هاڻي اسان کي واپس موٽي وڃڻ گهرجي. اهو ٻڌي ابو جهل بگڙي پيو ۽ چوڻ لڳو ته خدا جوقسم اسان اِنهيءَ ٺي شان سان بدر وينداسين، اتي اٺ ذبح ڪنداسين، خوب ڪائينداسين ڪارائينداسين، شراب پيئنداسين، ناچ رنگ جون محفلون سجائينداسين، جيئن سيني عرب جي قبيلن تي اسان جي عظمت ۽ شوڪت جو ڌاڪو ويهي وڃي ۽ هو هميشہ اسان کان ڊڄندا رهن.

قريشي ڪافرن ابوجهل جي راءِ تي عمل ڪيو پر بنو زهره ۽ بنو عدي ٻئي قبيلا واپس موٽي ويا. انهن ٻنهي قبيلن کان علاوه باقي قريشي ڪافرن جا سيئي قبيلا جنگ بدر ۾ شامل ٿيا.[180]

(سيرت ابن هشام ج 2 ص 618 کان 619)

---

[179] السيرة النبوية لابن هشام غزوة بدرالكبرٰي ص 255

[180] السيرة النبوية لابن هشام غزوة بدرالكبرٰي ص 255-256

## قريشي ڪافر بدر ۾

قريشي ڪافر جيئن تہ مسلمانن کان پهرين بدر ۾ پهچي چڪا هئا تنهنڪري انهن مناسب جڳهن تي پنهنجا قبضا ڄمائي ورتا هئا حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ڄڏهن بدر جي ويجهو پهتا تہ شام جي وقت حضرت علي، حضرت زبير ۽ حضرت سعد بن ابي وقاص رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهم کي بدر ڏانهن موڪليائون تہ جيئن هي ماڻهو قريشي ڪافرن جي باري ۾ خبر آڻن. انهن حضرات قريشي ڪافرن جي ٻن غلامن کي پڪڙي ورتو جيڪي ڪافرن جي لشڪر جي لاءِ پاڻي ڀرڻ تي مقرر هئا. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن انهن ٻنهي غلامن کان دريافت فرمايو تہ ٻڌايو انهي قريشي فوج ۾ قريشن جي سردارن مان ڪير ڪير آهن؟ تہ ٻنهي غلامن ٻڌايو تہ عتبہ بن ربيعہ، شيبہ بن ربيعہ، ابو البختري، حڪيم بن حزام ،نوفل بن خويلد، حارث بن عامر، نضر بن الحارث، زمعہ بن الاسود، ابو جهل بن هشام، اميّہ بن خلف، سهيل بن عمرو، عمرو بن عبدود، عباس بن عبدالمطلب وغيره سڀ انهي لشڪر ۾ موجود آهن . اها فهرست ٻڌي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن پنهنجي اصحاب جي طرف متوجه ٿيا ۽ فرمايائون مسلمانو! ٻڌي وٺو! مڪي وارن پنهنجي جگر جي ٽڪرن کي توهان جي طرف موڪليو آهي.[181]

(مسلم ج 2 ص 102 غزوة بدر و زرقاني وغيره)

[181] السيرة النبوية لابن هشام غزوة بدر الكبرٰي ص 254 مطلقًا

## تاجدارِ دوعالم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم بدر جي ميدان ۾

حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جڏهن بدر ۾ نزول فرمايو تہ اهڙي جڳهہ لنگر ڪوڙيائون جو جتي نہ ڪوهہ هو نہ ڪو پاڻي جو چشمو ۽ اتي جي زمين ايتري وارياسي هئي جو گهوڙن جا پير زمين ۾ دبجي ويندا هئا. اهو ڏسي حضرت حباب بن منذر رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ عرض ڪيو يا رسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم اوهان ترسڻ لاءِ جيڪا جڳهہ منتخب فرمائي آهي اها وحيءَ جي اعتبار ڪان آهي يا فوجي تدبير آهي؟ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ارشاد فرمايو انهيءَ جي باري ۾ ڪابہ وحي نہ لٿي آهي. پوءِ حضرت حباب بن منذر رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ چيو منهنجي راءِ ۾ جنگي تدبيرن جي حوالي سان بهتر هي آهي تہ اسان ڪجهہ اڳيان وڌي ڪري پاڻي جي چشمن تي قبضو ڪري وٺون تہ جيئن ڪافر جن ڪوهن تي قابض آهن اهي بيڪار ٿي وڃن چو تہ انهن ئي چشمن مان انهن ڪوهن ۾ پاڻي وڃي ٿو. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن انهن جي راءِ کي پسند فرمايو ۽ انهي تي عمل ڪيو ويو. خدا جو شان تہ برسات بہ وَسِي پئي جنهن سان ميدان جي مٽي ۽ واري ڄمي وئي جنهن ڪري مسلمانن لاءِ هلڻ ڦرڻ آسان ٿي ويو ۽ ڪافرن جي زمين ۾ گپ ٿي وئي جنهن ڪري انهن کي هلڻ ڦرڻ ۾ مشڪل پيدا ٿي پئي، مسلمانن بارش جو پاڻي روڪي جڳهہ جڳهہ تي حوض ناهي ڇڏيا تہ جيئن اهو پاڻي غسل ۽ وضو جي ڪم اچي انهي احسان کي خداوند تعالٰي قرآن ۾ هن طرح بيان فرمايو تہ

وَ يُنَزِّلُ عَلَيۡكُمۡ مِّنَ السَّمَآءِ مَآءً لِّيُطَهِّرَكُمۡ [182] (پ 9 الانفال 11:)

ترجمو ڪنزالايمان: ۽ خدا آسمان مان پاڻي وَسايو تہ جيئن توهان کي پاڪ ڪري.

## سروركائنات ﷺ جن جي شب بيداري

17 رمضان سن2ھ جمعي جي رات هئي سڀجي فوج تہ آرام ۽ چين جي ننڊسمهي پئي هئي پر هڪڙي سروركائنات صَلَّی اللہ تَعَالٰی عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي ذات هئي جيڪا سڄي رات خداوند عالم عزوجل سان لَو لڳائي دعا ۾ مصروف هئي. صبح ٿيو تہ پاڻ صَلَّی اللہ تَعَالٰی عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ماڻهن کي نماز جي لاءِ جاڳايو پوءِ نماز کانپوءِ قرآن جون جهاد واريون آيتون پڙهائي اهڙو لرزائيندڙ ۽ جوش ڏياريندڙ بيان ڪيو جو مجاهدين اسلام جي رت جو ڦڙو ڦڙو جوش ۽ خروش جو سمنڊ بڻجي طوفاني لهرون هڻڻ لڳو ۽ ماڻهون ميدان جنگ لاءِ تيار ٿيڻ لڳا.

## ڪير ڪٿي؟ ۽ ڪڏهن مرندو؟

رات ۾ ئي ڪجھ جانثارن سان گڏ پاڻ صَلَّی اللہ تَعَالٰی عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ميدان جنگ جو معائنو فرمايو. انهي وقت سندن هٿ مبارڪ ۾ هڪ لٺ هئي پاڻ انهي لٺ سان زمين تي ليڪو ناهيندا ۽ هي فرمائيندا ويا تہ هيءَ فلاڻي ڪافر جي قتل ٿيڻ جي جڳھ آهي ۽ سڀاڻي هتي فلاڻي ڪافر جو لاش پيل هوندو. پوءِ ائين ئي ٿيو. پاڻ صَلَّی اللہ تَعَالٰی عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جيڪا جڳھ جنهن ڪافر جي ٻڌائي هئي انهي

---

[182] السيرة النبوية لابن هشام غزوة بدر الڪبرٰي ص 256 و شرح الزرقاني علي المواهب غزوة بدر الڪبرٰي ج 2 ص 271

ڪافر جو لاش نيڪ انهيءَ جڳهه تي مليو انهن مان ڪو هڪ بہ ليڪ کان هڪ وار برابر بہ اڳتي پوئتي نہ ٿيو.[183]

(ابو دائود ج 2 ص 364 مطبع نامي و مسلم ج 2 ص 102 غزوهءِ بدر)

انهي حديث مان صاف ۽ واضح طور تي هي مسئلو ثابت ٿي وڃي ٿو تہ ڪير ڪڏهن؟ ۽ ڪٿي مرندو؟ انهن ٻنهي غيب جي ڳالهين جو علم الله تعالٰي پنهنجي حبيب صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي عطا فرمايو هو.

## لڙائي ٽرندي ٽرندي وري لڳي ويئي

ڪفارِ قريش وڙهڻ لاءِ بيتاب هئا پر ان ۾ ڪجهہ سلجهيل دل ۽ دماغ وارا ماڻهوبہ هئا جيڪي خون ريزي کي پسند نہ ڪندا هئا. جيئن حڪيم بن حزام جيڪو بعد ۾ مسلمان ٿي ويو تمام سنجيده ۽ نرم مزاج هو ان پنهنجي لشڪر جي سپہ سالار عتبہ بن ربيعہ کي چيو تہ آخر ان خونريزي مان ڪهڙو فائدو؟ آئون توهان کي هڪ تمام مخلصانہ مشورو ڏيان ٿو اهو هي آهي تہ قريشن جو جيڪوبہ مطالبو آهي اهوعمرو بن الحضرمي جو خون آهي ۽ اهو اوهان جو ساٿي آهي توهان ان جو خون بها ادا ڪري ڇڏيو اهڙي طرح هيءَ جنگ ٽري ويندي ۽ اڄ جو ڏينهن توهان جي زندگيءَ جي تاريخ ۾ توهان جي نيڪناميءَ جو يادگار بڻجي ويندو جو توهان جي تدبر سان هڪ تمام خوفناڪ ۽ خونريز جنگ ٽري

---

[183] صحيح مسلم ڪتاب الجهاد والسير غزوة بدر الڪبرٰي الحديث 1778 ص 981 و شرح الزرقاني علي المواهب باب غزوة بدر الڪبرٰي ج 2 ص 269

ويندي. عتبہ بذاتِ خود تمام ئي مدبرۃ نيڪ نفس ماڻهو هو ان خوشي سان ان مخلصانہ مشوري کي قبول ڪري ورتو پر ان معاملي ۾ ابو جهل جي منظوري بہ ضروري هئي. پوۃ حڪيم بن حزام عتبہ بن ربيعہ جو اهو پيغام کڻي ابو جهل وٽ ويو تہ ابو جهل جي جهالت واري رڳ ڦڙڪي اٿي ۽ ان هڪ رت ساڙي ڇڏڻ وارو طعنو هڻي چيو تہ ها ها! آئون خوب سمجهان ٿو تہ عتبہ جي همت جواب ڏئي وئي آهي ڇو تہ ان جو پٽ حذيفہ مسلمان ٿي اسلام جي لشڪر سان گڏ آيو آهي ان ڪري هو جنگ نٿو ڪرڻ چاهي جيئن ان جي پٽ کي تڪليف نہ اچي. ابو جهل صرف ان تي ئي بس نہ ڪئي پر عمرو بن الحضرمي مقتول جي ڀاءُ عامر بن الحضرمي کي گهرائي چيو تہ ڏس تنهنجي مقتول ڀاءُ عمرو بن الحضرمي جي خون جو بدلو وٺڻ جي سڄي اسڪيم تباھ ٿيندي پئي وڃي ڇو تہ اسان جي لشڪر جو سپہ سالار عتبہ بزدلي جو مظاهرو ڪري رهيو آهي اهو ٻڌي عامر بن الحضرمي عرب جي دستور جي مطابق ڪپڙا ڦاڙي ڇڏيا ۽ پنهنجي مٿي تي مٽي وجهندي ”واعمراه واعمراه“ جو نعرو هڻڻ شروع ڪيو. ان ڪارروائي ڪفارقريش جي سموري فوج ۾ باھہ ڀڙڪائي ڇڏي ۽ سڄو لشڪر ”خون جو بدلو خون“ جي نعرن سان گونجي اٿيوۃ هر هڪ سپاهي جوش ۾ آپي کان نڪري جنگ جي لاءِ بيتاب ۽ بيقرارٿي ويو عتبہ جڏهن ابو جهل جو طعنو ٻڌو تہ هو بہ ڪاوڙ ۾ ڀرجي ويو ۽ چيو تہ ابو جهل کي چئي ڇڏيو تہ ميدانِ جنگ ٻڌائيندو تہ بزدل ڪير آهي؟ اهو چئي لوھہ جي ٽوپي طلب ڪيائين پر ان جو

متو ايترو تہ وڏو ھو جوڪابہ ٽوپي ان جي متي تي صحيح نہ بيني مجبوراً ان پنھنجي متي تي ڪپڙو ويڙھيو ۽ ھٿيار پائي جنگ جي لاءِ تيار ٿي ويو.[184]

## مجاھدن جي صف آرائي

17 رمضان سن 2ھ جمعي جي ڏينھن حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم مجاھدينِ اسلام کي صف بندي جو حڪم ڏنو سندن ھٿ مبارڪ ۾ ھڪ چڙي ھئي ان جي اشاري سان پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم صفون درست فرمائي رھيا ھئا تہ جئين ڪو بہ شخص اڳيان پويان رھجي نہ وڃي ۽ ھي بہ حڪم فرمائي ڇڏيو تہ سواءِ ذڪر الاھي جي ڪو بہ شخص ڪنھن بہ قسم جو گوڙ ۽ ھُل نہ مچائي عين ان وقت جڏھن جنگ جو نغارو وڄڻ وارو ھو تہ بہ اھڙا واقعا پيش آيا جيڪي نھايت عبرتناڪ ۽ تمام گھڻا نصيحت آموز آھن.

## شڪم مبارڪ کي چمڻ

حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن پنھنجي لٺ مبارڪ سان صفون سڌيون ڪري رھيا ھئا تہ پاڻ ڏٺائون تہ حضرت سواد انصاري رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جو پيٽ صف کان ڪجھ اڳيان نڪتل ھو. پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن پنھنجي چڙي سان انھن جي پيٽ کي زور ڏيندي فرمايو تہ اِسْتَوِ يَا سَوَادُ (اي سواد)سڌو ٿي بيھ. حضرت سواد رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ چيو: يا رسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم! اوھان منھنجي پيٽ تي لٺ ھنئين آھي مون کي اوھان کان ان جو قصاص (بدلو) وٺڻو آھي

---

[184] السيرة النبوية لابن هشام، غزوة بدر الكبري، ص 257

اهو ٻڌي ڪري پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن پنهنجو پهراڻ شريف مٿي کڻي ڪري فرمايو اي سواد! منهنجو شڪم حاضر آهي تون ان تي لٺ هڻي ڪري پنهنجو قصاص وٺي ڇڏ. حضرت سواد رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ ڊوڙي ڪري پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي شڪم مبارڪ کي چمي ورتو ۽ پوءِ انتهائي جذباتي انداز ۾ انتهائي گرم جوشي سان پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي جسم مبارڪ سان چنبڙي پيا پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ارشاد فرمايو: اي سواد! رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ تو ائين ڇو ڪيو؟ عرض ڪيائين يارسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم آئون هن وقت جنگ جي صف ۾ پنهنجو سِرُ تَرِيءَ تي کنيو بيٺو آهيان شايد موت جو وقت اچي ويو هجي هن وقت منهنجي دل ۾ اها خواهش جاڳي پئي تہ ڪاش مرڻ وقت منهنجو جسم اوهان جي جسم اطهر کي ڇُهي وڃي. هي ٻڌي ڪري حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم حضرت سواد رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي انهي جذبہءِ محبت جو قدر فرمائيندي ان جي لاءِ خير و برڪت جي دعا فرمائي ۽ حضرت سواد رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ دربار رسالت ۾ معذرت ڪندي پنهنجو قصاص معاف ڪيو ۽ سيئي صحابہءِ ڪرام عليهم الرضوان حضرت سواد رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي هن عاشقانہ ادا کي حيرت سان ڏسندي ان جو منهن تڪيندا رهجي ويا.[185]

(سيرت ابن هشام غزوهءِ بدر ج 2 ص 626)

## واعدي جي پابندي

اتفاق سان حضرت حذيفہ بن اليمان ۽ حضرت حسيل رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُمَا هي ٻئي صحابي ڪٿان ڪان اچي رهيا هئا تہ رستي ۾ ڪافرن انهن

[185] السيرة النبوية لابن هشام غزوة بدر الكبرىٰ ص 258-259

ٻنهي کي روڪيو تہ توهان ٻئي بدر جي ميدان ۾ حضرت محمد صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن جي مدد ڪرڻ جي لاءِ وڃي رهيا آهيو. انهن ٻنهي انڪار ڪيو ۽ جنگ ۾ شريڪ نہ ٿيڻ جو عهد ڪيو پوءِ ڪافرن انهن ٻنهي کي ڇڏي ڏنو. جڏهن اهي ٻئي بارگاهِ رسالت ۾ حاضر ٿيا ۽ پنهنجو واقعو بيان ڪيو تہ حضور صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن انهن ٻنهي کي جنگي جي صفن مان الڳ ڪري ڇڏيو ۽ ارشاد فرمايو تہ اسان هر حال ۾ واعدي جي پابندي ڪنداسين اسان کي صرف خدا جي مدد کپي ٿي.[186] (مسلم باب الوفا با العهد ج 2 ص 106)

ناظرين ڪرام!غور ڪريو دنيا چاٽي ٿي تہ جنگ جي موقعي تي خصوصاً اهڙي صورت ۾ جڏهن دشمنن جي عظيم الشان لشڪر سان مقابلوهجي هڪ هڪ سپاهي ڪيترو قيمتي هوندو آهي پر ٻنهي جهانن جي تاجدار صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن پنهنجي ڪمزور فوج کي ٻن بهادر ۽ جانباز مجاهدن کان محروم رکڻ پسند فرمايو پر ڪو مسلمان ڪنهن ڪافر سان بہ ڪا بدعهدي ۽ واعدي خلافي ڪري انهيءَ کي گوارا نہ فرمايو.

الله اڪبر! اي اقوام عالَم جا بادشاهو!قسم سان ٻڌايو تہ ڇا توهان جي زندگي جي تاريخ جي وڏن وڏن ڪتابن ۾ ڪو اهڙو چمڪندڙ ورق بہ آهي؟ اي چنڊ ۽ سج جون ڏورانهن ڏسندڙ نظرون! اوهان خدا جي واسطي ٻڌايو! ڇا توهان جي اکين ڪڏهن

[186] صحيح مسلم ڪتاب الجهاد والسير، باب الوفاء باالعهد، الحديث 1787، ص 988

۽ صفحهءِ هستيءَ تي عهد جي پابنديءَ جو اهڙو ڪو مثال ڏنو آهي؟خدا جوقسم! مون کي يقين آهي تہ توهان ان جي جواب ۾ نہ ڪانسواءِ ڪجھ بہ نٿا چئي سگھو .

## ٻئي لشڪر آمهون سامهون

هاڻي اهو وقت آهي جو ميدان بدر ۾ حق ۽ باطل جون ٻئي صفون هڪٻئي جي سامهون بيٺيون آهن قرآن مجيد اعلان ڪري رهيو آهي تہ

قَدْ كَانَ لَكُمْ اٰيَةٌ فِیْ فِئَتَیْنِ الْتَقَتَا ؕ فِئَةٌ تُقَاتِلُ فِیْ سَبِیْلِ اللّٰهِ وَ اُخْرٰی كَافِرَةٌ (پ 3، آل عمران 13)

ترجمو ڪنزالايمان: جيڪي ماڻهو پاڻ ۾ وڙهيا ان ۾ توهان جي لاءِ عبرت جون نشانيون آهن، هڪڙو خدا جي راهہ ۾ وڙهي رهيو هو ۽ ٻيو خدا جو منڪر هو.

حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم مجاهدين اسلام جي صف بندي کان فارغ ٿي مجاهدين جي قرارداد جي مطابق پنهنجي ڇاپري ۾ تشريف وني ويا جيڪو صحابهءِ ڪرام عَلَيْهِمُ الرِّضْوَان جن پاڻ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي نشست (ويهڻ) لاءِ ٺاهيو هو هاڻي ان ڇاپري جي حفاظت جو سوال انتهائي اهم هو ڇوتہ قريش جي ڪافرن جي حملي جو اصل نشانو حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي ذات هئي ڪنهنجي همت نہ پئي ٿي تہ ان ڇاپري جو پهرو ڏي پر انهي موقعي تي بہ پاڻ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي يارِغار حضرت صديق باوقار رَضِیَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ جي ئي قسمت ۾ اها سعادت لکيل هئي جو هو اگهاڙي تلوار

ڪٽي انهي جهوپڙيءَ وٽ ڇمي بيهي رهيا ۽ حضرت سعد بن معاذ رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ ڪجھ انصارن سان گڏ ان جو پهرو ڏيندا رهيا.

(زرقاني ج 1 ص 418)

## دعاءِ نبوي

حضور سرور عالم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم انهي نازڪ گهڙيءَ ۾ جناب باري تعالٰي سان لَو لڳائي بيهي ڪري گريہ وزاري ڪندي ٻانهون ڦهلائي هيءَ دعا گهري رهيا هئا تہ "خداوند عَزَّوَجَلَّ! تو مونسان جيڪو واعدو فرمايو آهي اڄ ان کي پورو فرمائي ڇڏ". "پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن تي ايتري قدر رقت ۽ محويت طاري هئي جو گريہ جي جوش ۾ چادر مبارڪ ڪلهن مبارڪن تان ڪِري ڪري پي پئي پر پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي خبر نہ پوندي هئي. ڪڏهن پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن سجدي ۾ مٿو رکي ڪري هن طرح دعا گهرن پيا تہ "الٰهي عَزَّوَجَلَّ! جيڪڏهن هي چند ماڻهو قتل ٿي ويا تہ پوءِ قيامت تائين زمين تي تنهنجي عبادت ڪرڻ وارو نہ رهندو."[187]

(سيرت ابن هشام ج 2 ص 627)

حضرت ابو بڪر صديق رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جا يارِ غار هئا پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي ائين بيقرار ڏسي سندن جي دل جو سڪون ۽ قرار ڦٽي ويو ۽ انهن تي رقت طاري ٿي وئي انهن چادر مبارڪ ڪٽي پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي مبارڪ ڪلهن تي وڌي ۽ پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو هٿ مبارڪ جهلي پريل

---

[187] السيرة النبوية غزوة بدر الكبرٰي ص 259 و المواهب اللدنية والزرقاني غزوة بدر الكبرٰي ج 2 ص 279.278

آواز ۾ تمام ادب سان عرض ڪيائون ته حضور(صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم) هاڻي بس ڪريو خدا عَزَّوَجَلَّ ضرور پنهنجو واعدو پورو فرمائيندو.

پنهنجي يارِ غار صديق جانثار رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ جي ڳالهه مڃي ڪري پاڻ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن دعا ختم ڪئي ۽ پاڻ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي زبان مبارڪ تي هن آيت جو ورد جاري ٿي ويو ته

سَيُهْزَمُ الْجَمْعُ وَ يُوَلُّوْنَ الدُّبُرَ ﴿۴۵﴾ (پ 27. القمر: 45)

ترجمو: ڪنزالايمان: جلدئي (ڪافرن) جي فوج کي شڪست ڏني ويندي ۽ هو پُٺي ڦيري ڀڄي ويندا.

پاڻ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن بار بار ان آيت کي پڙهندا رهيا جنهن ۾ فتح مبين جي بشارت جي طرف اشارو هو.

## جنگ ڪهڙي طرح شروع ٿي

جنگ جي ابتدا هن طرح ٿي جو سڀ کان پهرين عامر بن الحضرمي جيڪو پنهنجي مقتول ڀاءُ عمرو بن الحضرمي جي خون جو بدلو وٺڻ جي لاءِ بيقرار هو جنگ جي لاءِ اڳيان وڌيو ۽ ان جي مقابلي لاءِ حضرت عمر رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ جا غلام حضرت مهجع رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ ميدان ۾ نڪتا ۽ وڙهندي وڙهندي شهادت سان سرفراز ٿي ويا پوءِ حضرت حارثه بن سراقه انصاري رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ حوض مان پاڻي پي رهيا هئا ته اوچتو انهن کي ڪافرن جو هڪ تير لڳو ۽ هو شهيد ٿي ويا.[188] (سيرت ابن هشام ج 2 ص 627)

[188] السيرة النبوية لابن هشام غزوة بدر الڪبرٰي ص 259

## حضرت عمير (رَضِىَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ) جو شوقِ شهادت

حضور اقدس صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جڏهن جوشِ جهاد جو واعظ فرمائيندي هي ارشاد فرمايو تہ اي مسلمانو! انهي جنت جي طرف وڌندا هلو جنهن جي ويڪرائي آسمان ۽ زمين جي برابر آهي تہ حضرت عمير بن الحمام انصاري رَضِىَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ چوڻ لڳا تہ يا رسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ڇا جنت جي ويڪرائي زمين ۽ آسمان جي برابر آهي؟ ارشاد فرمايائون تہ ها. اهو ٻڌي ڪري حضرت عمير رَضِىَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ چيو "واه واه" پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن پڇيو تہ اي عمير رَضِىَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ تو "واه واه" ڇو چيو؟ عرض ڪيائين تہ يارسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فقط ان اميد تي تہ آئون بہ جنت ۾ داخل ٿي وڃان. پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن خوشخبري ٻڌائيندي ارشاد فرمايو تہ اي عمير رَضِىَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ! تون بيشڪ جنتي آهين حضرت عمير رَضِىَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ ان وقت کجور کائي رهيا هئا اها بشارت ٻڌي خوشي وچان کجورون اڇلائي ڪري اٿي بيٺا ۽ هڪدم تلوار کڻي ڪافرن جي لشڪر تي ٽٽي پيا ۽ جانبازي سان وڙهندي شهيد ٿي ويا[189].

(مسلم كتاب الجهاد باب سقوط فرض الجهاد عن المعذورين ج 2 ص 139)

## ڪافرن جو سپہ سالار ماريو ويو

ڪافرن جو سپہ سالار عتبہ بن ربيعہ پنهنجي سيني تي اُٺ پکيءَ جو پَر لڳائي پنهنجي ڀاءُ شيبہ بن ربيعہ ۽ پنهنجي پٽ وليد بن عتبہ کي ساڻ ڪري ڪاوڙ ۾ ڦوڪجي پنهنجي صف مان ٻاهر

---

[189] صحيح مسلم كتاب الامارة ثبرت الجنة للشهيد الحديث 1901 ص 1053 تفصيلاً

نڪري مقابلي جي دعوت ڏيڻ لڳو اسلامي صفن مان حضرت عوف ۽ حضرت معاذ ۽ حضرت عبداللّٰه بن رواحه رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُم مقابلي لاءِ نڪتا عتبه انهن جا نالا ۽ نسب پڇيو جڏهن خبر پئي ته هي ماڻهو انصاري آهن ته عتبه چيو اسان کي توهان سان ڪو مطلب ناهي. پوءِ عتبه وڏي آواز ۾ رڙ ڪندي چيو اي محمّد صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم هي ماڻهو اسان جي جوڙ جا ناهن اشراف قريش کي اسان سان وڙهڻ لاءِ ميدان ۾ موڪليو. حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن حضرت حمزه حضرت علي ۽ حضرت عبيده رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُم کي حڪم ڏنو ته توهان انهن جي مقابلي لاءِ نڪرو پوءِ اهي ٽئي بهادرانِ اسلام ميدان ۾ نڪتا. جيئن ته انهن ٽنهي کي حضرات مٿي تي خود (لوهي ٽوپي) پهريل هئا جنهن سان انهن جا منهن ڍڪجي ويا هئا، انهي لاءِ عتبه انهن کي نه سڃاتو ۽ پڇيو ته توهان ڪير آهيو؟ جڏهن انهن ٽنهي پنهنجا نالا ۽ نسب ٻڌايو ته عتبه چيو ته ”ها هاڻي اسان جو جوڙ آهي“. جڏهن انهن ۾ جنگ شروع ٿي ته حضرت حمزه، حضرت علي ۽ حضرت عبيده رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُم پنهنجي ايماني شجاعت جو اهڙو ته مظاهرو ڪيو جو بدر جي زمين ڏُڏِي وئي ۽ ڪافرن جون دليون دهلجي ويون ۽ انهن جي جنگ جو انجام هي ٿيو ته حضرت حمزه رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ عتبه جو مقابلو ڪيو ٻئي انتهائي بهادري سان وڙهندا رهيا پر آخر ڪار حضرت حمزه رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ پنهنجي تلوار جي وارن سان ماري ماري عتبه کي زمين تي ڍير ڪري ڇڏيو، وليد حضرت علي رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ سان جنگ ڪئي ٻنهي هڪٻئي تي وڏي وڏي ڪري قاتلانه حملا ڪيا ۽ خوب وڙهيا پر

اسدالله الغالب جي ذوالفقار وليد کي ماري وِڌو ۽ هو ذلت سان قتل ٿي ويو. پر عتبہ جي پاءُ شيبہ حضرت عبيده رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ کي اهڙي طرح زخمي ڪري وڌو جو هو زخمن جا تاب نہ سهندي زمين تي ويهي رهيا اهو منظر ڏسي ڪري حضرت علي رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ اڳتي وڌي شيبہ کي قتل ڪري ڇڏيو ۽ حضرت عبيده رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ کي پنهنجي ڪلهي تي کڻي بارگاه رسالت صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۾ آندائون انهن جي پِني ٽٽي ڪري چور چور ٿي وئي هئي ۽ نَريَ جو گودو وهي رهيو هو انهي حالت ۾ عرض ڪيائون تہ يا رسول الله صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ڇا آئون شهادت کان محروم رهيس؟ ارشاد فرمايائون تہ نہ هرگز نہ! بلڪ تون شهادت سان سرفراز ٿي وئين حضرت عبيده رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ عرض ڪيو يارسول الله صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جيڪڏهن اڄ اوهان جا ۽ منهنجا چاچا ابو طالب زنده هجن ها تہ اهي مڃي وٺن ها تہ انهن جي هن شعر جو آئون مصداق آهيان تہ

وَنُسْلِمُهٗ حَتّٰى نُصَرَّعَ حَوْلَهٗ　　وَنَذْهَلُ عَنْ اَبْنَآئِنَا وَالْحَلَآئِلِ

يعني اسان محمّد صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي تڏهن دشمنن جي حوالي ڪنداسين جڏهن اسان انهن جي چوڌاري وڙهندي وڙهندي ڪيرايا وڃون ۽ اسان پنهنجن پٽن زالن کي وساري ويهنداسين.[190]

(ابوداوئود ج 2 ص 36 مطبع نامي و زرقاني علي المواهب ج 1 ص 418)

---

[190] المواهب اللدنيہ و شرح الزرقاني.غزوة بدر الڪبرٰي ج 2 ص 273-276

## حضرت زبير رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنۡهُ جي تاريخي برڇي

انهيءَ کانپوءِ سعيد بن العاص جو پٽ ”عبيده“ مٿي کان پيرن تائين لوھ جي لباس ۾ هٿيارن ڍڪيل صف مان ٻاهر نڪتو ۽ ھي چئي ڪري اسلامي لشڪر کي للڪارڻ لڳو تہ ”آئون ابو ڪرش“ آهيان. انهيءَ جي اها مغرورانہ للڪار ٻڌي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جا ڦپات حضرت زبير بن العوام رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنۡهُ جوش ۾ اچي ويا ۽ پنهنجي برڇي (نيزو) کڻي مقابلي لاءِ نڪتا پر ھي ڏٺائون تہ هن جي اکين کان سواءِ جسم جو ڪوبہ اهڙو حصو نہ آهي جيڪو لوھ سان ڍڪيل نہ هجي. حضرت زبير رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنۡهُ نشانو وٺي هن جي اک ۾ اهڙو زور سان برڇي هنئي جو ھو زمين تي ڪريو ۽ مري ويو. برڇي هن جي اک کي چيريندي کوپڙي جي هڏي ۾ کپي وئي هئي. حضرت زبير رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنۡهُ هن جي لاش تي پير رکي پوري طاقت سان ڇڪيو تہ وڏي مشڪل سان برڇي نڪتي پر هن جو مٿو مڙي ڪري وڪڙ کائي ويو ھي برڇي هڪ تاريخي يادگار بڻجي سالن تائين تبرڪ بڻي رهي. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن حضرت زبير رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنۡهُ کان اها برڇي طلب فرمائي ورتي ۽ انهيءَ کي هميشہ پاڻ وٽ رکيو. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کانپوءِ چئني خلفاءِ راشدين رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنۡهُم وٽ منتقل ٿيندي رهي پوءِ حضرت زبير رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنۡهُ جي فرزند حضرت عبدالله بن زبير رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنۡهُ وٽ آئي ايستائين جو 73ھ ۾ جڏهن بنو اميہ جي ظالم گورنر حجاج

بن يوسف ثقفي انهن کي شهيد ڪري ڇڏيو ته اها ٻڙيچي ٻنو اميه جي قبضي ۾ هلي وئي انهي ڪانپوءِ گم ٿي وئي[191].

(بخاري غزوهٔ بدر ج 2 ص 570)

## ابو جهل ذلت سان ماريو ويو

حضرت عبد الرحمٰن بن عوف رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ جو بيان آهي ته آئون صف ۾ بيٺل هيس ۽ منهنجي ساڄي ڪابي ٻه ننڍي عمر جا ڇوڪرا بيٺل هئا هڪڙي آهستي پڇيو ته چاچا جان! جا اوهان ابو جهل کي سڃاڻو ٿا؟ مون ان کي چيو جو پائيتا! توکي ابو جهل ۾ کهڙو ڪم آهي؟ هن چيو ته چاچا جان! مون خدا سان هي عهد ڪيو آهي ته آئون ابو جهل کي جتي ڏسندس يا ته ان کي قتل ڪري ڇڏيندس يا پاڻ وڙهندي وڙهندي مارجي ويندس ڇو ته هو الله عزوجل جي رسول صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن جو سڀ کان وڏو دشمن آهي. حضرت عبدالرحمٰن رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ چون ٿا ته آئون حيرت سان ان نوجوان جو منهن ڏسي رهيو هئس ته ٻئي نوجوان ٻه مون کي ائين چيو ايتري ۾ ابو جهل تلوار لهرائيندو سامهون اچي ويو ۽ مون اشاري سان ٻڌائي ڇڏيو ته ابو جهل اهو ئي آهي. بس پوءِ ڇا ٿيو، هي ٻئي ڇوڪرا تلوارون ڪڍي ان تي اهڙي طرح جهپٽيا جئين باز پنهنجي شڪار ڏانهن جهپٽندو آهي ٻنهي پنهنجن تلوارن سان ماري ماري ابو جهل کي زمين تي ڪيرائي ڇڏيو. هي ٻئي ڇوڪرا حضرت معوّذ ۽ حضرت معاذ رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُمَا هئا جيڪي ”عفراء“ جا پٽ هئا ابو جهل جي پٽ عڪرمه پنهنجي پيءُ جي قاتل حضرت معاذ رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ تي حملو ڪري ڏنو ۽ پنيان

---

[191] صحيح البخاري ڪتاب المغازي باب 12 الحديث 3998 ج 3 ص 18

ڪان انهن جي ڪاٻي ڪلهي تي تلوار هنئي جنهن سان انهن جي ٻانهن ڪٽجي وئي پر ٿوري کل باقي رهجي وئي ۽ هٿ لڙڪڻ لڳو حضرت معاذ رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ عڪرمه جو پيڇو ڪيو ۽ پري تائين ڊوڙايو پر عڪرمه ڀڄي نڪتو ۽ بچي ويو حضرت معاذ رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ انهي حالت ۾ به وڙهندا رهيا پر ڪٽيل هٿ جي لڙڪڻ سان زحمت ٿي رهي هئي ته هنن پنهنجي ڪٽيل هٿ کي پير سان دٻائي ڪري زور سان ڇڪيو ته کل کان ڌار ٿي ويو۽ پوءِ آزاد ٿي ڪري هڪ هٿ سان وڙهندا رهيا. حضرت عبدالله بن مسعود رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ ابو جهل جي پرسان گذريا ان وقت ابو جهل ۾ زندگي جي ڪجھ ڏِري باقي هئي حضرت عبدالله بن مسعود رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ ان جي ڳچي پنهنجي پيرن سان لتاڙيندي فرمايو ته تون ئي ”ابو جهل آهين ٻڌاءِ اڄ توکي الله تعالٰي ڪيڏو نه خوار ڪيو آهي.“ ابو جهل ان حالت ۾ به غرور مان هي چيو ته تنهنجي لاءِ هي ڪو وڏو ڪارنامو نه آهي منهنجو قتل ٿي وڃڻ انهي کان وڌيڪ ڪونهي جو هڪ ماڻهوءَ کي ان جي قوم قتل ڪري ڇڏيو، ها! مون کي ان جو افسوس آهي ته ڪاش مون کي هارين کان علاوه ڪو ٻيو قتل ڪري ها. حضرت معوّذ ۽ حضرت معاذ رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْھُمَا جيئن ته اهي ٻئي انصار هئا ۽ انصار بني ٻاري جو ڪم ڪندا هئا ۽ قبيلي قريش جا ماڻهو هارين کي تمام حقارت جي نظر سان ڏسندا هئا انهي لاءِ ابو جهل هارين جي هٿان قتل ٿيڻ کي پنهنجي لاءِ قابل افسوس ٻڌايو. جنگ ختم ٿي وڃڻ کانپوءِ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم حضرت عبدالله بن مسعود رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ کي ساڻ وٺي جڏهن ابوجهل جي لاش وٽان گذريا ته لاش جي طرف اشارو ڪري فرمايو ته، ابو جهل هن زماني جو فرعون آهي پوءِ عبدالله بن مسعود رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ

ابو جهل جي مُنڊي ڪَٽي ٻنهي جهانن جي تاجدار صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي قدمن ۾ رکي ڇڏي[192]. (بخاري غزوهء بدر و دلائل النبوة ج 2 ص 173)

## ابوالبختري جو قتل

حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جنگ شروع ٿيڻ کان اڳ ئي هي فرمائي ڇڏيو هو ته ڪجھ ماڻهوڪافرن جي لشڪر ۾ اهڙا به آهن جن کي مڪي جا ڪافر زوريء وٺي آيا آهن اهڙن ماڻهن کي قتل نه ڪرڻ ڪيپي انهن ماڻهن جا نالا به حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ٻڌائي ڇڏيا هئا انهن ئي ماڻهن مان ابو البختري به هو جيڪو پنهنجي خوشي سان مسلمانن سان وڙهڻ لاءِ نه آيو هو بلڪ قريش جا ڪافر هن کي زبردستي وٺي آيا هئا. عين جنگ جي حالت ۾ حضرت مجذر بن ذياد رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي نظر ابو البختري تي پئي جيڪو پنهنجي هڪ گهري دوست جناده بن مليحه سان گڏ گهوڙي تي سوار هو حضرت مجذر بن ذياد رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ فرمايو اي ابو البختري! جيئن ته حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن اسان کي تنهنجي قتل کان منع فرمايو آهي انهي ڪري آئون توکي ڇڏيان ٿو. ابو البختري چيو منهنجي ساٿي ابو جناده جي باري ۾ تون ڇا ٿو چئين؟ ته حضرت مجذر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ صاف صاف چئي ڏنو ته هن کي اسان زنده نٿا ڇڏي سگهون. اهو ٻڌي ابوالبختري جذبات ۾ اچي ويو ۽ چيو ته آئون عرب جي عورتن جو اهو طعنو برداشت نٿو ڪري سگهان ته ابو البختري پنهنجي جان بچائڻ لاءِ پنهنجي ساٿي کي اڪيلو ڇڏي ڏنو. اهو چئي ابو البختري رجز جو هي شعر پڙهيو ته.

---

[192] صحيح البخاري ڪتاب مغازي باب 10 الحديث 3988 ج 3 ص 14 و ڪتاب فرض الخمس باب من لم يخمس الاسلاب الخ الحديث 3141 ج 2 ص 356

لَنْ يُّسْلِمَ ابْنُ حُرَّةٍ زَمِيْلَهٗ حَتّٰى يَمُوْتَ اَوْ يَرٰى سَبِيْلَهٗ

يعني هڪ شريف زادو ڪڏهن بہ هرگز پنهنجي ساٿي کي ننڍو ڇڏي سگهي جيستائين مري نہ وڃي يا پنهنجو رستو نہ ڏسي[193].

## اُميہ جي هلاڪت

اميّہ بن خلف تمام وڏو دشمنِ رسول هو . جنگ بدر ۾ جڏهن ڪفر ۽ اسلام جا ٻئي لشڪر هڪٻئي جي سامهون ٿيا تہ اميّہ بن خلف پنهنجن پراڻن تعلّقات جي بنياد تي حضرت عبدالرحمٰن بن عوف رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ سان چنبڙي پيو تہ منهنجي جان بچايو حضرت عبدالرحمٰن بن عوف رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي رحم اچي ويو ۽ پاڻ چاهيو تہ اميّہ بچي ڪري نڪري پچي وڃي پر حضرت بلال رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ اميّہ کي ڏسي ورتو. حضرت بلال رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جڏهن اميّہ جو غلام هو تہ اميّہ ان کي تمام گهڻو ستايو هو انهي لاءِ جوشِ انتقام ۾ حضرت بلال رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ انصارن کي پڪاريو انصاري ماڻهو يڪدم ٽٽي پيا، حضرت عبدالرحمٰن بن عوف رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ اميّہ کي چيو تہ زمين تي ليٽي پئہ تہ هو ليٽي پيو حضرت عبدالرحمٰن بن عوف رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ ان کي بچائڻ جي لاءِ ان جي مٿان ليٽي ان کي لڪائڻ لڳا پر حضرت بلال رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ ۽ انصارن رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُم ان جي ٽنگن جي اندر هٿ وجهي ۽ بغل ۾ تلوار گهپائي گهپائي قتل ڪري ڇڏيو[194].

(بخاري ج 1 ص 308 اذا و ڪل المسلم حربيًا)

---

[193] السيرة النبوية لابن هشام غزوة بدر الڪبرٰي ص 260

[194] صحيح البخاري ڪتاب الرڪالة اذا و ڪل المسلم حربيًا..... الخ الحديث 2301 ج 2 ص 78

## فرشتن جي فوج

جنگ بدر ۾ الله تعاليٰ مسلمانن جي مدد جي لاءِ آسمان تان فرشتن جو لشڪر لاهي ڇڏيو هو پهرين هڪ هزار فرشتا آيا پوءِ ٽي هزار ٿي ويا انهي کانپوءِ پنج هزار ٿي ويا[195].

(قرآن سورة آل عمران و انفال)

جڏهن گهمسان جو رڻ متو تہ فرشتا ڪنهن کي نظر نہ ٿي آيا پر انهن جي حملي ۽ وارَ جا اثرصاف نظر اچڻ لڳا. ڪجهہ ڪافرن جي نڪ ۽ منهن تي ڪوڙن جي مار جا نشان نظرتي آيا تہ ڪٿي بغير تلوار هڻڻ جي سسي ڪپجي هيٺ ڪرندي نظر پئي آئي. هي آسمان تان اچڻ واري ملائڪن جي فوج جا ڪارناما هئا.

## ڪافرن هٿيار ڦٽا ڪري ڇڏيا

عتبہ، شيبہ، ابو جهل وغيره قريش جي ڪافرن جي سردارن جي مارجي وڃڻ سان مڪي جي ڪافرن جي چيلهہ ڀڄي ٿي وئي ۽ انهن جا پير اکڙي ويا ۽ هو هٿيار ڦٽا ڪري ڀڄي نڪتا ۽ مسلمانن انهن کي گرفتار ڪرڻ شروع ڪري ڏنو.

انهي جنگ ۾ ڪافرن جا ستر ماڻهو قتل ۽ ستر ماڻهو گرفتار ٿيا. ٻيا پنهنجو سامان ڇڏي ڀڄي ويا انهيءَ جنگ ۾ مڪي جي ڪافرن کي اهڙي زبردست شڪست ٿي جو انهن جي فوجي طاقت ئي ختم ٿي وئي. قريش جي ڪافرن جا وڏاوڏا سردار جيڪي بهادري ۽ سپاهہ گري جي فن ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئا هڪ هڪ ڪري سڀ موت جي ور چاڙهيا ويا انهن ناليوارن ۾ عتبہ،

[195] المواهب اللدنية مع شرح الزرقاني غزوة بدر الكبرٰي ج 2 ص 286

شيبہ، ابوجهل، ابوالبختري، زمعہ، عاص بن هشام، اميہ بن خلف، منبہ بن الحجاج، عقبہ بن ابي معيط، نضر بن الحارث وغيره قريشن جي متي جا تاج هئا اهي سڀ مارجي ويا [196].

## شهداءِ بدر

جنگِ بدر ۾ ڪل 14 مسلمانن شهادت ماڻي جن مان 6 مهاجر ۽ 8 انصار هئا. شهداءِ مهاجرين جا نالا هي آهن (1) حضرت عبيده بن الحارث (2) حضرت عمير بن ابي وقاص (3) حضرت ذوالشمالين عمير بن عبد عمرو (4) حضرت عاقل بن ابي بڪير (5) حضرت مهجع (6) حضرت صفوان بن بيضاء ۽ انصارن جي نالن جي فهرست هي آهي: (7) حضرت مبشر بن عبدالمنذر(8) حضرت حارثہ بن سراقہ (9) حضرت معوذ بن عفراء (10) حضرت سعد بن خيثمہ (11) حضرت عمير بن حمام(12) حضرت رافع بن معلّي (13) حضرت عوف بن عفراء (14) حضرت يزيد بن حارث[197]. رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُم اَجْمعِيْن. (زرقاني ج 1 ص 444 و ص 445)

انهن شهداءِ بدر مان تيرنهن حضرات تہ ميدانِ بدر ۾ ئي دفن ٿيا پر حضرت عبيده بن حارث رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ چوتہ بدر کان واپسي تي منزل ”صفراء“ ۾ وفات ڪئي ان لاءِ انهن جي قبر شريف منزل ”صفراء“ ۾ آهي[198]. (زرقاني ج 1 ص 445)

---

[196] المواهب اللدنية مع شرح الزرقاني غزوة بدر الكبرٰي ج 2 ص 328 ملخصًا و السيرة النبوية لابن هشام غزوة بدر الكبرٰي ص 267

[197] المواهب اللدنية و الزرقاني غزوة بدر الكبرٰي ج 2 ص 327.326.325 ملتقطًا

[198] شرح الزرقاني علي المواهب غزوة بدر الكبرٰي ج 2 ص 325

## بدر جي کڏ

حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو هميشہ اهو طرزعمل رهيو تہ جڏهن بہ ڪٿي ڪو لاش نظر ايندو هو تہ پاڻ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ان کي دفن ڪرائي ڇڏيندا هئا. پر جنگ بدر ۾ قتل ٿيڻ وارن ڪافرن جو تعداد جيئن تہ تمام گهڻو هو تنهنڪري سيني کي الڳ الڳ دفن ڪرڻ تمام ڏکيو ڪم هو. انڪري سيني لاشن کي پاڻ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن بدر جي هڪ کڏ ۾ اڇلڻ جو حڪم فرمايو. پوءِ صحابہءِ ڪرام عَلَيْهِمُ الرِّضْوَان سيني لاشن کي گهلي گهلي کڏ ۾ اڇلايو، اميہ بن خلف جو لاش سُجي ويو هو، صحابہءِ ڪرام عليهم رضوان ان کي گهلڻ چاهيو تہ ان جا عضوا الڳ الڳ ٿيڻ لڳا انڪري ان جو لاش اتي ئي مٽي ۾ دٻايو ويو.[199]

(بخاري ڪتاب المغازي باب قتل ابي جهل ج 2 ص 566)

## ڪافرن جي لاشن کي خطاب

جڏهن ڪافرن جا لاش بدر جي کڏ ۾ اڇلائجي چڪا تہ حضور سرور عالم صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن انهيءَ کڏ جي ڪناري تي بيهي انهن قتل ٿيندڙن جا نالا وٺي ڪري هينئن چيو اي عتبہ بن ربيعہ! اي شيبہ بن ربيعہ! اي فلاڻا! اي فلاڻا! ڇا توهان ماڻهن پنهنجي رب جي واعدي کي سچو ڏٺو؟ اسان تہ پنهنجي رب جي واعدي کي بلڪل نيڪ نيڪ سچ ڏٺو. حضرت عمر فاروق رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ جن جڏهن ڏٺو تہ حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ڪافرن جي لاشن سان خطاب فرمائي رهيا آهن تہ انهن کي تمام گهڻو تعجب

---

[199] المواهب اللدنية و الزرقاني غزوة بدر الڪبرٰي ج 2 ص 303

ٿيو پوءِ انهن عرض ڪيو تہ يا رسول الله صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ڇا توهان انهن بغير روح جي جسمن سان خطاب فرمائي رهيا آهيو؟ اهو ٻڌي ڪري حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ارشاد فرمايو تہ اي عمر!(رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ) خدا جو قسم جنهن جي قبضيءَ قدرت ۾ منهنجي جان آهي توهان (زنده ماڻهو) منهنجي ڳالهہ کي هنن کان وڌيڪ نٿا ٻڌي سگهو پر ايترو آهي جو هي مڙدا جواب نٿا ڏئي سگهن.[200]

(بخاري ج 1 ص 183 باب ما جآء في عذاب القبر و بخاري ج 2 ص 566)

## ضروري تنبيهہ

بخاري وغيره جي انهيءَ حديث مان هي مسئلو ثابت ٿئي ٿو تہ جڏهن ڪافرن جا مڙدا زنده ماڻهن جي ڳالهہ ٻڌن ٿا تہ پوءِ مومنين خصوصًا اولياء، شهداء، انبياء عليهم السلام وفات ڪانپوءِ يقينًا اسان زنده ماڻهن جو سلام و ڪلام ۽ اسان جون فريادون ٻڌن ٿا ۽ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جڏهن ڪافرن جي مڙدا لاشن کي سڏيو تہ پوءِ خدا جي پيارن ٻانهن يعني ولين شهيدن ۽ نبين کي انهن جي وفات ڪانپوءِ سڏڻ ڀلا ڇو نہ جائز ۽ درست هوندو؟ انهيءَ لاءِ تہ حضور اڪرم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جڏهن مديني جي قبرستان ۾ تشريف وٺي ويندا هئا تہ قبرن جي طرف پنهنجو رُخ انور ڪري هينئن فرمائيندا هئا تہ:

اَلسَّلَامُ عَلَيْكُمْ يَا اَهْلَ الْقُبُوْرِ يَغْفِرُ اللّٰهُ لَنَا وَلَكُمْ اَنْتُمْ سَلَفُنَا وَنَحْنُ بِالْاَثَرِ[201]

(مشڪٰوة باب زيارة القبور ص 154)

---

[200] صحيح البخاري ڪتاب المغازي باب قتل ابي جهل الحديث 3976 ج 3 ص 11 والمواهب اللدنية والزرقاني باب غزوة بدر الڪبرٰي ج 2 ص 305_307

[201] مشڪٰوة المصابيح ڪتاب الجنائز باب زيارة القبور الفصل الثاني الحديث 1765 ج 1 ص 334

يعني ”اي قبر وارو! توهان تي سلام هجن خدا توهان جي ۽ اسان جي مغفرت فرمائي توهان اسان کان پهريان هليا ويا ۽ اسان توهان کان بعد اچڻ وارا آهيون“ ۽ حضور صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن پنهنجي امت کي بہ اهو ئي حڪم ڏنو آهي ۽ صحابہٴ ڪرام عَلَيْهِمُ الرِّضْوَان جن کي ان جي تعليم ڏيندا هئا تہ جڏهن توهان قبرن جي زيارت لاءِ وڃو تہ

اَلسَّلَامُ عَلَيْكُمْ اَهْلَ الدِّيَارِ مِنَ الْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُسْلِمِيْنَ وَاِنَّا اِنْ شَآءَ اللّٰهُ بِكُمْ لَلَاحِقُوْنَ نَسْأَلُ اللّٰهَ لَنَا وَلَكُمُ الْعَافِيَةَ[202]

(مشڪٰوة باب زيارة القبور ص 154)

انهن حديثن مان ظاهر آهي تہ مڙدا زنده جو سلام و ڪلام ٻڌن ٿا ورنہ ظاهر آهي جيڪي ماڻهو ٻڌن ئي ڪونہ ٿا انهن کي سلام ڪرڻ مان ڇا فائدو؟

## مديني ڏانهن واپسي

فتح ڪانپوءِ ٽي ڏينهن حضور صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن بدر ۾ قيام فرمايو پوءِ سڀ مالِ غنيمت ۽ ڪافر قيدين کي ساڻ ڪري روانا ٿيا جڏهن وادي ”صفراء“ ۾ پهتا تہ مالِ غنيمت کي مجاهدن ۾ تقسيم فرمائي ڇڏيو.

حضرت عثمان غني رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْہُ جي گهرواري حضرت بيبي رقيّہ رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْهَا جيڪي حضور صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن جون صاحبزاديون آهن جنگ بدر جي موقعي تي بيمار ٿي پيون ان لاءِ حضور صَلَّی اللّٰہ

[202] مشڪٰوة المصابيح ڪتاب الجنائز باب زيارة القبور الفصل الاول الحديث 1764 ج 1 ص 333

تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن حضرت عثمان غني رَضِىَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي صاحبزاديءَ جي تيمارداريءَ لاءِ مديني ۾ رهڻ جو حڪم ڏئي ڇڏيو هو انڪري هو جنگ بدر ۾ شريڪ نہ ٿي سگهيا پر حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن مال غنيمت مان انهن کي بہ مجاهدين بدر جي برابر ئي حصو ڏنو ۽ برابر اجر و ثواب جي بشارت بہ ڏني انهيءَ لاءِ حضرت عثمان غني رَضِىَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جن کي بہ اصحابِ بدر جي فهرست ۾ شمار ڪيو ويندو آهي[203].

## مجاهدين بدر جو استقبال:

حضور اڪرم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن فتح ڪانپوءِ حضرت زيد بن حارثہ رَضِىَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي فتح مبين جي خوشخبري ٻڌائڻ جي لاءِ مديني روانو ڪري ڇڏيو هو. تنهنڪري حضرت زيد بن حارثہ رَضِىَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ اها خوشخبري ڪٺي جڏهن مديني پهتا تہ تمام اهل مدينہ جوشِ مسرت سان حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي آمد جي انتظار ۾ بيقرار رهڻ لڳا ۽ جڏهن تشريف آوري جي خبر پهتي تہ اهل مدينہ اڳيان وڌي ڪري مقام "روحآء" ۾ پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو پرجوش استقبال ڪيو[204]. (ابن هشام ج 2 ص 643)

## قيدين سان سلوڪ

مڪي جا ڪافر جڏهن جنگي قيدي ٻڌجي مديني ۾ آيا تہ انهن کي ڏسڻ جي لاءِ تمام وڏو مجمعو گڏ ٿي ويو ۽ ماڻهو انهن کي ڏسي ڪري ڪجهہ نہ ڪجهہ چوندا رهيا حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن

[203] السيرة النبوية لابن هشام من حضر بدرًا..... الخ ص 282
[204] السيرة النبوية لابن هشام غزوة بدر الكبرٰي ص 267 ملتقطًا و ملخصًا

جي زوجه محترمه حضرت بيبي سوده رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا انهن قيدين كي ڏسڻ جي لاءِ تشريف کڻي آيون ۽ ھي ڏٺو تہ انهن قيدين ۾ انهن جو ھڪ ويجهو مائٽ ”سهيل“ بہ آھي تہ پاڻ اوچتو چئي ڏنو تہ ”اي سهيل تو بہ عورتن وانگر زنجيرون پائي ڇڏيون توکان ھي نہ ٿي سگهيو جو بهادرن وانگر وڙھندي قتل ٿي وڃين ھا“[205].

(سيرت ابن هشام ج 2 ص 645)

انهن قيدين کي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن صحابہءِ ڪرام عَلَيْهِمُ الرِّضْوَان ۾ ورھائي ڇڏيو ۽ ھي حڪم ڏنو تہ انهن قيدين کي آرام سان رکيو وڃي. تنهنڪري بہ بہ، چار چار، قيدي صحابہ جي گهرن ۾ رهڻ لڳا ۽ صحابہ انهن سان ھي حسن سلوڪ ڪيو تہ انهن کي گوشت ماني وغيره حسب حال سنو کاڌو کارائيندا ھئا ۽ پاڻ ڪجوري کائي گذارو ڪري ڇڏيندا ھئا[206]. (ابن هشام ج 2 ص 646)

قيدين ۾ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي چاچي حضرت عباس جي بدن تي ڪپڙو نہ ھو پر ھو ايترا ڊگها ھئا جو ڪنهنجو بہ ڪپڙو انهن کي صحيح طرح نہ پيئي آيو. عبداللّٰہ بن اُبي (منافقن جو سردار) جيئن تہ قد ۾ انهن جي برابر ھو انهيءَ لاءِ ان پنهنجو ڪپڙو انهن کي پارائي ڇڏيو. بخاري ۾ ھي روايت آھي تہ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن عبداللّٰہ بن ابي جي ڪفن جي لاءِ جيڪو

---

[205] السيرة النبوية لابن هشام غزوة بدر الكبرٰي ص 265_266 ملتقطًا

[206] السيرة النبوية لابن هشام غزوة بدر الكبرٰي ص 267

پنهنجو پهراڻ شريف عطا فرمايو هو اهو انهيءَ احسان جو بدلو هو[207]. (بخاري باب الكسوة للاساري ج 1 ص 422)

## اسيران جنگ جو انجام

انهن قيدين جي باري ۾ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن صحابهِ ڪرام عَلَيْهِمُ الرِّضْوَان سان مشورو فرمايوتہ انهن سان ڪهڙو سلوڪ ڪيو وڃي تہ حضرت عمر رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ اها راءِ ڏني تہ انهن سيني دشمنانِ اسلام کي قتل ڪرڻ گهرجي ۽ اسان مان هر شخص پنهنجي پنهنجي ويجهي مائٽ کي پنهنجي هٿ سان قتل ڪري پر حضرت ابو بڪر صديق رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ هي مشورو ڏنو تہ آخر هي سڀ ماڻهو پنهنجا عزيز مائٽ ئي آهن تنهنڪري انهن کي قتل نہ ڪيو وڃي بلڪ انهن ماڻهن کان بطور فديہ ڪجهہ رقم وٺي ڪري انهن سيني کي آزاد ڪري ڇڏجي، هن وقت مسلمانن جي مالي حالت تمام ڪمزور آهي فديي جي رقم سان مسلمانن جي مالي امداد ٿي ويندي ۽ شايد الله تعاليٰ آئنده انهن کي اسلام جي توفيق نصيب فرمائي. حضور رحمت عالم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن حضرت ابو بڪر صديق رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي سنجيده راءِ کي پسند فرمايو ۽ انهن قيدين کان چار چار هزار درهم فديو وٺي انهن ماڻهن کي ڇڏيو ويو. جيڪي ماڻهو مفلسي جي ڪري فديو نٿي ڏئي سگهيا اهي ائين بنا فديي جي ڇڏي ڏنا ويا. انهن قيدين مان

---

[207] صحيح البخاري ڪتاب الجهاد والسير.باب الكسوة للساري الحديث 3008 ج 2 ص 313

جيڪي لکڻ ڄاڻندا هئا انهن مان هر هڪ جو فديو هي هو تہ هو انصار جي ڏهن ڇوڪرن کي لکڻ سيکاري ڇڏين[208].

(ابن هشام ج 2 ص 646)

## حضرت عباس جو فديو

انصارن حضُور صَلَّى اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن کي عرض ڪيو تہ يارسول الله صَلَّى اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم حضرت عباس اسان جا ڀاڻيجا آهن تنهنڪري اسان انهن جو فديو معاف ڪريون ٿا. پر پاڻ صَلَّى اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن اها درخواست قبول نہ فرمائي. حضرت عباس قريش جي انهن ڏهن دولتمند رئيسن مان هئا جن ڪافرن جي لشڪر جي راشن جي ذميداري پنهنجي مٿي تي کنئي هئي. انهيءَ مقصد جي لاءِ حضرت عباس وٽ ويهہ اوقيہ سون هو. جيئن تہ فوج کي کاڌو کارائڻ جو اڃان حضرت عباس جو وارو نہ آيو هو ان ڪري اهو سون انهن وٽ اڃان تائين محفوظ هو انهي سون کي حضور صَلَّى اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن مال غنيمت ۾ شامل فرمائي ڇڏيو ۽ حضرت عباس کان مطالبو فرمايو تہ هو پنهنجو ۽ پنهنجي ٻنهي ڀائٽين عقيل بن ابي طالب ۽ نوفل بن حارث ۽ پنهنجي حليف عتبہ بن عمرو بن جحدم چئن ماڻهن جو فديو ادا ڪن. حضرت عباس چيو مون وٽ تہ ڪو مال ئي نہ آهي آئون ڪٿان فديو ادا ڪريان؟ اهو ٻڌي حضور صَلَّى اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن ارشاد فرمايو: اي چاچا جان توهان جواهو مال ڪٿي آهي جيڪو اوهان جنگ بدر لاءِ روانو ٿيڻ وقت پنهنجي گهرواري "ام الفضل" کي ڏنو هو ۽ چيو هو تہ جيڪڏهن آئون انهي لڙائي ۾ مارجي وڃان تہ هن مان هيترو هيترو مال

---

[208] الموهب اللدنيہ والزرقاني غزوة بدر الڪبرٰي ج 2 ص 322.320 و شرح الزرقاني علي المواهب غزوة بدر الڪبرٰي ج 2 ص 324

منهنجي پٽن کي ڏئي ڇڏجان. اهو ٻڌي حضرت عباس چيو قسم آهي ان خدا جو جنهن اوهان کي حق سان گڏ موڪليو آهي يقينًا اوهان الله عزوجل جا رسول صَلَّى اللهُ تَعَالى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم آهيو. جو تہ هن مال جو علم منهنجي ۽ منهنجي زال ام الفضل کانسواءِ ٻيو ڪنهن کي بہ نہ هو پوءِ حضرت عباس رَضِيَ اللهُ تَعَالى عَنْهُ پنهنجو، پنهنجن ٻنهي ڀائٽين ۽ پنهنجي حليف جو فديو ادا ڪري آزادي حاصل ڪئي انهي کانپوءِ حضرت عباس حضرت عقيل و حضرت نوفل ٿئي اسلام سان مشرف ٿي ويا[209]. (رَضِيَ اللهُ تَعَالى عَنْهم)

(مدارج النبوة ج 2 ص 97 و زرقاني ج 1 ص 447)

## حضرت زينب جو هار

بدر جي جنگ ۾ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جا نياٽا ابو العاص بن الربيع بہ هئا. هي هالہ بنت خويلد جا پٽ هئا ۽ هالہ حضرت بيبي خديجه رَضِيَ اللهُ تَعَالى عَنْهَا جي سڳي ڀيڻ هئي انهي لاءِ حضرت بيبي خديجه رَضِيَ اللهُ تَعَالى عَنْهَا رسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن سان صلاح ڪري پنهنجي ڌيءُ حضرت زينب رَضِيَ اللهُ تَعَالى عَنْهَا جو ابو العاص بن الربيع سان نڪاح ڪري ڇڏيو هو. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جڏهن پنهنجي نبوت جو اعلان فرمايو تہ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي صاحبزادي تہ اسلام قبول ڪري ورتو پر انهن جا مڙس ابوالعاص مسلمان نہ ٿيا ۽ نہ ئي حضرت زينب رَضِيَ اللهُ تَعَالى عَنْهَا کي پاڻ کان جدا ڪيو. ابو العاص بن الربيع حضرت زينب رَضِيَ اللهُ تَعَالى عَنْهَا ڏانهن قاصد موڪليو تہ فديي جي رقم موڪلي ڏي. حضرت زينب رَضِيَ اللهُ تَعَالى عَنْهَا کي سندس والده حضرت بيبي خديجه رَضِيَ اللهُ تَعَالى عَنْهَا ڏاج

---

[209] مدارج النبوة باب چوٿون قسم بہ جلد 2 ص 97 و شرح الزرقاني علي المواهب،غزوة بدرالڪبرٰي ج 2 ص 320-323

۾ هڪ قيمتي هار بہ ڏنو هو. حضرت زينب رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنۡهَا فديي جي رقم سان گڏ اهو هار بہ پنهنجي ڳلي مان لاهي مديني موڪلي ڇڏيو. جڏهن حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي نظر انهيءَ هار تي پئي تہ حضرت بيبي خديجہ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنۡهَا ۽ انهن جي محبت جي ياد قلب مبارڪ تي اهڙو رقت انگيز اثر وڌو جو پاڻ روئي پيا ۽ صحابہ ڪرام عَلَيۡهِمُ الرِّضۡوَان کي فرمايو تہ: "جيڪڏهن توهان جي مرضي هجي تہ ڌيءُ کي ان جي ماءُ جو يادگار واپس ڪري ڇڏيو" اهو ٻڌي ڪري صحابہ ڪرام رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنۡهُم ڪنڌ جهڪائي ڇڏيا ۽ هي هار حضرت بيبي زينب رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنۡهَا ڏانهن مڪي واپس موڪليو ويو[210]. (تاريخ طبري ص 1348)

ابوالعاص آزاد ٿي مديني کان مڪي آيا ۽ حضرت بيبي زينب رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنۡهَا کي مديني موڪلي ڇڏيو. ابوالعاص تمام وڏا تاجر هئا. هي مڪي کان پنهنجو تجارت جو مال کڻي شام ويا ۽ اتان تمام گهڻو نفعو ڪمائي واپس مڪي اچي رهيا هئا تہ مسلمان مجاهدن انهن جي قافلي تي حملو ڪري انهن جو سڄو مال ۽ ملڪيت لٽي ورتي ۽ هي مالِ غنيمت سيني سپاهين ۾ ورهائجي بہ ويو. ابو العاص لڪي لڪي مديني پهتا ۽ حضرت زينب رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنۡهَا کين پناهہ ڏئي پنهنجي گهر ۾ رهايو. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن صحابہ ڪرام عَلَيۡهِمُ الرِّضۡوَان کي فرمايو جيڪڏهن اوهان جي خوشي هجي تہ ابوالعاص جو مال ۽ سامان واپس ڪري ڇڏيو فرمانِ رسالت جو اشارو ملندي ئي سيني مجاهدن سڄو مال ۽سامان ابوالعاص جي سامهون رکي ڇڏيو ابو العاص پنهنجو سڄو مال ۽سامان کڻي

---

[210] السيرة النبوية لابن هشام.ذكر روءيا عاتكة....الخ ص 270

مڪي آيو ۽ پنھنجي تجارت جي شريڪ ساٿين کي پائي پائي جو حساب سمجھائي ڪري ۽ سيني کي انھن جي حصي جي رقم ادا ڪري پنھنجي مسلمان ٿيڻ جو اعلان ڪري ڇڏيو ۽ مڪي وارن کي چئي ڇڏيو تہ آئون ھتي اچي ڪري سيني جو پورو پورو حساب ادا ڪري مديني وڃان ٿو تہ جيئن ڪو ائين نہ چئي سگھي تہ ابوالعاص اسان جا پئسا ڪٺي ڪري واپس ڏيڻ جي ڊپ کان مسلمان ٿي مديني ڀڄي ويو انھي ڪانپوءِ حضرت ابوالعاص رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ مديني اچي حضرت بيبي زينب رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا سان گڏ رھڻ لڳا[211]. (تاريخ طبري)

## بدر ۾ قتل ٿيڻ وارن جو ماتم

بدر ۾ قريش جي ڪافرن جي بُري شڪست جي خبر جڏھن مڪي ۾ پھتي تہ اھڙو ڪھرام مچي ويو جو گھر گھر ۾ ماتم مچي ويو مگر ان خيال کان تہ مسلمان اسان تي کلندا ابو سفيان سڄي شھر ۾ اعلان ڪرائي ڇڏيو تہ خبردار ڪو بہ شخص نہ روئي. انھيءَ جنگ ۾ اسود بن المطلب جا بہ پٽ "عقيل" ۽ "زمعہ" ۽ ھڪ پوٽو "حارث بن زمعہ" قتل ٿيا ھئا. انھي ھِنيانءُ ڏاريندڙ صدمي کان اسود جي دل ٽٽي پئي، ھن چاھيو ٿي تہ پنھنجي انھن مقتولن تي تمام گھڻو روئي تہ جيئن دل جو بار ھلڪو ٿي وڃي پر قومي غيرت جي ڪري روئي نہ پئي سگھيو پر دل ئي دل ۾ گھُٽجندو ۽ ڪڙھندو رھندو ھو ۽ لڙڪ وھائيندي وھائيندي انڌو ٿي ويو ھو. ھڪ ڏينھن شھر ۾ ڪنھن عورت جي روئڻ جو آواز آيو تہ ھن پنھنجي غلام کي موڪليو تہ ڏس ڪير روئي رھيو

---

[211] السيرةالنبوية لابن ھشام.اسلام ابي العاص بن الربيع ص 272

آهي؟ ڇا بدر ۾ قتل ٿيڻ وارن تي روئڻ جي اجازت ملي ويئي آهي؟ منهنجي سيني ۾ رنج و غم جي باھ ٻري رهي آهي آئون به روئڻ جي لاءِ بيقرار آهيان، غلام ٻڌايو ته هڪ عورت جو اٺ وڃائجي ويو آهي هوءَ انهيءَ غم ۾ روئي رهي آهي اسود شاعر هو بي اختيار هن جي زبان مان هي دردناڪ شِعرَ نڪري پيا جنهن جي لفظ لفظ مان رت ٽمي رهيو آهي

اَتَبْكِيْ اَنْ يَّضِلَّ لَهَا بَعِيْرٌ وَيَمْنَعُهَا مِنَ النَّوْمِ السُّهُوْدُ

ڇا هوءَ عورت هڪ اٺ جي گم ٿي وڃڻ تي روئي رهي آهي؟ ۽ بي خوابي هن جي ننڊ کي روڪي ڇڏيو آهي.

فَلَا تَبْكِيْ عَلٰى بَكْرٍ وَّلٰكِنْ عَلٰى بَدْرٍ تَقَاصَرَتِ الْجُدُوْدُ

نه هو هڪ اٺ تي نه روئي پر ”بدر“ تي روئي جتي قسمت  ڪوتاهي ڪئي آهي.

وَبَكِّيْ اِنْ بَكَيْتِ عَلٰى عَقِيْلٍ وَبَكِّيْ حَارِثًا اَسَدَ الْاُسُوْدِ

جيڪڏهن توکي روئڻو آهي ته ”عقيل“ تي روئندي ڪر ۽ ”حارث“ تي روئندي ڪر جيڪو شينهن جو شينهن هو.

وَبَكِّيْهِمْ وَلَا تَسِيْ جَمِيْعًا وَمَا لِاَبِيْ حَكِيْمَةَ مِنْ نَدِيْدٍ

۽ انهن سيني تي روئندي ڪر پر انهن سيني جا نالا نه وٺ ۽ ”ابو حڪيمه“ ”زمعه“ جهڙو ته ڪو آهي ئي ڪونه[212]. (ابن هشام ج 2 ص 657)

---

[212] السيرة النبوية لابن هشام.غزوة بدرالكبرٰي ص 268

## عميرءِ صفوان جي خوفناڪ سازش

هڪ ڏينهن عمير ۽ صفوان ٻئي حطيمِ ڪعبہ ۾ ويهي بدر ۾ قتل ٿيڻ وارن تي لڙڪ وهائي رهيا هئا. هڪدم صفوان چوڻ لڳو تہ اي عمير! منهنجو پيءُ ۽ ٻيا مڪي جا رئيس جهڙي طرح بدر ۾ قتل ٿيا انهن کي ياد ڪري سيني ۾ دل ٽڪرا ٽڪرا ٿي رهي آهي ۽ هاڻي زندگي ۾ ڪوبہ مزو باقي ناهي رهيو، عمير چيو اي صفوان! تون سچ ٿوچئين منهنجي سيني ۾ بہ انتقام جي باھ ٻري رهي آهي منهنجا عزيز ۽ اقارب بہ بدر ۾ بيدردي سان قتل ڪيا ويا آهن ۽ منهنجو پٽ مسلمانن جي قيد ۾ آهي خدا جو قسم! جيڪڏهن آئون قرضدار نہ هجان ها ۽ ٻار ٻچن جو فڪر نہ هجي ها تہ هاڻي جوهاڻي تيز رفتار گهوڙي تي چڙهي مديني وجان ها ۽ هڪ گهڙيءَ ۾ ڌوکي سان (حضرت) محمد (صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم) کي قتل ڪري فرار ٿي وڃان ها. اهو ٻڌي صفوان چيو اي عمير! تون پنهنجي قرض ۽ ٻارٻچن جو بلڪل فڪر نہ ڪر آئون خدا جي گهر ۾ عهد ٿو ڪريان تہ تنهنجو سڄو قرض ادا ڪري ڇڏيندس ۽ آئون تنهنجي ٻارن جي پرورش جو بہ ذميدار آهيان. هن معاهدي کان پوءِ عمير سڌو گهر آيو ۽ زهر ۾ ٻريل تلوار ڪڍي گهوڙي تي سوار ٿي پيو. جڏهن مديني ۾ مسجد نبوي جي ويجهو پهتو تہ حضرت عمر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ انهي کي پڪڙي ورتو ۽ ڳلو دٻائي ۽ ڳچي مان جهلي دربار رسالت ۾ وٺي ويا. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن پڇيو تہ چو عمير! ڪهڙي ارادي سان آيو آهين؟ جواب ڏنائين تہ پنهنجي پٽ کي ڇڏائڻ جي لاءِ. پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن

فرمايو تہ چا تو ۽ صفوان حطيم ڪعبہ ۾ ويهي منهنجي قتل جي سازش نہ ڪئي آهي؟ عمير اها راز جي ڳالهہ ٻڌي حيرت ۾پئجي ويو ۽ چيو تہ آئون گواهي ڏيان ٿو تہ بيشڪ اوهان الله عَزَّوَجَلَّ جا رسول آهيو ڇوتہ خدا جو قسم! منهنجي ۽ صفوان ڪانسواءِ انهيءَ راز جي ڪنهن ڪي بہ خبر نہ هئي. هوڏانهن مڪي ۾ صفوان حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي قتل جي خبر ٻڌڻ جي لاءِ انتهائي بيقرار هو ۽ ڏينهن ڳڻي ڳڻي عمير جي اچڻ جو انتظار ڪري رهيو هو. پر جڏهن هن اوچتو ٻڌو تہ عمير مسلمان ٿي ويو آهي تہ حيرت وچان هن جي پيرن هيٺان زمين نڪري وئي ۽ هن جون وايون بتال ٿي ويون.

حضرت عمير رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ مسلمان ٿي مڪي آيا ۽ جهڙي طرح هو پهريان مسلمانن جي رت جا اڃايل هئا هاڻي هو ڪافرن جي جان جا دشمن ٻڻجي ويا ۽ انتهائي بيخوفي ۽ بهادريءَ سان مڪي ۾ اسلام جي تبليغ ڪرڻ لڳا ايسيتائين جو انهن جي دعوت اسلام سان وڏن وڏن ڪافرن جي اونداهين دلين ۾ نورايمان جي روشني سان سويرو ٿي ويو ۽ اهو ئي عمير هاڻي صحابي رسول صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم حضرت عمير رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ چورائڻ لڳا[213]. (تاريخ طبري ص 1354)

---

[213] السيرة النبوية لابن هشام.غزوة بدرالكبرٰي ص 275.274

## مجاهدينِ بدر جا فضائل

جيڪي صحابہ ڪرام عَلَيْهِمُ الرِّضْوَان جنگ بدر جي جهاد ۾ شريڪ ٿيا اهي سيني صحابين ۾ خصوصي شرف سان نمايان آهن ۽ انهن خوشنصيبن جي فضائل ۾ هڪ عظيم الشان فضيلت هي آهي تہ انهن سعادتمندن جي باري ۾ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن هي فرمايو تہ ”بيشڪ الله تعاليٰ بدر وارن کان واقف آهي ۽ هن هي فرمائي ڇڏيو آهي تہ توهان هاڻي جيڪو عمل چاهيو ڪريو بيشڪ توهان جي لاءِ جنت واجب ٿي چڪي آهي يا (هي فرمايو) تہ مون توهان کي بخشي ڇڏيو آهي“[214].

(بخاري باب فضل من شهد بدرًا ج 2 ص 567)

## ابولهب جو عبرتناڪ موت:

ابو لهب جنگ بدر ۾ شريڪ نہ ٿي سگهيو جڏهن ڪفارِ قريش شڪست کائي ڪري واپس مڪي آيا تہ ماڻهن جي زباني جنگ بدر جا حالات ٻڌي ڪري ابو لهب کي انتهائي رنج ۽ ملال ٿيو ان کان پوءِ ئي هو وڏي ماتا جي بيماري ۾ مبتلا ٿي ويو جنهن سان هن جو سڄو بدن ڏڦ ڪري ويو ۽ انين ڏينهن مري ويو. عرب جا ماڻهوماتا کان تمام گهڻو ڊڄندا هئا ۽ انهيءَ بيماري ۾ مرڻ واري کي وڏو منحوس سمجهندا هئا تنهنڪري ان جي پٽن بہ ٽن ڏينهن تائين هن جي لاش کي هٿ نہ لڳايو پر انهيءَ خيال کان تہ ماڻهو طعنا هڻندا سندس لاش ڪانين سان ڌڪيندا ويا ۽ هڪ کڏ کوٽي ان ۾ لاش کي ڪيرائي مٿان مٽي وجهي ڇڏي ۽ ڪجهہ مؤرخن

---

[214] صحيح البخاري ڪتاب المغازي باب فضل من شهد بدرًا.الحديث 3983 ج 3 ص 12

تحرير فرمايو تہ پري کان ماڻهن انهي کڏ ۾ ايترا پٿر اڇليا جو انهن پٿرن سان ان جو لاش ڍڪجي ويو.[215] (زرقاني ج 1 ص 452)

## غزوه بني قينقاع

رمضان 2 ھ ۾ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جنگ بدر جي معرکي کان مديني واپس موٽيا. انهي کانپوءِ ئي 15 شوال 2 ھ ۾ ”غزوه بني قينقاع“ جو واقعو پيش آيو. اسان پهرين لکي چڪا آهيون تہ مديني جي اطراف ۾ يهودين جا ٽي وڏا قبيلا آباد هئا. بنو قينقاع، بنو نضير ۽ بنو قريظہ. انهن ٽنهي جو مسلمانن سان معاهدو هو پر جنگ بدر کانپوءِ سڀ کان پهرين جنهن قبيلي معاهدو ٽوڙيو اهي بنو قينقاع جا يهودي هئا جيڪي سڀ کان وڌيڪ بهادر ۽ دولتمند هئا. واقعو هي ٿيوجو هڪ برقعہ پوش عرب عورت يهودين جي بازار ۾ آئي دوڪاندارن شرارت ڪئي ۽ ان کي اگهاڙو ڪري ڇڏيو انهي تي سيئي يهودي ٺهڪ ڏئي کلڻ لڳا عورت رڙيون ڪيون تہ هڪ عرب آيو ۽ دوڪاندار کي قتل ڪري ڇڏيائين انهي تي يهودين ۽ عربن ۾ لڙائي شروع ٿي وئي. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي خبر پئي تہ تشريف وٺي آيا ۽ يهودين جي ان غير شريفاڻي حرڪت تي ملامت فرمائڻ لڳا انهي تي بنو قينقاع جا خبيث يهودي بگڙجي پيا ۽ چيائون تہ جنگ بدر جي فتح سان اوهان مغرور نہ ٿي وڃو، مڪي وارا جنگ ۾ بي ڍنگا هئا انهي لاءِ اوهان انهن کي ماري وڌو جيڪڏهن اسان سان اوهان جو

[215] الموهب لدنية والزرقاني باب غزوة بدر الكبرٰي ج 2 ص 341.340

واسطو پيو تہ اوهان کي خبر پئجي ويندي تہ جنگ ڪهڙي شيءِ جو نالو آهي؟ ۽ وڙهڻ وارا ڪيئن ٿيندا آهن؟ جڏهن يهودين معاهدو ٽوڙي ڇڏيو تہ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن نصف شوال 2 ھ ڇنڇر جي ڏينهن انهن يهودين تي حملو ڪري ڏنو يهودي جنگ جي سٽ نہ سهي سگهيا ۽ پنهنجن قلعن جا دروازا بند ڪري قلعي ۾ بند ٿي ويا پر پندرنهن ڏينهن جي گهيري ڪانپوءِ آخرڪار يهودي مغلوب ٿي ويا ۽ هٿيار ڦٽا ڪرڻ تي مجبور ٿي پيا. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن صحابہ ڪرام عَلَيْهِمُ الرِّضْوَان جي مشوري سان انهن يهودين کي شهر بدر ڪري ڇڏيو ۽ هي عهد ٽوڙيندڙ، بي ٻٽياد يهودي ملڪ شام جي مقام ”اذرعات“ ۾ وڃي آباد ٿيا[216]. (زرقاني ج 1 ص 458)

## غزوهءِ سويق

اسان اهو تحرير ڪري چڪا آهيون تہ جنگِ بدر ڪانپوءِ مڪي جي هر گهر ۾ سردارانِ قريش جي قتل جو ماتم جاري هو ۽ پنهنجي مقتولن جو بدلو وٺڻ جي لاءِ مڪي جو ٻار ٻار بيچين ۽ بيقرار هو. تنهنڪري غزوه سويق ۽ جنگ احد وغيره جون لڙايون مڪي وارن جي انهي جوشِ انتقام جو نتيجو آهن.

عتبہ ۽ ابو جهل جي قتل ٿي وڃڻ ڪانپوءِ هاڻي قريشن جو سردار اعظم ابو سفيان هو ۽ انهي منصب جو سڀ کان وڏو ڪم غزوه بدر جو انتقام هو. تنهنڪري ابو سفيان قسم ڪنيو تہ

---

[216] الموهب لدنية والزرقاني باب غزوة بني قينقاع ج 2 ص 352.348

جيسيتائين جنگ بدر جي مقتولن جو مسلمانن کان بدلو نہ وٺندس نہ غسلِ جنابت ڪندس نہ مٿي ۾ تيل وجهندس. پوءِ جنگ بدر جي ٻن مهينن کان پوءِ ذوالحجہ 2 ھ ۾ابو سفيان ٻہ سو اُٺ سوارن جو لشڪر وٺي مديني ڏانهن وڌيو هن کي يهودين تي وڏو ڀروسو بلڪ ناز هو تہ مسلمانن جي مقابلي ۾ هو هن جي مدد ڪندا. انهي اميد تي ابو سفيان ڀهريان "حي بن اخطب" يهودي وٽ ويو پر هن دروازو ٻہ نہ کوليو اتان مايوس ٿي اچي سلام بن مشڪم سان مليو جيڪو قبيلہ بنو نضير جي يهودين جو سردار هو ۽ يهودين جي تجارتي خزاني جو مينيجر بہ هو هن ابو سفيان جو پرجوش استقبال ڪيو ۽ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي سيني جنگي رازن کان ابو سفيان کي آگاھ ڪري ڇڏيو. صبح جو ابو سفيان مقام "عريض" تي حملو ڪيو هيءَ وَسَنِدِي مديني کان ٽن ميلن جي فاصلي تي هئي.

انهيءَ حملي ۾ ابو سفيان هڪ انصاري صحابي سعد بن عمرو رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ کي شهيد ڪري ڇڏيو، ڪجھ وڻن کي ڪٽي ڇڏيو ۽ مسلمان جي ڪجھ گهرن ۽ باغن کي باھ ڏئي ساڙي ڇڏيو انهن حرڪتن سان سندس گمان ۾ هن جو قسم پورو ٿي ويو. جڏهن حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي ان جي خبر پئي تہ پاڻ ان جو پيڇو ڪيائون پر ابو سفيان بدحواس ٿي ايترو تيزيءَ سان ڀڳو جو ڀڄندي ڀڄندي پنهنجو وزن هلڪو ڪرڻ جي لاءِ سَتُو جون ٻوريون جيڪي هن پنهنجي فوج جي راشن لاءِ آنديون هيون اڇلائيندو هليو ويو. جيڪي مسلمانن جي هٿ آيون. عربي زبان

۾ سَتُوکي سويق چوندا آهن انهيءَ لاءِ هن غزوه جو نالو غزوهءِ سويق پئجي ويو[217]. (مدارج ج 2 ص 104)

## حضرت فاطمه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا جي شادي

انهيءَ ئي سال سن 2 ھ ۾ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي سڀ کان پياري ڌيءُ حضرت بيبي فاطمه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا جن جي شادي خانہ آبادي حضرت علي كَرَّمَ اللهُ تَعَالٰى وَجْهَهُ الْكَرِيْم جن سان ٿي. هيءَ شادي انتهائي وقار ۽ سادگي سان ٿي. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن انس رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي حکم ڏنو تہ هوُ حضرت ابو بکر صديق، حضرت عمر فاروق، حضرت عثمان غني ۽ حضرت عبدالرحمٰن بن عوف رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُمَا ۽ کجھ بين مهاجرن ۽ انصار صحابه عَلَيْهِمُ الرِّضْوَان کي دعوت پيش کن. پوءِ جڏهن صحابہ کرام عَلَيْهِمُ الرِّضْوَان جمع ٿي ويا تہ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن خطبو پڙهيو ۽ نکاح فرمائي ڇڏيو.

حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن شهزاديءِ اسلام حضرت بيبي فاطمه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا کي ڏاج ۾ جيکو سامان ڏنو انهيءَ جو تفصيل هن ريت آهي. هک چادر، واڻ جي هک کٽ، چمڙي جو گدو جنهن ۾ کپھ بدران کجيءَ جو کاٻر پريل هو، پاٽي جي هک ننڍي سانداري، هک کلي، هک جَنڊُ (اٽي پيهڻ جي چکي جنهن ۾ عورتون گھر ۾ پيسائي کنديون آهن) بہ ٺِکَر جا دلا. حضرت حارثہ بن نعمان انصاري رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جن پنهنجو هک گھر حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي انهيءَ لاءِ نذر کري ڇڏيو تہ جيئن ان ۾

---

[217] مدارج النبوة قسم سوم باب دوم ج 2 ص 104

حضرت بيبي فاطمه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا ۽ حضرت علي كَرَّمَ اللهُ تَعَالٰى وَجْهَهُ الْكَرِيْم جن رهائش اختيار ڪن. جڏهن بيبي فاطمه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا رخصت ٿي نئين گهر ۾ ويون ته حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن سومهڻي نماز کان پوءِ تشريف وٺي آيا، هڪ ٿانو ۾ پاڻي طلب فرمايائون ۽ ان ۾ ڪرڙي فرمائي ڪري حضرت علي كَرَّمَ اللهُ تَعَالٰى وَجْهَهُ الْكَرِيْم جي سيني ۽ ٻانهن تي ڇڙڪيو، پوءِ حضرت فاطمه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا جي مٿي ۽ سيني تي به پاڻي ڇڙڪيو پوءِ هيئنئن دعا فرمائي ته اي اللّٰه عزوجل! آئون علي ۽ فاطمه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُمَا ۽ انهن جي اولاد کي تنهنجي پناهه ۾ ڏيان ٿو ته جيئن هي سڀ شيطان جي شر کان محفوظ رهن[218]. (زرقاني ج 2 ص 4)

## سن 2 هه جا متفرق واقعا

1. هن ئي سال روزي ۽ زڪوٰة جي فرضيت جا احڪام نازل ٿيا ۽ نماز وانگر روزا ۽ زڪوٰة به مسلمانن تي فرض ٿي ويا[219].

2. هن ئي سال حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن عيد الفطر جي نماز جماعت سان گڏ عيدگاهه ۾ ادا فرمائي ان کان اڳ ۾ عيدالفطر جي نماز نه ٿي هئي.

3. صدقه فطر ادا ڪرڻ جو حڪم انهي سال جاري ٿيو[220]. هن ئي سال 10 ذوالحجه تي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن عيدالاضحیٰ

---

[218] المواهب اللدنية والزرقاني ذكر ترويج علٰي بفاطمة ج 2 ص 357_361 ملخصًا

[219] المواهب اللدنية مع شرح الزرقاني تحويل القبلة الخ ج 2 ص 253_254

[220] المواهب اللدنية مع شرح الزرقاني تحويل القبلة الخ ج 2 ص 254

جي نماز ادا فرمائي ۽ نماز کانپوءِ ٻن دنبن جي قرباني فرمائي.

4. هن ئي سال "غزوهءِ قرقرالڪدر" ۽ "غزوهءِ بحران" وغيره ڪجهه ننڍا ننڍا غزوات به پيش آيا جن ۾ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن شرڪت فرمائي پر انهن غزوات ۾ ڪا جنگ نه ٿي[221].

---

[221] المواهب اللدنية مع شرح الزرقاني تحويل القبلة الخ ج 2 ص 254

# باب اٺون

## هجرت جو ٽيون سال

### جنگ احد

هن سال جو سڀ کان وڏو واقعو ”جنگ احد“ آهي. ”اُحد“ هڪ جبل جو نالو آهي جيڪو مدينہ منوره کان تقريبن ٽي ميل پري آهي. جيئن تہ حق ۽ باطل جو هي عظيم معرڪو انهي جبل جي دامن ۾ پيش آيو انهيءَ لاءِ اِها لڙائي ”غزوهءِ احد“ جي نالي سان مشهور آهي ۽ قرآن مجيد جي مختلف آيتن ۾ انهيءَ لڙائي جي واقعات جو خداوند عالم ذڪر فرمايو آهي.

### جنگ احد جو سبب

هي توهان پڙهي چڪا آهيو تہ جنگ بدر ۾ ستر ڪافر قتل ۽ ستر گرفتار ٿيا هئا ۽ جيڪي قتل ٿيا انهن ۾ اڪثر قريش جي ڪافرن جا سردار بلڪ تاجدار هئا. انڪري مڪي جو هڪ هڪ گهر ماتم ڪدو بڻيل هو ۽ قريش جو ٻچو ٻچو انتقام جي باهہ ۾ غيظ ۽ غضب جو تندور بڻجي مسلمانن سان وڙهڻ لاءِ بيقرار هو. عرب، خاص ڪري قريشن جو اهو خاصو هو تہ هو پنهنجي هڪ هڪ مقتول جي خون جو بدلو وٺڻ ايترو وڏو فرض سمجهندا هئا جڻ ان ڪي ادا ڪرڻ کان بغير انهن جي هستي قائم نہ رهي سگهندي هجي. تنهنڪري جنگ بدر جي مقتولن جي ماتم کان قريشن ڪي جڏهن واندڪائي ملي تہ انهن  عزم ڪري ورتو تہ جيترو جلد ممڪن ٿي سگهي جلد کان جلد مسلمانن کان پنهنجي مقتولن جي خون جو بدلو وٺڻ گهرجي. تنهنڪري ابو جهل جو

پُٽ عڪرمہ ۽ اُميہ جو پُٽ صفوان ۽ ٻيا ڪفارِقريش جن جا پيءُ، پُٽ ۽ پيائر جنگ بدر ۾ قتل ٿي چڪا هئا سڀ جا سڀ ابو سفيان وٽ ويا ۽ چيو تہ مسلمانن اسان جي قوم جي سڀني سردارن کي قتل ڪري ڇڏيو آهي. انهن جو بدلو وٺڻ اسان جو قومي فرض آهي تنهنڪري اسان جي خواهش آهي تہ قريشن جي گڏيل تجارت ۾ هن سال جيترو نفعو ٿيو آهي اهو سڀ قوم جي جنگي فنڊ ۾ جمع ٿيڻ گهرجي ۽ انهي رقم مان بهترين هٿيار خريد ڪري پنهنجي فوجي طاقت جلد مضبوط ڪرڻ گهرجي ۽ پوءِ هڪ عظيم فوج وٺي مديني تي چڙهائي ڪري اسلام جي باني ۽ مسلمانن جو دنيا مان نالو نشان مٽائي ڇڏڻ گهرجي. ابو سفيان خوشي خوشي قريشن جي ان درخواست کي قبول ڪري ورتو پر قريشن کي جنگ بدر مان اهو تجربو ٿي چڪو هو تہ مسلمانن سان وڙهڻ ڪو آسان ڪم نہ آهي. آنڌارين ۽ طوفانن سان مقابلو، سمنڊ جي لهرن سان ٽڪرائڻ، جبلن سان ٽڪرڻ تمام آسان آهي پر محمد رسول الله صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن جي عاشقن سان جنگ ڪرڻ وڏو مشڪل ڪم آهي. انهيءَ لاءِ هنن پنهنجي جنگي طاقت ۾ تمام گهڻو اضافو ڪرڻ بيحد ضروري سمجهيو. تنهنڪري انهن ماڻهن هٿيارن جي تياري ۽ جنگ جي سامان جي خريداري ۾ پاڻي وانگر پئسو وهائڻ سان گڏوگڏ پوري عرب ۾ جنگ جي جوش ۽ لڙائي جو بخار پکيڙڻ لاءِ وڏن وڏن شاعرن کي منتخب ڪيو جيڪي پنهنجي شعلہ بياني سان سڀني عرب جي قبيلن ۾ جوشِ انتقام جي باهہ لڳائي ڇڏين. “عمروجمحي” ۽ “مسافع هي ٻئي پنهنجي شاعري ماهر ۽ تمام گهڻي شهرت رکندڙهئا، هنن ٻنهي

باقاعده دورا ڪري سيني عرب جي قبيلن ۾ اهڙو جوش ۽ اشتعال پيدا ڪري ڇڏيو جو ٻچو ٻچو "خون جو بدلو خون" جو نعرو لڳائيندي مرڻ ۽ مارڻ لاءِ تيار ٿي ويو جنهن جو نتيجواهو نڪتو جوهڪ تمام وڏي فوج تيار ٿي وئي. مردن سان گڏ گڏ وڏن وڏن معزز ۽ مالدار گهراڻن جون عورتون بہ بدلي جي جوش ۾ فوج ۾ شامل ٿي ويون. جن جا پِيئرَ، ڀائر، پُٽ ۽ مُڙسَ جنگِ بدر ۾ قتل ٿي ويا هئا، انهن عورتن قسم کنيو هو تہ اسان پنهنجي رشتيدارن جي قاتلن جو رت پي ڪري ئي ساهہ ڪٽنديون سين. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي چاچي حضرت حمزه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جن هند جي پيءُ عتبہ ۽ جبير بن مطعم جي چاچي کي جنگ بدر ۾ قتل ڪيو هو. انهيءَ سبب جي ڪري "هند" "وحشي" کي جيڪو جبير بن مطعم جو غلام هو، حضرت حمزه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي قتل تي راضي ڪيو ۽ هي واعدوڪيو تہ جيڪڏهن هن حضرت حمزه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي قتل ڪري ڇڏيو تہ هو انهيءَ ڪارنامي جي بدلي ۾ آزاد ڪيو ويندو.[222]

## مديني تي چڙهائي

الغرض وڏي جوش ۽ خروش ۽ مڪمل تياري سان ڪافرن جو لشڪر مڪي کان روانو ٿيو ۽ ابو سفيان انهي لشڪر جرارجو سپهہ سالار ٿيو. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جا چاچا حضرت عباس رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جيڪي خفيہ طور مسلمان ٿي چڪا هئا ۽ مڪي ۾ رهندا هئا انهن هڪ خط لکي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي

[222] المواهب اللدنيہ وزرقاني، باب غزوه احد، ج 2 ص 386- 391 ملتقطاً وملخصاً

قريش جي لشڪر جي روانگي ڪان آگاهه ڪري ڇڏيو[223]. جڏهن پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي هيءَ خوفناڪ خبر ملي ته پاڻ 5 شوال 3ھ تي حضرت عدي بن فضاله رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي ٻنهي پُٽن حضرت انس ۽ حضرت مونس رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهمکي جاسوس بڻائي قريش جي ڪافرن جي لشڪر جي خبر آڻڻ جي لاءِ روانو فرمايو، پوءِ انهن ٻنهي اچي ڪري هي پريشان ڪندڙ خبر ٻڌائي ته ابو سفيان جو لشڪر مديني جي بلڪل ويجهو اچي ويو آهي ۽ انهن جا گهوڙا مديني جي چراگاهه (عريض) جو سمورو گاهه چري ويا.

## مسلمانن جي تياري ۽ جوش

هي خبر ٻڌي 14 شوال 3ھ جمعي جي رات حضرت سعد بن معاذ، حضرت اسيد بن حضير ۽ حضرت سعد بن عباده رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهم هٿيار ڪٽي ڪجهه انصارن سان گڏ سڄي رات ڪاشانءِ نبوت تي پهرو ڏيندا رهيا ۽ مديني شهر جي اهم ناڪن تي به انصارن جو پهرو ويهاريو ويو. صبح جو حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن انصار ۽ مهاجرن کي گڏ ڪري مشورو طلب فرمايو ته شهر جي اندر رهي ڪري دشمن جي فوج جو مقابلو ڪيو وڃي يا شهر ڪان ٻاهر نڪري ميدان ۾ هي جنگ وڙهي وڃي؟ ته مهاجرين عام طور تي ۽ انصارن مان وڏن پوڙهن هي راءِ ڏني ته عورتن ۽ ٻارن کي قلعن ۾ محفوظ ڪيو وڃي ۽ شهر جي اندر رهي ڪري دشمنن جو مقابلو ڪيو وڃي، منافقن جو سردار عبدالله بن اُبي به انهي مجلس ۾ موجود هو انهيءَ به اهو چيو ته شهر ۾ پناهگير ٿي

---

[223] ڪتاب المغازي للواقدي، غزوه احد ج، 1 ص، 203 - 204

قريش جي ڪافرن جي حملن جو مقابلو ڪيو وڃي پر ڪجھ ننڍا نوجوان جيڪي جنگ بدر ۾ شريڪ نہ ٿيا هئا ۽ جوش جهاد ۾ آپي کان ٻاهر ٿي رهيا هئا اُهي هن راءِ تي اڙجي ويا تہ ميدان ۾ نڪري انهن اسلام جي دشمنن سان فيصلائتي جنگ ڪئي وڃي.
حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن سيني جي راءِ ٻڌي، پوءِ گھر ۾ وڃي ڪري هٿيار پاتائون ۽ ٻاهر تشريف وٺي آيا. هاڻي سڀ ماڻھو انهيءَ ڳالھ تي متفق ٿي ويا تہ شهر ۾ ئي رهي ڪري قريش جي ڪافرن جي حملن کي روڪيو وڃي پر حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن فرمايو تہ پيغمبر کي اهو نٿو سونهين تہ هٿيار پائي ڪري لاهي ڇڏي، ايسيتائين جو الله تعالىٰ انهيءَ جي ۽ ان جي دشمنن جي وچ ۾ فيصلو فرمائي ڇڏي. هاڻي توهان خدا جو نالو وٺي ڪري ميدان ۾ نڪري وڃو. جيڪڏهن توهان صبرسان جنگ جي ميدان ۾ جميل رهندؤ تہ ضرور توهان جي فتح ٿيندي. (مدراج ج 2 ص 114)

پوءِ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن انصار جي قبيلي اوس جو جهنڊو حضرت اُسيد بن حضير رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ، قبيلي خزرج جو جهنڊو حضرت خباب بن منذر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ، ۽ مهاجرين جو جهنڊو حضرت علي رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي ڏنو ۽ هڪ هزار جي فوج وٺي مديني کان ٻاهر نڪتا.[224] (مدراج ج 2 ص 114)

## حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن يهودين جي امداد کي ٺڪرائي ڇڏيو

شهر کان ٻاهر نڪرندي ئي پاڻ ڏٺائون تہ هڪ فوج هلندي پئي اچي، پاڻ پڇيائون تہ هي ڪير آهن؟ ماڻھن عرض ڪيو تہ يارسول

[224] مدراج النبوت، قسم سوم، باب سوم ج 2 ص 114

الله عَزَّوَجَلَّ ۽ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم هي رئيس المنافقين عبدالله بن اُبي جي مددگار يهودين جو لشڪر آهي جيڪو توهان جي مدد لاءِ اچي رهيو آهي. پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ارشاد فرمايو تہ: هنن ماڻهن کي چئو تہ واپس موٽي وڃن، اسان مشرڪن جي مقابلي ۾ مشرڪن جي مدد نہ وٺنداسين”[225]. (مدارج جلد 2 ص 114)

تنهنڪري يهودين جو اهو لشڪر واپس هليو ويو، پوءِ عبدالله بن اُبي( منافقن جو سردار) جيڪو ٽي سو ماڻهن کي ساڻ ڪري حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن سان گڏ آيو هو هي چئي واپس هليو ويو تہ محمّد صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم منهنجو مشورو قبول نہ ڪيو ۽ هي منهنجي راءِ جي خلاف ميدان ۾ نڪري پيا تنهنڪري آئون انهن جو ساٿ ڪونہ ڏيندس[226]. (مدارج جلد 2 ص 115)

عبدالله بن اُبي جي ڳالهہ ٻڌي ڪري قبيلي خزرج مان ”بنوسلمہ“ جي ۽ قبيلي اوس مان ”بنو حارثہ“ جي ماڻهن بہ واپس موٽي وڃڻ جو ارادو ڪري ورتو پر الله تعالىٰ انهن ماڻهن جي دلين ۾ اوچتو محبت اسلام جو اهڙو جذبو پيدا فرمائي ڇڏيو جو انهن جا قدم ڄمي ويا. جئين الله تعالىٰ قرآن مجيد ۾ انهن ماڻهن جو تذڪرو فرمائيندي ارشاد فرمايو تہ.

---

[225] مدراج النبوت، قسم سوم، باب سوم ج 2 ص 114

[226] المواهب اللدنيہ مع شرح الزرقاني، غزوه احد، ج 2 ص 401

اِذْ هَمَّتْ طَّآىِٕفَتٰنِ مِنْكُمْ اَنْ تَفْشَلَا ۙ وَاللّٰهُ وَلِيُّهُمَا ؕ وَعَلَى اللّٰهِ فَلْيَتَوَكَّلِ الْمُؤْمِنُوْنَ ؕ

پ 4 آل عمران: 122

ترجمو ڪنزالايمان: جڏهن توهان مان ٻن ٽولن جو ارادو ٿيو تہ نامردي ڪري وڃن ۽ الله انهن ڪي سنڀالڻ وارو آهي ۽ مسلمانن ڪي الله تي ئي ڀروسو ڪرڻ گهرجي.

هاڻي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي لشڪر ۾ ڪُل ست سو صحابہ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُم رهجي ويا جن مان هڪ سئو زرهہ پوش هئا ۽ ڪافرن جي فوج ۾ ٽي هزار شريرن جو لشڪر هو جنهن ۾ ست سئو زرهہ پوش جوان ٻہ سئو گهوڙا ٽي هزار اُٺ ۽ پندرنهن عورتون هيون.[227]

شهر کان ٻاهر نڪري حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن پنهنجي فوج جو معائنو فرمايو ۽ جيڪي ماڻهو ننڍي عمر جا هئا انهن کي واپس موٽائي ڇڏيو ڇوجو جنگ جي هولناڪ موقعي تي ٻارن جو ڪهڙو ڪم؟[228]

## ٻارن جو جوش جهاد

پر جڏهن حضرت رافع بن خديج رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي چيو ويو تہ تون تمام ننڍو آهين تون بہ واپس هليو وڃ تہ هو فورًا ڀَٻَن تي سڌو ٿي بيهي رهيو تہ جئين ان جو قد ڊگهو نظر اچي. اهڙي طرح انهن جي اها ترڪيب هلي وئي ۽ انهن کي فوج ۾ شامل ڪيو ويو.

---

[227] شرح الزرقاني علي المواهب، باب غزوه احد، ج 2 ص 401،402

[228] المواهب اللدنيہ مع شرح الزرقاني عزوت احد ج 2 ص 399،401 ملتقطاً و مدراج النبوة قسم سوم باب چهارم ج 2 ص 114

حضرت سمره رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنۡهُ جيڪي هڪ ننڍي عمر جا نوجوان هئا جڏهن انهن کي واپس وڃڻ لاءِ چيو ويو ته انهن عرض ڪيو ته آئون رافع بن خديج کي ڪُشتي ۾ ماري ويندو آهيان. انهيءَ لاءِ جيڪڏهن انهن کي فوج ۾ ڪنيو ويو آهي ته پوءِ مون کي به ضرور جنگ ۾ شريڪ ٿيڻ جي اجازت ملڻ گهرجي پوءِ ٻنهي جو مقابلو ڪرايو ويو ۽ واقعي حضرت سمره رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنۡهُ حضرت رافع بن خديج رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنۡهُ کي زمين تي ڪيرائي وڌو. اهڙي طرح انهن ٻنهي پرجوش نوجوانن کي جنگ احد ۾ شرڪت جي سعادت نصيب ٿي وئي.[229] (مدارج جلد 2 ص 114)

## تاجدار دوعالم ﷺ ميدان جنگ ۾

مشرڪ ته 12 شوال 3 ھ اربع جي ڏينهن ئي مديني جي ويجهو پهچي ڪري اُحد جبل تي ديرو ڄمائي چڪا هئا. پر حضور اڪرم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم 14 شوال 3 ھ بعد نماز جمعه مديني مان روانا ٿيا. رات جو بني نجار ۾ رهيا ۽ 15 شوال ڇنڇر جي ڏينهن فجر جي نماز جي وقت احد ۾ پهتا. حضرت بلال رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنۡهُ آذان ڏني ۽ پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن نماز فجر پڙهائي ميدان جنگ ۾ مورچا بندي شروع فرمائي. حضرت عڪاشه بن محصن اسدي کي لشڪر جي ميمنه (ساڄي پاسي) تي، ۽ حضرت ابوسلمه بن عبدالاسد مخزومي کي مسيره (کاٻي پاسي) تي، حضرت ابو عبيده بن الجراح ۽ حضرت سعد بن ابي وقاص کي مقدمه (اڳيان) تي ۽ حضرت مقداد بن عمرو کي ساقه (پٺيان) تي آفيسر مقرر فرمايو

[229] ڪتاب المغازي للواقدي، غزوه احد، ج ا ص 216

(رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُم) ۾ صف بنديءَ وقت احد جبل کي پٺ تي رکيو ۽ ڪوهه عينين کي جيڪو وادي قناة ۾ آهي پنهنجي کابي طرف رکيو. لشڪر جي پنيان جبل ۾ هڪ دڙو (تنگ رستو) هو جنهن مان گذري قريشي ڪافر مسلمانن جي صفن تي پنيان کان حملو ڪري ٿي سگهيا. انهي لاءِ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن انهي دري جي حفاظت لاءِ پنجاهه تيراندازن جو هڪ دستو مقرر فرمائي ڇڏيو ۽ حضرت عبداللّٰه بن جبير کي ان دستي جو آفيسر مقرر ڪري ڇڏيو ۽ هي حڪم فرمايو تہ ڏسو اسان چاهي مغلوب ٿيون يا غالب پر توهان پنهنجي هن جڳهہ تان ايستائين نہ هٽجو جيستائين آئون توهان وٽ ڪنهن کي نہ موڪليان[230].
(مدراج جلد 2 ص 115 وبخاري باب مايکره من التنازع)

مشرڪن بہ نهايت باقاعدگيءَ سان پنهنجن صفن کي درست ڪيو. انهن پنهنجي لشڪر جي ميمنہ تي خالد بن وليد ۽ ميسره تي عڪرمہ بن ابوجهل کي آفيسر بڻائي ڇڏيو، سوارن جو دستو صفوان بن اميہ جي ڪمان ۾ هو. تير اندازن جو الڳ هڪ دستو هو جنهن جو سردار عبداللّٰه بن ربيعہ هو ۽ سموري لشڪر جو علمبردار طلحہ بن ابو طلحہ هو جيڪو قبيلي بني عبدالدار جو هڪ ماڻهو هو[231]. (مدارج جلد 2 115)

حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جڏهن ڏٺو تہ سموري ڪافرن جي لشڪر جو علمبردار قبيلہ بني عبدالدار جو هڪ شخص آهي

---

[230] مدارج النبوة قسم سوم، باب چهارم ج 2 ص 114 ، 115 ملتقطا
[231] مدارج النبوة قسم سوم، باب چهارم ج 2 ص 115

تہ پاڻ بہ اسلامي لشڪر جو جهنڊو حضرت مصعب بن عمير رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي عطا فرمايو ھي بہ قبيلي بنو عبدالدار سان تعلق رکندا ھئا.

## جنگ جي ابتدا

سڀ کان پهرين قريشي ڪافرن جون عورتون دف وڄائي وڄائي اهڙا شعر ڳائينديون اڳتي وڌيون جن ۾ جنگ بدر جي مقتولن جو ماتم ۽ انتقامِ خون جو جوش ڀريل ھو. ڪافرن جي لشڪر جي سپهہ سالار ابو سفيان جي زال "هند" اڳيان اڳيان ۽ قريشي ڪافرن جي معزز گهراڻن جون چوڏنهن عورتون ان سان گڏ ھيون ھي سڀ آواز آواز ۾ ملائي ھي شعر ڳائي رھيون تہ:

نَحۡنُ بَنَاتُ طَارِقۡ نَمۡشِيۡ عَلَی النَّمَارِقۡ

اسان آسمان جي تارن جون ڌيئرون آھيون اسان قالينن تي هلڻ واريون آھيون.

اِنۡ تُقۡبِلُوۡا نُعَانِقۡ اَوۡ تُدۡبِرُوۡا نُفَارِقۡ

جيڪڏهن توهان اڳتي وڌي ڪري وڙهندا تہ اسان توهان سان گلي ملنداسين. ۽ پوئتي پير ڪيا تہ اسان توهان کان الڳ ٿي ويندا سين[232].

مشرڪن جي صفن مان سڀ کان پهريان جيڪو شخص جنگ جي لاءِ نڪتو اھو "ابو عامراوسي" ھو. جنهن جي عبادت ۽

[232] ڪتاب المغازي للواقدي، غزوه احد، ج 1، ص 225

پارسائي جي ڪري مديني وارا ان کي راهب چوندا هئا. پر رسول الله صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ان جو نالو "فاسق" رکيو هو. جهالت جي زماني ۾ هي شخص پنهنجي قبيلي اوس جو سردار هو ۽ مديني جو مقبول عام ماڻهو هو. پر جڏهن حضور ڪريم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن مديني ۾ تشريف کڻي آيا ته هي شخص جذبه حسد ۾ سڙي ڪري خدا عَزَّوَجَلَّ جي محبوب صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي مخالفت ڪرڻ لڳو ۽ مديني مان نڪري مڪي هليو ويو ۽ قريشي ڪافرن کي پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن سان جنگ ڪرڻ تي آماده ڪيو. هن کي وڏو ڀروسو هو ته منهنجي قوم جڏهن مونکي ڏسندي ته رسول صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو ساٿ ڇڏي ڏيندي. تنهنڪري هن ميدان ۾ نڪري ڪري سڏيو ته اي انصارؤ! ڇا توهان مونکي سڃاڻو ٿا؟ آئون ابو عامر راهب آهيان. انصارن وڏي آواز ۾ چيو ها ها! اي فاسق! اسان توکي چڱي طرح سڃاڻون ٿا خدا عَزَّوَجَلَّ توکي ذليل ڪري. ابو عامر پنهنجي لاءِ فاسق جو لفظ ٻڌي تڙپي پيو چوڻ لڳو هاءِ افسوس! مون کان پوءِ منهنجي قوم بلڪل ئي بدلجي وئي. پوءِ قريشي ڪافرن جو هڪ ٽولو جيڪو هن سان گڏ هو مسلمانن تي تير وسائڻ لڳو انهي جي جواب ۾ انصارن به اهڙي زوردار پٿربازي ڪئي جو ابو عامر ۽ ان جا ساٿي ميدان جنگ مان ڀڄي ويا[233]. (مدارج جلد 2 ص 116)

ڪافرن جي لشڪر جو علمبردار طلحه بن ابوطلحه صف مان نڪري ميدان ۾ آيو ۽ چوڻ لڳو ته اي مسلمانو! ڇا توهان ۾ ڪو اهڙو آهي جيڪو مونکي دوزخ ۾ پهچائي، يا پاڻ منهنجي هٿن

---

[233] مدراج النبوت قسم سوم باب سوم ج 2 ص 116

سان جنت ۾ پهچي وڃي انهيءَ جو اهو متڪبرانہ ڪلام ٻڌي حضرت علي شير خدا كَرَّمَ اللهُ تَعَالٰى وَجْهَهُ الْكَرِيْم جن فرمايو تہ ها "آئون آهيان" اهو چئي فاتح خيبر ذوالفقار جي هڪ ئي وار سان ان جو مٿو ڦاڙي ڇڏيو ۽ هو زمين تي ڪِري تڙپڻ لڳو ۽ شير خدا رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ منهن ڦيري اتان ڪان هٽي ويا ماڻهن پڇيو تہ توهان ان جو سِرُ ڇو نہ ڪٽي ورتو؟ شير خدا رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ فرمايو جڏهن هو زمين تي ڪريو تہ هن جي شرمگاهہ کلي وئي ۽ هو مونکي قسم ڏيڻ لڳو تہ مونکي معاف ڪري ڇڏيو انهي بي حياءُ کي بي ستر ڏسي شرم منهنجي دامن کي پڪڙي ورتو انهيءَ لاءِ مون منهن ڦيري ڇڏيو[234]. (مدراج ج 2 ص 116)

طلحہ ڪانپوءِ ان جو ياءِ عثمان بن ابوطلحہ رجز جو هي شعر پڙهندي حملہ آور ٿيو تہ

اِنَّ عَلٰى اَهْلِ اللِّوَاءِ حَقًّا! اَنْ يَّخْضِبَ اللِّوَاءَ اَوْ تَنْدَقَّا

يعني: علمبردار جو فرض آهي تہ نيزي کي رت ۾ رنگي ڇڏي يا پاڻ ٽڪرائجي ٽڪرا ٽڪرا ٿي وڃي.

حضرت حمزه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ ان جي مقابلي لاءِ تلوار ڪڍي نڪتا ۽ هن جي ڪلهي تي اهڙو زور سان وارُ ڪيو جو تلوار ڪرنگهي جي هڏي کي ڪٽيندي چيلهہ تائين پهچي وئي ۽ سندن جي منهن مان هي نعرو نڪتو تہ.

اَنَا ابْنُ سَاقِ الْحَجِيْجِ

---

[234] دراج النبوت قسم سوم باب سوم ج 2 ص 116

يعني: آئون حاجين کي سيراب ڪندڙ عبدالمطلب جو پُٽ آهيان. (2) انهي ڪانپوءِ عام جنگ شروع ٿي وئي ۽ ميدان جنگ ۾ڪشت و خون (خونريزي ،قتلِ عام) جي بازار گرم ٿي وئي.

## ابو دجانہ جي خوش نصيبي

حضور اقدس صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي هٿ مبارڪ ۾ هڪ تلوار هئي جنهن تي هي شعر لکيل هو تہ

فِي الْجُبْنِ عَارٌ وَفِي الْاِقْبَالِ مَكْرُمَةٌ
وَالْمَرْءُ بِالْجُبْنِ لَا يَنْجُوْ مِنَ الْقَدَرِ

بزدلي ۾ شرم آهي ۽ اڳيان وڌي وڙهڻ ۾ عزت آهي ۽ ماڻهو بزدلي ڪري تقدير کان نٿو بچي سگهي حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن فرمايو تہ "ڪير آهي جيڪو هن تلوار کي وَٺي ان جو حق ادا ڪري". اهو ٻڌي ڪيترائي ماڻهو انهي سعادت جي لاءِ ڊوڙيا پر اهو شرف ۽ فخر حضرت ابو دجانہ رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي نصيب ۾ هو جو تاجدار دو عالم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن پنهنجي اها تلوار پنهنجي هٿ سان حضرت ابو دجانہ رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي هٿ ۾ ڏني هو اهو اعزاز ماڻي جوشِ مسرت ۾ مست ۽ بيخود ٿي ويا ۽ عرض ڪيائون تہ يا رسول اللّٰه صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم هن تلوار جو حق ڪهڙو آهي؟ ارشاد فرمايائون تہ "تون هن سان ڪافرن قتل ڪرين ايستائين جو اها ٽيڙي ٿي وڃي".

حضرت ابو دجانہ رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ عرض ڪيو تہ يا رسول اللّٰه صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم آئون هن تلوار کي ان جي حق سان گڏ وٺان ٿو. پوءِ

پنهنجي مٿي تي ڳاڙهي رنگ جو رومال ٻڌي آڪڙجندي ۽ سينوتاڻي ميدان جنگ ۾ نڪري پيا ۽ دشمنن جي صفن کي چيريندي ۽ تلوار هلائيندي اڳيان وڌندا پيا وڃن ته يڪدم هنن جي سامهون ابوسفيان جي زال ”هند“ اچي وئي، حضرت ابو دجانه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ ارادو ڪيو ته انهي تي تلوار هلائي ڇڏين پر پوءِ ان خيال کان تلوار هٽائي ڇڏي ته رسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي مقدس تلوار لاءِ هي مناسب ناهي ته اها ڪنهن عورت جو سِر قلم ڪري[235]. (زرقاني ج 2 ص 29 و مدارج ج 2 ص 116)

حضرت ابو دجانه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ وانگر حضرت حمزه ۽ حضرت علي رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُمَا به دشمنن جي صفن ۾ گهڙي پيا ۽ ڪافرن جو قتل عام شروع ڪري ڇڏيو.

حضرت حمزه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جوشِ جهاد ۾ ٻه هٿي تلوار هلائيندا اڳيان وڌندا پئي ويا. انهيءَ ئي حالت ۾ ”سباع غبشاني“ سامهون اچي ويو پاڻ تڙپي ڪري فرمايو ”اي عورتن جا طوهر ڪرڻ واري عورت جا پٽ! بيهه ڪيڏانهن وڃين ٿو؟ تون الله ۽ رسول عَزَّوَجَلَّ ۽ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن سان جنگ ڪرڻ هليو آهين اِهو چئي انهيءَ تي تلوار هلائي ڇڏي ۽ هو ٻه ٽڪرا ٿي زمين تي ڪري پيو[236].

## حضرت حمزه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي شهادت

”وحشي“ جيڪو هڪ حبشي غلام هو ۽ سندس آقا جبيربن مطعم هن سان واعدو ڪري چڪو هو ته تون جيڪڏهن حضرت

---

[235] مدارج النبوة، قسم سوم، باب سوم ج 2 ص 115

[236] صحيح البخاري ڪتاب المغازي باب قتل حمزه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ لخ،الحديث:4072 ج 3 ص 41

حمزه رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْہُ کي قتل ڪري ڇڏين تہ آئون توکي آزاد ڪري ڇڏيندس. وحشي هڪ ٿڪرِي جي پنيان لڪيل هو ۽ حضرت حمزه رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْہُ جي تاڙ ۾ هو جيئن ئي پاڻ ان جي ويجهو پهتا تہ هن پري کان پنهنجو نيزو اڇلائي هنيو جيڪو سندن دُنَ ۾ لڳو ۽ پٺيءَ مان پارٿي ويو. انهيءَ حال ۾ بہ حضرت حمزه رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْہُ تلوار کڻي ڪري هن ڏانهن وڌيا پر زخمن جي سَٽَ نہ سهندي پٽ تي ڪري پيا ۽ شهادت سان سرفراز ٿي ويا[237].

(بخاري باب قتل حمزه ج 2 ص 582)

ڪافرن جا علمبردار پاڻ ڪٽجي ڪٽجي ڪرندا پئي ويا پر انهن جوجهندو نہ پئي ڪريو. هڪ جي قتل ٿيڻ بعد ٻيو جهندي کي کڻي پيووٺي. انهن ڪافرن جي جوش ۽ خروش جو هي عالم هو جو جڏهن هڪ ڪافر جنهنجو نالو "صواب" هو مشرڪن جو جهندو کنيو تہ هڪ مسلمان ان کي زور سان تلوار هنئي جو هن جا ٻئي هٿ ڪٽجي زمين تي ڪري پيا پر هن پنهنجي قومي جهندي کي زمين تي ڪرڻ نہ ڏنو بلڪ جهندي کي پنهنجي سيني سان دٻائي زمين تي ڪري پيو. ان ئي حالت ۾ مسلمانن کيس قتل ڪري ڇڏيو، پر هو قتل ٿيندي ٿيندي اِهو چوندو رهيو تہ مون پنهنجو فرض ادا ڪري ڇڏيو. هن جي مرندي ئي هڪ بهادر عورت جنهنجو نالو "عمره" هو ان سَٽَ ڏئي قومي جهندي کي پنهنجي هٿ ۾ کڻي ڪري بلند ڪري ڇڏيو اهو منظر ڏسي قريشن کي

---

[237] صحيح البخاري ڪتاب المغازي باب قتل حمزه رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ لخ، الحديث:4072 ج 3 ص 41

غيرت آئي ۽ انھن جي وکريل فوج گڏ ٿي وئي ۽ انھن جا اکڙيل قدم وري ڄمي ويا. (مدارج جلد 2 ص 116 وغيره)

## حضرت حنظلہ رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ جي شھادت

ابو عامر راھب ڪافرن جي طرفان وڙھي رھيو ھو پر ان جا فرزند حضرت حنظلہ رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْہُ اسلام جي جھنڊي ھيٺ جھاد ڪري رھيا ھئا. حضرت حنظلہ رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْہُ بارگاھ رسالت ۾ عرض ڪيو تہ يا رسول الله! عَزَّوَجَلَّ و صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم مونکي اجازت ڏيو تہ آئون پنھنجي تلوار سان پنھنجي پيءُ ابو عامر راھب جو سر ڪٽي ڪٽي اچان پر حضور رحمۃ العالمين صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن جي رحمت اھو گوارا نہ ڪيو تہ پٽ جي تلوار پيءُ جو سر ڪپي. حضرت حنظلہ رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْہُ ايتري قدر جوش ۾ پريل ھئا جو سر تري تي رکي انتھائي جانبازي سان وڙھندي لشڪر جي وچ ۾ پھچي ويا ۽ ڪافرن جي سپھ سالار ابو سفيان تي حملو ڪري ڏنو حضرت حنظلہ رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْہُ جي تلوار ابو سفيان جو سر قلم وارا ئي ھئا تہ ايتري ۾ اوچتو پنيان شداد بن الاسود ليڪي ڪري وار کي روڪيو ۽ حضرت حنظلہ رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ کي شھيد ڪري ڇڏيو.

حضرت حنظلہ رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْہُ جي باري ۾ حضور اکرم صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن ارشاد فرمايو تہ ”فرشتا حنظلہ کي غسل ڏئي رھيا آھن“ جڏھن انھن جي گھرواريءَ (زال) کان انھن جو حال معلوم ڪيو ويو تہ ھنن چيو تہ جنگ احد جي رات ھو پنھنجي زال سان گڏ ستا ھئا، غسل جي حاجت ھئي پر دعوتِ جنگ جو آواز انھن جي

ڪن ۾ پيو ته هو انهيءَ ئي حالت ۾ جنگ ۾ شريڪ ٿي ويا اهو ٻڌي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن فرمايو اهو ئي سبب آهي جو فرشتن انهن کي غسل ڏنو. انهي واقعي جي ڪري حضرت حنظله رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي ”غسيل الملائڪ“ جي لقب سان ياد ڪيو ويجي ٿو[238]. (مدراج ج 2 ص 123)

هن جنگ ۾ انصار ۽ مهاجر مجاهد وڏي دليري ۽ جانبازي سان وڙهندا رهيا ايسيتائين جو مشرڪن جا پير اکڙي ويا. حضرت علي، حضرت ابو دجانه ۽ حضرت سعد بن ابي وقاص رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُم وغيره جن جي مجاهدانه حملن مشرڪن جي چيلهه ڀڃي ڪري وڌي. ڪافرن جا سيئي علمبردار عثمان، ابوسعد، مسافع، طلحه بن ابي طلحه وغيره هڪ هڪ ڪري ڪٽجي زمين تي ڍير ٿي ويا. ڪافرن کي شڪست ٿي وئي ۽ هو ڀڄڻ لڳا ۽ انهن جون عورتون جيڪي بيت شعر پڙهي ڪافرن جي لشڪر کي جوش ڏياري رهيون هيون اهي هن بدحواسي جي عالم ۾ پنهنجا وَرَ ڪٽي اگهاڙين پِنِيُن ڀڄنديون جبلن ڏانهن ڊوڙنديون وڃي رهيون هيون ۽ مسلمان قتل ۽ غارت گريءَ ۾ مشغول هئا[239].

## اوچتو جنگ جو پاسو بدلجي ويو

ڪافرن جي ڀڄ ڊڪ ۽ مسلمانن جي فاتحانه قتل ۽ غارت گريءَ جو منظر ڏسي اهي پنجاهه تير انداز مسلمان جيڪي دُري

---

[238] المواهب اللدنيه وشرح الزرقاني باب غزوه احد ج 2 ص 408 — 409

[239] المواهب اللدنيه وشرح الزرقاني باب غزوه احد ج 2 ص 405، 409، 410 ملتقطاً

جي حفاظت تي مقرر ڪيا ويا هئا. اهي پاڻ ۾ هڪبئي کي چوڻ لڳا ته غنيمت لٽيو، غنيمت لٽيو، توهان جي فتح ٿي وئي. انهن جي آفيسر حضرت عبد الله بن جبير رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ کين هر طرح سان روڪيو ۽ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو فرمان ياد ڏياريو ۽ فرمان مصطفوي صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي مخالفت کان ڊيڄاريو، پر انهن تيرانداز مسلمانن هڪ نه ٻڌي ۽ پنهنجي جڳهه ڇڏي مال غنيمت گڏ ڪرڻ ۾ مصروف ٿي ويا. ڪافرن جي لشڪر جو هڪ آفيسر خالد بن وليد جبل جي چوٽي تان اهو منظر ڏسي رهيو هو. جڏهن هن ڏٺو ته دُرو پهريدارن کان خالي ٿي ويو آهي ته فورن ئي دُري جي رستي کان فوج آڻي مسلمانن تي پٺيان کان حملو ڪري ڏنو. حضرت عبدالله بن جبير رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ ڪجهه جانبازن سان گڏ انتهائي دليرانه مقابلو ڪيو پر هي سڀ جا سڀ شهيد ٿي ويا، هاڻي ڇا هو ڪافرن جي فوج لاءِ رستو صاف ٿي ويو خالد بن وليد زبردست حملو ڪري ڏنو. اهو ڏسي ڀڄندڙ قريشي ڪافرن جي فوج به موٽي پئي مسلمان مال غنيمت ميڙڻ ۾ مصروف هئا پٺيان مڙي ڏٺائون ته تلوارون وسي رهيون هيون ۽ ڪافر اڳيان پويان ٻنهي پاسن کان مسلمانن تي حملو ڪري رهيا هئا ۽ مسلمانن جو لشڪر چڪي جي ٻن پُڙن ۾ داڻن وانگر پيسجڻ لڳو، مسلمانن ۾ اهڙي بدحواسي ۽ ابتري ڦهلجي وئي جو پنهنجي ۽ پرائي جي تميز نه رهي خود مسلمان مسلمانن جي تلوارن سان قتل ٿيا جيئن حضرت حذيفه رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ جا والد حضرت يمان رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ مسلمانن جي تلوار سان شهيد ٿيا. حضرت حذيفه رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ دانهون ڪندا رهجي ويا ته اي مسلمانو! هي منهنجو پيءُ آهي، هي منهنجو پيءُ آهي، پر اهڙِي عجيب بدحواسي ڦهليل هئي جو

ڪنهن کي ڪنهن جو ڏيان ئي نہ رهيو هو ۽ مسلمانن حضرت يمان رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنۡهُ کي شهيد ڪري ڇڏيو.

## حضرت مصعب بن عمير رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنۡهُ بہ شهيد

پوءِ وڏو غضب هي ٿيو تہ اسلامي لشڪر جي علمبردار حضرت مصعب بن عمير رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنۡهُ تي ابن قميئہ ڪافر حملو ڪر ڏنو ۽ انهن جي ساڄي هٿ تي اهڙي زور سان تلوار هلائي جو انهن جو ساڄو هٿ ڪٽجي ڪري پيو، انهيءَ جانباز مهاجر هڪدم اسلامي جهنڊي کي کاٻي هٿ ۾ سنڀالي ورتو پر ابن قميئہ تلوار هڻي ڪري انهن جو کاٻو هٿ بہ شهيد ڪري ڇڏيو. ٻئي هٿ ڪٽجي چڪا هئا پر حضرت عمير رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنۡهُ پنهنجي ٻنهي ڪٽيل ٻانهن سان اسلامي جهنڊي کي پنهنجي سيني سان لڳائي بيٺا رهيا ۽ بلند آواز سان هي آيت پڙهندا رهيا آيت مبارڪ

وَمَا مُحَمَّدٌ اِلَّا رَسُوۡلٌ ۚ قَدۡ خَلَتۡ مِنۡ قَبۡلِهِ الرُّسُلُ[240]

پوءِ ابن قميئہ انهن کي تير هڻي شهيد ڪري ڇڏيو. حضرت مصعب بن عمير رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنۡهُ جيڪي صورت ۾ حضور اقدس صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن سان ڪجھ مشابهت رکندا هئا کي زمين تي ڪرندو ڏسي ڪافرن هُلايو تہ (معاذ اللّٰه) حضور تاجدار دو عالم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن قتل ٿي ويا[241].

---

[240] ترجمو ڪنزالايمان : ۽ محمد صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تہ هڪ رسول آهن انهن کان اڳ رسول ٿي گذريا. مدارج النبوت قسم سوم باب سوم ج 2 ص 124

[241] المواهب اللدنيہ مع شرح الزرقاني باب غزوه احد ج 2 ص 414 و مدارج النبوة قسم سوم باب چهارم ج 2 ص 124

الله اڪبر! انهي آواز غضب ڪري ڇڏيو مسلمان هي ٻڌي ڪري بلڪل ئي هڪا ٻڪا ۽ بيحال ٿي ويا ۽ ميدان جنگ ڇڏي ڀڄڻ لڳا. وڏن وڏن بهادرن جا پير اکڙي ويا ۽ مسلمانن ۾ ٽي گروهه ٿي ويا. ڪجهه ماڻهو تہ ڀڄي وڃي مديني کي ويجهو پهتا ڪجهه ماڻهوهيسجي ڪري مرده دل ٿي ويا جتي هئا اُتي ئي ويهجي ويا پنهنجي جان بچائيندا رهيا يا جنگ ڪندا رهيا، ڪجهه ماڻهو جن جو تعداد تقريباً 12هو. اُهي رسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن سان ثابت قدم رهيا. انهيءَ هلچل ۽ پڃ ڊُڪ ۾ ڪيترن ماڻهن تہ بلڪل ئي همت هاري ڇڏي ۽ جيڪي جانبازي سان وڙهڻ چاهن پيا اهي بہ دشمنن جي ٻہ طرفا حملن ۾ ڦاسي مجبورءِ لاچار ٿي چڪا هئا. تاجداردو عالم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ڪٿي آهن؟ ڪهڙي حال ۾ آهن؟ ڪنهن کي بہ ان جي خبر نہ هئي[242].

حضرت علي رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ تلوار هلائيندا ۽ دشمنن جي صفن کي درهم برهم ڪندا هلندا پئي ويا. هو هر طرف مڙي مڙي رسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي ڏسندا رهيا پر جمالِ نبوت نظر نہ اچڻ سان اُهي انتهائي بيچيني ۽ بيقراريءَ جي عالم ۾ هئا[243].

حضرت انس رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جا چاچا حضرت انس بن نضر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ وڙهندي وڙهندي ميدان جنگ کان بہ ڪجهه اڳتي نڪري ويا، اتي وڃي ڏٺائون تہ ڪجهه مسلمانن مايوس ٿي ڪري هٿيار ڦٽا ڪري ڇڏيا آهن حضرت انس بن نضر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ پڇيو تہ توهان هتي

---

[242] شرح زرقاني علي المواهب، باب غزوه احد، ج 2 ص 415

[243] (3) مدارج النبوة قسم سوم باب چهارم ج 2 ص 121

ويهي ڇا ڪري رهيا آهيو؟ ماڻهن جواب ڏنو ته هاڻي اسان وڙهي ڇا ڪنداسين؟ جن لاءِ وڙهندا هئا سين اُهي ته شهيد ٿي ويا. حضرت انس بن نضر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ فرمايو ته جيڪڏهن واقعي رسول خدا صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن شهيد ٿي چڪا آهن ته پوءِ اسان انهن کانپوءِ زنده رهي ڇا ڪنداسين هلو اسان به انهيءَ ميدان ۾ شهيد ٿي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن وٽ پهچي وڃون. اهو چئي پاڻ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ دشمنن جي لشڪر ۾ وڙهندي وڙهندي گهڙي ويا ۽ آخري گهڙيءَ تائين انتهائي جوش جهاد ۽ جانبازي سان جنگ ڪندا رهيا ايستائين جو شهيد ٿي ويا. جنگ ختم ٿيڻ کانپوءِ جڏهن انهن جو لاش ڏنو ويو ته اسي کان وڌيڪ تيرن، تلوارن ۽ نيزن جا زخم انهن جي جسم تي هئا ڪافرن انهن جي جسم کي پروڻ ڪري ڇڏيو هو. نڪ، ڪَنَ وغيره ڪٽي ڪري انهن جي صورت بگاڙي ڇڏي هئي ڪو به شخص انهن جي لاش کي سڃاڻي نه پئي سگهيوانهن جي ڀيڻ انهن جون آڱريون ڏسي انهن کي سڃاڻي ورتو.[244] (بخاري غزوت احد ج 2 ص 579 و مسلم جلد 2 ص 38)

اهڙيءَ طرح حضرت ثابت بن وحداح رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ مايوس ٿيڻ وارن انصارن کي چيو ته اي جماعت انصار! جيڪڏهن بلفرض رسول اڪرم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم شهيد به ٿي ويا ته توهان همت ڇو هاري وينا آهيو؟ توهان جو الله عَزَّوَجَلَّ ته زنده آهي تنهنڪري توهان اُٿو ۽ الله عَزَّوَجَلَّ جي دين جي لاءِ جهاد ڪريو اهو چئي پاڻ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ ڪجھ انصارن کي ساڻ ڪري ڪافرن جي لشڪر تي بڪايل

---

[244] شرح زرقاني علي المواهب، باب غزوه احد، ج 2 ص 417 ملخصاً

شينهن وانگر حملو ڪري ڏنائون ۽ آخرڪار خالد بن وليد جي نيزي سان جامِ شهادت نوش ڪيائون.[245] (اصابہ، ترجمو ثابت بن وحداح)

جنگ جاري هئي ۽ جانثارانِ اسلام جيڪي جتي هئا اتي ئي وڙهڻ ۾ مصروف هئا پرسيني جون نظرون انتهائي بيقراري سان جمال نبوت کي تلاش ڪري رهيون هيون، عين مايوسي جي عالم ۾ سڀ کان پهريان جنهن بنهي جهانن جي تاجدار صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو جمال ڏٺو اهي حضرت ڪعب بن مالڪ رَضِىَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جون خوش نصيب اکيون هيون انهن حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي سڃاڻي مسلمانن کي سڏيو اي مسلمانو! هيڏانهن اچو رسول خدا (عَزَّوَجَلَّ ۽ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم) هي آهن. انهيءَ آواز کي ٻڌي سيني جانثارن ۾ جان پئجي وئي ۽ هر طرف کان مسلمان ڊوڙي ڊوڙي اچڻ لڳا ڪافرن بہ هر طرف کان حملو روڪي رحمت عالم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن تي قاتلانا حملو ڪرڻ جي لاءِ سڄو زور لڳائي ڇڏيو ڪافرن جو لشڪر ڪڪرن وانگر مِڙي بار بار مدني تاجدار صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تي يلغار ڪرڻ لڳو، پر ذوالفقار جي بجلي سان هي ڪڪر ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويندو هو.[246]

## زياد بن سڪن جي شجاعت ۽ شهادت

هڪ دفعي ڪافرن جو هجوم حملو ڪرڻ آيو تہ سرور عالم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن فرمايو تہ "ڪير آهي جيڪو منهنجي مٿان پنهنجي جان قربان ڪري؟" اِهو ٻڌندي ئي حضرت زياد بن سڪن

---

[245] الاصابت في تميز الصحابہ، ثابت بن وحداح، ج 1 ص 503

[246] الاڪتفا باب ذڪر مغازي الرسول صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ، ج 1 ص 380

رَضِیَ اللہ تَعَالٰی عَنْهُ پنجن انصارن کي وني اڳيان وڙيا ۽ هر هڪ وڙهندي پنهنجي جان قربان ڪري ڇڏي. حضرت زياد بن سڪن رَضِیَ اللہ تَعَالٰی عَنْهُ زخمن ڪان چُور چُور ٿي زمين تي ڪري پيا هئا پر ٿورو ساهه باقي هو حضور صَلَّی اللہ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن حڪم ڏنو ته انهن جي لاش کي مون وٽ کڻي اچو جڏهن ماڻهن انهن جي لاش کي بارگاهه رسالت صَلَّی اللہ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۾ پيش ڪيو ته حضرت زياد بن سڪن رَضِیَ اللہ تَعَالٰی عَنْهُ کسڪي ڪري محبوب خدا صَلَّی اللہ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي قدمن تي پنهنجو منهن رکي ڇڏيو ۽ انهيءَ حالت ۾ انهن جو روح پرواز ڪري ويو[247]. الله اڪبر! حضرت زياد بن سڪن رَضِیَ اللہ تَعَالٰی عَنْهُ جن جي انهي موت تي لکين زندگيون قربان! سبحان الله عَزَّوَجَلَّ.

بچہ ناز رفتہ باشد ز جہاں نیاز مندے
کہ بوقت جاں سپردن بسرش رسیدہ باشی

## کجور کائيندي کائيندي جنت ۾

اهڙي گهمسان جي جنگ ۽ مار ڌاڙ ۾ هڪ بهادر مسلمان نهايت بيپرواهيءَ سان بينو کتل کائي رهيو هو يڪدم اڳتي وڌيو ۽ عرض ڪيائين يارسول الله صَلَّی اللہ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جيڪڏهن آئون هن وقت شهيد ٿي وڃان ته منهنجو نڪاڻو ڪٿي هوندو؟ پاڻ صَلَّی اللہ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ارشاد فرمايو ته تون جنت ۾ ويندين هو بهادر انهي فرمانِ بشارت کي ٻڌي مستيءَ ۾ مست ٿي ويو ۽ هڪدم ڪافرن جي لشڪر ۾ ڪاهي پيو ۽ اهڙي شجاعت سان وڙهڻ لڳو

---

[247] دلائل النبوت للبيهقي باب تحريض النبي صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ....الخ ج 3 ص 232

جو ڪافرن جي دل ڪنبي وئي، اهڙي طرح جنگ ڪندي ڪندي شهيد ٿي ويو[248]. (بخاري غزوه احد ج 2 ص 579)

## منڊڪائيندي بهشت ۾

حضرت عمرو بن جموح انصاري رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ منڊا هئا، هي گهر کان نڪرڻ وقت هي دعا گهري هليا هئا ته يااللّٰه عَزَّوَجَلَّ مون کي ميدانِ جنگ کان اهل ۽ عيال ڏانهن اچڻ نصيب نه ڪر، سندن چار پٽ به جهاد ۾ مصروف هئا. ماڻهن انهن کي منڊو هئڻ جي ڪري جنگ کان روڪي ڇڏيو ته هي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي بارگاهه ۾ لِيلائي لِيلائي عرض ڪرڻ لڳا ته يا رسول اللّٰه عَزَّوَجَلَّ! صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم مون کي جنگ ۾ وڙهڻ جي اجازت عطا فرمايو منهنجي خواهش آهي ته آئون منڊڪائيندو باغ بهشت ۾ خوشي خوشي هليو وڃان. انهن جي بيقراري ۽ گريه زاري کان رحمت عالم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو قلب مبارڪ متاثر ٿي ويو ۽ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن انهن کي جنگ جي اجازت ڏئي ڇڏي هي خوشي ۾ جهومي اٿيا ۽ پنهنجي هڪ پٽ کي ساڻ ڪري ڪافرن جي ميڙ ۾ ڪاهي پيا، حضرت ابو طلحه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جو بيان آهي ته مون حضرت عمرو بن جموح رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي ڏٺو ته هو ميدان جنگ ۾ هي چوندي هلي رهيا هئا ته "خدا عَزَّوَجَلَّ جو قسم! آئون جنت جو مشتاق آهيان" انهن سان گڏ انهن کي سهارو ڏيندي سندن پٽ به انتهائي شجاعت سان وڙهي رهيو هو ايسيتائين جو

---

[248] صحيح البخاري، ڪتاب المغازي، باب غزوة احد، الحديث: 4046 ج 3 ص35.

اِهي بئي شهادت سان سرفراز ٿي باغ بهشت ۾ پهچي ويا. جنگ ختم ٿيڻ کان بعد انهن جي زال هند زوجهِ عمرو بن جموح ميدان جنگ ۾ پهتي ۽ ان هڪ اُٺ تي انهن جو ۽ پنهنجي ڀاءُ ۽ پُٽ جو لاش رکي دفن ڪرڻ جي لاءِ مديني آڻڻ چاهيو ته هزارن ڪوششن جي باوجود ڪنهن به طرح سان اُهو اُٺ هڪ قدم به مديني جي طرف نه هليو بلڪ اهو ميدان جنگ جي ئي طرف ڀڄي ڀڄي ڪري ويندو رهيو. هند جڏهن حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن سان اهو ماجرو عرض ڪيو ته پاڻ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن فرمايو ته هي ٻڌاءِ ته ڇا عمرو بن جموح رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ گهر کان نڪرڻ وقت ڪجهه چيو هو؟ هند چيو جي ها هو هي دعا ڪندي گهر کان نڪتا هئا ته "ياالله عَزَّوَجَلَّ! مون کي ميدان جنگ کان اهل ۽ عيال ڏانهن اچڻ نصيب نه ڪر. پاڻ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ارشاد فرمايو اهائي وجهه آهي جو اُٺ مديني جي طرف نه هلي رهيو آهي".[249] (مدارج جلد 2 ص 124)

## ٻنهي جهانن جا تاجدار صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم زخمي

انهيءَ ڪشمڪش ۽ پريشاني جي عالَم ۾ جڏهن ته وکريل مسلمان اڃان رحمت عالم صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن وٽ جمع به نه ٿيا هئا ته عبدالله بن قميئه جيڪو قريش جي بهادرن ۾ تمام ئي مشهور هو. انهيءَ اوچتو حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي ڏسي ورتو ۽ يڪدم بجلي وانگر صفن کي چيريندو آيو ۽ ٻنهي جهانن جي تاجدار صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن تي قاتلانا حملو ڪري ڏنو، ظالم

---

[249] مدارج النبوت، قسم سوم، باب چهارم، ج 2، ص 124

پوري طاقت سان پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي چهري مبارڪ تي تلوار هئني جنهن سان خود جون ٻه ڪڙيون رخ انور ۾ چيڀجي ويون، هڪ ٻئي ڪافرچهره اقدس تي اهڙو پٿر هنيوجو پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جا ٻه ڏند مبارڪ شهيد ۽ هينيون مقدس چپ زخمي ٿي پيو انهيءَ حالت ۾ ابي بن خلف ملعون پنهنجي گهوڙي تي سوار ٿي ڪري پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي شهيد ڪرڻ جي نيت سان اڳيان وڌيو حضور اقدس صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن پنهنجي هڪ جانثار صحابي حضرت حارث بن صمہ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کان هڪ ننڍڙو نيزو وٺي ابي بن خلف جي ڪنڌ تي هنيو جنهن سان هو تڙپي اٿيو، ڳچيءَ تي تمام معمولي زخم آيو ۽ هو پٺي نڪتو پر پنهنجي لشڪر ۾ وڃي پنهنجي ڪنڌ جي زخم جي ڀاري تڪليف ۽ پريشاني ظاهر ڪرڻ لڳو ۽ تمام گهٽي ناقابل برداشت سور جي شڪايت ڪرڻ لڳو انهيءَ تي سندس ساٿين چيو ته "هي ته معمولي رهڙ آهي تون ايتري قدر پريشان ڇو آهين؟ هن چيو توهان نٿا ڄاڻو ته هڪ دفعي مون کي حضرت محمد صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن چيو هو ته آئون توکي قتل ڪندس انهيءَ لاءِ. هي ته بحرحال زخم آهي پر مون کي يقين آهي ته جيڪڏهن هو مون کي ٿُڪَ به هڻن ها ته به آئون سمجهي وڃان ها ته منهنجي موت يقيني آهي"[250].

ان جو واقعو هينئن آهي ته ابي بن خلف مڪي ۾ هڪ گهوڙو پاليو هو جنهن جو نالو هن "عود" رکيو هو. هو روزانو ان کي

[250] مدراج البوت قسم سوم، باب چهارم ج 2 ص 127-129 ملتقطاً

چاريندو هو ۽ ماڻهن کي چوندو هو تہ آئون هن ئي گھوڙي تي سوار ٿي حضرت محمد صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي قتل ڪندس. جڏهن پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي انهيءَ جي خبر پئي تہ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن فرمايو اِنْ شَآءَ اللهُ عَزَّوَجَلَّ آئون ابي بن خلف کي قتل ڪندس، تنهنڪري ابي بن خلف پنهنجي انهي ئي گھوڙي تي چڙهي جنگ احد ۾ آيو هو جو هي واقعو پيش آيو[251]. ابي بن خلف نيزي جي زخم کان بيقرار ٿي سمورو رستو تڙپندو ۽ ڦٿڪندو رهيو ايستائين جو جنگ احد کان واپس ايندي "مقامِ سرف" ۾ مري ويو[252]. (زرقاني علي المواهب ج 2 ص 45)

اهڙي طرح ابن قميئہ ملعون جنهن حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي رخ انور تي تلوار هنئي هئي، هڪ جابلو ٻَڪَر کي خداوند قهار ۽ جبار ان تي مسلط فرمائي ڇڏيو هن انهيءَ کي سگ هڻي هڻي پرزا ڪري ڇڏيو ۽ ان کي جبل جي بلندي تان هيٺ ڪيرائي ڇڏيو جنهن ڪري سندس لاش ٽڪرا ٽڪرا ٿي زمين تي وکرجي ويو[253]. (زرقاني ج 2 ص 39)

## صحابہءِ ڪرام عَلَيْهِمُ الرِّضْوَان جو جوش جان نثاري

جڏهن حضور اڪرم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن زخمي ٿي پيا تہ چئني طرفن کان ڪافر پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن تي تيرن ۽ تلوارن جا

---

[251] الطبقات الكبرىٰ لابن سعد باب من قتل من المسلمين يوم احد ج 2 ص 35

[252] المواهب اللدنيہ و شرح الزرقاني باب غزوة احد ج 2 ص 437

[253] المواهب اللدينتہ شرح الزرقاني باب غزوت احد ج 2 ص 426

وار شروع ڪري ڏنا ۽ ڪافرن جو تمام وڏو ميڙ پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن تي چؤطرف حملو ڪرڻ لڳو. جنهن سان پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ڪافرن جي گهيري ۾ قيد ٿيڻ لڳا. اِهو منظر ڏسي جانثارصحابہ رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُم جو جوشِ جان نثاري جي ڪري رت ٽهڪڻ لڳو ۽ هو پنهنجو سِر تَري تي رکي پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي بچائڻ جي لاءِ انهيءَ جنگ جي باھ ۾ ٽپي پيا ۽ پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي چوڌاري هڪ حلقو ناهي ورتو، حضرت ابو دجانہ رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جهڪي پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي لاءِ ڍال بڻجي ويا ۽ چئني طرفن کان جيڪي تلوارون وسي رهيون هيون انهن کي پنهنجي پنيءَ تي سهندا رهيا ۽ پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن تائين ڪنهن تلوار يا نيزي جي وارَ کي پهچڻ ئي نہ ڏنائون، حضرت طلحہ رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي جانثاري جو هي عالم هو جو هو ڪافرن جي تلوارن جي وار کي پنهنجي هٿن تي روڪيندا رهيا ايستائين جو انهن جو هڪ هٿ ڪٽجي ڪري ساٽو ٿي ويو ۽ انهن جي بدن تي پنجٽيهہ يا اوڻيتاليهہ زخم لڳا مطلب تہ جانثار صحابہ ڪرام عَلَيْهِمُ الرِّضْوَان جن حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي حفاظت ۾ پنهنجي جانين جي پرواھ نہ ڪئي ۽ اهڙي بهادري ۽ جانبازي سان جنگ ڪندا رهيا جو تاريخ عالم ۾ انهي جو مثال نٿو ملي. حضرت ابو طلحہ رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ نشاني بازي ۾ مشهور هو انهن انهي موقعي تي ايترا تہ تير وسايا جو ڪيتريون ئي ڪمانون ٽٽي پيون، انهن حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي پنهنجي پويان ويهاري ڇڏيو تہ جيئن دشمن جي ڪنهن تير يا تلوار جو ڪو وار پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ڏانهن

نہ اچي سگھي. ڪڏھن ڪڏھن پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم دشمنن جي فوج کي ڏسڻ جي لاءِ ڪنڌ مبارڪ ڪڍندا ھئا تہ حضرت طلحہ رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ عرض ڪندا ھئا تہ يا رسول اللّٰه! عَزَّوَجَلَّ و صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم منھنجا ماءُ پيءُ اوھان تي قربان! اوھان ڪنڌ متي نہ ڪڍو ڪٿي ائين نہ ٿئي جو دشمنن جو ڪو تير اوھان کي لڳي وڃي. يارسول اللّٰه (عَزَّوَجَلَّ ۽ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم) اوھان منھنجي پٺيان ئي رھو منھنجو سينو اوھان جي لاءِ آڙ بڻيل آھي[254]. (بخاري عزوه احد ص 581)

حضرت قتاده بن نعمان رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي چھري مبارڪ کي بچائڻ جي لاءِ پنھنجو چھرو دشمن جي سامھون ڪري ڇڏيو ھو، اوچتو ڪافرن جو ھڪ تير انھن جي اک ۾ لڳو ۽ اک ٻاھر نڪري انھن جي ڳل تي لڙڪي پئي حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن پنھنجي ھٿ مبارڪ سان انھن جي اک کي کڻي اک جي حلقي ۾ رکي ڇڏيو ۽ ھي دعا فرمائي يا اللّٰه عَزَّوَجَلَّ! قتاده رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي اک بچاءِ جنھن تنھنجي رسول (صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم) جن جي چھري کي بچايو آھي مشھور آھي تہ انھن جي اُھائي اک ٻي اک کان وڌيڪ روشن ۽ خوبصورت ٿي وئي[255]. (زرقاني ج 2 ص 42)

حضرت سعد بن ابي وقاص رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ بہ تير اندازيءَ ۾ باڪمال ھئا ھي بہ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي حفاظت ۾ جلدي جلدي

---

[254] صحيح البخاري ڪتاب المغازي باب اذھمت طائفتان... الخ الحديث 4064، ج 3 ص 38 و شرح الزرقاني علي المواھب باب غزوۃ احد ج 2 ص 424

[255] المواھب اللدينت و شرح الزرقاني باب غزوۃ احد ج 2 ص 432

تير هلائي رهيا هئا ۽ حضور انور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم پاڻ پنهنجي هٿن مبارڪن سان تير ڪٽي ڪٽي انهن کي ڏيندا رهيا ۽ فرمائيندا رهيا ته اي سعد رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ! تير وسائيندو وڃ توتي منهنجا ماءُ پيءُ قربان[256]. (بخاري غزوه احد ص 580)

ظالم ڪافر انتهائي بيدردي سان حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن تي تير وسائي رهيا هئا پر ان وقت به زبان مبارڪ تي هي دعا هئي. رَبِّ اغْفِرْ قَوْمِیْ فَاِنَّهُمْ لَايَعْلَمُوْنِ يعني اي الله عَزَّوَجَلَّ! منهنجي قوم کي بخشي ڇڏ هو مون کي نٿا سڃاڻن[257]. (مسلم غزوت احد ج 2 ص 90)

حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ڏندن مبارڪ جي صدمي ۽ چهري انور جي زخمن ڪان بيحال ٿي رهيا هئا انهي حالت ۾ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم انهن ګڏن مان هڪ ګڏي ۾ ڪري پيا جيڪي ابو عامر فاسق جڳهه جڳهه تي کوٽي انهن کي ڍڪي ڇڏيو هو ته جيئن مسلمان لا علمي ۾ انهن ګڏن ۾ ڪري پون. حضرت علي رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ جن پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو هٿ مبارڪ جهليو ۽ حضرت طلحه بن عبيدالله رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ جن پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي اٿاريو. حضرت ابو عبيده بن الجراح رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ جن خود (لوهه جي ٽوپي) جي ڪڙي جو هڪ حلقو جيڪو چهري مبارڪ ۾ چُڀي ويو هو پنهنجي ڏندن سان پڪڙي اهڙي زور سان ڇڪي ڪڍيو جوانهن

[256] صحيح البخاري ڪتاب المغازي باب اذهمت..... الخ الحديث 4055 ج 3 ص 73
[257] صحيح مسلم ڪتاب الجهاد و السير باب غزوة احد الحديث 1792 ص 990

جو هڪ ڏند ٽٽي زمين تي ڪري پيو، پوءِ ٻيو حلقو بہ ڏندن سان چڪي ڪڍيو تہ ٻيو ڏند بہ ٽٽي پيو چهري مبارڪ مان جيڪو رت مبارڪ وهيو انهيءَ کي حضرت ابو سعيد خدري رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْہُ جن جي والد حضرت مالڪ بن سنان رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْہُ جن جوش عقيدت ۾ چوسي چوسي ڪري پي ڇڏيو ۽ هڪ قطرو بہ زمين تي ڪرڻ نہ ڏنو. حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن فرمايو تہ اي مالڪ بن سنان رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْہُ! ڇا تو منهنجو رت پي ڇڏيو عرض ڪيائين جي ها يا رسول الله صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ارشاد فرمايائون تہ جنهن منهنجو رت پي ورتو دوزخ کي ڪهڙي مجال جو ان کي ڇهي سگهي.[258]

(زرقاني ج 2 ص 139)

انهيءَ حالت ۾ رسول الله صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم پنهنجي جانثارن سان گڏ جبل تي چڙهي ويا جتي ڪافرن جو پهچڻ مشڪل هو. ابو سفيان ڏسي ورتو ۽ فوج وني اهو بہ جبل تي چڙهڻ لڳو پر حضرت عمر رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْہُ ۽ ٻين جانثار صحابہ رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْھم جن ايتري تہ زور سان ڪافرن تي پٿر اُڇلايا جو ابو سفيان انهن کي برداشت نہ ڪري سگهيو ۽ جبل تان لهي ويو.[259]

حضور اقدس صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن پنهنجي ڪجھ صحابہ ڪرام عليهم الرّضوان سان گڏ جبل جي هڪ گهاٽي ۾ تشريف فرما هئا ۽ چهري مبارڪ مان رت مبارڪ وهي رهيو هو. حضرت علي رَضِیَ

[258] المواهب اللدينت و شرح الزرقاني باب غزوة احد ج 2 ص 424-426

[259] السيرت النبوت لابن هشام شان عاصم بن ثابت ص 333

اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ پنهنجي ڍال ۾ پاڻي ڀري ڀري کڻي اچي رهيا هئا ۽ حضرت بيبي فاطمة الزهراء رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا پنهنجي هٿن سان رت مبارک ڌوئي رهي هئي پر رت مبارک بند نه پئي ٿيو آخرڪار کجيءَ جي تڏي جو هڪ ٽڪڙو ساڙي ان جي خاڪ زخم تي وڌي وئي ته رت مبارک فورًا بند ٿي ويو[260]. (بخاري غزوة احد ج 2 ص 584)

## ابو سفيان جو نعروءِ انهي جو جواب

ابو سفيان جنگ جي ميدان مان واپس وڃڻ لڳو ته هڪ ٽڪري تي چڙهي ويو ۽ زور زور سان سڏيندو رهيو ته ڇا هتي حضرت محمد صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن آهن؟ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن فرمايو ته توهان هن جو جواب نه ڏيو، پوءِ وري هن سڏيو ته ڇا توهان ۾ حضرت ابوبڪر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ آهي؟ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن فرمايو ڪو به جواب نه ڏي پوءِ هن وري سڏيو ته ڇا توهان ۾ حضرت عمر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ آهي؟ ان جو به جواب نه مليو ته، ابو سفيان غرور سان چوڻ لڳو ته هي سڀ مارجي ويا ڇو جو جيڪڏهن زنده هجن ها ته ضرور مون کي جواب ڏين ها اهو ٻڌي حضرت عمر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کان برداشت نه ٿي سگهيو ۽ پاڻ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ وڏي آواز سان چيو ته اي خدا عَزَّوَجَلَّ جا دشمن! تو ڪوڙو آهين اسان سڀ زنده آهيون.

ابو سفيان پنهنجي فتح جي گهمنڊ ۾ هي نعرو هنيو ته "اُعْلُ هُبَلُ" "اُعْلُ هُبَلُ" يعني اي هبل! تون سر بلند ٿي وڃ. اي هبل! تون سر بلند ٿي وڃ. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن صحابه ڪرام عليهم

[260] صحيح البخاري ڪتاب المغازي باب 26 الحديث 4075 ج 3 ص 43

الرّضوان کي فرمايو توهان بہ هن جي جواب ۾ نعرو لڳايو ماڻهن پڇيو اسان ڇا چئون؟ ارشاد فرمايائون توهان هي نعرو هڻو تہ اَللّٰهُ اَعْلٰی وَاَجَلّ يعني الله تعاليٰ سڀ کان وڌيڪ بلند مرتبي وارو ۽ وڏو آهي. ابو سفيان چيو لَنَا الْعُزّٰی وَلَا عُزّٰی لَکُمْ يعني اسان جي لاءِ ”عزيٰ“ (بت) آهي ۽ توهان جي لاءِ کو ”عزيٰ“ کونهي. حضور صَلَّى الله تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن فرمايو توهان ماڻهو ان جي جواب ۾ چئو تہ اَللّٰهُ مَوْلَانَا وَلَا مَوْلٰی لَکُمْ الله تعاليٰ اسان جو مددگار آهي ۽ توهان جو کو مددگار کونهي.

ابو سفيان بلند آواز ۾ وڏي فخر سان هي اعلان کيو تہ اڄ جو ڏينهن بدر جي ڏينهن جو بدلو ۽ جواب آهي، جنگ ۾ کڏهن فتح کڏهن شکست ٿيندي آهي. اي مسلمانو! اسان جي فوج اوهان قتل ٿيندڙن جا کن نک کٽي انهن جون صورتون بگاڙي ڇڏيون آهن پر مون نہ تہ انهي جو حکم ڏنو هو نہ مون کي انهي تي کو رنج ۽ افسوس ٿيو آهي. اهو چئي ابوسفيان ميدان مان نکري هليو ويو[261]. (زرقاني ج 2 ص 48 وبخاري غزوت احد ج 2 ص 579)

## هند جگر خوار

قريشي کافرن جي عورتن جنگ بدر جو بدلو وٺڻ لاءِ جوش ۾ شهداءِ کرام رَضِيَ الله تَعَالٰى عَنْهم جي لاشن تي وڃي انهن جا کن نک وغيره کٽي کري صورتون بگاڙي ڇڏيون ۽ ابو سفيان جي زال هند تہ اهڙي بيدردي جو مظاهرو کيو جو انهن عضون جو هار

---

[261] صحيح البخاري کتاب المغازي باب غزوة احد الحديث 4543 ج 3 ص 34

ناهي پنهنجي ڳلي ۾ وڌو. هند حضرت حمزه رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جن جي مقدس لاش کي ڳوليندي ڦري رهي هئي ڇو تہ حضرت حمزه رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جنگ بدر جي ڏينهن هند جي پيءُ عتبہ کي قتل ڪيو هو. جڏهن ان بيدرد حضرت حمزه رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي لاش کي ڳولي ورتو تہ خنجر سان انهن جو پيٽ ڦاڙي انهن جو جگر ڪڍيو ۽ ان کي چٻاڙي چڏيائين پر ڳِڙيءَ مان هيٺ نہ لهي سگهيو ان ڪري ڪڍي ڇڏيو. تاريخ ۾ هند جو لقب جيڪو "جگر خور" آهي اهو انهيءَ واقعي جي ڪري آهي هند ۽ ان جي مڙس ابو سفيان رمضان ۾ 8ھ ۾ مکي جي فتح جي ڏينهن اسلام قبول ڪيو رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُم.[262]

(زرقاني ج 2 ص 47 وغيره)

## سعد بن الربيع جي وصيت

حضرت زيد بن ثابت رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جو بيان آهي تہ آئون حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي حڪم سان سعد بن الربيع رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جن جي لاش جي تلاش ۾ نڪتس تہ مون انهن کي سڪرات جي عالم ۾ ڏٺو انهن مون کي چيو تہ رسول الله صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي منهنجو سلام عرض ڪجانءِ ۽ پنهنجي قوم کي سلام ڪانپوءِ منهنجو هي پيغام ٻڌائي ڇڏجان تہ جيسيتائين توهان مان هڪ ماڻهو بہ زنده آهي جيڪڏهن رسول الله صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن تائين ڪافر پهچي ويا تہ خدا عَزَّوَجَلَّ جي دربار ۾ توهان جو ڪو بہ عذر

---

[262] المواهب اللدنيہ مع شرح الزرقاني غزوة احد ج 2 ص 440 و مدارج النبوة قسم سوم باب چهارم ج 2 ص 120

قابل قبول نہ هوندو اهو چيائون ۽ انهن جو روح پرواز ڪري ويو[263]. (زرقاني ج 2 ص 48)

## اسلام جي عورتن جا ڪارناما

جنگ احد ۾ مردن جيان عورتن بہ بيحد مجاهدانہ جذبي سان جنگ ۾ حصو ورتو حضرت بيبي عائشہ صديقہ ۽ حضرت اُمِ سليم رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُمَا جن جي باري ۾ حضرت انس رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جن جو بيان آهي تہ هي ٻئي پاچا مٿي ڪري ڪليءَ ۾ پاڻي ڀري ڀري ايندي ون رهيون ۽ مجاهدن خصوصاً زخمين کي پيارينديون رهيون. اهڙي طرح حضرت ابو سعيد خدري رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جن جي والده اُم سليط رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا بہ لڳاتار پاڻي جون ڪليون ڀري ڪٽي ايندي ون رهيون ۽ مجاهدن کي پاڻي پيارينديون رهيون[264].

(بخاري ج 2 باب ذڪر اُم سليط ص 582)

## حضرت اُمِ عماره رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا جي جانثاري

حضرت بيبي اُمِ عماره رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا جن جو نالو "نسيبہ" آهي. جنگ اُحد ۾ پنهنجي مڙس حضرت زيد بن عاصم ۽ بن پٽن حضرت عماره ۽ حضرت عبداللّٰه رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهم کي گڏ وني آيون هيون. پهريان تہ اِهي مجاهدن کي پاڻي پيارينديون رهيون پر جڏهن حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن تي ڪافرن جي يلغار جو هوش

---

[263] المواهب اللدنيہ و شرح الزرقاني باب غزوة احد ج 2 ص 445

[264] صحيح البخاري ڪتاب المغازي باب اذهمت طائفتان...الخ الحديث 4064 ج 3 ص 38 وباب ذڪر ام سليط الحديث 4071 ج 3 ص 41

ربا منظر ڏٺو تہ کُلِيءَ کي اچلائي ڇڏيو ۽ هڪ خنجر کڻي ڪافرن جي مقابلي ۾ سينو تاڻي ڍال ٿي بيهي رهيون ۽ ڪافرن جي تيرن، تلوار جي هر وار کي روڪينديون رهيون ايسيتائين جو انهن جي مٿي ۽ ڳچي تي تيرنهن زخم لڳا. ابن قميئہ ملعون جڏهن حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن تي تلوار هلائي تہ بيبي اُمِ عماره رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا اڳيان وڌي ڪري پنهنجي جسم تي روڪي. اهڙي طرح انهن جي ڪلهي کي ايترو گهرو زخم آيو جو گهاءُ پئجي ويو پوءِ پاڻ اڳتي وڌي ابن قميئہ جي ڪلهي تي زوردار تلوار هڻني پر هو ملعون ٻٽي زره پهريل هو ان ڪريِ بچي ويو.

حضرت بيبي اُمِ عماره رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا جن جا فرزند حضرت عبداللّٰه رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ چون ٿا تہ مون کي هڪ ڪافر زخمي ڪري ڇڏيو ۽ منهنجي زخم مان رت بند نہ پئي ٿيو منهنجي والده حضرت اُمِ عماره رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا فورًا پنهنجو ڪپڙو ڦاڙي زخم تي ٻڌي ڇڏيو ۽ چيو تہ پٽ اُٿ ۽ ٻيهر جهاد ۾ مشغول ٿي وڃ، اتفاق سان اهو ئي ڪافر حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي سامهون اچي ويو تہ پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن فرمايو تہ اي اُم عماره! رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا ڏس تنهنجي پُٽ کي زخمي ڪرڻ وارو اهوئي آهي اهو ٻڌندي ئي حضرت بيبي امِ عماره رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا هڪدم ان ڪافر جي ٽنگ تي تلوار جو اهڙو ڀرپور وار ڪيو جو هو ڪري پيو ۽ پوءِ هلي نہ سگهيو بلڪ گيسيون ڪندو پڇي ويو. اِهو منظر ڏسي حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کليا ۽ فرمايائون اي اُمِ عماره رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا

تون خدا عَزَّوَجَلَّ جو شڪر ادا ڪر جو ان توکي ايتري طاقت ۽ همت عطا فرمائي جو تون خدا عَزَّوَجَلَّ جي راھ ۾ جهاد ڪيو. حضرت بيبي اُمِ عماره رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا عرض ڪيو يا رسول الله عَزَّوَجَلَّ ۽ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم دعا فرمايو تہ اسان کي جنت ۾ اوهان جي خدمت گذاري جو شرف حاصل ٿي وڃي. انهيءَ وقت پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم انهن جي لاءِ انهن جي مڙس ۽ پٽن جي لاءِ هن طرح دعا فرمائي اَللّٰهُمَّ اجْعَلْهُمْ رُفَقَائِيْ فِي الْجَنَّةِ يعني ياالله عَزَّوَجَلَّ هنن سيني کي جنت ۾ منهنجو رفيق بڻائي ڇڏ.

حضرت بيبي اُمِ عماره رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا سڄي زندگي اعلانيہ هي چوندي رهي تہ رسول الله عَزَّوَجَلَّ ۽ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي انهيءَ دعا کانپوءِ دنيا ۾ وڏي کان وڏي مصيبت بہ مون تي اچي وڃي تہ مون کي ان جي ڪابہ پرواھ ناهي[265]. (مدارج ج 2 ص 126)

## حضرت صفيہ رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا جو حوصلو

حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي ڦڦي حضرت بيبي صفيہ رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا پنهنجي ڀاءُ حضرت حمزه رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جو لاش ڏسڻ آيون تہ پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم انهن جي پٽ حضرت زبير رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي حڪم ڏنو تہ منهنجي ڦڦي پنهنجي ڀاءُ جو لاش نہ ڏسي. حضرت بيبي صفيہ رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا چيو تہ مونکي منهنجي ڀاءُ جي باري ۾ سڀ ڪجھ معلوم ٿي چڪو آهي پر آئون ان کي خدا عَزَّوَجَلَّ جي راھ ۾ ڪا وڏي قرباني نٿي سمجهان، پوءِ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم

---

[265] مدارج النبوة قسم سوم باب چهارم ج 2 ص 126-127

جن جي اجازت سان لاش وٽ ويون ۽ هي منظر ڏٺو ته پياري ڀاءُ جا ڪن، نڪ اکيون سڀ ڪٽيل، پيٽ چيريل ۽ جگر چباڙيل آهي، اهو ڏسي ان دلير عورت اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّاۤ اِلَيْهِ رَاجِعُوْن کانسواءِ ڪجھ به نه چيو پوءِ انهن جي مغفرت جي دعا گهرنديون هليون آيون.[266]
(طبري ص 1421)

## هڪ انصاري عورت جو صبر

هڪ انصاري عورت جنهن جو مڙس، پيءُ ۽ ڀاءُ سڀ ان جنگ ۾ شهيد ٿي ويا. تنهي جي شهادت جي خبر واري سان ماڻهن ان کي ڏني پر هُو هر دفعي اِهو ئي پڇنديون رهيون ته هي ٻڌايو ته رسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ڪيئن آهن؟ جڏهن ماڻهن انهن کي ٻڌايو ته الحمدلله عَزَّوَجَلَّ اُهي زنده ۽ سلامت آهن ته بي اختيار انهن جي زبان مان هن شعر جو مضمون نڪري پيو ته

تسلی ہے پناہِ بے کساں زندہ سلامت ہے
کوئی پروا نہیں سارا جہاں زندہ سلامت ہے

الله اڪبر! انهي دلير عورت جي صبر ۽ ايثار جي ڇا ڳالهه ڪجي؟ مڙس، پيءُ ۽ ڀاءُ تنهي جي قتل سان دل تي صدمن جا ٽي ٽي جبل ڪري پيا آهن، پر پوءِ به زبانِ حال سان ان جو اِهوئي نعرو آهي ته

---

[266] الاڪتفا باب ذڪر مغازي الرسول صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ج 1 ص 386-387

میں بھی اور باپ بھی، شوہر بھی، برادر بھی فدا
اے شہ دیں! ترے ہوتے ہوئے کیا چیز ہیں ہم[267]

(طبري ص 1425)

## شهداءِ ڪرام رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہم

انهيءَ جنگ ۾ ستر صحابہ ڪرام عَلَيْهِمُ الرِّضْوَان جام شهادت نوش فرمايو جن ۾ چار مهاجر ۽ ڇاهٺ (66) انصار هئا ٽيهن جي تعداد ۾ ڪافر بہ نهايت ذلت سان قتل ٿيا[268]. (مدراج النبوة جلد 2 ص 133)

پر مسلمانن جي مفلسي جو هي عالم هو جو انهن شهداءِ ڪرام رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهم جن جي ڪفن لاءِ بہ ڪپڙو ڪونہ هو. حضرت مصعب بن عمير رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنْه جن جو هي حال هو جو بوقت شهادت انهن جي بدن تي صرف ايتري وڏي چادر هئي جو انهن جي لاش کي قبر ۾ ليٽائڻ ڪانپوءِ جيڪڏهن انهن جو مٿو ڍڪيو پئي ويو تہ پير ظاهر پيا ٿين ۽ جيڪڏهن پيرن کي لڪايو پئي ويو تہ مٿو کليل پيو رهجي وڃي. آخرڪار مٿو لڪايو ويو ۽ پيرن تي اذخر گاھ وڌو ويو. شهداءِ ڪرام رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهم رت ۾ رنگيل بہ بہ شهيد هڪ هڪ قبر ۾ دفن ڪيا ويا جنهن کي قرآن وڌيڪ ياد هو ان کي اڳيان پئي رکيائون[269]. (بخاري باب اذالم يوجدالاثواب واحد ج 1 ص 170 و بخاري ج 2 ص 584 باب الذين استجابوا)

---

[267] السيرت النبويہ لابن هشام باب غزوة احد، ص 340

[268] شرح الزرقاني علي المواهب باب غزوت احد، ج 2 ص 419 و مدارج النبوت قسم سوم باب چهارم ج2 ص 133

[269] صحيح البخاري ڪتاب المغازي باب غزوت احد الحديث 4047 ج 3 ص 35 و باب من قتل من المسلمين.....الخ الحديث 4089، ج 3 ص 44 ماخوذًا

## شهيدن جي قبرن جي زيارت

حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن احد جي شهيدن جي قبرن جي زيارت لاءِ تشريف وٺي ويندا هئا ۽ پاڻ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کان پوءِ حضرت ابوبکر صديق ۽ حضرت عمر فاروق رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُمَا جن جو بہ اهوئي عمل رهيو. هڪ دفعي حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم شهداءِ احد جي قبرن تي تشريف وٺي ويا تہ ارشاد فرمايائون يا الله عَزَّوَجَلَّ! تنهنجو رسول گواهہ آهي تہ هن جماعت تنهنجي رضا جي طلب ۾ جان ڏني آهي، پوءِ هي بہ ارشاد فرمايائون تہ قيامت تائين جيڪو بہ مسلمان، انهن شهيدن جي قبرن تي زيارت لاءِ ايندو ۽ انهن کي سلام ڪندو تي هي شهداءِ ڪرام رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهم انهن جي سلام جو جواب ڏيندا.

جيئن حضرت فاطمہ خزاعيہ رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهَا جو بيان آهي تہ هڪ ڏينهن آئون احد جي ميدان مان گذري رهي هيس تہ حضرت حمزه رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ جن جي قبر وٽ پهچي مون عرض ڪيو تہ اَلسَّلَامُ عَلَيْكَ يَاعَمَّ رَسُوْلِ اللّٰه (اي رسول الله عَزَّوَجَلَّ و صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جا چاچا! اوهان تي سلام هجي) تہ منهنجي ڪن ۾ آواز آيو تہ وَعَلَيْكِ السَّلَامُ وَرَحْمَةُ اللّٰهِ وَبَرَكَاتُهٗ[270] (مدارج النبوت ج 2 ص 135)

## حياتِ شهداءِ

ڇائيتاليھ سالن کانپوءِ ڪجھ شهداءِ احد جون قبرون کلي پيون تہ انهن جا ڪفن سلامت ۽ بدن تروتازه هئا. تمام اهلِ مدينہ ۽ ٻين

[270] مدراج النبوت قسم سوم باب چهارم ج 2 ص 135

ماڻهن ڏٺو تہ شهداءِ ڪرام عَلَيْهِمُ الرِّضْوَان پنهنجن زخمن تي هٿ رکي سمهيل هئا ۽ جڏهن زخم تان هٿ ڪنيو ويو تہ تازو رت نڪري وهڻ لڳو[271]. (مدارج النبوت ج 2 ص 135)

## ڪعب بن اشرف جو قتل

يهودين ۾ ڪعب بن اشرف تمام گهڻو دولتمند هو، يهودي عالمن ۽ يهودين جي مذهبي پيشوائن کي پنهنجي خزاني مان پگهار ڏيندو هو، دولت سان گڏ شاعري ۾ بہ تمام باڪمال هو جنهن ڪري نہ صرف يهودين بلڪ سيني عرب جي قبيلن تي ان جو هڪ خاص اثر هو. ان کي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن سان سخت عداوت هئي. جنگِ بدر ۾ مسلمانن جي فتح ۽ قريشن جي سردارن جي قتل ٿي وڃڻ سان هن کي انتهائي رنج ۽ صدمو پهتو. تنهنڪري هي قريشن جي تعزيت لاءِ مڪي ويو ۽ قريشن جي ڪافرن تي جيڪي بدر ۾ قتل ٿيا هئا اهڙو درد پريو مرثيو لکيو جنهن کي پڙهي پڙهڻ جي مجمعي تي ماتم بر پا ٿي ويندو هو انهي مرثيي کي هي شخص قريشن کي پڙهائي پڙهائي پاڻ بہ زارو قطار روئندو هو ۽ پڙهڻ کي بہ رئاريندو هو. مڪي ۾ ابو سفيان سان مليو ۽ مسلمانن کان جنگ بدر جو بدلو وٺڻ لاءِ اُڀاريو بلڪ ابو سفيان کي وٺي حرم ۾ آيو ۽ مڪي جي ڪافرن سان گڏ پاڻ بہ غلاف ڪعبہ کي جهلي عهد ڪيو تہ مسلمانن کان بدر جو ضرور بدلو وٺنداسين پوءِ مڪي کان مديني موٽي آيو تہ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ

---

[271] مدراج النبوت قسم سوم باب چهارم ج 2 ص 135

وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن جي هجو لکي کري طرح طرح جون شان اقدس ۾ گستاخيون ۽ بي ادبيون ڪرڻ لڳو انهي تي ئي بس نہ ڪيائين بلڪ پاڻ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن کي ماٺ ميٺ ۾ قتل ڪرائڻ جو ارادو ڪيو.

ڪعب بن اشرف يهودي جون هي حرڪتون سراسر ان معاهدي جي خلاف ورزي هئي جيڪو يهودين ۽ انصارن جي وچ ۾ ٿي چڪو هو تہ مسلمانن ۽ قريشن جي ويڙهہ ۾ يهودي غير جانبدار رهندا. ڪافي ڏينهن تائين مسلمان برداشت ڪندا رهيا پر جڏهن بانيءِ اسلام صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي مقدس جان لاءِ خطرو پيدا ٿي پيو تہ حضرت محمد بن مسلمہ، حضرت ابو نائلہ ۽ حضرت عباد بن بشر ۽ حضرت حارث بن اوس ۽ حضرت ابو عبس رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْھُم جن کي ساڻ ڪنيو ۽ رات جو ڪعب بن اشرف جي گهر ويا ۽ ربيع الاول 3ھ کيس سندس قلعي جي ڦاٽڪ تي قتل ڪري ڇڏيو ۽ صبح جو بارگاهہ رسالت ۾ حاضر ٿي انهيءَ جو سِر تاجداردوعالم صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن جي قدمن ۾ اڇلائي ڇڏيو. انهيءَ قتل جي سلسلي ۾ حضرت حارث بن اوس رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ تلوار جي ڇهنب سان زخمي ٿي پيا هئا، محمد بن مسلمہ وغيره انهن کي ڪلهن تي کڻي بارگاهہ رسالت ۾ آندو ۽ پاڻ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن پنهنجو لعاب دهن مبارڪ انهن جي زخم تي لڳايو تہ انهي وقت شفاءِ ڪامل حاصل ٿي وئي.[272] (زرقاني جلد 2 ص 10 و بخاري ج 2 ص 576 ومسلم ص 110)

## غزوه غطفان

ربيع الاول 3ھ ۾ حضور صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن کي هي اطلاع

[272] المواهب اللدينت مع شرح الزرقاني قتل ڪعب بن الاشرف... الخ ج 2 ص 368 ملخصاً

مليو تہ نجد جي هڪ مشهور بهادر ”دعثوربن الحارث محاربي“ هڪ لشڪر تيار ڪري ورتو آهي تہ جئين مديني تي حملو ڪري. انهيءَ خبر ڪانپوءِ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم چار سو صحابہ ڪرام رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهم جي فوج ونني مقابلي لاءِ روانا ٿي ويا. جڏهن دعثور کي خبر ملي تہ رسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم اسان جي علائقي ۾ اچي ويا تہ هو ڀڄي نڪتو ۽ پنهنجي لشڪر کي ونني جبلن تي چڙهي ويو پر ان جي فوج جو هڪ ماڻهو جنهن جو نالو ”حبان“ هو گرفتار ٿي ويو ۽ فورًا ئي ڪلمو پڙهي ان اسلام قبول ڪري ورتو.

اتفاق سان ان ڏينهن زوردار بارش ٿي پئي. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم هڪ وڻ جي هينان ليٽي پنهنجا ڪپڙا مبارڪ سڪائڻ لڳا. جبل جي بلندي تان ڪافرن ڏسي ورتو تہ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم بلڪل اڪيلا ۽ پنهنجن اصحابن کان بہ پري آهن. هڪ دم دعثور بجلي وانگر جبل تان لهي اگهاڙي تلوار هٿ ۾ کڻي آيو ۽ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي مٿان تلوار بلند ڪري چيائين تہ ٻڌاءِ هاڻي ڪير آهي جيڪو توکي مون کان بچائيندو؟ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جواب ڏنو تہ ”منهنجو الله عَزَّوَجَلَّ مونکي بچائيندو.“ پوءِ جبرائيل عَلَيْهِ السَّلَام لمحي ۾ زمين تي لهي آيا ۽ دعثور جي سيني ۾ اهڙو زوردار ٺونشو هنيو جو تلوار هن جي هٿ مان ڪري پئي ۽ دعثوربيهوش ٿي ڪري پيو. رسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن فورًا تلوار کڻي ورتي ۽ فرمايو تہ ٻڌاءِ توکي هاڻي منهنجي تلوار کان ڪير بچائيندو؟ دعثور ڪنبدي ڀريل آواز ۾ چيو تہ ”ڪو بہ نہ.“ رحمة اللعالمين صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي ان جي بيوسيءَ تي رحم اچي ويو ۽ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن انهي جو قصور معاف فرمائي

ڇڏيو. دعثور اهڙي اخلاقِ نبوت کان تمام گهڻو متاثر ٿيو ۽ ڪلمو پڙهي مسلمان ٿي ويو ۽ پنهنجي قوم ۾ اچي اسلام جي تبليغ ڪرڻ لڳو.

انهي غزوه ۾ ڪا به جنگ نه ٿي ۽ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم يارنهن يا پندرهن ڏينهن مديني کان ٻاهر رهي واپس مديني اچي ويا[273]. (زرقاني ج 2 ص 15 وبخاري ج 2 ص 513)

ڪجهه مؤرخن انهيءَ تلوار ڇڪڻ واري واقعي کي غزوه "ذات الرقاع" جي موقعي تي ٻڌايو آهي پر حق هي آهي ته تاريخ نبوي ۾ انهي قسم جا ٻه واقعا ٿيا آهن. "غزوةغطفان" جي موقعي تي سِرمبارڪ مٿان تلوار تاڻڻ وارو "دعثور بن حارث محاربي" هو جيڪو مسلمان ٿي پنهنجي قوم جي اسلام آڻڻ جو باعث بڻيو ۽ غزوهءِ ذا ت الرقاع ۾ جنهن شخص حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن تي تلوار کنئي هئي انهيءَ جو نالو "غورث" هو انهي اسلام قبول نه ڪيو بلڪ مرڻ گهڙي تائين پنهنجي ڪفر تي قائم رهيو. ها البته هن هي معاهدو ڪري ورتو هو ته هو حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن سان ڪڏهن به جنگ نه ڪندو[274]. (زرقاني ج2 ص 16)

## 3ه جا متفرق واقعا

هجرت جي ٽين سال ۾ هيٺيان واقعا به ظهورپذير ٿيا.

1. 15 رمضان 3 سن ه تي حضرت امام حسن رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي ولادت ٿي[275].

---

[273] المواهب اللدنيه مع شرح الزرقاني، باب غزوة غطفان ج 2 ص 378-382 ملخصاً

[274] المواهب اللدنيه مع شرح الزرقاني باب غزوة عطفان ج 2 ص 382 مختصرًا

[275] مدارج النبوة، قسم سوم، باب سوم، جلد 2 ص 110\

2. انهيءَ ئي سال حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن حضرت بيبي حفصه رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهَا سان نڪاح فرمايو. حضرت حفصه رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهَا حضرت عمر فاروق رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ جن جون صاحبزاديون آهن جيڪي غزوه بدر جي زماني ۾ بيواهه ٿي ويون هيون. انهن جا تفصيلي حالات ازواج مطهرات جي ذڪر ۾ اڳتي تحرير ڪيا ويندا.

3. انهي ئي سال حضرت عثمان غني رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ جن حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي صاحبزادي حضرت اُمِ ڪلثوم رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهَا سان نڪاح فرمايو[276].

4. ورثي جا احڪام ۽ قانون به انهيءَ ئي سال نازل ٿيا هن وقت تائين ميراث ۾ ذوي الارحام جو ڪو به حصو نه هو انهن جي حقن جو تفصيلي بيان نازل ٿي ويو.

5. اجان تائين مشرڪ عورتن جو نڪاح مسلمانن سان جائز هو پر سن3ھ ۾ ان جي حرمت نازل ٿي وئي ۽ هميشه جي لاءِ مشرڪ عورتن جو نڪاح مسلمانن سان حرام ڪيو ويو. وَاللّٰهُ اَعْلَمُ وَرَسُوْلُهٗ اَعْلَم

## باب نائون

## هجرت جو چوٿون سال

هجرت جو چوٿون سال به ڪافرن سان ننڍين وڏين جنگين ۾ گذريو. جنگ بدر جي فتح مبين سان مسلمانن جو رعب تمام قبيلن تي ڇانئجي ويو هو ان ڪري سيئي قبيلا ڪجهه ڏينهن لاءِ خاموش ٿي ويا هئا پر جنگِ احد ۾ مسلمانن جي جاني نقصان جو چرچو ٿيڻ سان ٻيهر سيئي قبيلا يڪدم اسلام ۽ مسلمانن کي متائڻ جي لاءِ اٿي بيٺا ۽ مجبورًا مسلمانن کي به پنهنجي بچاءَ لاءِ

[276] مدارج النبوة، قسم سوم، باب سوم، جلد 2 ص 110

جنگين ۾ حصو ونٽو پيو. سن 4 ھ جي مشهور جنگين مان ڪجھ هي آهن.

## سريہ ابو سلمہ

پهرين محرم سن 4 ھ تي اوچتو هڪ شخص مديني ۾ هي خبر پهچائي تہ طليحہ بن خويلد ۽ سلمہ بن خويلد ٻئي ڀائر ڪافرن جو لشڪر جمع ڪري مديني تي چڙهائي ڪرڻ لاءِ نڪري پيا آهن. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن انهيءَ لشڪر جي مقابلي ۾ حضرت ابو سلمہ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنۡهُ کي ڏيڍ سو مجاهدن سان گڏ روانو فرمايو، جنهن ۾ حضرت ابوسبره ۽ حضرت ابو عبيده رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنۡهُم جهڙا معزز مهاجر ۽ انصار بہ هئا پر ڪافرن کي جڏهن خبر پئي تہ مسلمانن جو لشڪر اچي رهيو آهي تہ اُهي ڪيترائي اُٺ ۽ ٻڪريون ڇڏي ڀڄي ويا جن کي مسلمان مجاهدن مالِ غنيمت ٺاهي ورتو ۽ جنگ جي نوبت ئي نہ آئي[277]. (زرقاني ج 2 ص 62)

## سريہ عبداللّٰہ بن انيس

محرم 4 ھ تي اطلاع مليو تہ "خالد بن سفيان هزلي" مديني تي حملو ڪرڻ لاءِ فوج جمع ڪري رهيو آهي. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ان جي مقابلي لاءِ حضرت عبداللّٰہ بن انيس رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنۡهُ کي موڪلي ڇڏيو. پاڻ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنۡهُ موقعو ڏسي خالد بن سفيان هزلي کي قتل ڪري ڇڏيو ۽ سندس سِرُ ڪٽي مديني ڪٽي آيا ۽ ٻنهي جهانن جي تاجدار صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي قدمن ۾ آڻي رکيو. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن حضرت عبداللّٰہ انيس رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنۡهُ جن جي بهادري ۽ جانبازي کان خوش ٿي ڪري انهن کي پنهنجي عصا (لٺ مبارڪ) عطا فرمائي ۽ ارشاد فرمايو تہ تون انهي عصا

---

[277] المواهب اللدنيہ و شرح الزرقاني باب سرية ابي سلمہ ..... الخ ج 2 ص 417 ملخصًا.

ڪي هٿ ۾ ڪٺي جنت ۾ ٽيڪ ڏيئي هلندي. انهن عرض ڪيو ته يارسول الله صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم قيامت جي ڏينهن هي عصا مبارڪ مون وٽ نشاني طور هوندي! پوءِ انتقال جي وقت انهن هيءَ وصيت فرمائي ته انهي عصا کي منهنجي ڪفن ۾ رکيو وڃي[278].
(زرقاني ج 2 ص 64)

## حادثہ رجيع

عسفان ۽ مڪي جي وچ ۾ هڪ جڳهه جو نالو ”رجيع“ آهي. هتي جي زمين ستن مقدس صحابهءِ ڪرام رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُم جي رت سان رنگجي وئي. تنهنڪري هي واقعو ”سريهءِ رجيع“ جي نالي سان مشهور آهي. هي دردناڪ واقعو به سن 4 ھ ۾ پيش آيو. انهيءَ جو واقعو هي آهي ته قبيلي عضل ۽ قاره جا ڪجهه ماڻهو بارگاه رسالت ۾ آيا ۽ عرض ڪيائون ته اسان جي قبيلي وارن اسلام قبول ڪري ورتو آهي. هاڻي اوهان ڪجهه صحابهءِ ڪرام عَلَيْهِمُ الرِّضْوَان کي اتي موڪليو ته جئين اهي اسان جي قوم کي اسلام جا عقيده ۽ عمل سيکارين. انهن ماڻهن جي درخواست تي حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ڏهن منتخب صحابهءِ ڪرام عَلَيْهِمُ الرِّضْوَان کي حضرت عاصم بن ثابت رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ جي اڳواڻي ۾ موڪلي ڇڏيو. جڏهن هي مقدس قافلو ”مقام رجيع“ ۾ پهتو ته غدار ڪافرن بدعهدي ڪئي ۽ قبيلي بنولحيان جي ڪافرن ٻه سو جي تعداد ۾ جمع ٿي ڪري انهن ڏهن مسلمانن تي حملو ڪري ڏنو. مسلمان پنهنجي بچاءُ جي لاءِ هڪ مٿانهين ٽڪري تي چڙهي ويا ڪافرن تير هلائڻ شروع ڪيا ۽ مسلمانن ٽڪريءَ جي اوچائيءَ تان سنگ

---

[278] المواهب اللدينت وشرح الزرقاني باب سريت ابي سلمت...الخ ج 2 ص 473 ملخصًا و مدراج النبوت قسم سوم باب چهارم ج 2 ص 142-143

باري ڪئي ڪافرن سمجهي ورتو تہ اسان هٿيارن سان انهن مسلمانن کي ختم نٿا ڪري سگهون تہ انهن فريب ڏنو ۽ چيو تہ اي مسلمانو! اسان توهان ماڻهن کي امان ڏيون ٿا ۽ پنهنجي پناھ ۾ وٺون ٿا انهيءَ لاءِ توهان ٽڪري تان لهي اچو حضرت عاصم بن ثابت رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ فرمايو تہ آئون ڪنهن ڪافر جي پناھ ۾ اچڻ گوارا نہ ٿو ڪري سگهان. اِهو چئي ڪري خدا کان دعا گهريائون تہ ”يا الله عَزَّوَجَلَّ! تون پنهنجي رسول صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي اسان جي حال کان مطلع فرمائي ڇڏ.“ پوءِ هو جوش جهاد ۾ پُر ٽڪريءَ تان لٿا ۽ ڪافرن سان دوبدو وڙهندا پنهنجي ڇهن ساٿين سان گڏ شهيد ٿي ويا. جيئن تہ حضرت عاصم رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ جن جنگ بدر جي ڏينهن وڏن ڪافرن کي قتل ڪيو هو انڪريِ جڏهن مڪي جي ڪافرن کي حضرت عاصم رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ جي شهادت جي خبر پئي تہ ڪافرن ڪجھ ماڻهن کي ”مقام رجيع“ ۾ موڪليو تہ انهن جي بدن جو ڪو اهڙو حصو ڪٽي اچو جنهن سان سڃاڻپ ٿي سگهي تہ واقعي حضرت عاصم رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ شهيد ٿي ويا آهن پر جڏهن ڪافر انهن جي لاش جي ڳولا ۾ انهي جڳھ تي پهتا تہ انهن شهيد جي اها ڪرامت ڏٺي تہ لکن جي تعداد ۾ ماکي جي مکين انهن جي لاش جي چوڌاري ائين گهيرو ناهي رکيو آهي جو اتي پهچڻ ئي ناممڪن آهي. پوءِ مڪي جا ڪافر ناڪام واپس هليا ويا[279]. (زرقاني ج 2 ص 73 و بخاري ج 2 ص 569)

باقي ٽي شخص حضرت خبيب رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ ۽ حضرت زيد بن دثنہ ۽ حضرت عبدالله بن طارق رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ ڪافرن جي پناھ تي اعتماد

---

[279] صحيح البخاري ڪتاب المغازي باب غزوة الرجيع...الخ الحديث:4086 ج 3 ص 46 والمواهب اللدنيہ و شرح الزرقاني باب بعث الرجيع ج 2 ص 477-481 ملخصًا و ص 493-495 و مدراج النبوت قسم سوم باب چهارم ج 2 ص 138 ملتقطًا

ڪندي هيٺ لهي آيا تہ ڪافرن بدعهدي ڪئي ۽ پنهنجي ڪمانن جي تارن سان انهن کي ٻڌڻ شروع ڪري ڇڏيو. هي منظر ڏسي حضرت عبداللّٰه بن طارق رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ جن فرمايو هي توهان جي پهرين بدعهدي آهي ۽ مون لاءِ پنهنجي ساٿين وانگر شهيد ٿي وڃڻ بهتر آهي پوءِ هو انهن ڪافرن سان وڙهندي وڙهندي شهيد ٿي ويا[280]. (بخاري ج 2 ص 568 ورزقاني ج 2 ص 67)

پرحضرت خبيب ۽ حضرت زيد بن دثنہ رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ کي ڪافرن ٻڌي ڇڏيو هو انهيءَ لاءِ هي ٻئي مجبور ٿي ويا هئا انهن ٻنهي کي ڪافرن مڪي ۾ وڃي وڪڻي ڇڏيو. حضرت خبيب رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ جنگ احد ۾ حارث بن عامر کي قتل ڪيو هو انهيءَ لاءِ ان جي پٽن انهن کي خريد ڪري ورتو تہ جئين ان کي قتل ڪري پيءُ جي خون جو بدلو ورتو وڃي ۽ حضرت زيد بن دثنہ رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ کي اُميہ جي پُٽ صفوان قتل ڪرڻ جي ارادي سان خريد ڪيو. حضرت خبيب رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ کي ڪافرن ڪجهہ ڏينهن قيد ۾ رکيو پوءِ حرم جي حدن کان ٻاهر وٺي وڃي ڦاهي تي چاڙهي قتل ڪري ڇڏيو. حضرت خبيب رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ قاتلن کان ٻہ رڪعتون نماز پڙهڻ جي اجازت طلب ڪئي قاتلن اجازت ڏئي ڇڏي پاڻ تمام مختصر طور تي ٻہ رڪعتون نماز ادا فرمائي ۽ فرمايو تہ اي گروهہ ڪفار! منهنجي دل تہ هي پئي چاهيو تہ دير تائين نماز پڙهندو رهان ڇو تہ هيءَ منهنجي زندگيءَ جي آخري نماز هئي پر مون کي هي خيال

---

[280] صحيح البخاري ڪتاب المغازي باب غزوة الرجيع... الخ الحديث 4086 ج 3 ص 46 والمواهب اللدنيہ و شرح الزرقاني باب بعث الرجيع ج 2 ص 481

اڇي ويو تہ ڪٿي توهان ماڻهو هي نہ سمجهو تہ آئون موت کان ڊڄي رهيو آهيان. ڪافرن پاڻ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي ڦاهي تي چاڙهي ڇڏيو ان وقت پاڻ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ هي شعر پڙهيا.

فَلَسْتُ اُبَالِیْ حِیْنَ اُقْتَلُ مُسْلِمًا
عَلٰی اَیِّ شِقٍّ کَانَ لِلّٰہِ مَصْرَعِی

جڏهن آئون مسلمان تي قتل ڪيو پيو وڃان تہ مون کي ڪابہ پرواهہ ناهي تہ آئون ڪهڙي حصي کان قتل ڪيو ويندس.

وَذَالِکَ فِیْ ذَاتِ الْاِلٰہِ وَاِنْ یَّشَأْ
یُبَارِکْ عَلٰی اَوْصَالِ شِلْوٍ مُّمَزَّعِ

هي سڀ ڪجهہ خدا جي لاءِ آهي جيڪڏهن هو چاهيندو تہ منهنجي ڪٽيل ڦٽيل جسم جي ٽڪرن تي برڪت نازل فرمائيندو.

حارث بن عامر جي پٽ "ابوسروعہ" پاڻ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي قتل ڪيو. پر خدا عَزَّوَجَلَّ جو شان تہ اُهو ئي ابوسروعہ ۽ ان جا ٻئي ڀائر "عقبہ ۽ "حجير" بعد ۾ اسلام جي دولت سان مالامال ٿي صحابيت جي شرف ۽ اعزاز سان سرفراز ٿي ويا.[281]

(بخاري ج 2 ص 569 زرقاني ج 2 ص 64 کان 78)

## حضرت خبيب رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي قبر

حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي الله تعالىٰ وحيءَ جي ذريعي حضرت خبيب رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي شهادت کان آگاهہ فرمايو. پاڻ صحابہ

[281] صحيح البخاري ڪتاب المغازي باب غزوت الرجيع...الخ الحديث 4086 ج 3 ص 46 والمواهب اللدينت وشرح الزرقاني باب بعث الرجيع ج 2 ص 482-487-489 ملخصاً

ڪرام رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنۡہُم کي فرمايو تہ جيڪو شخص حضرت خبيب رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنۡہُ جي لاش کي ڦاهي تان لاهي ڪٽي اچي انهي لاءِ جنت آهي. هي بشارت ٻڌي ڪري حضرت زبير بن العوام ۽ حضرت مقداد بن الاسود رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنۡہُمَا راتين جو سفر ڪندا ۽ ڏينهن جو لڪندا مقام"تنعيم" ۾ حضرت خبيب رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنۡہُ جن جي ڦاهي وٽ پهتا. چاليهہ ڪافر ڦاهي جا پهريدارتي سمهي رهيا هئا هي ٻئي حضرات ڦاهي تان لاش کي لاهي  گهوڙي تي رکي هليا ويا. چاليهہ ڏينهن گذرڻ جي باوجود لاش بلڪل تازو هو ۽ زخمن مان تازو رت ٽمي رهيو هو. صبح جو قريشن جا ستر سوار تيز رفتار گهوڙن تي انهن جي تلاش ۾ نڪري پيا ۽ هنن ٻنهي حضرات وٽ پهچي ويا انهن جڏهن ڏٺو تہ قريشن جا سوار اسان کي گرفتار ڪري وننداتہ انهن حضرت خبيب رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنۡہُ جي لاش کي گهوڙي تان لاهي زمين تي رکي ڇڏيو خدا عَزَّوَجَلَّ جو شان جو هڪدم زمين ڦاٽي پئي ۽ لاش مبارڪ کي ڳڙڪائي وئي وري زمين اهڙي طرح برابر ٿي وئي جو ڦاٽڻ جو نشان بہ باقي نہ رهيو اهوئي سبب آهي جو حضرت خبيب رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنۡہُ جن جو لقب بليع الارض (جنهن کي زمين ڳڙڪائي وئي) آهي. انهيءَ ڪانپوءِ انهن حضرات رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنۡہُمَا ڪافرن کي چيو تہ اسان بہ شينهن آهيون جيڪي پنهنجي جهنگ ۾ وڃي رهيا آهيون جيڪڏهن توهان کان ٿي سگهي تہ اسان جو رستو روڪي ڏسو نہ تہ پنهنجو رستو وٺو.

ڪافرن انهن حضرات وٽ لاش نہ ڏٺو ان ڪري مڪي واپس هليا ويا جڏهن ٻنهي صحابہءِ ڪرام عَلَيْهِمُ الرِّضْوَان بارگاه رسالت صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۾ پهچي سڄو واقعو عرض ڪيو تہ حضرت جبرائيل عَلَيْهِ السَّلَام بہ حاضرِ دربار هئا انهن عرض ڪيو تہ يا رسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم

اوهان جي انهن بنهي يارن جي انهي ڪارنامي تي اسان فرشتن جي جماعت کي بہ فخر آهي[282]. (مدراج النبوت ج 2 ص 141)

## حضرت زيد رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي شهادت

حضرت زيد بن دثنہ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي قتل جو تماشو ڏسڻ لاءِ قريشي ڪافر تمام گهڻي تعداد ۾ جمع ٿي ويا جن ۾ ابوسفيان بہ هو. جڏهن انهن کي ڦاهي تي چاڙهي قاتل تلوار هٿ ۾ ڪنئي تہ ابوسفيان چيو تہ اي زيد! سچ چئہ جيڪڏهن هن وقت تنهنجي جڳهہ تي حضرت محمد (صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم) ان طرح قتل ڪيا وڃن ها تہ ڇا تون ان کي پسند ڪرين ها؟ حضرت زيد رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ ابو سفيان جي ان طعني کي ٻڌي تڙپي پيا ۽ جذبات ۾ ڀريل آواز ۾ فرمايو تہ اي ابوسفيان! خدا عَزَّوَجَلَّ جو قسم آئون پنهنجي جان کي قربان ڪرڻ عزيز سمجهان ٿو پر منهنجي پياري رسول صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي مقدس پيرن ۾ ڪو ڪنڊو لڳي پوي مون کان اهو بہ برداشت نٿو ٿي سگهي.

مجھے ہو ناز قسمت پر اگر نام محمد (صلی اللہ تعالیٰ علیہ وسلم) پر
یہ سر کٹ جائے اور تیرا کف پا اس کو ٹھکرائے
یہ سب کچھ ہے گوارا پر یہ مجھ سے ہو نہیں سکتا
کہ انکے پاؤں کے تلوے میں اک کانٹا بھی چبھ جائے

اهو ٻڌي ابوسفيان چيو تہ مون وڏا وڏا محبت ڪرڻ وارا ڏٺا آهن پر حضرت محمد صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي عاشقن جو مثال

[282] مدراج النبوت قسم سوم باب چهارم ج 2 ص 141

نٿو ملي سگهي، صفوان جي غلام ”نسطاس“ تلوار سان انهن جي سِسِي ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏي[283].

(زرقاني ج 2 ص 73)

## واقعهٔ بير معونہ

ماهِ صفر 4 ھ ۾”بير معونہ“ جو مشهور واقعو پيش آيو. ابوبراء عامر بن مالڪ جيڪو پنهنجي بهادري جي ڪري ”ملاعب الاسنہ“ (ٻڙچين سان ڪيڏڻ وارو) چورائيندو هو بارگاهِ رسالت ۾ آيو. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ان کي اسلام جي دعوت ڏني هن نہ تہ اسلام قبول ڪيو نہ انهيءَ کان ڪا نفرت ظاهر ڪئي بلڪ هي درخواست ڪئي تہ اوهان پنهنجي ڪجهہ منتخب صحابہ ڪرام رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهم کي اسان جي علائقي ۾ موڪليو، مون کي اميد آهي تہ اهي ماڻهو اسلام جي دعوت قبول ڪري وٺندا. پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن فرمايو تہ مون کي نجد جي ڪافرن جي طرفان خطرو آهي. ابوبراء چيو تہ آئون اوهان جي اصحابن سڳورن رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهم جي جان ۽ مال جي حفاظت جو ضامن آهيان[284].

انهي ڪانپوءِ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن صحابهءِ ڪرام عَلَيْهِمُ الرِّضْوَان مان ستر منتخب صالحين کي جيڪي ”قراءِ“ چَوِرائيندا هئا موڪلي ڇڏيو. هي حضرات جڏهن مقام بير معونہ پهتا تہ رڪجي پيا ۽ صحابهءِ ڪرام عَلَيْهِمُ الرِّضْوَان جا قافلہ سالار حضرت حرام بن ملحان رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو خط کڻي عامر بن طفيل وٽ اڪيلا تشريف کڻي ويا جيڪو قبيلي جو رئيس ۽ ابو

---

[283] المواهب اللدينت و شرح الزرقاني باب بعث الرجيع ج 2 ص 492-493

[284] المواهب اللدينت و شرح الزرقاني باب بير معونہ ج 2 ص 496 و مدراج النبوت قسم سوم باب چهارم ج 2 ص 143 والكامل في التاريخ السنة الربعتة من الهجرة، ذكر بير معونہ ج 2 ص 63

براءِ جو پائڻيو هو. هن خط کي پڙهيو بہ ڪونہ ۽ هڪ شخص کي اشاروڏنو جنهن پنيان کان حضرت حرام رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي نيزو هڻي شهيد ڪري ڇڏيو. ۽ پرپاسي جي قبيلن يعني رعل، ذڪوان، عصيہ، بنو لحيان وغيره کي جمع ڪري هڪ لشڪر تيار ڪري ورتو ۽ صحابہ ڪرام عَلَيْهِمُ الرِّضْوَان تي حملو ڪرڻ لاءِ روانو ٿي ويو. حضرات صحابہءِ ڪرام عَلَيْهِمُ الرِّضْوَان بير معونہ وٽ ڪافي دير تائين حضرت حرام رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي واپسيءَ جو انتظار ڪندا رهيا پر جڏهن تمام گهڻي دير ٿي وئي تہ هي ماڻهو اڳتي وڌيا، رستي ۾ عامر بن طفيل جي فوج سامهون اچي وئي ۽ جنگ شروع ٿي وئي. ڪافرن حضرت عمرو بن اُميہ ضمري رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کانسواءِ سيني صحابہءِ ڪرام عَلَيْهِمُ الرِّضْوَان کي شهيد ڪري ڇڏيو، انهن ئي شهيدن ۾ حضرت عامر بن فهيره رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ بہ هو جنهن جي باري ۾ عامر بن طفيل جو بيان آهي تہ قتل ٿيڻ ڪانپوءِ انهن جو لاش بلند ٿي آسمان تائين پهتو پوءِ وري زمين تي اچي ويو انهي ڪانپوءِ انهن جي لاش ڳولها ڪرڻ تي بہ نہ مليو چو تہ فرشتن ان کي دفن ڪري ڇڏيو.[285] (بخاري ج 2 ص 587 باب غزوت الرجيع)

حضرت عمرو بن اُميہ ضمري رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي عامر بن طفيل هي چئي ڪري ڇڏي ڏنو تہ منهنجي ماءُ هڪ غلام آزاد ڪرڻ جي باس باسي هئي ان لاءِ آئون توکي آزاد ڪريان ٿو. اِهو چيائين ۽ انهن جي چَڳَ جا وار ڪٽي ان کي ڇڏي ڏنو.[286] حضرت عمروبن

---

[285] المواهب اللدينت مع شرح الزرقاني باب بيرمعونت ج 2 ص 498-502 ملخصًا و صحيح البخاري ڪتاب المغازي باب غزوت الرجيع الحديث 4091 ج 3 ص 48

[286] المواهب اللدنيہ مع شرح الزرقاني باب بير معونہ ج 2 ص 501

اُميّہ ضمري رَضِيَ اللهُ تَعَالى عَنْهُ اتان ڪان موٽي جڏهن ”قرقره“ جي مقام تي آيا تہ هڪ وڻ جي ڇانوَ ۾ ترسيا. اتي ئي قبيلي بنوڪلاب جا ٻہ ماڻهو بہ ترسيل هئا جڏهن اُهي ٻئي سمهي پيا تہ حضرت عامر بن اُميہ ضمري رَضِيَ اللهُ تَعَالى عَنْهُ جن انهن ٻنهي ڪافرن کي قتل ڪري ڇڏيو ۽ هي سوچي دل ۾ خوش ٿي رهيا هئا تہ مون صحابہءِ ڪرام عليهم الرّضوان جي خون جو بدلو وٺي ڇڏيو آهي پر انهن ٻنهي شخصن کي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالى عَلَيْهِ وَالِهٖ وَسَلَّم جن امان ڏئي چڪا هئا جنهن جو حضرت عمروبن اُميہ ضمري رَضِيَ اللهُ تَعَالى عَنْهُ جن کي علم نہ هو[287]. جڏهن مديني پهچي انهن سڄو حال دربار رسالت ۾ بيان ڪيو تہ اصحاب بير معونہ جي شهادت جي خبر ٻڌي سرڪار رسالت صَلَّى اللهُ تَعَالى عَلَيْهِ وَالِهٖ وَسَلَّم جن کي ايترو گهرو صدمو رَسِيو جو سڄي عمر ۾ ڪڏهن بہ ايترو رنج ۽ صدمو نہ پهتو هو. پوءِ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالى عَلَيْهِ وَالِهٖ وَسَلَّم سڄو مهينو چئني قبيلن رعل، ذڪوان، عصيہ ۽ بنو لحيان تي نماز فجر ۾ لعنت موڪليندا رهيا ۽ حضرت عمروبن اُمّيہ ضمري رَضِيَ اللهُ تَعَالى عَنْهُ جن ٻن شخصن کي قتل ڪيوهوحضور صَلَّى اللهُ تَعَالى عَلَيْهِ وَالِهٖ وَسَلَّم جن انهن ٻنهي جي خون جو بدلو ادا ڪرڻ جو اعلان فرمايو[288]. (بخاري ج 1 ص 136 ورزقاني ج 2 ص 74 کان 78)

## غزوه بنو نضير

حضرت عمروبن اُميّہ ضمري رَضِيَ اللهُ تَعَالى عَنْهُ جن قبيلي بنو ڪلاب

---

[287] ڪتاب المغازي للواقدي باب غزوة بني النضير ج 1 ص 363 والسيرة النبوة لابن هشام حديث بيرمعونہ ص 386

[288] المواهب اللدنيہ مع شرح الزرقاني باب بيرمعونہ ج 2 ص 503-508

جي جن ٻن شخصن کي قتل ڪيو هو ۽ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن انهن ٻنهي جو خون بها ادا ڪرڻ جو اعلان فرمائي ڇڏيو هو انهي ئي معاملي متعلق گفتگو ڪرڻ لاءِ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم قبيلي بنو نضير جي يهودين وٽ تشريف وٺي ويا ڇو ته انهن يهودين سان پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو معاهدو هو پر يهودي حقيقت ۾ بيحد بدنيت ذهنيت واري قوم آهن معاهدو ڪرڻ جي باوجود انهن خبيثن جي دل ۾ پيغمبرِ اسلام صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي دشمني ۽ بغض جي باھ ٻريل هئي. ڪيتروئي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن انهن بدنيتَن سان اهل ڪتاب هئڻ جي ڪري سٺو سلوڪ ڪندا هئا پرهي ماڻهو هميشه اسلام کي ختم ڪرڻ ۽ بانيءِ اسلام جي دشمني ۾ مصروف رهيا. مسلمانن سان ساڙ ۽ حسد ۽ ڪافرن ۽ منافقن سان ڳٺ جوڙ ۽ اتحاد هميشه انهن غدارن جو اهو ئي طرزعمل رهيو. تنهنڪري انهيءَ موقعي تي رسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم يهودين وٽ تشريف وٺي ويا ته انهن ماڻهن بظاهر ته تمام سني اخلاق جو مظاهرو ڪيو پر اندروني طور تمام خوفناڪ سازش ۽ انتهائي خطرناڪ اسڪيم جوڙي ورتي[289]. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن سان حضرت ابوبڪر صديق، حضرت عمر، حضرت علي رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهم به هئا. يهودين انهن سڀني کي هڪ ڀِتِ جي هيٺان نهايت احترام سان ويهاريو ۽ پاڻ ۾ هي مشورو ڪيو ته ڇت تان هڪ تمام وڏو ۽ وزني پٿر انهن تي ڪيرايو وڃي جئين اهي سڀ ماڻهو دٻجي ختم ٿي وڃن، تنهنڪري عمرو بن جحاش ان

[289] شرح الزرقاني علي المواهب، حديث بني نضير، جلد 2 ص 508 ملخصاً

مقصد لاءِ چت تي چڙهي ويو. محافظِ حقيقي پروردگار عالم عَزَّوَجَلَّ پنهنجي حبيب صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي يهودين جي ان ناپاڪ سازش کان وحي جي ذريعي مطلع فرمائي ڇڏيو انهيءَ لاءِ پاڻ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ماٺ ميٺ ۾ اتان پنهنجي ساٿين سان گڏ اٿي هليا آيا ۽ مديني تشريف وٺي اچي صحابهءِ ڪرام رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهم کي يهودين جي ان سازش کان آگاهه فرمايو ۽ انصارن ۽ مهاجرن سان مشوري ڪانپوءِ انهن يهودين ڏانهن قاصد موڪليو. ته توهان ماڻهن پنهنجي ڌوڪيبازي ۽ قاتلانه سازش جي ڪري معاهدو ٽوڙي ڇڏيو، انهي لاءِ هاڻي توهان ماڻهن کي ڏهه ڏينهن جي مهلت ڏني وڃي ٿي ته توهان انهي عرصي ۾ مديني مان نڪري وڃو ان کان بعد توهان مان ڪو به شخص هتي ڏٺو ويو ته قتل ڪيو ويندو.

شهنشاهه مدينه صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو اِهو فرمان ٻڌي بنو نضير جا يهودي جلاوطن ٿيڻ لاءِ تيار ٿي ويا پر منافقن جو سردار عبدالله بن ابي انهن جو حامي بڻجي ويو ۽ ان چَوِرائي موڪليو ته توهان ماڻهو هر گز هرگز مديني مان نه نڪرو اسان ٻه هزار ماڻهن سان توهان جي مدد ڪرڻ لاءِ تيار آهيون. انهيءَ کان علاوه بنو قريظ ۽ بنو غطفان يهودين جا ٻه طاقتور قبيله به توهان جي مدد ڪندا. بنونضير جي يهوين کي جڏهن ايڏو وڏو سهارو مليو ته هو شينهن ٿي ويا ۽ انهن حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي چَوِرائي موڪليو ته اسان مدينو ڇڏي نٽا وڃي سگهون اوهان کي جيڪو وٽي سو ڪيو[290]. (مدارج ج 2 ص 147)

يهودين جي انهي جواب ڪانپوءِ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن

---

[290] شرح الزرقاني علي المواهب، حديث بني النضير، ج 2، ص 147

مسجد نبوي جي امامت حضرت ابن ام مڪتوم رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ جي حوالي ڪري پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن بنو نضير ڏانهن روانا ٿيا ۽ انهن يهودين جي قلعي جو گهيراءُ ڪري ورتو هي گهيراءُ 15 ڏينهن تائين قائم رهيو، قلعي ۾ ٻاهر کان هر قسم جي سامان جو اچڻ وڃڻ بند ٿي ويو ۽ يهودي بلڪل ئي محصور ۽ مجبور ٿي رهجي ويا پر انهيءَ موقعي تي نه ته منافقن جو سردار عبداللّٰه بن ابي يهودين جي مدد جي لاءِ آيو نه ئي بنو قريظه ۽ بنو غطفان ڪا مدد ڪئي پوءِ اللّٰه تعاليٰ انهن دغابازن جي باري ۾ ارشاد فرمايو ته

كَمَثَلِ الشَّيْطٰنِ اِذْ قَالَ لِلْاِنْسَانِ اكْفُرْۚ فَلَمَّا كَفَرَ قَالَ اِنِّيْ بَرِيْٓءٌ مِّنْكَ اِنِّيْٓ اَخَافُ اللّٰهَ رَبَّ الْعٰلَمِيْنَ۝۱۶

(پ 28، الحشر: 16)

ترجمو ڪنزالايمان: هنن ماڻهن جو مثال شيطان وانگر آهي، جو ان ماڻهوءَ کي چيو ته تون ڪفر ڪر پوءِ جڏهن ان ڪفر ڪيو ته شيطان چيو ته مان توکان الڳ آهيان، مان اللّٰه کان ڊڄان ٿو جيڪو سموري جهان جو پالڻ وارو آهي.

يعني جهڙي طرح شيطان ماڻهوءَ کي ڪفر تي اُڀاري ٿو پر جڏهن ماڻهو ان جي ورغلائڻ سبب ڪفر ۾ مبتلا ٿي ويندو آهي ته شيطان خاموشيءَ سان کسڪي ويندو آهي. اهڙي طرح منافقن به بنو نضير جي يهودين کي ٿيڪ ڏئي دلير ڪري ڇڏيو ۽ اللّٰه عَزَّوَجَلَّ جي حبيب صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم سان ويڙهائي ڇڏيو پر جڏهن بنو نضير جي يهودين کي جنگ ڪرڻي پئي ته منافق پنهنجن گهرن ۾ لڪي ويهي رهيا.

حضور صَلَّى الله تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن قلعي جي گهيري سان گڏ قلعي جي پرپاسي ۾ کجور جي ڪجهه وڻن کي به ڪٽرائي ڇڏيو ڇو جو ممڪن هو ته وڻن جي جهڳٽي ۾ يهودي لڪي ڪري اسلامي لشڪر تي ڇاپو هڻن ها ۽ مسلمانن کي جنگ ۾ ڏکيائي ٿئي ها انهن وڻن کي ڪٽڻ جي باري ۾ مسلمانن جا ٻه گروهه ٿي ويا ڪجهه ماڻهن جو خيال هو ته هي وڻ نه ڪٽيا وڃن ڇو ته فتح ڪانپوءِ هي سڀ وڻ مال غنيمت بڻجي ويندا ۽ مسلمان انهن مان نفعو حاصل ڪندا ۽ ڪجهه ماڻهن جو هي خيال هو ته وڻن کي ڪٽي صاف ڪرڻ جو مقصد يهودين جي رهائشن کي برباد ڪرڻ ۽ انهن کي نقصان پهچائي انهن کي ڪاوڙ ۽ رنج ۾ وجهڻ آهي تنهنڪري انهن وڻن کي ڪٽي ڇڏڻ ئي بهتر آهي انهيءَ موقعي تي سورة حشر جي هيءَ آيت نازل ٿي.

مَا قَطَعْتُمْ مِّنْ لِّيْنَةٍ اَوْ تَرَكْتُمُوْهَا قَآىٕمَةً عَلٰۤى اُصُوْلِهَا فَبِاِذْنِ اللّٰهِ وَ لِيُخْزِيَ الْفٰسِقِيْنَ ۝۵

(پ 28، الحشر: 5)

ترجمو ڪنزالايمان: جن وڻن کي توهان ڪٽيو يا جن کي انهن جي پاڙن تي رهڻ ڏنو اهو سڀ الله جي حڪم سان هو ته جيئن خدا فاسقن کي خوار ڪري.

مطلب هي آهي ته مسلمانن ۾ جيڪي وڻ ڪٽڻ وارا آهن انهن جو عمل به صحيح آهي ۽ جيڪي ڪٽڻ نٿا چاهين اُهي به صحيح چون ٿا ڇو ته ڪجهه وڻن کي ڪٽڻ ۽ ڪجهه کي ڇڏي ڏيڻ اِهو سڀ الله تعالىٰ جي ئي حڪم ۽ ان جي اجازت سان آهي[291].

[291] المواهب اللدنيه و شرح الزرقاني حديث بني النضير ج 2 ص 516-517

بهرحال آخر گهيري ڪان تنگ ٿي بنو نضير جا يهودي ان ڳالهه تي تيار ٿي ويا تہ هو پنهنجو پنهنجو گهر ۽ قلعو ڇڏي انهيءَ شرط تي مدينو ڇڏي هليا ويندا تہ جيتري قدر مال ۽ اسباب اُهي انن تي کڻي سگهيا کڻي ويندا. حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن يهودين جي ان شرط کي مڃي ورتو ۽ بنو نضير جا سڀ يهودي ڇهه سو انن تي پنهنجو مال ۽ سامان کڻي هڪ جلوس جي شڪل ۾ ڳائيندا وڄائيندا مديني مان نڪتا، ڪجهه تہ خيبر هليا ويا ۽ گهڻي تعداد ۾ شام ملڪ وڃي "اذرعات" ۽ "اريحاء" ۾ آباد ٿي ويا. انهن ماڻهن جي وڃڻ کانپوءِ انهن جي گهرن جي مسلمانن جڏهن تلاشي ورتي تہ 50 لوهہ جون ٽوپيون 50 زرهون ٿي سئو چاليهہ تلوارون نڪتيون، جيڪي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي قبضي ۾ آيون[292].

(زرقاني ج 2 ص 79 کان 85)

الله تعاليٰ بنو نضير جي يهودين جي انهي جلاوطني جو ذڪر قرآن مجيد جي سورت حشر ۾ هن طرح فرمايو تہ:

هُوَ الَّذِيْٓ اَخْرَجَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْ اَهْلِ الْكِتٰبِ مِنْ دِيَارِهِمْ لِاَوَّلِ الْحَشْرِ ۭ مَا ظَنَنْتُمْ اَنْ يَّخْرُجُوْا وَ ظَنُّوْٓا اَنَّهُمْ مَّانِعَتُهُمْ حُصُوْنُهُمْ مِّنَ اللّٰهِ فَاَتٰىهُمُ اللّٰهُ مِنْ حَيْثُ لَمْ

ترجمو ڪنزالايمان: الله اهو آهي جنهن ڪافر ڪتابين کي پنهنجن گهرن مان ڪڍيو انهن جي پهرين حشر جي لاءِ (اي مسلمانو!) توهان کي اهو تصور بہ ڪونہ هو تہ اُهي نڪرندا ۽ اهي سمجهن پيا تہ انهن جا قلعا کين الله کان بچائي وٺندا تہ الله جو حڪم

[292] المواهب اللدنيہ و شرح الزرقاني حديث بني النضير ج 2 ص 517-518

يَحْتَسِبُوْا ۗ وَ قَذَفَ فِيْ قُلُوْبِهِمُ الرُّعْبَ يُخْرِبُوْنَ بُيُوْتَهُمْ بِاَيْدِيْهِمْ وَ اَيْدِي الْمُؤْمِنِيْنَ ۗ فَاعْتَبِرُوْا يٰۤاُولِي الْاَبْصَارِ ۝۲

(پ 28، الحشر: 5)

وٽن آتان پهچي ويو جتان جو انهن کي خيال بہ ڪو نہ هو ۽ ان سندن دلين ۾ خوف وجهي ڇڏيو تہ اهي پاڻ پنهنجن هٿن سان ۽ مسلمانن جي هٿن سان پنهنجن گهرن کي ويران ڪن ٿا تہ عبرت حاصل ڪريو اي ڏسڻ وارؤ.

## بدر صغرىٰ

اُحد جي جنگ کان موٽڻ وقت ابوسفيان چيو هو تہ ايندڙ سال بدر ۾ اسان جو توهان جو مقابلو ٿيندو. تنهنڪري شعبان يا ذوالقعده سن 4 ھ ۾ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن مديني جو انتظام ۽ سار سنڀال حضرت عبداللّٰه بن رواحہ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي حوالي ڪري لشڪر سان گڏ بدر تشريف وٺي ويا. انن ڏينهن تائين ڪافرن جو انتظار ڪيائون هوڏانهن ابوسفيان بہ فوج سان گڏ نڪتو هڪ منزل طئي ڪيائون تہ هن پنهنجي لشڪر کي چيو تہ هي سال جنگ لاءِ مناسب ناهي ڇو تہ ايترو سخت ڏڪار پيو آهي جو نہ ماڻهن لاءِ داڻو پاڻي آهي نہ وري جانورن جي لاءِ گاهہ پَنو. اِهو چئي ابوسفيان مڪي واپس هليو ويو. مسلمانن وٽ ڪجهہ تجارت جو مال بہ هو جڏهن جنگ نہ ٿي تہ مسلمانن تجارت ڪري تمام گهڻو نفعو ڪمايو ۽ مديني واپس هليا آيا[293]. (مدارج جلد 2 ص 151 وغيره)

---

[293] مدارج النبوة، قسم سوم، باب چهارم، ج 2، ص 151، ملتقطاً و ملخطاً والمواهب اللدنيہ مع شرح الزرقاني، باب غزوت بدر الاخيره..... الخ، ج 2 ص 535

## سن 4 هه جا متفرق واقعا

1. هن سال غزوه بنو نضير کان پوءِ جڏهن انصارن چيو تہ يا رسول اللّٰه صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم بنو نضير جو جيڪو مال غنيمت ۾ مليو آهي اهو سڀ توهان صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم اسان جي مهاجر ڀائرن کي ڏئي ڇڏيو اسان ان مان ڪنهن بہ شيءِ جا طلبگار نہ آهيون تہ حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن خوش ٿي هيءَ دعا فرمائي تہ

اَللّٰهُمَّ ارْحَمِ الْاَنْصَارَ وَاَبْنَآءَ الْاَنْصَارِ وَاَبْنَآءَ اَبْنَآءِ الْاَنْصَارِ

ترجمو: اي اللّٰه عَزَّوَجَلَّ انصارن تي، انصارن جي اولاد تي ۽ انهن جي اولاد جي اولاد تي رحم فرماءِ[294] (مدارج جلد ص 148)

2. هن سال حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي ڏوهٽي حضرت عبداللّٰه بن عثمان غني رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُ جن جي اک ۾ هڪ ڪڪڙ ٺونگو هنيو جنهن تڪليف سبب هو بہ راتيون تڙپي تڙپي وفات ڪري ويا[295]. (مدارج جلد 2 ص 150)

3. هن ئي سال حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي گهر واري حضرت بيبي زينب بنت خزيمہ رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهَا جن جي وفات ٿي[296]. (مدارج جلد 2 ص 150)

4. هن ئي سال حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن حضرت اُمّ المومنين بيبي اُمّ سلمہ رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهَا سان نڪاح فرمايو[297]. (مدارج جلد 2 ص 150)

---

[294] مدارج النبوت، قسم سوم، باب چار، ج 2، ص 149
[295] مدارج النبوة، قسم سوم، باب چهارم، ج 2، ص 149-150
[296] مدارج النبوة، قسم سوم، باب چهارم، ج 2، ص 149-150

5. هن ئي سال حضرت علي رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي والده ماجده حضرت بي بي فاطمه بنت اسد رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا وفات ڪئي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن پنهنجو مقدس پهراڻ ان جي ڪفن لاءِ عطا فرمايو ۽ ان جي قبر ۾ لهي ان جي ميت کي پنهنجي هٿن مبارڪن سان قبر ۾ لاٿو ۽ فرمايو ته فاطمه بنت اسد کان سواءِ ڪوئي به قبر جي دٻائڻ کان نه بچيو آهي. حضرت عمر بن عبدالعزيز رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کان روايت آهي ته صرف پنج ميت ئي اهڙا خوش نصيب ٿيا جن جي قبر ۾ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن پاڻ لٿا پهريون:- حضرت بيبي خديجه، ٻيو:- حضرت بيبي خديجه جو هڪ فرزند ٽيون: عبداللّٰه مزني جنهن جو لقب ذوالبجادين آهي. چوٿون:- حضرت بيبي عائشه جي ماءُ حضرت اُمِ رومان، پنجون:- حضرت فاطمه بنت اسد حضرت علي جي والده (رِضْوَانُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْهِمْ اَجْمَعِيْن). (مدارج جلد 2 ص 150)

هن ئي سال 4 شعبان سن 4 ه تي حضرت امام حسين رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي پيدائش ٿي. (مدارج جلد 2 ص 151)

6. هن ئي سال هڪ يهودي ٻئي يهودي جي عورت سان زنا ڪئي ۽ يهودين اهو مقدمو بارگاهه نبوت ۾ پيش ڪيو ته پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم توراة ۽ قرآن ٻنهي ڪتابن جي فرمان سان ان کي سنگسار ڪرڻ جو فيصلو فرمايو. (مدارج جلد 2 ص 152)

7. انهي سال طعمه بن ابيرق جيڪو مسلمان هو چوري ڪئي ته حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم قرآن جي حڪم سان ان جو هٿ ڪٽڻ

---

[297] مدارج النبوة، قسم سوم، باب چهارم، ج 2، ص 149-150

جو حڪم فرمايو، اهو ٻڌي هو پيجي نڪتو ۽ مڪي هليو ويو اتي بہ هن چوري ڪئي اهلِ مڪہ ان کي قتل ڪري ڇڏيو يا ان تي پٿ ڪري ۽ مري ويو يا درياءَ ۾ اڇليو ويو هڪ قول هي بہ آهي تہ هو مرتد ٿي ويو هو. (مدارج جلد 2، ص 153)

8. ڪجهہ مؤرخين جي نزديڪ شراب جي حرمت جو حڪم بہ هن ئي سال نازل ٿيو ۽ ڪجهہ جي ويجهو سن 6 ھ ۾ ۽ ڪن چيو تہ سن 8 ھ ۾ شراب حرام ڪيو ويو.

(مدارج جلد 2، ص 153)

# باب ڏهون

# هجرت جو پنجون سال

# سن 5 هجري

جنگِ احد ۾ مسلمانن جي جاني نقصان جو چوبول ٿيڻ ۽ ڪفار قريش ۽ يهودين جي گڏيل سازشن سان تمام قبائلِ ڪفار جو حوصلو ايتري قدر بلند ٿي ويو جو سيني کي مديني تي حملي ڪرڻ جو جنون ٿي ويو. تنهنڪري سن 5 ه ۾ ڪفر ۽ اسلام جي ڪيترن ئي معرڪن کي پنهنجي دامن ۾ سميٽي رکيو آهي. اسين هتي ڪجهه مشهور غزوات ۽ سرايہ جو ذڪر ڪريون ٿا.

## غزوه ذات الرقاع

سڀ کان پهرين قبيلي ”انمار ۽ ثعلبہ“ وارن مديني تي ڪاهہ ڪرڻ جو ارادو ڪيو. جڏهن حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي ان جو اطلاع مليو تہ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن چار سو (400) صحابہ ڪرام رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُم جو لشڪر پاڻ سان گڏ ڪنيو ۽ 10 محرم سن 5 ه تي مديني کان روانا ٿي مقام ”ذات الرقاع“ تائين تشريف وٺي آيا پر پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي آمد جو ٻڌي ڪافرن ڀڄي وڃي جبلن ۾ پناهہ ورتي انهيءَ ڪري ڪابہ جنگ نہ ٿي. مشرڪن جون ڪجهہ عورتون مليون جن کي صحابہ ڪرام رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُم جن گرفتار ڪري ورتو. ان وقت مسلمان مفلسي ۽ تنگدستيءَ جي حالت ۾ هئا جيئن تہ حضرت ابو موسىٰ اشعري رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جو بيان آهي تہ سوارين جي ايتري تہ گهٽتائي هئي جو ڇهن ڇهن ماڻهن جي سواري لاءِ هڪڙو اُٺ هيو جنهن تي اسان واري واري سان سوار ٿي ڪري سفر ڪندا هئاسين. جابلو زمين ۾ پنڌ هلڻ جي

ڪري اسان جا پير زخمي ٿي پيا هئا ۽ پيرن جا ننهن ڇڻي ويا هئا
انهيءَ ڪري اسان پنهنجن پيرن تي ڪپڙن جون پَٽِيُون ويڙهي
ڇڏيون هيون. انهيءَ ڪري ئي هن غزوه جو نالو “غزوه ذات
الرقاع” (پيوندن وارو غزوه) پيو. (بخاري غزوه ذات الزرقاع ج 2 ص 592)

ڪجهه مؤرخين جو چوڻ آهي ته اتي جي زمين جا پٿر اڇي ۽
ڪاري رنگ جا هئا ۽ زمين ائين نظر اچي رهي هئي جڻ ته اڇا ۽
ڪارا جوڙ هڪبئي سان جڙيل هجن انهيءَ ڪري انهي غزوه کي
“غزوه ذات الرقاع” چيو ويو ۽ ڪجهه جو قول آهي ته هتي هڪ وڻ
جو نالو ذات الرقاع هو انهي ڪري ماڻهو ان کي غزوه ذات الرقاع
چوڻ لڳا تي سگهي ٿو ته اهي سيئي ڳالهيون هجن.
(زرقاني جلد 2 ص 88)

مشهور امام سيرت ابن سعد جو قول آهي ته سڀ کان پهريان
هن غزوه ۾ حضور صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن ”صلواة الخوف“ پڙهي.
(زُرقاني ج 2 ص 90 و بخاري باب غزوه ذات الرقاع، ج 2 ص 592)

## غزوه دُومة الجندل

ربيع الاول سن 5 ھ ۾ خبر پئي ته مقام ”دومة الجندل“ ۾
جيڪو مديني ۽ شهر دمشق جي وچ ۾ هڪ قلعي جو نالو آهي.
مديني تي حملي ڪرڻ جي لاءِ هڪ تمام وڏي فوج گڏ ٿي رهي
آهي حضور آقا صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن هڪ هزار (1000) صحابہ ڪرام
رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْھُم جو لشڪر ساڻ ڪري مقابلي جي لاءِ مديني مان نڪتا
جڏهن مشرڪن کي اها خبر پئي ته اُهي پنهنجو مال ۽ ڏنار ڇڏي
ڀڄي ويا. صحابہ ڪرام رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْھُم جن انهن تمام جانورن کي مالِ
غنيمت بڻايو پاڻ ڪريم صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن ٽي (3) ڏينهن اتي

قيام فرمائي مختلف جڳهن تي صحابہ ڪرام رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُم جي لشڪرن کي روانو فرمايو. هن غزوه ۾ ڪابہ جنگ ڪونہ تي انهيءَ سفر ۾ هڪ مهيني کان وڌيڪ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن مديني کان ٻاهر رهيا. (زرقاني ج 2 ص 94 کان 95)

## غزوه مُريسيع

هن جو ٻيو نالو ”غزوه بني المصطلق“ بہ آهي. مُريسيع هڪ جڳهہ (مقام) جو نالو آهي جيڪا مديني کان 8 منزلون پري آهي. قبيلي خزاعہ جو هڪ خاندان ”بنوالمصطلق“ هتي آباد هو ۽ هن قبيلي جو سردار حارث بن ضرار هو ان بہ مديني تي فوج ڪشي جي لاءِ لشڪر جمع ڪيو هو. جڏهن اها خبر مديني پهتي تہ 2 شعبان سن 5 ھ ۾ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن مديني ۾ حضرت زيد بن حارث رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي پنهنجو خليفو بڻائي لشڪر وٺي روانا ٿيا. هن غزوه ۾ حضرت بيبي عائشہ ۽ حضرت بيبي اُمِ سلمہ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا بہ پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن سان گڏ هيون. جڏهن حارث بن ضرار کي پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي اچڻ جي خبر پئي تہ ان تي اهڙي تہ دهشت سوار ٿي وئي جو هو ڀڄي ويو ۽ ان جي فوج منتشر ٿي وئي. پر مريسيع جا ماڻهو لشڪر اسلام جي سامهون ٿيا ۽ جمي ڪري مسلمانن تي تير وسائڻ لڳا. پر جڏهن مسلمانن گڏجي حملو ڪري ڏنو تہ ڏھ ڪافر مارجي ويا ۽ هڪ مسلمان کي شهادت جو شرف مليو باقي سڀ ڪافر گرفتار ڪيا ويا جن جو تعداد ست سئو (700) کان وڌيڪ هو، بہ هزار اُٺ ۽ پنج هزار ٻڪريون مال غنيمت ۾ صحابہ ڪرام رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُم جن کي هٿ آيون. (الزرقاني ج 2 ص 97 کان 98)

”غزوه مريسيع“ جنگ جي حوالي سان تہ ڪا بہ خاص اهميت نٿو رکي پر هن جنگ ۾ اهڙا واقعا پيش آيا جو هي غزوه تاريخ نبوي جو هڪ تمام اهم ۽ شاندار عنوان بڻجي ويو انهن مشهور واقعن مان ڪجھ واقعا هي آهن:

## منافقن جي شرارت

هن جنگ ۾ مالِ غنيمت جي لالچ ۾ تمام گھڻا منافق بہ شريڪ ٿي ويا هئا. هڪ ڏينهن پاڻي پرڻ تي هڪ مهاجر ۽ انصاري جو پاڻ ۾ ڪجھ تڪرار ٿي پيو مهاجر وڏي آواز سان ياللمهاجرين (اي مهاجرو فرياد آهي) ۽ انصاريءَ ياللانصار (اي انصاريو فرياد آهي) جو نعرو هنيو، اهو نعرو ٻڌي انصار ۽ مهاجر ڊوڙندا آيا ۽ ايتري قدر ڳالھ وڌي وئي جو پاڻ ۾ جنگ جي نوبت اچي وئي. رئيس المنافقين عبدالله بن ابي کي شرارت جو موقعو ملي ويو هن اشتعال ڏيارڻ جي لاءِ انصارن کي چيو تہ هي تہ ان وانگر آهي تہ سَمِّنْ كَلْبَكَ لِيَأْكُلَكَ (توهان پنهنجي ڪتي کي طاقتور ڪريو تہ جيئن اهو توهان کي کائي وڃي) توهان انصارن ئي انهن مهاجرن جو حوصلو وڌايو آهي تنهنڪري هاڻي هنن مهاجرن جي مالي مدد ۽ معاونت بلڪل بند ڪري ڇڏيو اهي ماڻهو ذليل وخوار آهن اسان انصار عزت وارا آهيون جيڪڏهن اسان مديني پهتاسين تہ يقيناً اسان انهن ذليل ماڻهن کي مديني مان ٻاهر ڪڍي ڇڏينداسين.

(قرآن سوره منافقون)

جڏهن حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن انهيءَ جهيڙي جو شور ۽ هُل ٻڌو تہ انصارن ۽ مهاجرن کي فرمايائون تہ ڇا توهان جاهليت

جي زماني واري نعري بازي ڪري رهيا آهيو؟ جمالِ نبوت ڏسندي ئي انصار ۽ مهاجر برف وانگر ٿڌا ٿي ويا ۽ رحمتِ عالم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي چند جملن محبت جو اهڙو تن درياءُ وهائي ڇڏيو جو ٻيهر انصار ۽ مهاجر پاڻ ۾ کير کنڊ ٿي ويا.

جڏهن عبدالله بن اُبي جي بيهوده ڳالهه حضرت عمر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي ڪن تائين پهتي ته پاڻ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ ايتري قدر جلال ۾ اچي ويا جو اگهاڙي تلوار کڻي آيا ۽ عرض ڪيائون يا رسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم مونکي اجازت ڏيو ته آئون هن منافق جو ڪنڌ لاهي ڇڏيان. حضور اقدس صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن نرمي سان ارشاد فرمايو اي عمر! رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ خبردار ائين نه ڪجانءِ نه ته ڪافرن ۾ اها خبر پکڙجي ويندي ته محمّد صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن پنهنجي ساٿين کي به قتل ڪرڻ لڳا آهن. اهو ٻڌي ڪري حضرت عمر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ بلڪل ئي خاموش ٿي ويا پر انهيءَ ڳالهه جو سڄي لشڪر ۾ چرچو ٿي ويو، اها ڪيڏي نه عجيب ڳالهه آهي جو عبدالله بن ابي، جيڏو وڏو اسلام ۽ بانيءِ اسلام جو دشمن هو ان کان وڌيڪ ان جو پٽ اسلام جو سچو شيدائي ۽ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو جانثار صحابي هو ان جو نالو به عبدالله هو. جڏهن انهن کي پنهنجي پيءُ جي بڪواس جي خبر پئي ته اهي ڪاوڙ ۾ ڀرجي ويا ۽ بارگاهِ رسالت ۾ حاضر ٿي عرض ڪيائون ته يا رسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جيڪڏهن توهان منهنجي پيءُ جي قتل کي پسند فرمايوٿا ته منهنجي خواهش آهي ته بجاءِ ڪنهن ٻئي جي آئون خود پنهنجي تلوار سان پنهنجي پيءُ جو سر ڌڙ کان ڌار ڪري توهان صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ

وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي قدمن ۾ رکي ڇڏيان. پاڻ صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن ارشاد فرمايو تہ نہ هرگز نہ، آئون تنهنجي پيءُ سان ڪڏهن بہ ڪو برو سلوڪ نہ ڪندس. (ابن سعد وطبري وغيره)

هڪ روايت ۾ اهو بہ آيو آهي تہ مديني جي ويجهو واديءِ عقيق ۾ هي پنهنجي پيءُ عبدالله بن ابي جو رستو روڪي بيهي رهيا ۽ چيائون تہ تون مهاجرن ۽ رسول الله صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن کي ذليل چيو آهي خدا جو قسم! آئون ان وقت تائين توکي مديني ۾ داخل ٿيڻ نہ ڏيندس جيستائين حضور صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن اجازت عطا نہ فرمائن ۽ جيستائين تون پنهنجي زبان سان اهو نہ چوين تہ حضور صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن تمام اولادِ آدم ۾ سڀ کان وڌيڪ عزت وارا آهن ۽ تون سڄي جهان ۾ سڀني کان وڌيڪ ذليل آهين. سڀئي ماڻهو حيرت ۽ تعجب وچان اهو منظر ڏسي رهيا هئا، جڏهن حضور اڪرم صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن اتي پهتا ۽ ڏٺائون تہ پُٽ پيءُ جو رستو روڪي بيٺو آهي ۽ عبدالله بن ابي زور زور سان چئي رهيو آهي تہ ”مان سڀني کان وڌيڪ ذليل آهيان ۽ حضور اڪرم صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم سڀني کان وڌيڪ عزت وارا آهن“. پاڻ صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن اهو ڏسندي ئي حڪم ڏنو تہ هن کي رستو ڏيو تہ هي مديني ۾ داخل ٿي وڃي. (مدارج النبوت ج 2 ص 157)

## حضرت جويريہ رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہَا سان نڪاح

غزوه مريسيع جي جنگ ۾ جيڪي ڪافر مسلمانن جي هٿان گرفتار ٿيا هئا انهن ۾ سردارِ قوم حارث بن ضرار جي ڌيءُ حضرت جويريہ رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْہَا بہ هيون. جڏهن تمام قيدي لونديون غلام بڻائي مجاهدينِ اسلام ۾ تقسيم ڪيون ويون تہ حضرت جويريہ رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْہَا حضرت ثابت بن قيس رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْہُ جي حصي ۾

آيون. انهن حضرت جويريه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي چيو ته مونکي هيتري رقم ڏئي ته آئون توکي آزاد ڪري ڇڏيندس. حضرت جويريه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ وٽ ڪا به رقم نه هئي ۽ اها حضورِ اڪرم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي بارگاهِ رسالت ۾ حاضر ٿي عرض ڪيائين ته يارسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم آئون پنهنجي قبيلي جي سردار حارث بن ضرار جي ڌيءُ آهيان ۽ آئون مسلمان ٿي چڪي آهيان حضرت ثابت بن قيس رقم وٺي مونکي آزاد ڪرڻ جو واعدو ڪيو آهي توهان صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم منهنجي مدد فرمايو ته آئون اها رقم ادا ڪري آزاد ٿي وڃان.

پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ارشاد فرمايو ته جيڪڏهن آءٌ توسان ان کان بهتر سلوڪ ڪريان ته ڇا تون منظور ڪندينءَ؟ انهن عرض ڪيو اهو ڪهڙو آهي؟ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ارشاد فرمايو ته آئون چاهيان ٿو ته آءٌ پاڻ اڪيلي سِر تنهنجي طرفان سڄي رقم ادا ڪريان ۽ توکي آزاد ڪرائي توسان نڪاح ڪريان ته جيئن تنهنجو خانداني مان ۽ مرتبو برقرار رهجي وڃي. حضرت جويريه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا جن خوشي خوشي ان کي منظور ڪيو. تنهنڪري حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن سڄي رقم پنهنجي طرفان ادا ڪري حضرت جويريه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا سان نڪاح فرمايو جڏهن اها خبر لشڪر ۾ پکڙجي وئي ته حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن حضرت جويريه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا سان نڪاح فرمايو آهي ته مجاهدينِ اسلام جي لشڪر ۾ انهيءَ خاندان جا جيترا به لونڊيون ۽ غلام هيا، مجاهدينِ اسلام انهن سڀني کي فوراً آزاد ڪري ڇڏيو ۽ لشڪرِ اسلام جو هر

سپاهي هينئن چوڻ لڳو تہ جنهن خاندان مان حضور صَلَّى اللّٰہُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن شادي ڪئي آهي ان خاندان جو ڪو بہ ماڻهو لونڊي ۽ غلام نٿو رهي سگهي ۽ حضرت بيبي عائشہ رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰى عَنْهَا چوڻ لڳيون تہ اسان ڪڏهن بہ ڪنهن عورت جو نڪاح حضرت جويريہ جي نڪاح کان وڌيڪ خير ۽ برڪت وارو نہ ڏٺو جو انهيءَ جي سبب سموري خاندانِ بني المصطلق کي غلامي مان آزادي نصيب ٿي وئي. (ابوداؤد ڪتاب العتق ج 2 ص 548)

حضرت جويريہ رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰى عَنْهَا جو اصل نالو "برہ" هو حضور صَلَّى اللّٰہُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ان کي بدلائي "جويريہ" نالو رکيو. (مدارج جلد 2 ص 155)

## واقعہ اُفک

انهي غزوه کان جڏهن رسول اللّٰه صَلَّى اللّٰہُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم مديني واپس اچڻ لڳا تہ رات جو هڪ منزل تي ترسي پيا. حضرت عائشہ رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰى عَنْهَا هڪ بند پالڪي ۾ سوار ٿي سفر ڪنديون هيون ۽ ڪجھ مخصوص ماڻهو انهيءَ پالڪي کي اُٺ تي چاڙهڻ ۽ لاهڻ لاءِ مقرر هئا. حضرت بيبي عائشہ رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰى عَنْهَا لشڪر جي روانگي کان ڪجھ اڳ لشڪر کان ٻاهر رفع حاجت جي لاءِ ويون جڏهن واپس آيون تہ ڏٺائون تہ سندن ڳلي جو هار ڪٿي ٽٽي ڪِري پيو هو. پاڻ رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰى عَنْهَا وري ٻيهر ان جي تلاش ۾ لشڪر کان ٻاهر هليون ويون هن ڀيري واپسيءَ ۾ ڪجھ دير ٿي وئي لشڪر روانو ٿي ويو پاڻ رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰى عَنْهَا جي پالڪي چاڙهڻ وارن اهو خيال ڪيو تہ اُمِّ الْمومنين پالڪيءَ جي اندر تشريف فرما آهن ۽ پالڪي ڪٺي اُٺ تي رکيائون ۽ پوءِ پورو قافلو روانو ٿي ويو. جڏهن حضرت عائشہ

صديقه رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا منزل تي واپس آيون ته اتي ڪو به ماڻهو موجود نه هو تنهائي ڪان سخت گهٻرائجي ويون اونداهي رات ۾ اڪيلو هلڻ به سخت خطرناڪ هو ان لاءِ پاڻ رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا اهو سوچي اُتي ليٽي پيون ته جڏهن اڳين منزل تي قافلي وارا مونکي نه ڏسندا ته ضرور منهنجي تلاش ۾ هتي واپس ايندا. پاڻ رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا کي ليٽي ليٽي ننڊ اچي وئي هڪ صحابي جنهن جو نالو حضرت صفوان بن معطل رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا هو اهي هميشه لشڪر جي پويان پويان هن خيال سان هلندا ها ته جئين لشڪر جو ڪريل سامان ڪٺندو هلي اهي جڏهن انهيءَ منزل تي پهتا ته حضرت بيبي عائشه رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا کي ڏٺائون، جيئن ته پردي جي آيت نازل ٿيڻ کان اڳ ۾ هو ڪيترائي ڀيرا اُمّ اَلْمومنين رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا کي ڏسي چڪا هئا تنهنڪري ڏسڻ سان ئي سڃاڻي ورتائون ۽ انهن کي مُئَل سمجهي اِنَّا لِلّٰهِ وَ اِنَّاۤ اِلَيْهِ رٰجِعُوْنَ ﴿۱۵۶﴾ پڙهيو ان آواز تي اُهي جاڳي پيون. حضرت صفوان بن معطل سلمي رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جن فوراً انهن کي پنهنجي اُٺ تي سوار ڪيو ۽ پاڻ اُٺ جي مهار پڪڙي پيدل هلندا اڳين منزل تي حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن وٽ پهچي ويا.

منافقن جي سردار عبداللّٰه بن ابي ان واقعي کي حضرت بيبي عائشه رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا تي تهمت لڳائڻ جو ذريعو بڻائي ڇڏيو ۽ گهٽي کان گهٽو ان تهمت کي عام ڪرڻ لڳو، ايتري تائين جو مديني ۾ ان منافق ان شرمناڪ تهمت کي ايتري قدر پکيڙيو ۽ شور ۽ هل مچايو جو مديني ۾ هر طرف انهي افواه ۽ تهمت جا چرچا ٿيڻ لڳا ۽ ڪجهه مسلمان مثلاً حضرت حسان بن ثابت، حضرت مسطح

بن اثاثہ ۽ حضرت حمنہ بنت جحش رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْهُم جن بہ انهيءَ تهمت کي پکيڙڻ ۾ ڪجھ حصو ورتو. حضور اقدس صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي انهي شرانگيز تهمت مان بي حد رنج ۽ صدمو پهتو ۽ مخلص مسلمانن کي بہ انتهائي رنج ۽ غم پهتو حضرت بيبي عائشہ رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْهَا مديني پهچڻ سان ئي سخت بيمار ٿي پيون، پرده نشين تہ هيون ئي بيماريءَ جي ڪري بستري داخل ٿي ويون ۽ انهن کي هن تهمت تراشي جي بلڪل بہ خبر نہ پئجي سگهي. توڙي جو حضور صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي حضرت بيبي عائشہ رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْهَا جي پاڪ دامني جو پورو پورو علم ۽ يقين هو پر جيئن تہ پنهنجي گهرواريءَ جو معاملو هيو ان ڪري پاڻ صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن پنهنجي طرفان پنهنجي گهرواريءَ جي چوٽڪاري ۽ پاڪدامني جو اعلان ڪرڻ مناسب نہ سمجهيو، ۽ وحيءِ الاهي جو انتظار فرمائيندا رهيا، ان دوران پاڻ صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن پنهنجي مخلص اصحابن سان انهيءَ معاملي ۾ مشورو فرمائيندا رهيا تہ جيئن انهن جي خيالن جي خبر پئجي سگهي. (بخاري جلد 2 ص 594)

جيئن تہ حضرت عمر رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْهُ کان جڏهن پاڻ صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن انهيءَ تهمت جي باري ۾ پڇيو تہ انهن عرض ڪيو تہ يارسول الله صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم اهي منافق يقيناً ڪوڙا آهن چو تہ جڏهن الله تعالیٰ کي اهو ناپسند آهي تہ توهان صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي جسمِ اطهر تي ڪا مک ويهي چو تہ مک نجاست تي ويهندي آهي، تہ پلا جيڪا عورت اهڙي برائيءَ ۾ مبتلا هجي تہ خداوند

قدوس عَزَّوَجَلَّ ڪڏهن ۾ ڪتي برداشت ڪندو تہ اهڙي عورت توهان جي گهرواري هجي[298]؟

حضرت عثمان غني رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ جن فرمايو تہ يا رسول الله صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جڏهن الله عَزَّوَجَلَّ توهان جي پاڇي کي زمين تي پوڻ نہ ڏنو تہ متان توهان صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي پاڇي تي ڪنهن جو پير اچي وڃي پوءِ ڀلا ان معبودِ برحق جي غيرت اهو ڪڏهن برداشت ڪندي تہ ڪو انسان توهان صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي گهرواري سان اهڙي ڪُڌي فعل جو مرتڪب ٿي سگهي[299]؟

حضرت علي رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ جن گذارش ڪئي تہ يا رسول الله صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم هڪ ڀيرو توهان صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي نعلين اقدس ۾ نجاست لڳي وئي هئي تہ الله عَزَّوَجَلَّ جبريلِ امين کي موڪلي توهان صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي خبر ڏني تہ توهان صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم پنهنجي نعلين اقدس لاهي ڇڏيو، تنهنڪري بيبي عائشہ رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهَا معاذ الله جيڪڏهن اهڙيون هجن ها تہ ضرور الله تعاليٰ توهان صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تي وحي نازل فرمائي ها تہ "توهان صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم انهي کي پنهنجي زوجيت مان ڪڍي ڇڏيو"[300].

---

[298] مدارج النبوت، قسم سوم، باب پنجم، ج 2، ص 161

[299] مدارج النبوت، قسم سوم، باب پنجم، ج 2، ص 161

[300] مدارج النبوت، قسم سوم، باب پنجم، ج 2، ص 157 و مدارڪ التنزيل المعروف بتفسير النسفي، الجزء ثامن عشر، سوره نور، تحت الآيہ 12-13، ص 772

حضرت ابو ايوب انصاري رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جن جڏهن ان تهمت جي خبر ٻڌي ته انهن پنهنجي گهرواريءَ کي چيو اي منهنجي گهرواري! تون سچ ٻڌاءِ ته جيڪڏهن حضرت صفوان بن معطل رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي جڳهه تي مان هجان ها ته ڇا تون اهو تصور ڪري سگهين ٿي ته آئون حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي حرمِ پاڪ سان اهڙو سلوڪ ڪري سگهندس؟ ته ان جي گهر واريءَ جواب ڏنو ته جيڪڏهن حضرت عائشه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا جي جڳهه تي آئون حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي گهر واري هجان ها ته خدا جو قسم آئون ڪڏهن به اهڙي خيانت نه ڪري سگهان ها تنهنڪري حضرت عائشه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا جيڪي مونکان لک درجا وڌيڪ بهتر آهن ۽ حضرت صفوان بن معطل رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جيڪو ڪيئي درجا توهان کان بهتر آهي پوءِ اهو ڪئين ممڪن ٿي سگهي ٿو ته اهي ٻئي اهڙي خيانت ڪري سگهن[301]؟

بخاري شريف جي روايت ۾ آهي ته حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ان معاملي ۾ حضرت علي ۽ اسامه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُمَا کان جڏهن مشورو طلب فرمايو ته حضرت اسامه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ ڦُرتيءَ سان فرمايو ته اَهْلُكَ وَلَا نَعْلَمُ اِلَّاخَيْرًا ته يا رسول الله! (صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم) اها توهان جي گهرواري آهي ۽ اسان انهن کي سٺي ئي سڄاڻون ٿا، حضرت علي رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جن اهو جواب ڏنو ته يا رسول الله! صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم الله عَزَّوَجَلَّ توهان

---

[301] مدارڪ التنزيل المعروف بتفسير النسفي، الجزء ثامن عشر، سوره نور، تحت الآيہ 12-13، ص 772.

صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تي ڪا بہ تنگي نہ فرمائي آهي عورتون تہ انهن ڪان سواءِ ٻيون بہ گهڻيون آهن، توهان صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ان جي باري ۾ سندن خادمہ (حضرت بريره) ڪان پڇي ونو اهي توهان صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي سچ سچ ٻڌائيندين.[302]

حضرت بريره رَضِیَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا ڪان جڏهن حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن سوال فرمايو تہ انهن عرض ڪيو تہ يا رسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ان ذاتِ پاڪ جو قسم جنهن توهان صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي رسولِ برحق بڻائي موڪليو آهي تہ مون حضرت بيبي عائشہ رَضِیَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ ۾ ڪو بہ عيب نہ ڏٺو آهي، ها ايتري ڳالھ ضرور آهي تہ اهي اجا ننڍڙي عمر جون آهن اهي ڳوهيل اٽو رکي سمهي پونديون آهن ۽ ٻڪري اچي اهو اٽو کائي ويندي آهي.[303]

پوءِ وري حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن پنهنجي گهرواري محترمہ حضرت زينب بنتِ جحش رَضِیَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا ڪان دريافت فرمايو، جيڪا حسن و جمال ۾ حضرت عائشہ رَضِیَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا جو مثال هيون تہ انهن بہ قسم کڻي اهوئي عرض ڪيو تہ يا رسول الله! صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم اَحْمِیْ سَمْعِیْ وَ بَصَرِیْ وَاللّٰهِ مَا عَلِمْتُ اِلَّا خَيْرًا ترجمو: آئون پنهنجن ڪنن ۽ اکين جي حفاظت ڪندي آهيان خدا جو قسم! آئون تہ حضرت بيبي عائشہ رَضِیَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا کي سنو ئي سمجهان ٿي.[304]

(بخاري باب حديث الافڪ ج 2 ص 596)

---

[302] صحيح البخاري ڪتاب المغازي،باب حديث الافڪ، الحديث 4141 ج 3 ص 64

[303] السيرة الحلبہ، غزوه بني المصطلق، ج 2، ص 402 و دلائل اللنبوة للبيهقي، باب حديث الافڪ، ج 4 ص 68.

[304] صحيح البخاري، ڪتاب المغازي، باب حديث الافڪ، الحديث 4141 ج 3 ص66

ان ڪانپوءِ حضور صَلَّى الله تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن هڪ ڏينهن منبر تي ويهي مسلمانن کي فرمايو تہ ان شخص پاران مونکي ڪير معذور سمجهندو يا منهنجي مدد ڪندو جنهن منهنجي گهرواري تي بهتان تراشي ڪري منهنجي دل آزاري ڪئي آهي. وَاللّٰهِ مَا عَلِمْتُ عَلٰى اَهْلِيْ اِلَّا خَيْرًا ترجمو: خدا جو قسم! آئون پنهنجي گهرواري هر لحاظ کان بهتر سمجهان ٿو. وَلَقَدْ ذَكَرُوْا رَجُلًا مَا عَلِمْتُ عَلَيْهِ اِلَّا خَيْرًا ترجمو: ۽ انهن ماڻهن (منافقن) انهي (بهتان ۾) هڪ اهڙي ماڻهو (صفوان بن معطل) جو ذڪر ڪيو آهي جنهن کي آئون بلڪل سٺو سمجهان ٿو[305]. (بخاري ج 2 ص 595 باب حديث الافڪ)

حضور صَلَّى الله تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو منبر شريف تي ويهي انهي تقرير ڪرڻ مان معلوم ٿيو تہ حضور صَلَّى الله تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي حضرت عائشہ صديقہ ۽ حضرت صفوان بن معطل رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُمَا ٻنهي جي پرهيزگاري، طهارت، عفت ۽ پاڪدامنيءَ جو پورو پورو علم ۽ يقين هو ۽ وحي نازل ٿيڻ کان پهريان ئي پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي يقيني طور تي معلوم هو تہ منافق ڪُوڙا ۽ اُمّ الْمومنين رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا جن پاڪدامن آهن. جيڪڏهن ائين نہ هجي ها تہ پاڻ صَلَّى الله تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن منبرِ انور تي ويهي قسم کڻي انهن ٻنهي جي سنائيءَ جو عام هجوم ۾ هرگز اعلان نہ فرمائن ها، پر پهريان اعلان نہ فرمائڻ جي وجهہ اهائي هئي تہ پنهنجي گهرواري جي پاڪدامني جو پنهنجي زبان سان اعلان ڪرڻ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن مناسب نہ پئي سمجهيو. جڏهن حد کان وڌيڪ منافقن

---

[305] صحيح البخاري ڪتاب المغازي،باب حديث الافڪ، الحديث 4141 ج 3 ص 63

هُل هنگامو ڪرڻ شروع ڪيو ته حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن منبر اقدس تي بيهي پنهنجي خيال اقدس جو اظهار فرمايو، پر اجا تائين اعلان عام ڪرڻ جي لاءِ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ڪي وحي جو ئي انتظار هو.

اهو به پهريائين تحرير ٿي چڪو آهي ته اُمّ المومنين حضرت عائشه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهَا سفر کان ايندي ئي بيمار ٿي بستري داخل ٿي چڪيون هيون ان ڪري ان بهتان جي طوفان کان بلڪل ئي بي خبر هيون جڏهن انهن کي مرض کان ڪجهه صحت حاصل ٿي ۽ اهي هڪ رات حضرتِ اُمّ مسطح صحابيه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهَا سان رفع حاجت جي لاءِ صحرا ۾ تشريف وٺي ويون ته انهن جي زباني اها دلخراش ۽ لِڱَ ڪانڊاريندڙ خبر ٻڌي. جنهن سان کين وڏو جهٽڪو لڳو ۽ پاڻ شدتِ رنج و غم ۾ بيحال ٿي ويون ان ڪري سندن بيماري ۾ وڌيڪ اضافو ٿي ويو، ۽ پاڻ رات ڏينهن زار و قطار روئنديون رهيون آخرڪار جڏهن سندن کان اهو هنيانءُ ڏڪائيندڙ صدمو برداشت نه ٿي سگهيو ته پاڻ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کان اجازت وٺي پنهنجي ماءُ جي گهر هليون ويون ۽ انهي منحوس خبر جو ذڪر پنهنجي والده سان ڪيائون سندن امڙ کين ڪافي تسلي ۽ دلاسو ڏنو پر پاڻ مسلسل روئنديون ئي رهيون. (1)

انهيءَ ئي حالت ۾ اوچتو حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن تشريف وٺي آيا ۽ فرمايائون ته اي عائشه! رَضِيَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهَا توهان جي باري ۾ اهڙي اهڙي خبر هُلائي وئي آهي جيڪڏهن توهان پاڪ دامن آهيو ۽ اها خبر ڪوڙي آهي ته عنقريب خداوند تعالیٰ توهان جي صفائي جو بذريعه وحي اعلان فرمائيندو، جي نه ته توهان توبه ۽ استغفار ڪري وٺو ڇو ته جڏهن ڪو ٻانهو الله تعالیٰ کان توبه

طلب ڪندو آهي ۽ بخشش گهرندو آهي تہ اللّٰه عَزَّوَجَلَّ ان جي گناهن کي معاف فرمائي ڇڏيندو آهي. حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي اها ڳالهہ ٻڌي حضرت عائشہ رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا جا ڳوڙها رڪجي ويا ۽ پاڻ پنهنجي والد حضرت ابوبڪر صديق رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي چيائون تہ توهان حضور ڪريم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي ورندي ڏيو انهن چيو خدا جو قسم آئون نہ ٿو ڄاڻان تہ آئون حضور اڪرم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي ڪهڙو جواب ڏيان؟ پوءِ وري پاڻ پنهنجي ماءُ کي جواب ڏيڻ جي التجا ڪيائون تہ سندن جي امڙ بہ اهوئي جواب ڏنو پوءِ خود حضرت بيبي عائشہ صديقہ رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا حضور اڪرم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي هي جواب ڏنو تہ ماڻهن جيڪا هڪ بي بنياد ڳالهہ هُلائي آهي اها ماڻهن جي دلين ۾ ويهي چُڪي آهي ۽ ڪجهہ ماڻهو انهي ڳالهہ کي سچ سمجهي چڪا آهن انهيءَ حالت ۾ جيڪڏهن آئون ائين چوان تہ آئون پاڪدامن آهيان تہ ماڻهو ان ڳالهہ تي اعتبار نہ ڪندا پر جيڪڏهن آئون ان برائيءَ جو اقرار ڪريان تہ سڀ مڃي ويندا حالانڪ اللّٰه ئي ڄاڻي ٿو تہ آئون انهي الزام کان آزاد ۽ پاڪدامن آهيان هن وقت منهنجو مثال حضرت يوسف عَلَيْهِ السَّلَام جي پيءُ (حضرت يعقوب عَلَيْهِ السَّلَام) وانگر آهي تنهنڪري آئون بہ ائين ئي چوان ٿي جئين انهن چيو هو. يعني

| فَصَبْرٌ جَمِيْلٌ ؕ وَاللّٰهُ الْمُسْتَعَانُ عَلٰى مَا تَصِفُوْنَ | ترجموڪنزالايمان: تہ صبر سٺو ۽ اللّٰه کان ئي مدد گهران ٿو انهن ڳالهين تي جيڪي توهان ڪري رهيا آهيو. |
|---|---|

ائين چئي پاڻ رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا پاسو بدلائي منهن ڦيري ڇڏيو ۽ چيائون تہ اللّٰه تعاليٰ ئي ڄاڻي ٿو تہ آئون انهي تهمت کان بَري ۽

پاڪ دامن آهيان ۽ مونکي يقين آهي تہ الله تعالىٰ ضرور منهنجي سچائيءَ کي ظاهر فرمائيندو[306]. حضرت بيبي عائشہ رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا جو جواب ٻڌي اجان رسول الله صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم پنهنجي جڳھ تان اٿيا ئي ڪونہ هئا ۽ هر شخص پنهنجي پنهنجي جڳھ تي ويٺل هو تہ ايتري ۾ حضور پاڪ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن تي وحي نازل ٿيڻ لڳي ۽ سندن مٿان وحي نازل ٿيڻ واري بيچيني ڇانئجڻ لڳي، توڙي جو شديد سردي جي موسم هئي مگر پگھر جا قطرا موتين وانگر پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي بدن تان ٽِمَڻ لڳا جڏهن وحي نازل ٿي چڪي تہ حضورصَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن مسڪرائيندي فرمايو اي عائشہ! رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا توهان خدا جو شڪر ادا ڪندي ان جي حمد ڪيو جو تہ الله تعالىٰ توهان جي پاڪ دامني جو اعلان فرمايو آهي پوءِ پاڻ سڳورن صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن قرآن جي سورة نور مان ڏھ آيتون تلاوت فرمايون جيڪي اِنَّ الَّذِيْنَ جَآءُ وْبِالْاِفْكِ کان شروع تي وَاَنَّ اللّٰهَ رَءُوْفٌ رَّحِيْمٌ تي ختم ٿين ٿيون انهن آيتن جي نازل ٿيڻ ڪانپوءِ منافقن جو منهن ڪارو ٿي ويو ۽ حضرت اُمِّ المومنين بيبي عائشہ رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا جي پاڪدامني جو سج پنهنجي آب وتاب سان اهڙي طرح چمڪي پيو جو قيامت تائين اچڻ وارن مسلمانن جي دلين جي دنيا نورِايمان سان روشن ٿي وئي[307].

حضرت ابوبڪر صديق رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي حضرت مسطح بن اثاثہ تي وڏي ڪاوڙ آئي هي سندن جا ماسات هئا ۽ ننڍپڻ ۾ ئي

---

[306] صحيح البخاري ڪتاب المغازي،باب حديث الافڪ، الحديث 4141 ج 3 ص 64

[307] صحيح البخاري ڪتاب المغازي،باب حديث الافڪ، الحديث 4141 ج 3 ص 65

انهن جو والد وفات ڪري ويو هو تنهنڪري حضرت ابوبڪر صديق رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ انهن جي پرورش ڪئي هئي ۽ ان جي مفلسي جي ڪري هميشه پاڻ انهن جي مالي امداد فرمائيندا رهندا هئا ان جي باوجود حضرت مسطح بن اثاثه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ انهيءَ تهمت تراشي ۾ ان ڪي ڦهلائڻ ۾ ڪجهه حصو ورتو هو جنهنڪري حضرت ابوبڪر صديق رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ ڪاوڙ ۾ اچي قسم ڪنيو ته هاڻي آئون مسطح بن اثاثه جي ڪڏهن به ڪا مالي مدد نه ڪندس ان موقعي تي الله تعالیٰ هيءَ آيت نازل فرمائي ته:

وَ لَا يَاْتَلِ اُولُوا الْفَضْلِ مِنْكُمْ وَ السَّعَةِ اَنْ يُّؤْتُوْۤا اُولِي الْقُرْبٰى وَ الْمَسٰكِيْنَ وَالْمُهٰجِرِيْنَ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ۖ وَلْيَعْفُوْا وَلْيَصْفَحُوْا ؕ اَلَا تُحِبُّوْنَ اَنْ يَّغْفِرَ اللّٰهُ لَكُمْ ؕ وَاللّٰهُ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ (پ 18، النور: 22)

ترجمو ڪنزالايمان: ۽ قسم نه کڻن اهي جيڪي توهان ۾ فضيلت وارا ۽ گنجائش وارا آهن قرابت وارن ۽ مسڪينن ۽ الله جي راه ۾ هجرت ڪرڻ وارن ڪي ڏيڻ جو ۽ گهرجي ته معاف ڪن ۽ درگذر ڪن ڇا توهان اهو پسند نٿا ڪريو ته الله تعاليٰ توهان جي بخشش ڪري ۽ الله وڏو بخشڻهار ۽ گهڻو مهربان آهي.

هن آيت ڪي ٻڌي حضرت ابوبڪر صديق رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ پنهنجو قسم ٽوڙي ڇڏيو ۽ پوءِ مسطح بن اثاثه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جو خرچ اڳ وانگر عطا فرمائڻ لڳا[308]. (بخاري حديث الافڪ، ج 2 ص 595 ڪان 596)

---

[308] مدارج النبوت، قسم سوم، باب پنجم ج 2 ص 164

پوءِ حضورِ پاڪ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن مسجد نبوي ۾ هڪ خطبو ارشاد فرمايو ۽ سوره نور جون آيتون مجمع عام ۾ تلاوت فرمايون ۽ تهمت لڳائڻ وارن مان حضرت حسان بن ثابت حضرت مسطح بن اثاثہ ۽ حضرت حمنہ بنت جحش رَضِىَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُم ۽ رئيس المنافقين عبداللّٰه بن ابي چئني کي حد قذف جي سزا ۾ اسّي اسّي ڪوڙا هنيا ويا[309]. (مدارج جلد 2 ص 163 وغيره)

شارح بخاري علامہ ڪرماني رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيْه جن فرمايو تہ حضرت بيبي عائشہ رَضِىَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا جي براءت ۽ پاڪدامني قطعي ۽ يقيني آهي جيڪا قرآن مان ثابت آهي جيڪو ان ۾ ذري برابر بہ شڪ ڪندو تہ اهو ڪافر آهي[310]. (بخاري ج 2 ص 595)
بين تمام فقهاءِ امت جو بہ اهوئي مسلڪ آهي.

## تيمّم واري آيت جو نازل ٿيڻ

ابن عبدالبروابن سعد و ابن حبان وغيره محدثين ۽ علماءِ سيرت جو قول آهي تہ تيمّم واري آيت هن غزوه مريسيع ۾ نازل ٿي پر روضة الاحباب ۾ لکيل آهي تہ آيتِ تيمّم ڪنهن ٻئي غزوه ۾ نازل ٿي آهي. واللّٰه تعالىٰ اعلم[311]. (مدارج النبوة جلد 2 ص 157)
بخاري شريف ۾ آيتِ تيمّم جو شانِ نزول جو جيڪو ذڪر ٿيل آهي تہ حضرت بيبي عائشہ رَضِىَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا جو بيان آهي تہ اسان هڪ دفعي حضور اڪرم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن سان سفر ۾ هئاسين.

---

[309] مدارج النبوت، قسم سوم، باب پنجم ج 2 ص 163
[310] حاشيہ صحيح البخاري، ڪتاب المغازي، باب حديث الافڪ، حاشيہ 9، ج 2، ص 596
[311] مدارج النبوت، قسم سوم، باب پنجم ج 2 ص 157-158

جڏهن اسين مقامِ ”بيداء“ يا مقام ”ذات الجيش“ ۾ پهتاسين ته منهنجو هار ٽٽي ڪٿي ڪري پيو حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۽ ڪجھ ماڻهو ان هار کي ڳولڻ لاءِ اتي ترسي پيا ۽ اتي پاڻي نه هيو ۽ ڪجھ ماڻهو حضرت ابوبڪر صديق رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ وٽ آيا ۽ شڪايت ڪرڻ لڳا ته ڇا توهان ڏسو نه ٿا ته حضرت عائشه رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهَا ڇا ڪيو آهي؟ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۽ صحابه ڪرام رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُم کي هتي ترسائي ڇڏيو آهي هتي ته پاڻي به موجود ناهي، اهو ٻڌي حضرت ابو بڪر صديق رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ مون وٽ آيا ۽ جيڪو خدا چاهيو انهن مونکي سخت ڳالهايو ۽ پوءِ وري ڪاوڙ ۾ منهنجي کُک ۾ چهنڊيون هڻڻ لڳا. ان وقت رسول اللّٰه صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم منهنجي ران تي پنهنجو مٿو مبارڪ رکي آرام فرمائي رهيا هئا انهيءَ ڪري (مار کائڻ جي باوجود) آئون چُري پُري نه پئي سگهيس. صبح جو جڏهن حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن بيدار ٿيا ته اتي ڪٿي به پاڻي موجود ڪونه هو ته اوچتو حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن تي تيمم جي آيت نازل ٿي. حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۽ سيني اصحابن سڀڙن تيمم ڪيو ۽ نمازِ فجر ادا فرمايائون انهيءَ موقعي تي حضرت اسيد بن حضير رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جن (خوش ٿي) چيو ته اي ابوبڪر جي آل! هي رڳو توهان جي پهرين ئي برڪت ناهي پوءِ اسان اُٺ کي اٿاريو ته ان جي هيٺيان هار ملي ويو“.[312]

(بخاري ج 1 ص 48 ڪتاب التيمم)

---

[312] صحيح البخاري، ڪتاب التيمم، باب التيمم، الحديث 334، جلد 1، ص 133

هن حديث ۾ ڪنهن بہ غزوه جو نالو ناهي پر شارح بخاري حضرت علامہ ابن حجر عليہ الرحمة جن فرمايو تہ هي واقعو غزوه بني المصطلق جو آهي جنهن جو ٻيو نالو غزوه مريسيع بہ آهي جنهن ۾ واقع اُفڪ پيش آيو[313]. (فتح الباري ج 1 ص 325 ڪتاب التيمم)

هن غزوه ۾ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن 28 ڏينهن مديني کان ٻاهر رهيا[314]. (زرقاني ج 2 ص 102)

## جنگِ خندق

سن 5 هجري جي سيني جنگين مان هيءَ جنگ سيني کان وڌيڪ مشهور ۽ فيصلہ ڪُن جنگ آهي ڇو تہ دشمنن کان حفاظت جي لاءِ مديني شهر جي ٻاهران خندق "کاهي" کوٽي وئي هئي ان ڪري هيءَ جنگ "جنگ خندق" چورائيندي آهي. جيئن تہ عرب جي سيني ڪافرن متحد ٿي اسلام جي خلاف هيءَ جنگ ڪئي هئي، انڪري هن جنگ جو ٻيو نالو "جنگ احزاب" (يعني سيني جماعتن جي متحده جنگ) آهي. قرآن مجيد ۾ هن جنگ جو ذڪر انهي ئي نالي سان آيو آهي[315].

## جنگ خندق جو سبب

پوين صفحن ۾ اسان اهو لکي چُڪا آهيون تہ "قبيلي بنو نضير" جا يهودي جڏهن مديني مان ڪڍيا ويا تہ انهن مان يهودين جا ڪجھ رئيس "خيبر" ۾ وڃي آباد ٿيا. خيبر جي يهودين انهن ماڻهن کي ايتري تہ عزت ڏني جو سلام بن مشڪم، ابن ابي

---

[313] فتح الباري، شرح صحيح البخاري، ڪتاب التيمم، باب 1، تحت الحديث 334، ج 1 ص 386

[314] المواهب الدنيہ مع شرح الزرقاني باب غزوت المريسيع ج 3 ص 17)

[315] المواهب الدنيہ مع شرح الزرقاني باب غزوت المريسيع ج 3 ص 17 ملتقطاً)

الحقيق وحيي بن اخطب ۽ ڪنانہ بن الربيع کي پنهنجو سردار مجي ورتو. اِهي ماڻهو جيئن تہ مسلمانن جي خلاف ڪاوڙ ۽ ڪروڌ ۾ پريل هئا ۽ بدلي جي باهہ انهن جي سينن ۾ دکي رهي هئي، تنهنڪري انهن مديني تي هڪ زبردست حملو ڪرڻ جو منصوبو جوڙيو. تنهنڪري اهي ٽئي انهيءَ مقصد جي پيش نظر مڪي ويا ۽ ڪفارِ قريش سان ملي انهن کي اهو چيو تہ جيڪڏهن توهان اسان جو ساٿ ڏيو تہ اسان مسلمانن کي صفحہء هستي تان مِٽائي سگهون ٿا. ڪفارِ قريش تہ ان جي لاءِ آتا هئا ئي فورًا انهن يهودين سان ها ۾ ها ملائي ڇڏي، ڪفارِ قريش سان گڏ جوڙ ڪانپوءِ انهن ٽنهي يهودين ”قبيلي بنو غطفان“ جو رُخ ڪيو ۽ خيبر جي اڌ آمدني ڏيڻ جي لالچ ڏئي انهن ماڻهن کي بہ مسلمانن جي خلاف جنگ ڪرڻ لاءِ راضي ڪري ورتو پوءِ بنو غطفان پنهنجي ساٿي قبيلي ”بنو اسد“ کي بہ جنگ جي لاءِ تيار ڪري ورتو هيڏانهن يهودين بہ پنهنجي معاون ”قبيلي بنو اسعد“ کي بہ پاڻ سان شامل ڪري ورتو ۽ ڪفارِ قريش پنهنجي رشتيداري جي زور تي ”قبيلي بنو سليم“ کي بہ پاڻ سان ملائي ڇڏيو مطلب تہ اهڙي طرح سيني قبائلِ عرب جي ڪافرن گڏجي هڪ لشڪرِ جرار تيار ڪري ورتو جنهن جو تعداد ڏهہ هزار هو ۽ ابوسفيان سڄي لشڪر جو سپهہ سالار بڻجي ويو[316]. (الزرقاني جلد 2 ص 104 کان 105)

## مسلمانن جي تياري

جڏهن قبائلِ عرب جي سيني ڪافرن جي گڏ جوڙ ۽ خوفناڪ

---

[316] المواهب الدنيہ مع شرح الزرقاني باب غزوت المريسيع ج 3 ص 21-22)

حملي جي خبر مديني پهتي تہ حضور اقدس صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن پنهنجي اصحابن کي جمع ڪري مشورو فرمايو تہ هن حملي جو مقابلو ڪهڙي طرح ڪيو وڃي؟ حضرت سلمان فارسي رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جن اها راءِ ڏني تہ جنگِ اُحد وانگر شهر کان ٻاهر نڪري ايڏي وڏي فوج جي حملي کي ميداني لڙائي ۾ روڪڻ مصلحت جي خلاف آهي تنهنڪري مناسب هي آهي تہ شهر اندر رهي ان حملي جو دفاع ڪيو وڃي ۽ شهر جي ٻاهران جنهن طرف ڪافرن جي ڪاهہ جو خطرو آهي هڪ کاهي کوٽي وڃي جيئن ڪافرن جي سموري فوج هڪ ئي وقت حملو نہ ڪري سگهي، مديني جي ٽنهي طرفن کان گهرن جون سوڙهيون گهٽيون ۽ کجيءَ جا وڻ هئا انهيءَ ڪري انهن ٽنهي طرفن کان حملي جو امڪان نہ هو مديني جوصرف هڪڙو رُخ کليل هو تنهنڪري اهو طئي ڪيو ويو تہ ان طرف کان پنج گز گهري کاهي کوٽي وڃي. تنهنڪري 8 ذوالقعده سن 5 هجري ۾ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ٽي هزار صحابہ ڪرام رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُم کي ساڻ ڪري خندق جي کوٽائي ۾ مصروف ٿي ويا، حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن خود پنهنجي مبارڪ هٿن سان خندق جي حد بندي فرمائي ۽ ڏهن ڏهن ماڻهن تي ڏهہ ڏهہ گز زمين ورهائي ڇڏي ۽ تقريباً 20 ڏينهن ۾ هيءَ کاهي تيار ٿي وئي[317]. (مدارج النبوت ج 2 ص 168 کان 170)

---

[317] شرح زرقاني علي المواهب، باب غزوه خندق... الخ، ج 3، ص 19، 33 و مدارج النبوة قسم اول، باب پنجم، ذکر فضائل ... الخ، ج 2، ص 168، ملخصاً

حضرت انس رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جو بيان آهي تہ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن خندق وٽ تشريف کڻي آيا ۽ ڏٺائون تہ انصار ۽ مهاجر سخت سياري جي موسم ۾ صبح جي وقت کيترين ئي بکن جي باوجود جوش ۽ خروش سان خندق کوٽڻ ۾ مشغول آهن تہ انتهائي متاثر ٿي پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن هي رجز پڙهڻ شروع ڪري ڏنو تہ:

اَللّٰهُمَّ اِنَّ الْعَيْشَ عَيْشُ الْاٰخِرَة　　فَاغْفِرِ الْاَنْصَارَ وَالْمُهَاجِرَة

ترجمو: اي الله عَزَّوَجَلَّ بيشڪ زندگي تہ بس آخرت جي زندگي آهي تنهنڪري تون انصارن ۽ مهاجرن کي بخشي ڇڏ.

ان جي جواب ۾ انصارن ۽ مهاجرن آواز سان آواز ملائي هي پڙهڻ شروع ڪري ڏنو تہ

نَحْنُ الَّذِيْنَ بَايَعُوْا مُحَمَّدًا　　عَلَى الْجِهَادِ مَا بَقِيْنَا اَبَدًا

ترجمو: اسين اهي ماڻهو آهيون جن جهاد تي حضرت محمد صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي بيعت ڪري ڇڏي آهي جيستائين اسين زنده رهون هميشہ هميشہ جي لاءِ.[318] (بخاري غزوه خندق ج 2 ص 588)

حضرت براء بن عازب رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ چون ٿا تہ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم پاڻ بہ خندق کوٽيندا هئا ۽ مٽي کڻي اچلائيندا هئا ايتري تائين جو پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي پيٽ مبارڪ تي دَزَ جمي وئي

[318] صحيح البخاري، ڪتاب المغازي، باب غزوه خندق .... الخ، حديث 4099، ج 3، ص 50

هئي ۽ مٽي ڪٽڻ وقت اصحابن کي جوش ڏيارڻ لاءِ رجز جا هي شعر پڙهندا هئا تہ.

وَاللّٰهِ لَوْلَا اللّٰهُ مَا اهْتَدَيْنَا      وَلَا تَصَدَّقْنَا وَلَا صَلَّيْنَا

ترجمو: خدا جو قسم! جيڪڏهن الله جو فضل نہ هجي ها تہ اسان کي هدايت نہ ملي ها ۽ نہ صدقو ڏيون ها ۽ نہ ئي نماز پڙهون ها.

فَاَنْزِلَنْ سَكِيْنَةً عَلَيْنَا      وَثَبِّتِ الْاَقْدَامَ اِنْ لَاقَيْنَا

ترجمو: تنهنڪري اي الله عَزَّوَجَلَّ تون اسان کي دلي اطمينان عطا فرماءِ ۽ جنگ جي وقت اسان کي ثابت قدم رک.

اِنَّ الْاُلٰى قَدْ بَغَوْا عَلَيْنَا      اِذَا اَرَادُوْا فِتْنَةً اَبَيْنَا

ترجمو: يقيناً انهن (ڪافرن) اسان تي ظلم ڪيو آهي ۽ جڏهن بہ انهن فتني جو ارادو ڪيو تہ اسان انڪار ڪري ڇڏيو لفظ "اَبَيْنَا" جوحضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم بار بار بلند آواز سان تڪرار ڪندا رهيا[319].

## هڪ عجيب ٽڪري

حضرت جابر رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ بيان فرمائن ٿا تہ کاهي کوٽيندي کوٽيندي هڪ اهڙي ٽڪري ظاهر ٿي پئي جيڪا ڪنهن کان بہ ڪونہ ٿي ٽٽي جڏهن اسان بارگاهِ رسالت ۾ اهو معاملو پيش ڪيو تہ پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن اٿيا تن ڏينهن کان بکايل هئا ۽

---

[319] صحيح البخاري، ڪتاب المغازي، باب غزوه خندق ... الخ، حديث 4106، ج 3، ص 53 و المواهب اللدنيہ مع شرح زرقاني، باب غزوه خندق ... الخ، ج 3، ص 27 – 28.

پيٽ مبارڪ تي پٿر ٻڌل هيو پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن پنهنجي مبارڪ هٿن سان ٺيڪر هنيائون تہ اها ٽڪري واريءَ جي ذرڙن وانگر پورا پورا ٿي وئي. (بخاري ج 2 ص 588 خندق)

هڪ روايت ۾ هي بہ آهي تہ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن انهيءَ ٽڪري تي 3 ڀيرا ٺيڪر هنيو هر ضرب تي ان مان روشني پئي نڪتي ۽ ان روشنيءَ سان آقا صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن شام، ايران ۽ يمن جي شهرن کي ڏسي ورتو ۽ انهن تنهي ملڪن جي فتح ٿيڻ جي صحابہ ڪرام رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُم کي خوشخبري ڏنائون.[320]
(زرقاني جلد 2 ص 109 و مدارج ج 2 ص 169)

نسائي جي روايت ۾ آهي تہ پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن مدائن ڪسرىٰ، مدائن قيصر ۽ مدائن حبشہ جي فتح ٿيڻ جو اعلان فرمايو.[321] (نسائي جلد 2 ص 63)

## حضرت جابر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي دعوت

حضرت جابر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ فرمائن ٿا تہ بکن سبب پيٽ اقدس تي پٿر ٻڌل ڏسي منهنجو جيءُ جهُري پيو، آئون حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کان اجازت وٺي پنهنجي گهر آيس ۽ پنهنجي گهرواري کي چيم تہ مون حضور اڪرم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي شديد بک جي ڪري اهڙي حال ۾ ڏٺو آهي جو مونکان برداشت نہ ٿو ٿئي ڇا گهر ۾ ڪجهہ کاڌو آهي؟ گهرواريءَ چيو تہ گهر ۾ هڪ صاع جَوَ ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ناهي. مون چيو تہ تون جلدي ان کي

[320] المواهب اللدنيہ مع شرح زرقاني، باب غزوه خندق ... الخ، ج 3، ص 31

[321] سنن نسائي، ڪتاب الجهاد، باب غزوه الترڪ والحبشہ، الحديث 3173، ص 517 ملخصاً.

پيهي ڳوهي وٽ ۾ پنهنجي گهر جو پاليل هڪ ٻڪريءَ جو ٻچو ذبح ڪري ان جون ٻوٽيون ناهي ورتيون ۽ گهرواري کي چيم ته جلدي ۾ تون گوشت ماني تيار ڪري وٽ ته آئون حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي وٺي اچان. وڃڻ وقت گهرواريءَ چيو ته صرف حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۽ ڪجهه صحابه ڪرام رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُم کي ئي وٺي اچجو ڇو ته ڪاڏو ٿورو آهي ڪٿي مونکي ڏِٺو نه ڪري وجهين. حضرت جابر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جن خندق وٽ اچي آهستگيءَ سان عرض ڪيو ته يا رسول الله صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم هڪ صاع اٽي جون مانيون ۽ هڪ ٻڪري جي ٻچي جو گوشت مون پنهنجي گهر ۾ تيار ڪرايو آهي. تنهنڪري توهان صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم صرف چند اصحابن سان گڏ هلي تناول فرمايو. اهو ٻڌي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ارشاد فرمايو "اي خندق وارؤ! جابر دعوت ڏني آهي تنهنڪري سيئي هلي ان جي گهر ڪاڏو ڪائو." پوءِ مون کي فرمايائون ته جيستائين آئون نه اچان تيستائين ماني نه پچرائجو، جڏهن حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تشريف وٺي آيا ته ڳوهيل اٽي ۾ پنهنجو لعابِ دهن وجهي برڪت جي دعا فرمايائون ۽ گوشت جي هنديءَ ۾ به پنهنجو لعابِ دهن ملايائون. پوءِ ماني پچائڻ جو حڪم ڏنائون ۽ فرمايائون ته هندي چُلهه تان نه لاٿي وڃي، پوءِ ماني پچڻ شروع ٿي وئي ۽ هنديءَ مان حضرت جابر رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي گهرواري گوشت ڪڍي ڪڍي ڏيڻ شروع ڪيو هڪ هزار ماڻهن ڍئو ڪري ڪاڏو پر ڳوهيل اٽو اوتري جو اوترو ئي رهجي ويو ۽ هندي به چُلهي تي ٽَڪَهَ هڻندي رهي. (بخاري جلد 2 ص 589 غزوء خندق)

## بابرڪت کتل (کَجورون)

اهڙي طرح هڪ ڇوڪري پنهنجي هٿ ۾ ڪجهه ڪتلون کڻي آئي، حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن پڇيو تہ ڇا آهي؟ ڇوڪري جواب ڏنو تہ ڪجهه ڪتلون آهن جيڪي منهنجي ماءُ منهنجي پيءُ جي ناشتي لاءِ موڪليون آهن، پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم انهن ڪتلن کي پنهنجي هٿ مبارڪ ۾ کڻي هڪ ڪپڙي تي وِکيري ڇڏيو ۽ تمام اهل خندق کي سڏي ارشاد فرمايائون تہ خوب ڏئو ڪري کائو، تنهنڪري سيني خندق وارن ڏئو ڪري اهي کجورون کاڌيون.[322] (مدارج جلد 2، ص 169)

هي بئي واقعا حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي معجزن مان آهن.

## اسلامي فوجن جي مورچہ بندي

حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن خندق تيار ٿي وڃڻ کانپوءِ عورتن ۽ ٻارڙن کي مديني جي محفوظ قلعي ۾ جمع فرمايو ۽ مديني تي حضرت ابن اُم مڪتوم کي پنهنجو خليفو بڻائي ٽي هزار انصارن ۽ مهاجرن جي فوج ساڻ ڪري مديني مان نڪري سَلَع جبل جي دامن ۾ ترسي پيا، سلع سندن پٺيان هو ۽ خندق سندن سامهون هئي. مهاجرن جو جهنڊو حضرت سيدنا زيد بن حارثہ رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي هٿ ۾ ڏنو ۽ انصارن جو علمبردار حضرت سعد بن عباده رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي بڻايو.[323] (زرقاني جلد 2 ص 111)

## ڪافرن جو حملو

ڪفار قريش ۽ سندن اتحادين ڏهہ هزار جي لشڪر سان مسلمانن تي حملو ڪيو ۽ ٽنهي طرفن کان ڪافرن جو لشڪر

---

[322] مدارج النبوة، قسم سوم، باب پنجم، ج 2 ص 169 — 170 ملخصاً.

[323] السيرة الحلبيہ، باب ذڪر مغازيہ، غزوه خندق، ج 2، ص 421 — 422 ملتقطاً و المواهب اللدنيہ و شرح زرقاني، باب غزوه خندق .... الخ، ج 3، ص 35

ايتري تہ زور ۽ شور سان مديني تي ڪڙڪي پيو جو شهر جي فضائن ۾ مٽي ڌوڙ جو طوفان اٿي پيو انهي خوفناڪ ڪاهہ ۽ لشڪر ڪفار جي ويڙهہ جو ذڪر قرآن جي زبان سان ٻڌو:-

اِذْ جَآءُوْكُمْ مِّنْ فَوْقِكُمْ وَمِنْ اَسْفَلَ مِنْكُمْ وَاِذْ زَاغَتِ الْاَبْصَارُ وَبَلَغَتِ الْقُلُوْبُ الْحَنَاجِرَ وَتَظُنُّوْنَ بِاللّٰهِ الظُّنُوْنَا ﴿۱۰﴾ هُنَالِكَ ابْتُلِيَ الْمُؤْمِنُوْنَ وَزُلْزِلُوْا زِلْزَالًا شَدِيْدًا

(پ 21 الاحزاب 10-11)

ترجمو ڪنزالايمان: جڏهن ڪافر توهان تي اچي ڪڙڪيا، توهان جي مٿان ۽ توهان جي هيٺان ۽ جڏهن اکيون ٽِڪَ هٽي ويون ۽ دليون (خوف کان) ڏڪي ويون ۽ توهان الله تي (اميد ۽ نا اميدي) قسمين قسمين گمان ڪرڻ لڳا ان جاءِ تي مسلمان آزمائش ۽ امتحان ۾ وڌا ويا ۽ اهي وڏي زوردار زلزلي جي جهٽڪي ۾ لوڏيا ويا.

منافق جيڪي مسلمانن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي بيٺا هيا اهي ڪافرن جي ان لشڪر کي ڏسندئي بزدل ٿي ويا ۽ ان وقت انهن جو نفاق ظاهر ٿي پيو ۽ انهن ماڻهن پنهنجي گهر وڃڻ جي اجازت گهرڻ شروع ڪري ڏني[324]. جئين تہ قرآن ۾ الله تعالىٰ ارشاد فرمائي ٿو تہ:

وَيَسْتَاْذِنُ فَرِيْقٌ مِّنْهُمُ النَّبِيَّ يَقُوْلُوْنَ اِنَّ بُيُوْتَنَا عَوْرَةٌ ۛؕ وَمَا هِيَ بِعَوْرَةٍ ۚۛ

ترجمو ڪنزالايمان: ۽ هڪ ٽولو (منافق) انهن مان نبي کان اجازت طلب ڪندارهيا منافق چون ٿا تہ اسان جا گهر کليا پيا آهن حالانڪ اهي

[324] المواهب اللدنيہ و شرح زرقاني، باب غزوه خندق .... الخ، ج 3، ص 40 ملخصاً

اِنۡ یُّرِیۡدُوۡنَ اِلَّا فِرَارًا
(پ 21- سوره احزاب آيت نمبر 13)

ڪليل نہ هئا انهن جو مقصد
پڇڻ ڪانسواءِ ڪجھ بہ نہ هو.

پر اسلام جي سچي جانثار مهاجرن ۽ انصارن جڏهن لشڪرِ ڪفار جي يلغار کي ڏٺو تہ اهڙي طرح سينو تاڻي جمي بيهي رهيا جو ”سلع“ ۽ ”احد“ جا جبل ڳاٽ اوچو ڪري انهن مجاهدن جي اولوالعزمي کي حيرت وچان ڏسڻ لڳا انهن جانثارن جي ايماني شجاعت جي تصوير صفحات قرآن تي بصورت تحرير ڏسو. ارشادِ رباني آهي تہ

وَلَمَّا رَاَ الۡمُؤۡمِنُوۡنَ الۡاَحۡزَابَ ۙ قَالُوۡا هٰذَا مَا وَعَدَنَا اللّٰهُ وَرَسُوۡلُهٗ وَصَدَقَ اللّٰهُ وَرَسُوۡلُهٗ ۫ وَمَا زَادَهُمۡ اِلَّاۤ اِيۡمَانًا وَّتَسۡلِيۡمًا ؕ (پ 21، الاحزب 22)

ترجمو ڪنزالايمان: ۽ جڏهن مسلمانن قبائلِ ڪفار جي لشڪرن کي ڏٺو تہ چياٸون هي تہ اهوئي منظر آهي جنهن جو الله ۽ ان جي رسول اسان سان واعدو ڪيو هو ۽ خدا ۽ ان جو رسول پئي سچا آهن ۽ ان انهن جي ايمان ۽ اطاعت کي ويتر وڌائي ڇڏيو.

## بنوقريظ جي غداري

قبيلي بنو قريظ جا يهودي اجان تائين اَڻ ڌريا هئا پر بنو نضير جي يهودين انهن کي بہ پاڻ سان ملائي لشڪرِ ڪفار ۾ شامل ڪرڻ جي ڪوشش شروع ڪري ڏني تنهنڪري حيي بن اخطب ابوسفيان جي مشوري سان بنوقريظ جي سردار ڪعب بن اسد وٽ ويو پهريان تہ ان پنهنجو دروازو نہ کوليو ۽ چيو تہ اسان محمد (صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم) جا حليف آهيون ۽ اسان انهن کي هميشہ

پنهنجي عهد جو پابند ڏنو آهي تنهنڪري اسان انهن سان واعدي خلافي ڪرڻ مروت جي خلاف سمجهون ٿا پر بنو نضير جي يهودين ايتري قدر شديد اصرار ڪيو ۽ طرح طرح سان ورغلايو جو بالآخر ڪعب بن اسد معاهدو ٽوڙڻ جي لاءِ راضي ٿي ويو، بنو قريظ جڏهن معاهدو ٽوڙي ڇڏيو ۽ ڪافرن سان ملي ويا ته ڪفارِ مڪه ۽ ابوسفيان خوشي مان ٻهڪي اٿيا[325].

حضور اقدس صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي جڏهن اها خبر پئي ته پاڻ حضرت سعد بن معاذ ۽ حضرت سعد بن عباده رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُمَا کي تحقيق حال جي لاءِ بنو قريظ ڏانهن موڪليو اتي وڃي معلوم ٿيو ته واقعي بنوقريظ معاهدو ٽوڙي ڇڏيو آهي جڏهن انهن ٻنهي معزز صحابين رَضِيَ اللّٰه تَعَالٰى عَنْهُمَا جن بنو قريظ کي انهن جو معاهدو ياد ڏياريو ته انهن بد ذات يهودين انتهائي بي حيائيءَ سان ايتري تائين چئي ڏنو ته اسان ڪجهه نه ٿا ڄاڻون ته محمد صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ڪير آهن؟ ۽ معاهدو ڇا کي چوندا آهن؟ اسان جو ته ڪو معاهدو ٿيو ئي ڪونه هو، اهو ٻڌي ٻئي اصحابي واپس موٽي آيا ۽ حضور صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي صورتحال کان آگاهه ڪيائون ته پاڻ صَلَّى اللّٰه تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن بلند آواز سان "اللّٰه اڪبر" چيو ۽ فرمايائون ته اي مسلمانو! توهان ان کان نه گهبرايو ۽ نه ئي ان جو غم ڪريو ان ۾ توهان جي لاءِ بشارت آهي[326]. (زرقاني ج 2 ص 113)

---

[325] المواهب اللدنيه و شرح زرقاني، باب غزوه خندق .... الخ، ج 3، ص 35 ملخصاً

[326] المواهب اللدنيه و شرح زرقاني، باب غزوه خندق .... الخ، ج 3، ص 38 ملخصاً

كافرن جو لشڪر جڏهن اڳتي وڌيو تہ سامهون کاهي ڏسي رُڪجي ويو ۽ مديني جو گهيراءُ ڪري ورتو تقريباً هڪ مهيني تائين ڪافر مديني جي چؤطرف گهيرو ڪري ويهي رهيا ۽ اهو گهيرو ايتري تہ سختيءَ سان قائم رهيو جو حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۽ صحابہ ڪرام عَلَيْهِمُ الرِّضْوَان جن ڪيترائي ڏينهن بکيا گذاريا. ڪافرن هڪ طرف تہ کاهيءَ جو گهيراءُ ڪري رکيو هو ۽ ٻئي طرف ان ڪري حملو ڪرڻ چاهن پيا چو تہ مسلمانن جون عورتون ۽ ٻار قلعن ۾ پناهہ ورتل هئا، پر حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جتي خندق جي مختلف حصن تي صحابہ ڪرام عَلَيْهِمُ الرِّضْوَان کي مقرر فرمايو هو تہ جيئن اهي ڪافرن جي حملن جو مقابلو ڪندا رهن اهڙي ئي طرح عورتن ۽ ٻارن جي حفاظت جي لاءِ بہ ڪجھ صحابہ ڪرام رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُم کي مقرر فرمايو هو.

## انصارن جي ايماني شجاعت

ان گهيري جي سبب مسلمانن جي پريشاني ڏسي حضور اڪرم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن اهو خيال فرمايو تہ متان مهاجر ۽ انصار همت هاري ويهن ان ڪري پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ارادو فرمايو تہ قبيلي غطفان جي سردار عينيہ بن حصن سان انهيءَ شرط تي معاهدو ڪري وٺن تہ هو مديني جي پيداوار جو ٽيون حصو وٺندو رهي ۽ ڪفار مڪہ جو ساٿ ڇڏي ڏي. پر جڏهن حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن حضرت سعد بن معاذ ۽ حضرت سعد بن عباده رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُمَا سان پنهنجي هن خيال جو اظهار فرمايو تہ انهن ٻنهي عرض ڪيو يارسول اللّٰه! صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جيڪڏهن انهيءَ جي باري ۾ اللّٰه تعالىٰ جي طرفان وحي نازل ٿي چڪي آهي تہ پوءِ اسان کي ان کان انڪار ڪرڻ جي مجال ناهي ۽ جيڪڏهن اها هڪ راءِ آهي تہ يارسول اللّٰه (صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم) جڏهن اسان ڪفرجي حالت ۾

هئاسين ان وقت تہ قبيلي غطفان جا سرڪش ڪڏهن اسان جي هڪ ڪجور بہ نہ ڪٽي سگهيا ۽ هينئر جڏهن تہ الله عَزَّوَجَلَّ اسان کي اسلام ۽ توهان صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي غلاميءَ جو شرف بخشيو آهي تہ اهوڪيئن ممڪن ٿو ٿي سگهي تہ اسان پنهنجو مال ڪافرن کي ڏئي ڇڏيون؟ هاڻي اسان انهن ڪافرن کي ڪجورن جا ڍير نہ بلڪ نيزن ۽ تلوارن جي مار جا تحفا ڏيندا رهنداسين ايسيتائين جو الله عَزَّوَجَلَّ اسان ۽ انهن جي وچ ۾ فيصلو فرمائي ڇڏي. اهو ٻڌي حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن خوش ٿي ويا ۽ ڪين پورو پورو اطمينان حاصل ٿي ويو[327]. (زرقاني ج 2 ص 113)

خندق جي ڪري دوبدو جنگ نہ پئي ٿي سگهي ۽ ڪافر حيران هئا تہ هن خندق کي ڪيئن پار ڪريون پر ٻنهي طرفن کان روزانو برابر تير ۽ پٿر وسندا رهندا هئا آخر هڪ ڏينهن عمرو بن عبدود، عڪرم بن ابوجهل، هبيره بن ابي وهب ۽ ضرار بن الخطاب وغيره ڪفار جي ڪجھ بهادرن بنو ڪنانہ کي چيو تہ اٿو اڄ مسلمانن سان جنگ ڪري اهو ٻڌايو تہ شهسوار ڪير آهي؟ پوءِ اهي سڀ خندق وٽ پهچي ويا ۽ اهڙي جڳھ تان جتان خندق جي ويڪر ڪجھ گهٽ هئي گهوڙي کي ٽپ ڏياري خندق پار ڪري ورتائون[328].

## عمرو بن عبدود ماريو ويو

سيني کان آڏو عمرو بن عبدود هو توڙي جو هي نوّي سالن جو جهور پوڙهو پر هڪ هزار سوارن جي برابر بهادر مڃيو ويندو هو جنگِ بدر ۾ زخمي ٿي ڀڄي ويو هو ۽ اهو قسم ڪنيو هئائين تہ

[327] السيرة النبويہ، لابن هشام، غزوه خندق، ص 391

[328] المواهب اللدنيہ و شرح زرقاني، باب غزوه خندق .... الخ، ج 3، ص 42 ملخصاً

جيسيتائين مسلمانن کان بدلو نہ وٺندس تيسيتائين مٽي ۾ تيل نہ وجهندس. هي اڪيان وڏيو ۽ للڪار ڪري مقابلي جي دعوت ڏيڻ لڳو ٽي دفعا چيائين ڪير آهي جيڪو منهنجي مقابلي ۾ ايندو؟ ٽئي دفعا حضرت علي رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ اٿي ڪري جواب ڏنو تہ "مان" تہ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن روڪيو تہ "اي علي كَرَّمَ اللهُ تَعَالٰى وَجْهَهُ الْكَرِيْم " هي عمروبن عبدود آهي. حضرت علي رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ عرض ڪيو جي ها آئون ڄاڻان ٿو تہ هي عمرو بن عبدود آهي پر مان ان سان وڙهندس، اهو ٻڌي تاجدارِ نبوت صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن پنهنجي خاص تلوار ذوالفقار پنهنجي مبارڪ هٿن سان حيدرِ ڪرار كَرَّمَ اللهُ تَعَالٰى وَجْهَهُ الْكَرِيْم جي مقدس هٿن ۾ ڏئي ڇڏي ۽ پنهنجي مبارڪ هٿن سان انهن جي مٿي تي عمامو ٻڌو ۽ هيءَ دعا فرمايائون تہ يا الله عَزَّوَجَلَّ! تون علي كَرَّمَ اللهُ تَعَالٰى وَجْهَهُ الْكَرِيْم جي مدد فرماءِ. حضرت اسدالله الغالب علي بن ابي طالب كَرَّمَ اللهُ تَعَالٰى وَجْهَهُ الْكَرِيْم مجاهدانہ شان و شوڪت سان ان جي سامهون بيهي رهيا ۽ ٻنهي ۾ هن طرح مڪالمو شروع ٿيو.

حضرت علي رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ:- اي عمرو بن عبدود تون مسلمان ٿي وڃ!

عمرو بن عبدود:- اهو مونکان ڪڏهن بہ هرگز هرگز نٿو ٿي سگهي!

حضرت علي رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ:- جنگ کان واپس هليو وڃ!

عمرو بن عبدود:- اهو مونکي منظور ناهي!

حضرت علي رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ:- تہ پوءِ مونسان جنگ ڪر!

| | |
|---|---|
| عمرو بن عبدود:- | كلي چيو تہ مان ڪڏهن اهو سوچيو بہ نہ هو تہ دنيا ۾ ڪو مونکي جنگ جي دعوت ڏيندو. |
| حضرت علي رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ:- | پر آئون توسان وڙهڻ چاهيان ٿو. |
| عمرو بن عبدود:- | آخر تنهنجو نالو ڇا آهي؟ |
| حضرت علي رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ:- | علي بن ابي طالب |
| عمروبن عبدود:- | اي ڀائٽيا! تون اڃا تمام ننڍي عمر جو آهين آئون تنهنجو رت وهائڻ پسند نٿو ڪريان. |
| حضرت علي رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ:- | پر آئون تنهنجو رت وهائڻ بيحد پسند ڪريان ٿو. |

عمرو بن عبدود رت ٽهڪائيندڙ اهي گرم گرم جملا ٻڌي ڪاوڙ ۾ بي قابو ٿي ويو حضرت علي شيرخُدا كَرَّمَ اللهُ تَعَالٰى وَجْهَهُ الْكَرِيْم پيدل هئا ۽ هو گهوڙي تي سوار هو ان تي جو غيرت سوار ٿي تہ گهوڙي تان لهي پيو ۽ پنهنجي تلوار سان گهوڙي جا پير وڍي ڇڏيائين ۽ اگهاڙي تلوار ڪٽي اڳتي وڌيو ۽ حضرت شيرخُدا كَرَّمَ اللهُ تَعَالٰى وَجْهَهُ الْكَرِيْم تي تلوار جو ڀرپور وار ڪيو. حضرت شيرخدا كَرَّمَ اللهُ تَعَالٰى وَجْهَهُ الْكَرِيْم تلوار جي ان وار کي پنهنجي ڍال تي روڪيو، هي وار ايترو تہ سخت هو جو تلوار، ڍال ۽ عمامي کي ڪٽيندي پيشاني ۾ لڳي توڙي جو گهرو زخم نہ ٿيو پر پوءِ بہ اهو نشان سندن پيشاني تي يادگار بڻجي رهجي ويو. حضرت علي شيرخُدا كَرَّمَ اللهُ تَعَالٰى وَجْهَهُ الْكَرِيْم تڙپي ڪري للڪاريو اي عمرو! هوشيار ٿي، هاڻي منهنجو

وارو آهي اهو چئي اسدالله الغالب كَرَّمَ اللہُ تَعَالٰی وَجْهَهُ الْكَرِيْم ذوالفقار جو اهڙو زوردار وار ڪيو جو تلوار دشمن جي سيني کي ڪٽيندي چيلهه مان پارتي وئي ۽ هو تڙپي زمين تي ڪري پيو ۽ مري جهنم رسيد ٿي ويو ۽ ميدان ڪار زار زبانِ حال سان هي پڪاري اٿيو:-

شاهِ مردان، شيرِ يزدان قوتِ پرورد گار
لَا فَتٰی اِلَّا عَلِی لَا سَيْفَ اِلَّا ذُوالْفِقَار

حضرت علي رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ ان کي قتل ڪيو ۽ منهن ڦيري واپس هليو ويو حضرت عمر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ چيو اي علي كَرَّمَ اللہُ تَعَالٰی وَجْهَهُ الْكَرِيْم توهان عمرو بن عبدود جي زره چو نہ لاٿي سڄي عرب ۾ ان جهڙي سٺي زره ڪٿي بہ ناهي پاڻ فرمايائون اي عمر رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ ذوالفقار جي وار سان هو اهڙي طرح بيقرار ٿي زمين تي ڪريو جو ان جي شرمگاهه کلي وئي ان جي ڪري حيا جي سبب مون منهن موڙي ورتو[329]. (زرقاني ج 2 ص 114 کان 115)

## نوفل جو لاش

ان کانپوءِ نوفل ڪاوڙ ۾ پرجي ميدان ۾ آيو ۽ پڪارڻ لڳو تہ منهنجي مقابلي لاءِ ڪير تو اچي؟ حضرت زبير بن العوام رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ ان تي وِڄُ وانگر ڪڙڪي پيا ۽ اهڙي تلوار هنئيائون جو بہ ٽڪر ٿي پيو ۽ تلوار زين کي ڪٽيندي گهوڙي جي چيلهه تائين پهچي وئي ماڻهن چيو اي زبير! رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ توهان جي تلوار جو تہ مثال نٿو ملي سگهي پاڻ فرمايائون تلوار ڪهڙي شيءِ آهي پانهن

---

[329] المواهب اللدنيہ و شرح زرقاني، باب غزوه خندق .... الخ، ج 3، ص 42 ملخصاً

۾ دم خم ۽ ضرب ۾ ڪمال ڪيپي. هبيره ۽ ضرار به وڏي رعب سان اڳتي وڌيا پر جڏهن ذوالفقار جو وار ڏنائون ته ڀڄي ڀڄي ويا ڪافرن جا باقي شهسوار به جيڪي خندق پار ڪري آيا هئا اهي سڀئي ڀڄي ويا ۽ ابوجهل جو پٽ عڪرمه ته ايتري قدر بدحواس ٿي ويو جو پنهنجو نيزو اڇلائي ڀڳو ۽ خندق پار ڪرڻ ڪانپوءِ ئي ڪيس سڪون مليو.[330] (زرقاني جلد 2)

ڪجهه تاريخ دانن جو قول آهي ته نوفل کي حضرت علي ڪَرَّمَ اللهُ تَعَالٰی وَجْهَهُ الْكَرِيْم قتل ڪيو ۽ ڪن جو چوڻ آهي ته نوفل حضور صَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن تي حملي ڪرڻ جي ارادي سان پنهنجي گهوڙي کي خندق پار ڪرائڻ پئي چاهي ته پاڻ ئي خندق ۾ ڪري پيو ۽ ڪنڌ ٽٽي پيس ۽ هو مري ويو. بهرحال مڪي جي ڪافرن 10 هزار درهمن ۾ نوفل جي لاش کي وٺڻ چاهيو ته جيئن اهي هن کي اعزاز سان دفن ڪن حضور صَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم رقم وٺڻ کان انڪار فرمايو ۽ ارشاد فرمايائون ته اسان کي هن لاش ۾ ڪا به غرض ناهي مشرڪ هن کي کڻي وڃن ۽ دفن ڪن اسان کي ان تي ڪو به اعتراض ناهي.[331] (زرقاني جلد 2 ص 114)

ان ڏينهن جو حملو تمام سخت هو سڄو ڏينهن لڙائي هلندي رهي ٻنهي طرفن کان تيراندازي ۽ پٿر بازي جو سلسلو جاري رهيو ۽ ڪنهن به مجاهد جو پنهنجي جڳهه تان هٽڻ ناممڪن هو.

---

[330] المواهب اللدنيه و شرح زرقاني، باب غزوه خندق .... الخ، ج 3، ص 43 ملخصاً

[331] المواهب اللدنيه و شرح زرقاني، باب غزوه خندق .... الخ، ج 3، ص 41 – 43 ملتقطاً

خالد بن وليد پنهنجي فوج سان هڪ جڳهہ تان خندق پار ڪري بلڪل ئي اوچتو حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي خيمي اقدس تي حملہ آور ٿيو پر حضرت اسيد بن حضير رَضِىَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ هن کي ڏسي ورتو ۽ ٻہ سو مجاهدن کي وٺي اڳيان وڌيو ۽ خالد بن وليد جي ٽولي سان ٻہ ٻدو ويڙهہ ۾ ٽڪرجي پيا ۽ خوب ڄمي وڙهيا جنهن ڪري ڪافر خيمہ اطهر تائين نہ پهچي سگهيا. (زرقاني جلد 2 ص 117)

انهيءَ گهمسان جي لڙائي ۾ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي نماز عصر قضا ٿي وئي. بخاري شريف جي روايت ۾ آهي تہ حضرت عمر رَضِىَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ جنگِ خندق جي ڏينهن سج لهڻ ڪانپوءِ ڪافرن کي گهٽِ وَڌِ ڳالهائيندي بارگاهہ رسالت ۾ حاضر ٿيا ۽ عرض ڪيائون تہ يا رسول الله صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم آئون نمازِ عصر نہ پڙهي سگهيو آهيان تہ حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن فرمايو تہ مون بہ اڃا تائين نمازِ عصر نہ پڙهي آهي پوءِ پاڻ وادي بطحان ۾ سج لهڻ ڪانپوءِ نماز عصر قضا پڙهي پوءِ نمازِ مغرب ادا فرمائي ۽ ڪافرن جي حق ۾ هي دعا فرمائي تہ،

مَلَاَ اللّٰهُ عَلَيۡهِمۡ بُيُوۡتَهُمۡ وَقُبُوۡرَهُمۡ نَارًا كَمَا شَغَلُوۡنَا عَنِ الصَّلٰوةِ الۡوُسۡطٰى حَتّٰى غَابَتِ الشَّمۡسُ[332] (بخاري ج 2 ص 590)

يعني: الله انهن مشرڪن جي گهرن ۽ قبرن کي باهہ سان ڀري ڇڏ انهن ماڻهن اسان کي نمازِ عصر کان روڪي ڇڏيو ايسيتائين جو سج لهي ويو.

---

[332] صحيح البخاري ڪتاب المغازي باب غزوت الخندق الحديث4111-4112 ج 3 ص 54

جنگِ خندق واري ڏينهن حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم هي دعا به فرمائي ته:

اَللّٰهُمَّ مُنْزِلَ الْكِتَابِ سَرِيْعَ الْحِسَابِ اهْزِمِ الْاَحْزَابَ اَللّٰهُمَّ اهْزِمْهُمْ وَزَلْزِلْهُمْ[333] (بخاري جلد 2 ص 590)

ترجمو:- اي الله عَزَّوَجَلَّ اي ڪتاب نازل فرمائڻ وارا! جلدي حساب وٺڻ وارا! تون هنن ڪافرن جي لشڪر کي شڪست ڏئي ڇڏ، اي الله عَزَّوَجَلَّ انهن کي شڪست ڏي ۽ انهن کي لوڏي ڇڏ.

## حضرت زبير رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کي خطاب مليو:-

حضور اڪرم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن خندق جي موقعي تي جڏهن ڪافر مديني جو محاصرو ڪيو بيٺا هئا ۽ ڪنهن جي لاءِ به شهر مان نڪرڻ ڏکيو هيو تي پيرا ارشاد فرمايائون ته ڪير آهي جيڪو قومِ ڪفار جي خبر وٺي اچي؟ ٽئي دفعا حضرت زبير بن العوام رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جيڪي حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي پڦي حضرت صفيه رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا جا فرزند آهن انهن چيو ته ”آئون يا رسول الله! (صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم) خبر وٺي ايندس“. حضرت زبير رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي ان جانثاري کان خوش ٿي تاجدار عالم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ارشاد فرمايو:

لِكُلِّ نَبِيٍّ حَوَارِيٌّ وَّاِنَّ حَوَارِيَّ الزُّبَيْرُ

هر نبي جي لاءِ حواري (خاص مددگار) هوندا آهن ۽ منهنجو ”حواري“ زبير آهي اهڙي طرح حضرت زبير رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ

---

[333] (صحيح البخاري ڪتاب المغازي باب غزوت الخندق حديث 4115 ج 3 ص 55)

کي بارگاھ رسالت مان حواري جو خطاب مليو جيڪو ڪنهن ٻئي اصحابي کي نہ مليو[334].

## حضرت سعد بن معاذ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي شهادت:-

انهي جنگ ۾ مسلمانن جو جاني نقصان تمام گهٽ ٿيو يعني ڪل ڇهہ مسلمان شهادت سان سرفراز ٿيا پر انصارن جي سڀ کان وڏي ٻانهن ٽٽي پئي يعني حضرت سعد بن معاذ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جيڪي قبيلي اوس جا سردار اعظم هئا انهي جنگ ۾ هڪ تير سان زخمي ٿي پيا ۽ پوءِ شفاياب نہ ٿي سگهيا[335].

سندن جي شهادت جو واقعو هينئن آهي تہ پاڻ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ هڪ ننڍڙي زرھ پائي جوش ۾ پرجي نيزو کڻي لڙائي جي لاءِ وڃي رهيا هئا تہ ابن العرقہ نالي ڪافر اهڙو نشانو وٺي تير هنيو جنهن سان سندن جي هڪ رڳ جنهن جو نالو اڪحل آهي ڪٽجي وئي جنگ ختم ٿيڻ کانپوءِ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم مسجد نبوي ۾ انهن جي لاءِ هڪ خيمو لڳايو ۽ هن جو علاج ڪرڻ شروع ڪري ڏنو پاڻ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن خود پنهنجي مبارڪ هٿن سان ان جي زخم کي ٻہ دفعا داغيو، انهيءَ حالت ۾ پاڻ هڪ دفعي بني قريظہ تشريف کڻي ويا ۽ اتي يهودين جي باري ۾ پنهنجو اهو فيصلو ٻڌايائون جنهن جو ذڪر "غزوہ قريظہ" جي عنوان جي تحت ايندو ان کان پوءِ پاڻ وري پنهنجي خيمي ۾ تشريف کڻي آيا هاڻي ان

---

[334] صحيح البخاري، ڪتاب المغازي باب غزوت الخندق، الحديث 4113 ج 3 ص 54

[335] المواهب اللدنيہ مع شرح الزرقاني باب غزوت الخندق....الخ وباب غزوت بني قريظہ ج 3 ص 43، 89 ملتقطاً و ملخصاً

جو زخم پيرجڻ لڳو هو پر انهن شوقِ شهادت ۾ الله عَزَّوَجَلَّ کان هيءَ دعا گهري تہ:

يا الله عَزَّوَجَلَّ تون ڄاڻين ٿو تہ ڪنهن بہ قوم سان جنگ ڪرڻ جي مونکي ايڏي تمنا ناهي جيتري ڪفارِ قريش سان وڙهڻ جي تمنا آهي جن تنهنجي رسول صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو انڪار ڪيو ۽ انهن کي انهن جي وطن مان ڪڍيو، اي الله!عَزَّوَجَلَّ منهنجو تہ اهوئي خيال آهي تہ هاڻي تو اسان ۽ ڪافرن جي وچ ۾ جنگ کي ختم ڪري ڇڏيو آهي جيڪڏهن اڃا بہ ڪفار قريش سان ڪا جنگ باقي رهجي وئي هجي تہ پوءِ تہ تون مونکي زنده رک تہ جيئن آئون انهن ڪافرن سان تنهنجي راهہ ۾ جهاد ڪريان ۽ جيڪڏهن هاڻي انهن ماڻهن سان ڪا بہ جنگ باقي نہ رهي آهي تہ تون منهنجي هن زخم کي ڦاڙي ڇڏ ۽ انهيءَ زخم ۾ ئي تون مون کي موت عطا فرماءِ.

سندن جي هيءَ دعا ختم ٿيندي ئي بلڪل اوچتو سندن زخم ڦاٽي پيو ۽ خون وهي ڪري مسجد نبوي جي اندر بني غفار جي خيمي ۾ وڃي پهتو انهن ماڻهن چرڪ پريندي پڇيو تہ اي خيمي وارؤ هي ڪهڙو رت آهي جيڪو توهان جي خيمي مان وهي ڪري اسان جي طرف اچي رهيو آهي؟ جڏهن ماڻهن ڏٺو تہ حضرت سعد بن معاذ رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْهُ جي زخم مان رت وهي رهيو هو ۽ انهيءَ ئي زخم ۾ انهن جي وفات ٿي وئي.[336]

(بخاري ج 2 ص 591 باب مرجع النبي من الاحزاب)

---

[336]صحيح البخاري، ڪتاب المغازي، باب مرجع النبي صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم من الا حزاب....الخ الحديث 4122، ج 3 ص 56 ومدارج النبوت، قسم سوم، باب پنجم ج 2 ص 17، 172 ملخصاً

حضور اقدس صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ارشاد فرمايو سعد بن معاذ جي موت سان عرشِ الٰهي لڏي ويو ۽ هن جي جنازي ۾ ستر هزار ملائڪ حاضر ٿيا ۽ جڏهن انهن جي قبر کوٽي وئي تہ ان مان مشڪ جي خوشبو اچڻ لڳي[337] . (زرقاني 2ص 143)

عين وفات جي وقت حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ان جي سيراندي کان تشريف فرما هئا، انهن اک کولي آخري ڀيرو جمالِ نبوت جو نظارو ڪيو ۽ چيائون السلام عليڪ يا رسول الله ۽ ان کانپوءِ بلند آواز سان هي چيائون تہ آئون گواهي ٿو ڏيان تہ توهان صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم الله عَزَّوَجَلَّ جا رسول آهيو ۽ توهان تبليغِ رسالت جو حق ادا ڪيو آهي[338]. (مدارج النبوت ج 2 ص 181)

## حضرت صفيہ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا جي بهادري

جنگِ خندق ۾ هڪ اهڙو بہ موقعو آيو جو جڏهن يهودين ڏٺو تہ مسلمانن جي سموري فوج خندق جي طرف جنگ ۾ مصروف آهي تہ جنهن قلعي ۾ مسلمانن جون عورتون ۽ ٻار پناه گزين هئا يهودين اوچتو ان تي حملو ڪيو ۽ هڪ يهودي دروازي تائين پهچي ويو، حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جي ڦڦي حضرت صفيہ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا جن ان کي ڏسي ورتو ۽ حضرت حسان بن ثابت کي چيائون تہ توهان هن يهودي کي قتل ڪري ڇڏيو نہ تہ هي وڃي دشمنن کي هتان جو حال ۽ احوال ٻڌائيندو حضرت حسان بن ثابت رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جي ان وقت همت نہ ٿي سگهي جو انهيءَ يهودي تي

---

[337] المواهب اللدنيہ مع شرح الزرقاني، باب غزوة بني قريظ ج3 ص92، 100 ملتقطاً

[338] مدارج النبوت قسم سوم، باب پنجم ج 2 ص 181

حملو ڪري اهو ڏسي خود حضرت صفيه رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهَا جن خيمي جو هڪ ڪِلو پٽي ان يهودي جي مٿي ۾ اهڙي ته زور سان هنيو جو هن جو مٿو ڦاٽي پيو پوءِ پاڻ ئي ان يهودي جو سر ڪٽي قلعي جي ٻاهر اڇلائي ڇڏيائون اهو ڏسي حملا آور يهودين کي يقين ٿي ويو ته قلعي جي اندر به ڪجھ فوج موجود آهي انهي ئي ڊپ وچان انهن کي ٻيهر انهيءَ طرف حملي ڪرڻ جي جرئت ئي نه ٿي[339]. (زرقاني جلد 2 ص 111)

## ڪافر ڪيئن ڀڳا؟

حضرت نعيم بن مسعود اشجعي رَضِیَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْهُ قبيلي غطفان جا وڏا معزز سردار هئا قريش ۽ يهودي ٻنهي کي انهن جي ذات تي پورو پورو تي اعتماد هو هي مسلمان ٿي چڪا هئا پر ڪافرن کي هنن جي اسلام آڻڻ جي خبر نه هئي انهن بارگاهِ رسالت صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۾ عرض ڪيو ته يا رسول الله جيڪڏهن توهان مونکي اجازت ڏيو ته آئون يهود ۽ قريش سان اهڙي گفتگو ڪريان جو ٻنهي ۾ ڦوٽِ پئجي وڃي، پاڻ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ان جي اجازت ڏئي ڇڏي تنهنڪري هن يهود ۽ قريش سان الڳ الڳ ڪجھ اهڙي قسم جي گفتگو ڪئي جو ٻنهي ۾واقعي ڦوٽِ پئجي وئي. ابو سفيان شديد سردي جي موسم، ڏکهي گهيراءَ ۽ فوج جوراشن ختم ٿي وڃڻ سبب حيران ۽ پريشان هو، جڏهن هن کي خبر پئي ته يهودين اسان جو ساٿ ڇڏي ڏنو آهي ته هن جا حوصلا پست ٿي ويا ۽ هو بلڪل ئي بد دل ٿي ويو مٿان وري ڪافرن جي لشڪر

---

[339] شرح الزرقاني علي المواهب، باب غزوت الخندق.... الخ ج 3 ص 37

تي قهرِ قهار ۽ غضب جبار جي اهڙي تہ مار پئي جو اوچتو اوير
ڪان هڪ اهڙي تہ تيز آنڌاري آئي جو ديڳيون چلهن تان ڪري
پيون خيما اکڙجي اکڙجي اڏامي ويا ۽ ڪافرن تي اهڙي تہ وحشت
۽ دهشت سوار ٿي وئي جو انهن کي راهِ فرار اختيار ڪرڻ
ڪانسواءِ ٻيو ڪو بہ چارو نظر نہ آيو هيءُ ئي اها آنڌاري آهي جنهن
جو ذڪر خداوندِ قدوس قرآن ۾ هن طرح بيان فرمايو آهي:-

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اذْكُرُوْا نِعْمَةَ اللّٰهِ عَلَيْكُمْ اِذْ جَآءَتْكُمْ جُنُوْدٌ فَاَرْسَلْنَا عَلَيْهِمْ رِيْحًا وَّ جُنُوْدًا لَّمْ تَرَوْهَا ؕ وَ كَانَ اللّٰهُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرًا ۚ (پ 21 الاحزاب:9)

ترجمو ڪنزالايمان: اي ايمان وارو خدا جي ان نعمت کي ياد ڪريو جڏهن توهان تي فوجون اچي پيون تہ اسان انهن تي آنڌاري موڪلي. ۽ اهڙيون فوجون موڪليون جيڪي توهان کي نظر نہ پئي آيون ۽ الله توهان جي ڪمن کي ڏسندڙ آهي.

ابوسفيان پنهنجي فوج ۾ اعلان ڪرائي ڇڏيو تہ راشن ختم ٿي
ويو آهي، موسم انتهائي خراب آهي يهودين اسان جو ساٿ ڇڏي
ڏنو آهي تنهنڪري هاڻي محاصرو بيڪار آهي اهو چئي ڪُوچ
ڪرڻ جو نغارو وڄائڻ جو حڪم ڏنو ۽ اتان ڀڄي نڪتو. قبيلي
غطفان جو لشڪر بہ هليو ويو بنوقريظ بہ گهبراءُ ڇڏي پنهنجن
قلعن ۾ هليا آيا. هنن ماڻهن جي ڀڄي وڃڻ سان مديني جي فضا
ڪافرن جي گرد و غبار کان صاف ٿي وئي.[340]
(مدارج جلد 2 ص 172 وزرقاني ج 2 ص 116 ڪان 118)

---

[340] السيرت الحليہ باب ذڪر مغازيہ، غزوه بني قريظ ج 2 ص 441-448 ملتقطاً
والمواهب اللدينت مع شرح الزرقاني باب غزوالخندق.... الخ ج 3 ص 54-56

## غزوه بني قريظ

حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جنگِ خندق مان فارغ ٿي پنهنجي گهر تشريف کڻي آيا ۽ هٿيار رکي غسل فرمايائون، اجا اطمينان سان وينا به ڪونه هئا ته ايتري ۾ حضرت جبرئيل عَلَيْهِ السَّلَام آيا ۽ چيائون ته يا رسول الله توهان هٿيار لاهي ڇڏيا پر اسان فرشتن جي جماعت اجا تائين هٿيار ڪونه لاٿا آهن الله عَزَّوَجَلَّ! جو اهو حڪم آهي ته توهان صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم بني قريظ جي طرف هليا وڃو ڇو ته انهن ماڻهن معاهدو ٽوڙي اعلانيه جنگِ خندق ۾ ڪافرن سان ملي مديني تي حملو ڪيو آهي[341].

(مسلم باب جواز قتالمن نقض العهد ج 2 ص 95)

تنهنڪري حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن اعلان فرمايو ته ماڻهو اجا هٿيار نه لاهن ۽ بنو قريظ ڏانهن روانا ٿي وڃن. حضور صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن پاڻ به هٿيار پهري پنهنجي گهوڙي جنهن جو نالو ”لحيف“ هو ان تي سوار ٿي لشڪر سان گڏ هلي پيا ۽ بنو قريظ جي هڪ کوهه جي ويجهو پهچي نزول فرمايائون[342].

(زرقاني جلد 2 ص 128)

بني قريظ به جنگ لاءِ بلڪل تيار هئا جڏهن حضرت علي ڪَرَّمَ اللّٰهُ تَعَالٰى وَجْهَهُ الْكَرِيْم انهن جي قلعن وٽ پهتا ته انهن ظالمن ۽ عهد ٽوڙيندڙ يهودين حضور اڪرم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کي (معاذ الله) گاريون ڏنيون حضور اڪرم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن انهن جي قلعن جو گهيرو

[341] صحيح مسلم ڪتاب الجهاد والسير، باب جواز قتال من..........الخ، حديث 1769، ص 973

[342] المواهب اللدنيه وشرح الزرقاني، باب غزوت المريسيع ج 3 ص 9

فرمايو ۽ تقريباً هڪ مهيني تائين اهو محاصرو جاري رهيو يهودين تنگ ٿي اها درخواست ڪئي تہ حضرت سعد بن معاذ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ اسان جي باري ۾ جيڪو فيصلو ڪندا اهو اسان کي منظور آهي.

حضرت سعد بن معاذ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جنگِ خندق ۾ هڪ تير لڳڻ سبب شديد زخمي ٿي پيا هئا پر تنهن هوندي بہ پاڻ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ هڪ گڏھ تي سوار ٿي بني قريظہ ويا ۽ انهن يهودين جي باري ۾ هي فيصلو فرمايو تہ

”وڙهڻ وارين فوجن کي قتل ڪيو وڃي عورتون ۽ ٻار قيدي بڻايا وڃن ۽ يهودين جو مال ۽ اسباب مال غنيمت بڻائي مجاهدن ۾ تقسيم ڪيو وڃي.“ حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم هن جو اهو فيصلو ٻڌي ارشاد فرمايو تہ يقيناً ان ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ توهان هنن يهودين جي باري ۾ اهو فيصلو ڪيو جيڪو الله تعالیٰ جو فيصلو آهي.[343] (مسلم ج 2 ص 95)

انهيءَ فيصلي جي مطابق بني قريظہ جي ويڙهاڪ فوجين کي قتل ڪيو ويو، عورتن ۽ ٻارن کي قيدي بڻايو ويو ۽ انهن جي مال ۽ سامان کي مجاهدينِ اسلام جو مال غنيمت بڻايو ويو ۽ انهي شرير ۽ بدعهد قبيلي جي شر ۽ فساد کان هميشہ جي لاءِ مسلمان پُر امن ۽ محفوظ ٿي ويا.

---

[343] السيرت الحليہ، باب ذکر مغازيہ، غزوه بني قريظہ ج 2 ص 442، 448 ملتقطاً و الکامل في التاريخ ذکر غزوت بني قريظہ ج 2 ص 75،76

يهودين جي سردار حيي بن اخطب کي جڏهن قتل ڪرڻ جي لاءِ مقتل ۾ آندو ويو ته ان قتل ٿيڻ کان اڳ ۾ هي الفاظ ڳالهايا ته

اي محمد!(صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم) خدا جو قسم! مونکي ان جو ڪو به افسوس ناهي ته مون توهان سان عداوت ڪئي پر حقيقت هي آهي ته جيڪو خدا کي ڇڏي ڏيندو آهي ته خدا به ان کي ڇڏي ڏيندو آهي اي ماڻهو! خدا جي حڪم جي تعميل ۾ ڪو به حرج ناهي بني قريظ جو قتل ٿيڻ هي هڪ حڪمِ اِلٰهي هو اهو (توراة) ۾ لکيل هوءِ اها هڪ سزا هئي جيڪا الله تعالىٰ بني اسرائيل تي لکي هئي[344]. (سيرت ابن هشام غزوة بنو قريظ ج 3 ص 241)

هي حيي بن اخطب اُهوئي بدنصيب آهي جيڪو جڏهن مديني کان جلاوطن ٿي خيبر ڏانهن وڃي رهيو هو ته ان هي معاهدو ڪيو هو ته نبي صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي مخالفت ۾ آئون ڪنهن جي به مدد نه ڪندس ۽ ان عهد تي هن خدا کي ضامن بڻايو هو پر جنگِ خندق جي موقعي تي هن انهيءَ معاهدي کي ڪهڙي طرح ٽوڙي ڇڏيو اهو توهان گذريل ورقن ۾ پڙهي چڪا آهيو ته هن ظالم تمام ڪفارِ عرب وٽِ وڃي سيني کي مديني تي حملي ڪرڻ لاءِ اياريو پوءِ بنو قريظ کي به معاهدي ٽوڙڻ تي مجبور ڪيائين پوءِ پاڻ ڪافرن سان ملي جنگ خندق جي لڙائي ۾ شامل ٿيو.

---

[344] الڪامل في التاريخ، ذڪر غزوت بني قريظ ج 2 ص 76

## سن 5هجري جا متفرق واقعات

(1) هن ئي سال حضور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن بيبي زينب بنت جحش رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهَا سان نڪاح فرمايو[345].

(2) هن ئي سال مسلمان عورتن تي پردو فرض ڪيو ويو.

(3) هن ئي سال حد قذف (ڪنهن تي زنا جي تهمت لڳائڻ جي سزا) ۽ لعان ۽ ظهار جا احڪام جاري ٿيا.

(4) هن ئي سال تيمّم جي آيت نازل ٿي[346].

(5) هن ئي سال نمازِ خوف جو حڪم نازل ٿيو.

---

[345] الڪامل في التاريخ ذڪر الاحداث في السنت الخامست ج 2 ص 69

[346] المواهب اللدنيت وشرح الزرقاني، باب غزوت المريسيع ج 3 ص 9

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِیْنَ وَالصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلٰی سَیِّدِ الْمُرْسَلِیْنَ اَمَّا بَعْدُ فَاَعُوْذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّیْطٰنِ الرَّجِیْمِ ؕ بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِیْمِ ؕ

## نيڪ نمازي بڻجڻ جي لاءِ

هر جمعرات نمازِ مغرب کان بعد اوهان جي علائقي ۾ ٿيندڙ دعوت اسلامي جي هفتيوار سنّتن ڀريي اجتماع ۾ الله عَزَّوَجَلَّ جي رضا جي لاءِ سُٺين سُٺين نيّتن سان سڄي رات گذاريو. * سنّتن جي تربيت جي لاءِ مدني قافلي ۾ عاشقانِ رسول سان گڏهر مهيني ٽي ڏينهن سفر ۽ * روزانو"فڪرِ مدينہ"جي ذريعي مدني انعامات جو رسالو ڀري ڪري هر مدني مهيني جي پهرين تاريخ ۾ پنهنجي ذميدار کي جمع ڪرائڻ جو معمول بڻايو.

**منهنجو مدني مقصد:** "مون کي پنهنجي ۽ سڄي دنيا جي ماڻهن جي اصلاح جي ڪوشش ڪرڻي آهي" اِنْ شَآءَاللّٰه عَزَّوَجَلَّ پنهنجي اصلاح جي لاءِ "مدني انعامات" تي عمل ۽ سڄي دنيا جي ماڻهن جي اصلاح جي ڪوشش جي لاءِ "مدني قافلن" ۾ سفر ڪرڻو آهي. اِنْ شَآءَ اللّٰه عَزَّوَجَلَّ

عالمي مدني مرڪز فيضان مدينہ محلہ سوداگران پراڻي سبزي منڊي باب المدينہ ڪراچي

UAN: +92 21 111 25 26 92 | Ext: 7213
Web: www.dawateislami.net | E-mail: translation@dawateislami.net